سي. ايس. ايس. پي. سي. ايس. ايم. اي سنڌي ليڪچرارشپ

(تحريري امتحان ۽ انٽرويو لاءِ)

# سنڌي ادب

(ڪلاسيڪيت کان جديديت تائين)

ساجد چانڊيو

سمبارا پبليڪيشن حيدرآباد

ڪتاب نمبر 262



ڪتاب جو نالو: سنڌي ادب: ڪلاسيڪيت کان جديديت تائين
ليکڪ: ساجد چانڊيو
ڇاپو: پهريون
ڇپجڻ جو سال: آڪٽوبر 2020ع
لي آئوٽ/ٽائيٽل: مهراڻ سهتو
ڇپائيندڙ: سمبارا پبليڪيشن، حيدرآباد
03003513966

قيمت =/1200

ISBN No: 978_969_737_028_3

**Sindhi Adab**
Clasiciyat Khan Jadidiyat Tain
Author: Sajid Chandio
**Sambara Publication Hyderabad**
Sambara.publication@gmail.com

# ارپنا

پنهنجي والد محترم

شهيد زخمي چانڊيي، امڙ خورشيد بيگم،

وڏي ڀاءُ خالد حسين، ننڍڙي ڌيءَ اپسرا ۽

گهرواري سعيده چانڊيي

جي نانءُ!

# فهرست

# اداري پاران

موجوده دور ۾ سي ايس ايس پي ايس، سنڌي ليڪچرشپ جي امتحانن ۽ انٽرويوز لاءِ ڪو خاطر خواهه ڪتاب موجود نه ناهي جيڪي آهن ته غلطين سان ڀريل ۽ اپڊيٽ ٿي ناهن ڪيا ويا، جنهن سبب سنڌي سبجيڪٽ جا شاگرد جامع مواد لاءِ ڀٽڪندا رهن ٿا. اسان جو هي ڪتاب اهڙن شاگردن توڙي شاگردياڻين لاءِ هڪ تحفو آهي.

ساجد چانڊيو سنڌي ادب جو اهو خاموش خدمتگار آهي جنهن هميشه پنهنجي ننڍپڻ سان وٺي ڪم پٺي ڪيو آهي سنڌي ادب لاءِ سندس ڪيل خدمتون بين ڪان نهايت ئي منفرد، لاڀائتيون ۽ نيون آهن. هن جي هميشه ڪوشش رهي آهي ته سنڌي ادب جي شاگرد کي جڳهه ۽ ٺڪو مواد ملي ساجد چانڊيو، سنڌي ادب بابت جڏهن سوشل ميڊيا تي مواد رکڻ شروع ڪيو ته ڪيس ڀرپور موٽ ملي، هزارين شاگرد سندس مواد مان فيضياب ٿيندا رهيا آهن ۽ مواد کي مستند سمجهي اوليت ملندي رهي آهي. ڏسندي ئي ڏسندي ٿوري وقت ۾ ساجد چانڊيو جي پڙهندڙن جو تعداد هزارن کي وڃي پهتو ان دوران اسان کيس عرض رکيو ته سنڌي ادب جي شاگردن جي رهنمائيءَ لاءِ اسان کي هڪ اهڙو نصابي ڪتاب تيار ڪري ڏئي جيڪو مستند به هجي ته اپڊيٽ پڻ ڇاڪاڻ ته مارڪيٽ اندر وڪرو ٿيندڙ اڪثر ڪتاب سالن کان اپڊيٽ ناهن ڪيا ويا.

"سنڌ ادب: ڪلاسيڪيت کان جديديت تائين" سنڌي ادب جي ڀرپور تاريخ آهي، جيڪا اوائلي زماني کان موجوده دور تائين جو احاطو ڪري ٿي. هي ڪتاب سي ايس ايس پي ايس ايس ايم اي سنڌي ايم فل ۽ سنڌي ليڪچرشپ جي امتحانن جي تياري ۽ انٽرويوز لاءِ نهايت ئي لاڀائتو آهي. هن ڪتاب کان پوءِ سنڌي ادب جي شاگرد کي ڪجهه عرصي تائين ڪنهن ٻئي ڪتاب جي ڪا ضرورت نه پوندي. ساجد جي هيءَ محنت رنگ ضرور لائيندي.

**ساجد سنڌي**

**سمبارا پبليڪيشن حيدرآباد**

# مقدمو

ادب ان تحرير جو نالو آهي، جنهن ۾ روزمره جي زبان کان بهتر زبان استعمال ڪئي وڃي ٿي. ادب انساني تجربن جو ٺٽ پڙهندڙن اڳيان آڻي ٿو. ادب ڪيترن ئي انساني تعلقاتن کي قائم رکيو آهي ۽ ادب زبان جي استعمال جو خوبصورت ذريعو آهي. ادب جي هڪ وڏي خوبي اها آهي ته اهو پنهنجي دور جا بهترين خيال، تمام سهڻي ترتيب سان محفوظ ڪري ٿو. فرينچ زبان ۾ ادب لاءِ Belle Letters جو لفظ استعمال ٿئي ٿو. جنهن جي معنيٰ سهڻيون لکتون آهي. نامور اديب ڊاڪٽر عابد حسين ادب جي وصف بيان ڪندي لکي ٿو ته: ادب، شاعر يا اديب جي ذهن ۾ مشتمل خيالن جو نانءُ آهي، جيڪي زندگيءَ جي ڇُنڊڇاڻ سان ڪر موڙي جاڳي پون ٿا. زندگيءَ جي سانچي ۾ اچي خود زندگي بڻجي پون ٿا.

سنڌ جي ادبي تاريخ تذڪرن جي صورت ۾ ملي ٿي، وقت سان گڏ ادبي تاريخ جي فن ۾ به تبديلي ايندي رهي آهي. توڙي جو ادبي تاريخ جي اوائلي صورت تذڪرن تي ٻڌل هئي ۽ انهن ۾ ڪجهه مخصوص شاعرن، بزرگن، اوليائن جو ذڪر ٿيل هو پر اڳتي هلي ادبي تاريخ مستند نموني پيش ڪرڻ سان ان ۾ فني حوالي سان جيڪا نواڻ آئي، تنهن ۾ ادبي تاريخ کي مختلف قسمن ۾ ورهايو ويو. ادبي تاريخ جي ڪن اهم مکيه قسمن ۾: مجموعي تاريخ، دور وار تاريخ، سال وار تاريخ، الف ب وار تاريخ، شخصي تاريخ، علائقائي تاريخ ۽ موضوع وار تاريخ وغيره اهم آهن. هيٺ ادبي تاريخ جي ڪن اهم قسمن جو ذڪر ڏجي ٿو.

**مجموعي تاريخ:** مجموعي لفظ جامع مان ورتل آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي ڳنڍيل يا مڪمل. معنوي لحاظ سان مجموعي تاريخ ان کي چئبو جنهن ۾ ادب جي هر پهلوءَ تي روشني وڌي وڃي. هن قسم جي تاريخ ۾ ٻولي، نثر ۽ نظم کي گڏيل طور پيش ڪيو ويندو آهي، ادبي صنفن، گهاڙيٽن، شاعرن، اديبن، نثري تحريرن تي جامع معلومات ڏني ويندي آهي. سنڌي ادب ۾

مجموعي تاريخ طور لکيل ادبي تاريخن ۾: خانبهادر محمد صديق ميمڻ جي سنڌ جي ادبي تاريخ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ، ميمڻ ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌيءَ جي سنڌي ادب جي مختصر تاريخ، پير حسام الدين راشديءَ جو سنڌي ادب ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جي سنڌي ادب جي تاريخ (ٽي ڀاڱا)، ڊاڪٽر بدر ڌامراهي جو سنڌي ادب جو مقدمو اڪبر لغاريءَ جي سنڌي ادب جي تاريخ، مختيار ملاح جو سنڌي ادب تي هڪ نظر ۽ ٻيا قابل ذڪر آهن.

**دور وار تاريخ:** ڪنهن به مخصوص دور جي سياسي، سماجي، معاشي حالتن ۽ ادبي حوالي سان لکيل تحرير کي دور وار تاريخ چئجي ٿو. مجموعي طور سنڌي ادب جا ڪُل ست دور آهن. جن ۾: سومرا دور، سما دور، ارغون ترخان ۽ مغل دور، ڪلهوڙا دور، ٽالپر دور، انگريز دور ۽ پاڪستان وجود ۾ اچڻ بعد وارو دور. انهن مان ڪنهن به هڪ دور کي چونڊي ان ۾ ٿيل ادبي سرگرمين، پيدا ٿيل شاعرن، مروج صنفن، ليکڪن، ادبي روايتن، تحريڪن کي تفصيلي طور بيان ڪجي. هڪ ادبي تاريخ ۾ هڪ يا ان کان وڌيڪ دورن تي ٿيل تحقيق شامل ڪري سگهجي ٿي. دور وار تاريخن ۾: عبدالمجيد نائچ جي راءِ گهراڻي جي تاريخ، ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ جي عرب دور: هڪ جائزو، غلام رسول مهر جي تاريخ سنڌ: ڪلهوڙا دور وغيره قابل ذڪر آهن.

**ڪرانالاجيڪل/سال وار تاريخ:** هڪ اها تاريخ، جنهن ۾ لکڻين مهيني جي تاريخ سان ترتيب ۾ رکيل هجن. هن ادبي تاريخ جي قسم ۾ ليکڪ پنهنجون لکڻيون مهيني جي تاريخ مطابق يا مهيني وار رکندو آهي. هن قسم ۾ تاريخ محدود ڪري سگهجي ٿي، مثال طور 1950ع کان 2000ع تائين. سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ هن قسم جو ڪم تمام گهٽ ٿيو آهي البته اخبارون سال جي پهرين ڏينهن تي گذريل سال جي واقعن جو تفصيل هن قسم ۾ ڏينديون آهن. اردو ادب ۾ هن قسم جي تاريخ تي ڪم ڪافي ٿيو آهي.

**الف ب وار تاريخ:** الف ب وار تاريخ مان مراد مواد سنڌي الفابيٽ جي پٽيءَ مطابق رکيل هجي. هن قسم جي تاريخ ۾ ليکڪ پنهنجي لکڻين کي

الف ب وار ترتيب ۾ رکندو آهي. سنڌي ادب ۾ شاعر پنهنجا ديوان هن قسم ۾ ترتيب ڏيندا آهن. ايئن سنڌي ادب ۾ لغتون، تذڪره، خاڪا نويسي وغيره الف ب وار جي ترتيب سان رکيا ويندا آهن. جيئن: خادم حسين چانڊيي جو مارو جي ملير جا سنڌي انسائيڪلو پيڊيا سنڌيانا وغيره قابل ذڪر آهن.

**شخصي تاريخ:** شخصي تاريخ ۾ ڪنهن به هڪ شخصيت جي فني توڙي فڪري حوالي سان مختلف پهلوئن تي لکيو ويندو آهي. هن قسم جي تاريخ تي سنڌي ادب ۾ تمام گهڻو ڪم ٿيو آهي. مثال طور: مرزا قليچ بيگ جو احوالِ شاهه عبداللطيف، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جو ڊاڪٽر تنوير عباسي: هڪ مطالعو وغيره قابل ذڪر آهن.

**علائقائي تاريخ:** هن قسم جي تاريخ ۾ ليکڪ پنهنجي علائقائي (شهر، تعلقي توڙي ضلعي) جي ادبي، سياسي، سماجي، ثقافتي تاريخ توڙي شخصيتن کي قلمبند ڪندو آهي. هن قسم جي تاريخ تي سنڌي ادب ۾ تمام گهڻو ڪم ٿيو آهن. جن ۾: ڊاڪٽر غلام علي الانا جو ڪتاب لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ، ڊاڪٽر انور فگار هڪڙي جو شڪارپور شهر جو ادب ۾ حصو، گل محمد گاد جو لاڙڪاڻو ساهه سيباڻو وغيره قابل ذڪر آهن.

**موضوع وار تاريخ:** هن قسم جي تاريخ ۾ ليکڪ ڪنهن به هڪ موضوع کي (پنهنجي توڙي پراين لکڻين کي) ڪتاب ۾ قلمبند ڪندو آهي. تذڪره نويسيءَ جي ڪتابن ۾ ليکڪن، شخصيتن کي موضوع وار ترتيب سان رکيو آهي. هن قسم جي تاريخ ۾ سنڌي ادب ۾ ٿورو ڪم ٿيو آهي. موضوع وار تاريخ جي ڪن اهم ڪتابن ۾: مختيار ملاح جا سنڌي ڊرامي جي تاريخ، سنڌي ڪهاڻيءَ جي تاريخ، ڊاڪٽر نور افروز خواجا جو ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ناول جي تاريخ، خالد آزاد جو هارن جي اينٽالاجي (ٽي جُلد) وغيره قابل ذڪر آهن.

سنڌي ادب جي تاريخ تي (تذڪرن جي ڪتابن کي ڇڏي ڪري) سڀ کان پهريون ڪم خانبهادر محمد صديق ميمڻ جو سنڌ جي ادبي تاريخ ملي ٿو جيڪو ٻن جُلدن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو پهريون جُلد

1937ع ۾ ٻيو جُلد 1951ع ۾ شايع ٿيا؛ هي ڪتاب سنڌي ادب بابت پڙهڻ جو هڪ پٿر آهي. سنڌس هن ڪتاب بابت نامور اديب ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو لکي ٿو ته: هن ڪتاب جو گهڻو مواد قلمي ڪتابن تان ورتل آهي...سامي ءَ جي سلسلي ۾ ٻنهي پاڱن ۾ جو تضاد آهي، سو عجيب وچينڊڙ آهي. پهرين جُلد ۾ سامي ءَ جي ڪلام جي تعريف ڪئي اٿس (ص: 96,95) جڏهن ته ٻئي جُلد ۾ ديوان ڪوڙي مل جي بيان ۾ سامي ءَ جي ڪلام کي ڪنهن قابل نه ڄاڻايو ويو ۽ چيو ويو ته هندڪي ادب کي مٿي ڏيڻ لاءِ ڪوڙيمل سامي ءَ جا سلوڪ ڇپايا نه ته انهن ۾ شاعراڻي خوبي ڪا ورلي ملندي (ص: 503). جيئن ته خانبهادر جو اهو ڪتاب هڪ اوائلي ماخذ آهي. ان ڪان پوءِ جديد سنڌي ادب جو دور اچي ٿو.

سنڌي ادب جي تاريخ بابت ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ءَ جو ڪتاب سنڌي ادب جو تاريخي جائزو نهايت ئي اهميت جو حامل آهي. جنهن جا هن وقت تائين ڪيترائي ڇاپا ڇپجندا ڇپجي آهن. پر بدقسمتي ءَ سان پبلشرن هن ڪتاب جي صحت تي ڪوبه ڌيان نه ڏنو آهي. ڪتاب ۾ موجود انيڪ غلطين/پروف جي چُڪن ڪتاب جي صحت کي نقصان رسايو آهي. ميمڻ صاحب جو هي ڪتاب ستن بابن ۾ ورهايل آهي. ڪتاب ۾ ٻولي ءَ بابت ڪنهن به قسم جو ڪو مواد موجود ناهي. جيئن ته هن ڪتاب جو مقصد ئي سي ايس ايس ۽ پي سي ايس جي شاگردن جي امتحانن لاءِ تياري ءَ ۾ مدد لاءِ آهي. پر سنڌي ٻولي ءَ تي اسان کي ڪنهن به قسم جو ڪو مواد نه ٿو ملي. ڊاڪٽر صاحب سما دور ۾ قاضي قادن جي داخلا ۾ بيان العارفين مان مليل سنڌس سنڌي بيتن جو تعداد اٺ ڄاڻايو آهي. جڏهن ته نامور اديب لطف الله بدوي ءَ سميت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي بيان العارفين مان قاضي قادن جي مليل بيتن جو تعداد ست ڄاڻايو آهي. ميمڻ صاحب ٻين کان هٽي ڪري بيتن جو تعداد ڏنو آهي. پر ان جو ڪوبه حوالو نه ڏنو اٿس (ميمڻ، 2002ع 48). ايئن ڪلهوڙا دور ۾ مخدوم ضياءُ الدين جي داخلا ۾ سنڌس پيدائش جو سال 1979ع ڄاڻايل

آهي، جيڪا ڪٺي آهي ته پروف جي ئي غلطي، پر هيترا ڇاپا ڇپجڻ باوجود ڪنهن به ڇاپي ۾ ان غلطيءَ جي درستگي ناهي ڪئي وئي، جيڪا عام پڙهندڙ لاءِ مونجهاري جو سبب پڻ آهي (ميمڻ،2003ع، 69). خواجا محمد زمان جو تعلق ڪلهوڙا دور سان آهي، جيڪو شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو همعصر پڻ هو خواجا محمد زمان لنواريءَ واري جي ملاقات شاهه لطيف سان پڻ ٿي هئي، جنهن جو ذڪر مختلف ڪتابن ۾ پڻ ملي ٿو ليڪڪ موصوف پنهنجي ڪتاب ۾ خواجا محمد زمان لنواريءَ واري جي پيدائش جو سال شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي وفات کان 28 سال بعد ڄاڻايو آهي ۽ خواجا محمد زمان لنواريءَ واري جي وفات 1874ع ڄاڻائي آهي (ميمڻ، 2003ع، 80). جڏهن ته مختلف ماخذن ۾ خواجا محمد زمان لنواريءَ واري جي پيدائش 1713ع ۽ وفات 1774ع ملي ٿي. اهڙي طرح انگريز دور ۾ بيدل ۽ بيڪس جي وفاتن جو سال هڪڙو ئي ڄاڻايو اٿس (ميمڻ، 2002ع،46،145) جڏهن ته بيدل جي وفات جو سال 1872ع ۽ بيڪس جي وفات جو سال 1879ع ملي ٿو. عروضي شاعريءَ جي اوائلي دور ۾ آخوند محمد قاسم هالائيءَ جو ذڪر ڪيو اٿائين، جنهن جي وفات جو سال هن 1981ع ڄاڻايو آهي (ميمڻ، 2003ع، 150). ميمڻ صاحب هن ڪتاب ۾ مخدوم پريان لوئي، انگريز دور جي نامور شاعر مير علي نواز ناز سميت ڪيترن ئي نامور شاعرن، بزرگن جو پنهنجي ادبي تاريخ ۾ ڪو ذڪر نه ڪيو آهي.

سنڌي ادب جي تاريخ جي حوالي سان ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جو نهايت ئي شاندار ۽ اعتبار جوڳو ڪم آهي، جنهن کي مستند پڻ سمجهيو وڃي ٿو. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي ادبي تاريخ ٽن جلدن ۾ مهيڙي آهي، جن مان سنڌس پهريون جلد اوائلي دور ۽ ڪلاسيڪل ادب، ٻيو جلد عروضي ۽ جديد شاعريءَ ۽ ٽيون جلد ناول، ڪهاڻي، مضمون، سفرنامي ۽ خطن وغيره تي مشتمل آهي، ڊاڪٽر صاحب پنهنجي ڪتاب جي ٽنهي جلدن ۾ سنڌي ٻوليءَ بابت مواد سنڌي زبان اصل نسل ۽ ارتقا جي عنوان سان ته ڏنو آهي، پر سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، نظرين بابت ڪوبه بحث

نه ڪيو آهي. ايئن سنڌس ٽنهي جلدن ۾ لوڪ ادب بابت ڪنهن به قسم جو ڪو مواد شامل ناهي. سنڌي ادب جو بنياد ئي لوڪ ادب تي آهي. لوڪ ادب کان سواءِ سنڌي ادب نه رڳو اڌورو آهي پر نامڪمل پڻ آهي. جوڻيجي صاحب جي هن ادبي تاريخ ۾ اندر ڪيترائي مونجهارا پڻ ملن ٿا، جن کي نئين سري سان اپڊيٽ ڪرڻ جي ضرورت آهي. ڪتاب ۾ مرزا قليچ بيگ جي داخلا ۾ جوڻيجي صاحب مرزا قليچ جي هڪ ڪتاب احوالِ شاهه عبداللطيف بابت لکي ٿو ته مرزا قليچ بيگ جو شاهه لطيف بابت انگريزيءَ ۾ ڪتاب 1887ع ۾ شايع ٿيو ۽ ان جو سنڌيءَ ۾ ترجمو 1897ع ۾ ڇپيو (جوڻيجو، 2004ع، 134). جڏهن ته شمس العلماءُ قليچ بيگ ڇيڙ ڦاڙ ڪندڙ پارن ڇپرايل مرزا قليچ بيگ جي ڪتابن جي ببليوگرافيءَ ۾ اڳ ۾ سنڌيءَ ۾ ڪتاب احوال شاهه عبداللطيف ڀٽائي 1885ع ۾ پڌرو ٿيو ۽ ان جو ترجمو 1887ع ۾ جاڳايل آهي. ڏٺو وڃي ته مرزا قليچ بيگ هڪ سنڌي عالم هو، هن پهريون سنڌيءَ ۾ ئي ڪتاب لکيو هوندو جنهن جو پوءِ هن انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو هوندو. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جي ڪتاب ۾ ڪيترن ئي اديبن، شاعرن جي جنم ۽ وفات جا سن غلط ۽ هڪ اندازي تي ڄاڻايل آهن. ڊاڪٽر صاحب جديد شاعرن جو ذڪر تمام مختصر نموني ڪيو آهي. هڪ ٻن سٽن ۾ شاعر جي شاعريءَ تي ڳالهايو اٿائين يا شاعر بابت ڄاڻ ڏني اٿائين. جيئن ته هي ڪتاب سنڌي ليڪچررشپ جي امتحان کان وٺندي سي ايس ايس ۽ پي سي ايس جي شاگردن لاءِ رهنما آهي، پر محقق ڪنهن به شاعر جي ڪتابن جو تفصيل شامل نه ڪيو آهي. جيڪڏهن سنڌي ادب جي شاگرد کي شيخ اياز جي ڪنهن ڪتاب بابت ڄاڻ کپي ته ڪتاب ۾ شيخ اياز جي ڪنهن به ڪتاب جو ڪو نالو يا تفصيل نه ٿو ملي (ص: 561). اهڙيءَ طرح ٻين ڪيترن ئي جديد شاعرن جو ذڪر ئي ناهي، جيڪي جوڻيجي صاحب جي دور ۾ نه رڳو صاحب ڪتاب هئا، پر سنڌ ڪيترو ئي علمي ادبي ڪم پڻ ٿيل هو. جوڻيجي صاحب جي هن ڪتاب ۾ سمورين غلطين ۽ مونجهارن کي حل

ڪري ۽ وڌيڪ اپڊيٽ ڪري ڇپرائڻ جي ضرورت آهي.

سنڌي ادب جي تاريخ جي حوالي مختيار ملاح جو ڪم نهايت ئي ساراهه جوڳو آهي. جنهن شاگردن جي رهنمائيءَ مختلف وقتن جي ڪيترائي ڪتاب ڏيندو رهيو آهي. مختيار ملاح جو سنڌي ادب جي حوالي سان ڪتاب سنڌي ادب تي هڪ نظر شاگردن لاءِ هڪ سونهون آهي ڪتاب ۾ ڪن غلطين باوجود سنڌي ادب جي شاگرد لاءِ لاڀائتو آهي پر 2010ع کان پوءِ هي ڪتاب ٻيهر اپڊيٽ ٿي ناهي سگهيو ڪتاب اندر شامل ڪيترين ئي غلطيون اڄ به جيئن جو تيئن شامل آهن مختيار ملاح ڪلهوڙا دور ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ بابت هڪ سوال ۾ پڇي ٿو ته: ڪتاب مقالات الشعراءَ جنهن ۾ شاهه سائينءَ جو سڀ کان اول احوال ملي ٿو. ان جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟ (ص: 94). جڏهن ته شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو سڀ کان اول ذڪر مير علي شير قانع ٺٽويءَ جي هڪ ٻئي ڪتاب تحفته الڪرام ۾ ملي ٿو جيڪو مير علي شير قانع 1767ع ڌاري فارسي ۾ لکيو. مختيار ملاح مير علي شير قانع ٺٽويءَ جي وفات جو سال 1888ع ڄاڻايو آهي (ص: 104). جڏهن ته مير علي شير جي وفات 1788ع ۾ ٿي خليفي گل محمد هالائي جي وفات جو سال 1955ع ڄاڻايل آهي (ص:118). جڏهن ته خليفي گل محمد جي وفات 1855ع ملي ٿي اهڙي طرح مير عبدالحسين سانگيءَ جي پيدائش 1885ع ۽ وفات 1947ع ڄاڻائي اٿائين (ص: 136). مير عبدالحسين سانگيءَ جو جنم 1851ع ۽ وفات 1924ع آهي.مختيار ملاح هن ڪتاب ۾ ڪيترن ئي اهم شخصيتن جو ذڪر ئي ناهي ڪيو جن ۾ ڪلهوڙا دور جو اهم شاعر خواجا محمد زمان لنواريءَ وارو، امام بخش خادم ڪافيءَ جو امام سيد مصري شاهه علامه آءِ آءِ قاضي، الهه بخش ابوجهو سميت ٻيا ڪيترائي اهم نالا آهن ڪتاب کي اپڊيٽ ڪرڻ جي سخت ضرورت آهي.

منهنجو هي پورهيو مجموعي تاريخ جو هڪ تسلسل آهي، جنهن ۾ مون سنڌ جي ادبي تاريخ جي مختلف پهلوئن تي قلم کنيو آهي. منهنجي ڪتاب لکڻ جو اصل مقصد ادبي تاريخن ۾ رهجي ويل غلطين کي ختم ڪري درست مواد ڏيڻ ۽ مواد کي اپڊيٽ ڪرڻ آهي، هن ڪتاب ۾ ڪلهوڙا

دور کان شخصيتون الف ب وار رکيون ويون آهن. جاڪاڻ ته ڪلهوڙا دور کان شخصيتن جو تعداد وڌي ٿي جنهن سبب شاگرد کي ڳولهڻ ۾ مشڪل پيش اچي ٿي. هن ڪتاب لکڻ ۾ لڳ ڀڳ ٻن سالن کان وڌيڪ عرصو لڳو ڪتاب جي حوالي سان مون کي ڪنهن به قسم جي تڪڙ نه هئي، ته ٿي ڪتاب ڇپرائڻ جو ڪو شوق هو بس سنڌي ادب جي شاگرد جي حيثيت ۾ هي جوکم جو ڪم ڪيو اٿم. هن ڪتاب لکڻ جو مقصد سنڌي ادب جي شاگردن جي رهنمائي ڪرڻ آهي. سنڌي ادب جي تاريخ ۾ جيڪي مونجهارا آهن. انهن کي مون جهڙو حقير ختم ڪري نه ٿو سگهي، جاڪاڻ جو اهي مونجهارا اسان کي وڏڙن کان ورثي ۾ مليل آهن، مون ڪوشش ڪئي آهي ته هن ڪتاب کي غلطين کان صاف رکان. پر مان به هڪ انسان آهيان، ضرور ڪٿي نه ڪٿي ڪي ڪوتاهيون ضرور رهيون هونديون. سنڌي ادب جي شاگردن، پڙهندڙ دوستن کي گذارش آهي ته ڪتاب ۾ رهجي غلطين جي نشاندهي ڪن جيئن ايندڙ جلد ۾ درستگيون ڪري سگهجن. اوهان کي منهنجو هي پورهيو ڪيئن لڳو؟ اوهان جي اصلاحي توڙي تنقيدي راين جو انتظار رهندو.

هي ڪتاب آڻڻ ۾ مختلف دوستن جو سهڪار رهيو جن جي مدد کان سواءِ هي ڪتاب آڻڻ ناممڪن هو مواد فراهم ڪرڻ، صلاح مشوري ۽ ڪتاب ايڊٽ ۽ پروف پڙهڻ ۾ ڊاڪٽر قاسم راڄپر، الاهي بخش اجڻ، علي نواز آريسر، علي ارشد جن جو ساٿ رهيو ساجد سنڌيءَ جي ساٿ کي وسارڻ به پاڻ کي وسارڻ برابر آهي.

ساجد چانڊيو/حيدرآباد

اي ميل: sajidzchandio@gmail.com

موبائل نمبر: 03003425574

09 آگسٽ 2020ع

حوالا:


1. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، جامع سنڌي لغات سنڌي لئنگيج اٿارٽي حيدرآباد، 2007ع
2. ميمڻ، خانبهادر محمد صديق، سنڌي ادب جي تاريخ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1937ع
3. سنڌي، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد، سنڌي ادب جو تاريخي جائزو روشني پبليڪيشن، 2002ع
4. جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر، سنڌي ادب جي تاريخ سنڌي لئنگيج اٿارٽي حيدرآباد، 2004ع
5. ملاح، مختيار، سنڌي ادب تي هڪ نظر سنگم پبليڪيشن ڪراچي، 2010ع

# سنڌي ٻولي

1. سنڌي زبان جي شروعات ڪهڙي تهذيب کان ۽ قديم آهي؟

(1) موهن جي دڙي (2) سميري (3) بابل (4) انهن مان ڪابه ٻ

2. موهن جي دڙي واري زماني ۾ سنڌ ۾ ڪهڙي ٻولي مروج هُئي؟

(1) سامي (2) دراوڙي (3) يوناني (4) انهن مان ڪابہ نہ

3. سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بڻياد بابت سڀ کان پهرين ڪهڙي محقق پنهنجا ويچار ونديا؟

(1) سراج (2) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ

(3) ارنيسٽ ٽرمپ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. جرمن عالم ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ پنهنجي ڪهڙي ڪتاب ۾ سنڌي ٻوليءَ بابت پنهنجا ويچار ونديا؟

(1) سنڌي گرامر (2) سنڌي وياڪرڻ

(3) سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. سنڌي ٻوليءَ بابت پهريون نظريو ڪنهن پيش ڪيو تہ سنڌي سنسڪرت جائي آهي؟

(1) ارنيسٽ ٽرمپ (2) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

(3) سراج (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. سنڌي ٻوليءَ بابت ٻيو نظريو ڪنهن پيش ڪري پهرين نظريي کي رد ڪيو تہ سنڌي سنسڪرت جائي نہ آهي؟

(1) سراج (2) مرلي ڌر جيتلي

(3) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. سنڌي هڪ آريائي ٻولي آهي هي نظريو ڪنهن پيش ڪيو؟

(1) مرلي ڌر جيٽلي (2) ڊاڪٽر ڀيرو مل

(3) سراج (4) انهن مان ڪو به نه

8. سنڌي ٻوليءَ بابت ٽيون نظريو ڪنهن پيش ڪيو ته سنڌي ٻولي پنهنجي اصلوڪي مٽيءَ مان ڳوهجي نڪتي آهي. سنڌي سنسڪرت جائي نه پر سنسڪرت سنڌيءَ مان جائي آهي؟

(1) جي ايم سيد (2) پروفيسر الهداد ٻوهيو

(3) سراج (4) انهن مان ڪو به نه

9. ڊاڪٽر غلام علي الانا جو نظريو ڪنهن جي نظريي تي آڌاريل آهي؟

(1) سر ڪالڊ ويل (2) ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ

(3) جيرام دولترام (4) انهن مان ڪو به نه

10. سنڌي ٻوليءَ بابت هي نظريو پيش ڪيو ته سنڌي غير آريائي ٻولي آهي.

(1) جي دولترام داس (2) الهداد ٻوهيو

(3) ڊاڪٽر غلام علي الانا (4) انهن مان ڪو به نه

11. سنڌي زبان جي ڪهڙي لهجي کي معياري سمجهيو ويندو آهي؟

(1) اترادي (2) وچولو (3) ٿري (4) انهن مان ڪو به نه

12. سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪل مکيه لهجا ڪيترا آهن؟

(1) چار (2) پنج (3) ڇهه (4) انهن مان ڪو به نه

13. اتر وارن علائقن ۾ ڳالهائجندڙ لهجي کي ڇا چئجي ٿو؟

(1) لاڙي (2) وچولو (3) اترادي (4) انهن مان ڪو به نه

14. اترادي لهجي کي ٻيو ڇا چئجي ٿو؟

(1) سريلو (2) وچولو (3) ڪڇي (4) انهن مان ڪو به نه

15. نوشهري فيروز جي اردگرد ڳالهائجندڙ لهجي کي ڇا چئبو آهي؟

(1) سريلو (2) وچولو (3) لاڙي (4) انهن مان ڪو به نه

16. وچولي لهجي کي ٻيو ڇا سڏجي ٿو؟

(1) ڪڇي (2) اترادي (3) ساهتي (4) انهن مان ڪو به نه

17. بدين، ميرپورخاص، سانگهڙ، ٺٽي جي اردگرد ڳالهائجندڙ لهجي کي ڇا چئبو آهي؟

(1) لاڙي (2) ڪوهستاني (3) ٿري (4) انهن مان ڪو به نه

18. سنڌ جو هيٺيون ڏاکڻيون حصو ڪهڙو آهي؟

(1) ٿر (2) لاڙ (3) ڪوهستان (4) انهن مان ڪو به نه

19. ٿرپارڪر ضلعي جي اردگرد ڳالهائجندڙ لهجي کي ڇا چئبو آهي؟

(1) ٿري (2) ڪوهستاني (3) ڪڇي (4) انهن مان ڪو به نه

20. ڄامشوري ۽ دادو ضلعي جي مٿين حصي ۾ ڳالهائجندڙ لهجي کي ڇا چئبو آهي؟

(1) ڪوهستاني (2) ڪڇي (3) مارواڙي (4) انهن مان ڪو به نه

21. سنڌي ٻوليءَ جي الفابيٽ ڪهڙي دور ۾ وجود ۾ آئي؟

(1) ڪلهوڙا دور (2) ٽالپر دور

(3) انگريز دور (4) انهن مان ڪو به نه

22. سنڌي زبان جي الفابيٽ ڪهڙي انگريز ڪمشنر جي حڪم تحت 1853ع ۾ تيار ڪئي وئي؟

(1) سر بارٽل فريئر (2) ارنيسٽ ٽرمپ

(3) رچرڊ برٽن (4) انهن مان ڪو به نه

23. سنڌي صورتخطيءَ واري ڪاميٽيءَ ۾ ڪل ڪيترا ميمبر هئا؟

(1) اٺ (2) نو (3) ڏهه (4) انهن مان ڪو به نه

24. سنڌي صورتخطيءَ جي ڪاميٽيءَ ۾ ڪيترا انگريز ماهر هئا؟

(1) ٻه (2) ٽي (3) چار (4) انهن مان ڪو به نه

25. سنڌي صورتخطيءَ ۾ شامل ٻن انگريز ماهرن جا نالا ٻڌايو؟

(1) ڪئپٽن رچرڊ برٽن ۽ ڪئپٽن جارج اسٽيڪ (2) ايچ ٽي سورلي ۽ رچرڊ

پرٽن (3) ڪئپٽن جارج اسٽيڪ ۽ ايچ ٽي سورلي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

26. سنڌي آئيوٽيا ڪاميٽي ۾ شامل اٺ سنڌي عالم ميمبرن جا نالا ٻڌايو؟

(1) راءِ بهادر نارائڻ جڳناٿ، ديوان تنديرام ميرالي، پرڀداس رامچندالي (اڌارام) ٿانوَرداس، خانبهادر مرزا صادق علي بيگ، ميان محمد، قاضي غلام علي ٺٽوي ۽ قاضي غلام حسين ٺٽوي

27. موجوده سنڌي ڪهڙي رسم الخط ۾ لکي ويندي آهي؟

(1) عربي (2) سنسڪرت (3) فارسي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

28. سنڌي ٻوليءَ ۾ سڀ کان پهرين ڪهڙو ڪتاب لکيو ويو؟

(1) منهاج المعرفت (2) چچ نامو

(3) مقدمہ الصلوات (4) انهن مان ڪوبہ نہ

### سنڌي ٻولي: معروضي سوالن جا جواب

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 3(6) | 1(5) | 1(4) | 3(3) | 2(2) | 1(1) |
| 3(12) | 2(11) | 3(10) | 1(9) | 3(8) | 2(7) |
| 2(18) | 1(17) | 3(16) | 2(15) | 1(14) | 3(13) |
| 1(24) | 3(23) | 1(22) | 3(21) | 1(20) | 1(19) |
| | 3(28) | 1(27) | 1(26) | 1(25) | |

## سنڌي ٻوليءَ جا نظريا ۽ لهجا

سنڌي ٻولي تاريخي ۽ ثقافتي ورثي ۾ گوناگونيت رکندڙ ٻولي آهي ۽ برصغير هند جي مکيہ ۽ اصلوڪي ٻولين مان هڪ آهي. جيڪا صدين کان ادبي ذخيري ۾ مالامال، عام ماڻهن جي سماجي، معاشي، سياسي، مذهبي، تاريخي، علمي وابستگي ۽ اظهار جو ذريعو رهي آهي. سنڌي ٻوليءَ پنهنجي ديس جي حالتن وانگر لاها چاڙها ضرور ڏٺا آهن، پوءِ بہ هيءَ ٻولي هتان جي

اصلوڪي ٻولي رهي آهي. جيڪا ابتدا کان وٺي سنڌي سڏبي اچي. سنڌي ٻولي صوتي لحاظ کان ڀرپور ۽ رچيل ٻولي آهي. جنهن ۾ دنيا جي اڪثر ٻولين جا اچار اُچارجي سگهن ٿا. هيءَ ٻولي هند- يورپي خاندان جي ٻين ٻولين وانگر هڪ قديم ترين ٻولي آهي. هن ٻوليءَ مان ئي ويدڪ ڌرم جنم ورتو ۽ سنڌو درياهه جي ڪناري ويد لکيا ويا. اڳتي هلي سنسڪرت واري زماني ۾ به هن ٻوليءَ سنسڪرت جي گوناگونيت مان لاڀ ورتو ۽ پنهنجو پاڻ زنده رکيو. سنڌي ٻوليءَ لاءِ جديد تحقيق جي تناظر ۾ پختيون ثابتيون ملن ٿيون ته هيءَ ٻولي موهن جي دڙي جي تهذيب کان به گهڻو اڳاٽي ڪار وهنوار جي ٻولي رهي، جنهن جي ڳالهائيندڙن جي تهذيب جي اوج جو زمانو موهن جي دڙي جي تهذيب هئي. ان ڪانپوءِ به هيءَ ٻولي سنڌ جي ماڻهن ۽ اصلوڪن رهاڪن جي عام واهپي جي زبان رهي. هڪ رايو اهو آهي ته عربن جي اچڻ بعد سنڌ جي علم ادب کي ويدڪ ۽ هندو ڌرم جو ادب قرار ڏئي تاراج ڪيو ويو. سر هينري ڪزنس ان بابت لکي ٿو ته: عربن سڀ ڪجهه ڀاهي ڇڏيو ٿاهيو ڪجهه به نه..! ان سموري ماجرا باوجود سنڌي ٻولي سنڌ جي عام لوڪن جي واهپي هيٺ رهندي آئي، جنهن متعلق عرب سفرناما نويسن ۽ سياحن گهڻو ڪجهه لکيو آهي. ٻهريون نظريو: هي نظريو ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ پيش ڪيو جنهن ۾ هن چيو ته سنڌي ٻولي سنسڪرت مان پراڪرت، پالي، شورسيني، اپڀرنش ۽ پوءِ اپڀرنش مان وراچڊ اپڀرنش جي معرفت ٻارهين صدي عيسويءَ ڌاري هاڻوڪي صورت اختيار ڪئي، مطلب ته سنسڪرت مان ڦٽي نڪتل آهي. ٿوري گهڻي فرق سان مرزا قليچ بيگ، ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي، ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي، سائين جي ايم سيد، ڪشنچند جيٽلي ۽ ڪي ٻيا سنڌي ٻوليءَ جا عالم هن نظريي سان سهمت رهيا آهن.

ٽيون نظريو: هن نظريي جو محرڪ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ آهي، جنهن دعويٰ ڪئي ته سنڌي سنسڪرت جي ڄائي نه آهي. بلڪ مقامي

پراڪرت يا پراڪرتن مان اُسري نڪتي آهي. هن جو چوڻ آهي ته بنياد سنڌو ماٿر جي سنسڪرت کان اڳ واري دور جي ڪا هند- ايراني ٻولي آهي. لهندا ۽ ڪشميري ان جون ڀينرون معلوم ٿين ٿيون. جاڪاڻ ته انهن سڀني ٻولين ۾ داردي ٻولين وارين هڪ جهڙين خصوصيتون موجود آهن. سنڌ جي قديم تمدن جي زبان شايد 'سامي سٽ' جي هئي، جنهن تي اوائلي اثر منڊا، دراوڙي ۽ ايراني زبانن جا ۽ بعد ۾ داردي زبانن جا پيا هوندا. سنڌ جي ٻولي يا ٻولين تي سنسڪرت جو اثر دير سان پالي محاوري جي واسطي سان پيو هوندو. مگر انهيءَ عرصي ۾ اولهه ۽ اتر وارين زبانن، جهڙوڪ: ايراني، يوناني، ترڪي ۽ دارديءَ جو پڻ اثر ٿيو. انهن اثرن کان سواءِ سنڌ جي ٻوليءَ يا ٻولين مان اسريل سنڌي ٻوليءَ جي ذاتي اصليت خواه تاريخي حقيقت سنسڪرت ۽ ان جي پراڪرت ٻولين کان نرالي هئي. انهيءَ ڪري ئي سنڌي ٻولي ٻين پراڪرت ٻولين جي ڀيٽ ۾ هڪ نرالي نوعيت ورتي.

ڊاڪٽر بلوچ جي ان نظريي تي ڊاڪٽر موتي لعل جوتوانيءَ تنقيد ڪئي ۽ اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته سنڌي ٻولي سامي صفت ٻولي ناهي، بلڪ دراوڙي، عربي، فارسي ۽ داردي ٻولين جا اثر سنڌي ٻوليءَ تي آهن ۽ انهن کي فقط اثر هئڻ تائين وٺجي ته بهتر ٿيندو. ڊاڪٽر بلوچ جي ان راءِ تي ڊاڪٽر يشوڌرا واڌواڻيءَ به ٽيڪاٽپڻي ڪئي آهي.

ٽيون نظريو: هن نظريي جو محرڪ سراج ميمڻ آهي. هن سنڌي ٻولي نالي هڪ ڪتاب (1964ع) لکيو ۽ نظريو قائم ڪيو ته سنڌي ٻولي نه پنهنجي اصلوڪي مٽيءَ مان ڦوهجي نڪتي، ۽ مشرق توڙي مغرب جي تهذيبن ۽ ٻولين جو به اصل مقام ۽ بنياد سنڌو ماٿر آهي. هن ڪن سائنسي ۽ علمي بنيادن تي پهريون ڀيرو آرين واري نظريي کي افسانوي ۽ جرمن عالمن جي ذهنن جو اختراع قرار ڏنو. هن ئي پهريون ڀيرو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته سنڌ جي تهذيب تي سمير ۽ بابل جي تهذيب جو اثر هئڻ بجاءِ الٽو سنڌ جي تهذيبن يعني موهن جي دڙي ۽ هڙاپا وارين سنڌو سڀيتا

جا انهن تي اثر واضح ۽ نمايان آهن.

چوٿون نظريو: هن نظريي جو محرڪ ڊاڪٽر مرليڌر جيتلي آهي هن موجب: موهن جي دڙي جي ٻوليءَ کي پروٽو- انڊو يورپين نسل جي ٻولي مڃيو پوندو ۽ انهيءَ مان موجوده سنڌيءَ جي وڪاس يا ارتقا مڃڻي پوندي جو اهو به لکي ٿو ته: جيتري قدر وچ واري هند- آرياڻي (Middle indo-Aryan) جي حيثيت جو واسطو آهي. موجوده سنڌي ناگر يا شؤرسيني اپڀرنش سان گهڻي هڪجهڙائي ڏيکاري ٿي. جيڪا شؤرسيني اپڀرنش هندستان جي ان زماني ۾ ساهتيه (ادبي) ٻولي هئي. جيڪو زمانو آرياڻي ٻولين جي وجود کان اڳ جو هو. پر اسان وٽ لکت ۾ اهڙو ڪو به رڪارڊ موجود ناهي. جيڪي ناگر اپڀرنش جي هڪ مقامي لهجي جي مختلف خصوصيتن جي اپٽاس ۾ اسان جي مدد ڪري. چاڪاڻ ته اپڀرنش سنڌو ماٿر جي هيٺين خطي. جتان سنڌي ٻولي هڪ نئين هند -آرياڻي ٻوليءَ جي حيثيت ۾ اٽڪل 1000ع ڌاري وجود ۾ آئي ۽ اسري.

پنجون نظريو: هن نظريي جو محرڪ ڊاڪٽر غلام علي الانا آهي ڊاڪٽر صاحب جي نقطه نظر موجب سنڌي ٻولي هر لحاظ کان غير آرياڻي ٻولي آهي، هن جون پاڙون سنڌو ماٿر واري تهذيب ۾ کتل آهن. موجوده سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بڻياد سنڌو ماٿر واري اها قديم ٻولي آهي.

# سنڌي ٻوليءَ جا لهجا

موجوده سنڌ اندر سنڌي ٻوليءَ جا هيٺيان مکيه لهجا مڃيا وڃن ٿا، جن مان وري ڪي مقامي لهجا جڙن ٿا. مکيه لهجن ۾: (1) اترادي يعني سريلي، (2) وچولي، (3) لاڙي، (4) ٿري، (5) ڪوهستاني، (6) ڪڇي ان کان سواءِ 'لاسي' به سنڌيءَ جو لهجو آهي. سنڌي ٻوليءَ جي لهجن تي سڀ کان پهرين ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ پنهنجي گرامر ۾ روشني وڌي، جنهن ابتدائي طور سنڌيءَ کي ٽن لهجن ۾ ورهايو: (1) لاڙي (سامونڊي- ڊيلٽا وارو لهجو)، (2) سري (مٿيون پاڱو- سرائڪي ڳاڙ)، (3) ٿري (بيابان- ٿاريلي).

اڳتي هلي جارج ابراهم گريئرسن لهجاتي لسانيات تي ڪم ڪندي پنهنجي ڪتاب لينگوئسٽڪ سروي آف انڊيا ۾ سنڌي ٻوليءَ کي ڇهن بنيادي لهجن ۾ ورهايل ڄاڻايو: وچولي سرائيڪي، لاسي، لاڙي، ٿري ۽ ڪڇي. هن صاحب اتراديءَ کي سنڌيءَ جو نج نبار لهجو سڏيو آهي. پيرو مل مهرچند آڏوائيءَ پنهنجي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۾ سنڌي ٻوليءَ جا ڇهه محاورا ڄاڻايا آهن. حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ سنڌيءَ ٻولي کي سنڌ جي ٽن مکيه طبعي پاڱن اتر (سرو)، ڏکڻ (لاڙ)، اوڀر (وچولو) ۽ ساهتي ۾ ورهايو. هن صاحب وچولي جون حدون لاڙڪاڻي ۽ ان جي آسپاس کان وٺي حيدرآباد ۽ ان جي آسپاس ويجهي پسگردائيءَ تائين ڄاڻايون.

ڊاڪٽر داد محمد خان بروهيءَ سنڌيءَ جي لهجن کي ٻارهن مکيه لهجن ۾ ورهايو آهي، جن ۾ مقامي لهجن سميت سبي ۽ بلوچستان جي ٻين هنڌن وارن محاورن کي به شامل ڪيو آهي، جن ۾ (1) معياري، (2) اترادي، (3) ماڇڪي، (4) جهنڊالي، (5) فراڪي، (6) کيتراڻي، (7) ڪوهستاني، (8) لاسي، (9) جدگالي (10) لاڙي (11) ڪڇي، (12) ٿري لهجا اچي وڃن ٿا.

ڊاڪٽر غلام نبي سڏايي، مٿين مڙني عالمن جي نقطہ نظر جي روشنيءَ ۾ سنڌيءَ جا ڏهہ مجموعي محاورا ڄاڻايا آهن: معياري، اترادي، ماڇڪي، ڪوهستاني، لاسي، جدگالي، لاڙي، ڪڇي، ٿري، ڪاڇيا واڙي يا ميمڻي. باقي رهيل محاورن کي هن ننڍيا ثانوي لهجا قرار ڏنو آهي. سنڌي ٻولي هونئن مکيہ ستن لهجن ۾ ورهايل آهي، جن ۾ وري ننڍيا ننڍيا لهجا ڳالهايا وڃن ٿا. مکيہ طور اهي هيٺيان آهن: (1) وچولي (معياري)، (2) اترادي، (3) لاڙي، (4) ڪوهستاني، (5) ٿري، (6) لاسي ۽ (7) ڪڇي.

هنن لهجن ۾ بہ وري مقامي سطح جا ڪي ڊار لهجا آهن، جن ۾ اچارن جو فرق آهي. علم لسان جي ماهرن وٽ اها حقيقت مڃيل آهي تہ هر ٻوليءَ ۾ ٻارهين ڪوهن تي لهجو تبديل ٿيندو آهي. جنهن جا سبب جاگرافيائي تبديلين جي زير اثر هجن ٿا. ٻوليءَ جي لهجن پيدا ٿيڻ جا سبب سياسي، سماجي ۽ معاشي بہ ٿين ٿا. اهڙيءَ طرح سنڌيءَ ۾ شڪارپوري، درياهي، ڪڪرالي، ماڇر، ڪاري، ماٿيلوي، اوباڙوي، ڍاٽڪي، پارڪري، مارواڙي، ننڍي، جتڪي، ميمڻي، مهاڻڪي، پيلڪي وغيره سنڌيءَ جا ثانوي لهجا ڳڻجن ٿا.

سنڌي ٻولي سڌريل ٻولين (International Standard) جيان هڪ ئي منتخب رسم الخط ۾ لکي، ڳالهائي ۽ سمجهي وڃي ٿي. ادب ۽ عام رابطي جي لحاظ کان ان ۾ مرڪزيت قائم آهي. باقي ٻارهين ڪوهين ٻولي بي واري اصول جي مدنظر سنڌيءَ کي پنهنجا ڌار ڌار لهجا ۽ مکيہ لهجن جا ثانوي لهجا آهن. هيٺ انهن جو مختصر ذڪر ڏجي ٿو:

(1) وچولو (معياري): هن لهجي کي ساهتيہ يا ساهتي لهجو بہ چيو وڃي ٿو. هي لهجو سنڌي ٻوليءَ جي لکت واري زبان ۽ تعليم ۽ تدريس لاءِ منتخب ٿيل آهي. هن لهجي جو طبعي پاڳو سنڌ جو وچ وارو مرڪزي حصو آهي. جنهن ۾ نوشهري فيروز دادوءَ جي اتر واري پاڳي کان ڪوٽڙيءَ تائين (سيوهڻ شامل)، حيدرآباد، نوابشاهہ جو هيٺيون حصو ويندي لاڙڪاڻي

ضلعي جي حدن تائين وارا هنڌ اچي وڃن ٿا. سنڌي ٻوليءَ جي لپي ۽ نثر وقت سنڌي ٻوليءَ جي عالمن ۽ اديبن هنن هنڌن تي ڳالهائجندڙ ٻوليءَ جي متوازن هئڻ ۽ ان ۾ معياري، صوتي خوبين هئڻ سبب علمي، ادبي، درسي لکت واري ٻوليءَ يعني معياري لهجي طور منتخب ڪيو. سنڌي ٻوليءَ جي ٻين لهجن جي ڀيٽ ۾ هن لهجي ۾ ڳالهائڻ ۽ اچارن جي ڍنگ جون مرڪزي خوبيون وڌيڪ آهن. تنهن ڪري ان کي 'معياري لهجو' چيو وڃي ٿو.

(2) **سرڀلي (اترادي) لهجو:** هي لهجو سري واري طبعي ڀاڱي يعني سنڌ جي مٿئين اتر واري طرف جي نسبت سان نشانبر آهي. هن لهجي جون جاگرافيائي حدون سکر، گهوٽڪي، خيرپور، لاڙڪاڻو شڪارپور، جيڪب آباد ۽ دادوءَ جي ڪجهه اُترين حصن تي مشتمل آهن. سِرِيلي لهجو سنڌيءَ جي سيني لهجن کان وڌيڪ وسيع ايراضيءَ تي ڦهليل آهي. هن محاوري جي حد بندي خيرپور رياست جي پراڻين حدن کان وٺي اوباوڙي تعلقي، سيوهڻ کان دادو، سموري لاڙڪاڻي، شهدادڪوٽ، جيڪب آباد کان ڪشمور تعلقي جي چيڙي تائين گهوٽڪيءَ سميت آهي. هتي جو لهجو نمايان ۽ لفظن جو اچار پوريءَ ريت چٽائيءَ سان اچارجي ٿو. ڪشمور اوباوڙي ۽ گهوٽڪيءَ ۾ هن تي سرائيڪيءَ جو اثر ۽ جيڪب آباد، ڪنڌڪوٽ، شهدادڪوٽ ۾ وري بلوچيءَ جو اثر نمايان نظر اچي ٿو. هن لهجي جا اچار چٽا، تز ۽ تکيرا آهن. هتان جي ماڻهن جا سُرائتا آواز اُچارن کي چٽو ۽ نمايان ڪن ٿا. هتي جي ٻوليءَ ۾ 'ٽ'، 'ڍ' جهڙن آوازن ۾ ملڪي 'ڙ' جو اچار ڪيو ويندو آهي ۽ زمان ماضي متڪلم لاءِ فعل لازميءَ سان به 'م' جي ضميري پڇاڙي لڳائي ويندي آهي (آيم- ڊوڙيم وغيره). جڏهن ته وچولي ۾ اها 'س' هوندي آهي. هتي جي ٻوليءَ ۾ جنس مونث جو جمع لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ 'آن' ملائڻ سان ٺهي ٿو. جڏهن ته معياري لهجي ۾ ساڳيو 'اون' وغيره لڳائڻ سان ٺهي ٿو (زال- زالون- زالان) هن ۾ لاڙي لهجي ۾ آوازن جا سر بدلجن ٿا. جيئن لاڙ ۾ (آءِ،اِئي) جو سري ۾ سُر ڪيندا (آ، آ). هن لهجي ۾ اڪثر حرڪت 'پيش' جي هوندي آهي. جڏهن ته ٻين لهجن ۾ 'زير' جي حرڪت تقريباً آوازن سان ملي ٿي. جڏهن ته سريلي کان سواءِ

باقي ٻين محاورن ۾ ساڪن آواز ۾ محسوس ٿيندا آهن. ٻوليءَ ۾ لهجاتي فرق ان جي سونهن ليکيا ويندا آهن. ميرپلي لهجي جا ثانوي لهجا شڪارپوري، ماڻيلي، اوباوڙي جا لهجا آهن. جن جي انفراديت پنهنجي آهي. هنن لهجن وارا ادبي، علمي، لکپڙهہ ۾ سنڌيءَ جي مرڪزي سرشتي سان ڳنڍيل آهن. پر مقامي سطح تي ڳالهائڻ ۾ اچار ٽوڙي اصطلاحن، چوڻين وغيره ۾ انهن ثانوي لهجن جو پنهنجو منفرد ۽ نمايان رنگ آهي.

شڪارپوري: سنڌي ٻوليءَ جو ثانوي لهجو نفاست، لطافت، شائستگيءَ ۽ انفراديت جهڙين خصوصيتن وارو سڏيو وڃي ٿو. هن لهجي جي ڳالهائڻ ۾ ٻين هنڌن تي ڳالهائجندڙ ٻوليءَ جي نسبت ۾ مٺاج ۽ سواد وڌيڪ آهي. شڪارپوري لهجي ۾ زير کي زبر ۾ بدلايو وڃي ٿو. جيئن معياري لهجي ۾ چون 'جِن'. شڪارپوري ۾ 'جَن'، 'ڪِن' کي 'ڪَن' ڪري اچارين ٿا. اترادي ۾ اڪثر 'غ' کي 'گ'، 'خ' کي 'ک'، 'ظ' کي 'ذ' جي اچار ۾ اچاريندا آهن، پر شڪارپوري لهجي ۾ اهي تلفظ چٽا ٿين ٿا. هن لهجي تي ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جو لکيل ڪتاب شڪارپور جي ٻولي عنوان سان سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ شايع ڪرايو.

(3) لاڙي لهجو: حيدرآباد ضلعي جا ڪجهہ علائقا، ضلعي ٺٽي محمد خان، ٺٽي الهيار، بدين، ٺٽي، ميرپورخاص، سانگهڙ جا ڪجهہ علائقا وغيره هن لهجي ۾ شمار ٿين ٿا. لاڙ جي معنيٰ آهي: لڙيل يا هيٺيون. ان جي ڏکڻ ۾ سمنڊ ۽ ڪڇ، اتر ۾ سنڌ جو وچولي وارو ڀاڱو اولهہ ۾ ڪوهستان ۽ اوڀر ۾ ٿر آهي. هن لهجي ۾ ٻين لهجن ۾ خاص تفريق آوسر ڳالهائيءَ جي ڪري آهي. پيرومل مهر چند آڏواڻي آوسر ڳالهائيءَ واري فرق کي داردي ٻولين جي اثر هيٺ پيدا ٿيل ڄاڻائي ٿو. اوسر ڳالهائيءَ جي سبب هتي جا ماڻهو 'ڌ' کي 'ڎ'، 'ڊ' کي 'ڏ' ڪري اچارين ٿا. هن لهجي ۾ شرائتا آواز نئيا ڪري اچاريا ويندا آهن. هتي ضميري پڇاڙين ۾ فرق واضح طور ڏسڻ ۾ اچي ٿو. لاڙي لهجي جي جهيلار نرم، نفيس ۽ وڻندڙ ٿئي ٿي. ڪي لسانياتي ماهر هن لهجي کي ڪڇي ٻولي چون ٿا. تڏهن بہ هن لهجي جون پنهنجون اڪيچار انفرادي خوبيون آهن. شاهہ لطيف جي شاعريءَ جو وڏو حصو لاڙي لهجي ۾ چيل آهي.

(4) **ڪوهستاني لهجو:** ڪوهستاني لهجي جون پنهنجون ڌار خوبيون ۽ خصلتون آهن. خاص طور ڪراچيءَ جي ڪاڇو، ڄامشوري ۽ دادو ضلعي جي مٿين حصي ۾ [جوهي تعلقي جي مٿين حصي، گورک جبل] ۽ ڄامشوري ضلعي جي ٿاڻي بولا خان، ٿاڻي عارب خان، گورک جبل ۽ ڪجهه ٻين هنڌن جي ٻولي 'ڪوهستاني لهجو' شمار ٿئي ٿي. هن لهجي جون پنهنجون خصوصيتون ۽ لغوي خزانو آهي. ڳالهائڻ جي ڍنگ ۾ به هتي جي ٻولي ڪافي مختلف لڳي ٿي. هي لهجو لاسي لهجي سان ميل کائي ٿو. هن لهجي جو لوڪ ادب ڪافي سگهارو آهي. خاص طور پروليون، ڳيچ، لوڪ گيت، ڳجهارتون وغيره خاص انداز رکن ٿيون. ڪوهستاني محاوري کي شاهه لطيف پنهنجي شاعريءَ جي سُر سسئيءَ ۾ خوب ڳايو آهي. لاسي ۽ ڪوهستاني لهجن جي وچ ۾ لوڪ ادب جي گهڻي مماثلت آهي. هن لهجي ۾ شاهه لطيف ڪيتري باڪمال شاعري سرجي آهي:

**پريشن پالياس، ٻانڀڻ ٻيٺي آهيان،**
**حسن هوت پنهونءَ جي، ماري موٽ وڏياس،**
**جانڪيتان جيئندياس، پسي ور وصال جو.**

ڪوهستاني لهجي جو لاسي لهجي سان گهڻو ربط آهي.

(5) **ٿري لهجو:** ٿر جاگرافيائي طور سنڌي ٻوليءَ جي ڪيترن ئي ثانوي لهجن جو ميڙ آهي. جهڙيءَ ريت لاڙ جي علائقي ۾ ٺٽي، ماجر، بدين، ٽنڊي محمد خان وغيره جا محاورا لاڙيءَ جا ثانوي لهجا آهن. ائين ئي ٿري لهجي جا به ڪيترائي نمونا آهن. سنڌي ٻوليءَ جي هيءَ ٿري لهجو پڻ ثانوي لهجن ۾ ورهائجي ٿو جيڪي علائقائي سڃاڻپ رکن ٿا. انهن ثانوي لهجن ۾ ٿري لهجي واريون خصوصيتون يڪجاءِ هئڻ سميت هرهڪ ۾ انفراديت پڻ آهي. لفظن جو ذخيرو چوڻيون، پهاڪا، جهيلار، اصطلاح وغيره به لهجن جا مجموعي هڪجهڙا توڙي ڌار ڌار به آهن.

**ڍاٽڪي:** ٿري ٻوليءَ جو هيءُ اهم محاورو آهي. ڍٽ اصل ۾ راجستانيءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ: رڻ پٽ، صحرا، ريگستان آهي. ڀيرو مل مهرچند آڏواڻيءَ موجب: ڍاٽڪي دراصل سنڌي، راجستاني ۽ گجراتي ٻولين

جي ميلاپ مان جڙيل سنڌيءَ جي ٿري لهجي جو هڪ ثانوي لهجو (محاورو) آهي. جيڪو هاليءَ لڳ ڀڳ هڪ قسم جي بولي بڻجي پيو آهي. ڊاڪٽر بلوچ ڍاٽڪيءَ جون حدون: عمرڪوٽ، ملي، ڏيپلي جو ڏاکڻيون خصي ڇاڇري تعلقي جو اپرندو پاسو ۽ ننگرپارڪر جا ڪجهه حصا، اوڀهيو وارو پاڻڻو ڄاڻايون آهن. ڊاڪٽر صاحب اوڀهيو واري پاڻڻي ۾ ڳالهائجندڙ ڍاٽڪيءَ کي وڌيڪ صاف ۽ چٽي تسليم ڪيو آهي. ڍاٽڪيءَ ۾ بي انداز لوڪ گيتن، ڪهاڻين، ڳاهن سميت لوڪ ادب جو ورثو سميٽيو پيو آهي.

پارڪري: پارڪر سنڌ جي ڏکڻ- اوڀر ڪنڊ وارو علائقو آهي، جتي ڪارونجهر جبل سنڌ ۽ هند جي سرحدن جي وچ ۾ پيو آهي. هتي ڳالهائجندڙ بوليءَ کي ٿريءَ جو پارڪري لهجو چيو وڃي ٿو. منگهارام اوجها هن کي بگڙيل گجراتي يا گجراتيءَ جو اثر ورتل سنڌيءَ جي ٿري لهجي جو ثانوي لهجو قرار ڏنو آهي. پيٽر گرينگر ۽ تينا گرينگر نالي لسانياتي ماهرن هن ثانوي لهجي کي ٻن ننڍين مقامي لهجن: (1) 'پارڪري ڪولهي'، (2) 'پارڪري ڪولهي ڪنري' ۾ تقسيم ڪيو آهي. پارڪريءَ جي ننڍ بوليءَ هيٺ تي به ڪم ٿيو آهي. هن لهجي جي لکت لاءِ 56 اکرن واري الف- ب پڻ تيار ڪئي وئي آهي. جنهن ۾ سنڌي 52 اکرن سميت 'ڙ، ڻ، ڙهه، هه' شامل ڪيا ويا. اهي چارئي وينجن صوتيا سنڌيءَ ۾ ڪو نه آهن. پر سنڌيءَ جي شمار ٿيندڙ هن لهجي ۾ استعمال ٿين ٿا.

سوڍڪي: هيءَ ٿريلي محاوري جو ننڍيو ثانوي لهجو آهي. هيءَ هوندي ته ساڳي ڍاٽڪي آهي. پر مينگهواڙ ڄاتين کان سوڍن جي ڳالهائڻ واري محاوري ۾ ڪجهه قدر فرق آهي. ان ڪري هن کي ٿريليءَ جو سوڍڪي محاورو سڏيو وڃي ٿو. سوڍڪي رڻ ۾ ڳالهائبي ٿي. تڏهن اها جديد اثرن کان آجي آهي. سنڌي بوليءَ تي جديد اثرن سبب ڪيترائي لفظ اهڙا آهن. جيڪي هينئر استعمال هيٺ نه آهن. پر سوڍڪيءَ ۾ اهي روزمره جي ڳالهائڻ واري بوليءَ ۾ موجود آهن. سنڌي بوليءَ جي لهجاتي خوبين جو پنهنجو رنگ آهي. لهجن مان ڪي پنهنجين خوبين ۽ ڳالهائيندڙن جي اثر سبب ڇڙ ته بوليون بڻجي ويا آهن. جن مان ڍاٽڪيءَ کي مڪمل حيثيت

حاصل آهي.

ٿريلي لهجي ۾ لوڪ ادب جو وڏو ذخيرو آهي. پارڪر، ملي، عمرڪوٽ وغيره ۾ هن جا مکيه محاورا ڳالهايا وڃن ٿا. عمرڪوٽ کان راجسٿان واري بارڊر تائين هن محاوري جون حدون آهن. جنهن کي پنهنجو لفظن جو وڏو ذخيرو ۽ اچارن جو هڪ خاص اسلوب آهي.

(6) لاسي لهجو: لسبيلي ۾ ڳالهائجندڙ بوليءَ کي سنڌي بوليءَ جو لاسي لهجو چيو وڃي ٿو. هي لهجو لاڙي لهجي سان مشابهه آهي. لاڙي ۽ ٿري لهجن وانگر هن لهجي ۾ به اوسر ڳائي موجود آهي. نحوي خوبين ۾ هيءَ بلوچستان ۾ ڳالهائجندڙ سنڌي بوليءَ جي لهجن: کيتراني، فراڪي ۽ جگدالي‌ءَ سان ملندڙ جلندڙ آهي. ٻين لهجن وانگر شاهه لطيف به هن لهجي کي ورجايو آهي. هن لهجي ۾ سنڌي لوڪ ادب جو لازوال ورثو آهي. هن لهجي جو ربط ڪوهستاني لهجي سان آهي. لاسي لهجي ۾ اڪثر رواجي حرڪات کي وڌائي اچارين ٿا. جيئن: 'ت تہ' کي 'تاتي' ڪري اچاريندا آهن.

لاسي محاوري جي پکيڙ سنڌ ۽ بلوچستان جي جابلو ايراضيءَ سان لاڳاپيل آهي. لسبيلي ۽ ٿاڻي بولا خان کان دادو ضلعي جي سرحدن تائين هيءَ لهجو ڳالهائجي ٿو جنهن ۾ هن لهجي جا ننڍا ننڍا محاورا موجود آهن. شيخ ابراهيم [سگهڙ شاعر] پنهنجي شاعريءَ ۾ لاسي لهجي جي لغت کي خوب سمويو آهي ۽ ان جي شاعري لاسي لهجي جي پوريءَ ريت نمائندگي ڪندي نظر اچي ٿي. شاهه لطيف به هن لهجي کي پنهنجي بيتن ۾ آندو آهي:

**جانڪيتان جيئندياس، پسي ور وصال جو.**

ان کان سواءِ سنڌ کان ٻاهر ڪڇي، ڪاٺياواڙي، فراڪي، کيتراني سنڌي بوليءَ جا مکيه لهجا آهن.

◻◻

## سنڌي ٻوليءَ بابت ڪجھ اهم ڪتاب

| نمبر | ڪتاب جو نالو | ليکڪ جو نالو | سال |
|---|---|---|---|
| 01 | سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ | ڀيرومل مهرچند آڏواڻي | 1941ع |
| 02 | سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ | ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ | 1962ع |
| 03 | سنڌي ٻولي | سراج | 1964ع |
| 04 | علم السان سنڌي زبان | علي نواز خاڃن جتوئي | 1968ع |
| 05 | سنڌي ٻوليءَ کي للڪار | (مرتب) عبدالغفور ميمڻ | 1973ع |
| 06 | سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بنياد | غلام علي الانا | 1974ع |
| 07 | سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج | ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو | 1979ع |
| 08 | سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي | ڊاڪٽر غلام علي الانا | 1979ع |
| 09 | سنڌي ٻوليءَ جي سکيا | شمس الدين عرساڻي | 1982ع |
| 10 | ٻولين جا سرچشما | حيدر سنڌي | 1983ع |
| 11 | اچو ته پنهنجي سنڌي لکت سڌاريون | ڊاڪٽر محبت ٻرڙو | 2000 |
| 12 | اسان جي ٻولي اسان جي تعليم | محمد ابراهيم جويو | 1985ع |
| 13 | سنڌي الف ب جي ارتقا | عبدالڪريم لغاري | 1986ع |
| 14 | سنڌي ٻوليءَ جي زيارت | پرسو گدواڻي | 1989ع |
| 15 | شاهه جي ٻولي | آفتاب ابڙو | 1990ع |
| 16 | مخدوم ضياءُ الدين جي سنڌي | مخدوم ضياءُ الدين ٺٽوي | 1992ع |
| 17 | سنڌي آوازن جا تبادلا | محمد سومار شيخ | 1992ع |
| 18 | سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي | نبي بخش خان بلوچ | 1992ع |
| 19 | سبيءَ جي ٻولي | داد محمد بروهي | 1992ع |
| 20 | ماٿيلي اوباوڙي جي ٻولي | پروفيسر شيخ محمد فاضل | 1992ع |
| 21 | شڪارپور جي ٻولي | ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | 1993ع |
| 22 | سنڌي صورتخطي | ڊاڪٽر غلام علي الانا | 1993ع |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 23 | سنڌي ٻولي: جو اڪائونٽ منظور ڏاخيرو | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 1993ع |
| 24 | ٿر جي ٻولي | هدايت پريم، عبدالجبار جوڻيجو | 1994ع |
| 25 | سنڌي ٻولي: جا محقق | هدايت پريم | 1994ع |
| 26 | ماڃر ڪڪرالي ۽ ڪاري جي ٻولي | حافظ حبيب سنڌي | 1994ع |
| 27 | سنڌي براهوي ٻولي: جو تقابلي جائزو | ڊاڪٽر داد محمد بروهي | 1994ع |
| 28 | سنڌو لکت ۽ ٻولي | ايس آر راءِ ترجمو عطا محمد ڀنڀرو | 1994ع |
| 29 | اترادي ٻولي | هدايت پريم | 1995ع |
| 30 | سنڌو لکت جو پڙهڻ، اڻپڙهيل لکت سان لاڳاپو | جي آر هنٽر مترجم عطا محمد ڀنڀرو | 1995ع |
| 31 | سنڌي ٻولي: لسانيات کان سماجي لسانيات تائين | ڊاڪٽر قاسم ٻگهيو | 1998ع |
| 32 | سنڌي لنگئسٽڪس | (مرتب) ڊاڪٽر غلام علي الانا | 1999ع |
| 33 | اسان کي متان وساريو | گنگارام سمراٽ | 1999ع |
| 34 | جتڪي ٻولي | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 2003ع |
| 35 | سنڌي ٻولي: ۾ انگن جو ڪارج | ڊاڪٽر غلام قادر سومرو | 2003ع |
| 36 | سنڌي ٻولي لفظ لغت ۽ لکت | ڊاڪٽر محبت ٻرڙو | 2003ع |
| 37 | پتالپني راوڙ ۽ پالي | محمد صلاح الدين | |
| 38 | سنڌي ٻولي السانيءَ جاگرافي آراڻيون ۽ لفظي ترڪيبا | محمد عمر چنڊ | 2003ع |
| 39 | سنڌي ٻولي امر آهي | لعل پشپ | 2004ع |
| 40 | سنڌي ٻولي: جي ارتقا | ڊاڪٽر غلام علي الانا | 2006ع |
| 41 | سنڌي ۽ عربي ٻولين جو لغوي ڳانڍاپو | ڊاڪٽر مدد علي قادري | 2007ع |
| 42 | سنڌي ٻولي: جو درياهي لهجو | الهنواز رڪڻائي | 2007ع |
| 43 | سنڌي ٻولي: بابت مقالا ۽ مضمون (جلد پهريون) | (مرتب) انور فگار هڪڙو | 2007ع |
| 44 | سنڌي ٻولي: بابت مقالا ۽ مضمون (جلد ٻيو) | (مرتب) خان محمد جروار | 2007ع |
| 45 | ٻول جو ٻڄ | ڊاڪٽر محبت ٻرڙو | 2007ع |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 46 | سنڌي ٻوليءَ بابت مقالا ۽ مضمون (جلد ٽيون) | ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو | 2008ع |
| 47 | سنڌي ٻوليءَ بابت مقالا ۽ مضمون (جلد چوٿون) | (مرتب) خان محمد جروار | 2009ع |
| 48 | هندستان جي ٻولين جو جائزو | سر گريئرسن، ترجمو ڊاڪٽر فهميده حسين | |
| 49 | سنڌي ٻوليءَ جي سکيا (ديوناگري) | ڊاڪٽر فهميده حسين | |
| 50 | سنڌي ٻولي ۽ لپيءَ جو اتهاس | جيرامداس دولترام، مرتب رکيل موراڻي | 2009ع |
| 51 | سنڌي ٻوليءَ جو تشريحي گرامر | ڊاڪٽر غلام علي الانا | 2010ع |
| 52 | سنڌي ڀاشا: لسانياتي ۽ سماجي_ ثقافتي اڀياس | ڊاڪٽر روي پرڪاش ٽيڪچنداڻي | 2010ع |
| 53 | سنڌي لوڪ گيت ٻوليءَ جي اوسر | ڊاڪٽر پرسو گدواڻي | 2010ع |
| 54 | سنڌي ٻولي_ مختلف لساني پهلو | ڊاڪٽر فهميده حسين | 2011ع |
| 55 | سنڌي ٻوليءَ بابت مقالا ۽ مضمون (جلد پنجون) | (مرتب) مختيار احمد ملاح | 2011ع |
| 56 | سنڌو ماٿريءَ جي لکت جو اڀياس | جان اي مئچير، ترجمو عطا محمد ڀنڀرو | 2013ع |
| 57 | سنڌي ٻوليءَ جو گرامر | ارنيسٽ ٽرمپ ترجمو امجد سراج | |
| 58 | عربي سنڌي صورتخطيءَ جي ترجيحي صورتن جو اڀياس | ڊاڪٽر الطاف جوکيو | 2016ع |
| 59 | اسڪولي لسانيات | سڪندر ساگر پنهيار | 2017ع |
| 60 | تعليم ۽ ٻوليءَ جو جبر (مسئلو ۽ ان جو حل) | زبيده مصطفيٰ، ترجمو ڊاڪٽر فهميده حسين | 2017ع |
| 61 | سنڌي ٻوليءَ ۾ لاڙي لهجو | علي نواز آريسر | 2019ع |

# سنڌي لوڪ ادب

1. لوڪ ادب جي معنيٰ ڇا آهي؟

(1) عام لوڪن جو ادب (2) پراڻو ادب

(3) نئون ادب (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. لوڪ ادب جي تخليقڪار کي ڇا چئبو آهي؟

(1) شاعر (2) محقق (3) سگهڙ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. لوڪ ادب ۾ لوڪ ڪهاڻي جا ڪيترا قسم آهن؟

(1) ٻہ (2) ٽي (3) چار (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. لوڪ ڪهاڻيءَ جي چئن قسمن جا نالا ٻڌايو؟

(1) ڏند ڪٿائون، ديون ۽ پرين جون ڪهاڻيون، روايتي يا نيم عشقيہ داستان، ۽ جانورن ۽ پکين جون آکاڻيون. (2) ڏند ڪٿائون، عشقيہ داستان، پراڻيون آکاڻيون، ڪتابن جون ڳالهيون. (3) انهن مان ڪي بہ نہ

5. پروليون.......هنر آهي.

(1) پراڻو (2) نئون (3) ڳجهارتي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. پروليءَ جا ڪيترا قسم آهن؟

(1) ٻارنهن (2) تيرنهن (3) پندرنهن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. پروليءَ جا قسم ٻڌايو؟

(1) ساديون يا رواجي پروليون، بيت واري پرولي، ڳوڙهي پرولي، ٻول پرولي، ڏستاڳ، هيماريون ۽ ڳوڙها، ڏٽ پرولي، سوال جواب پرولي، ٽڙ ٻجهلي جا بيت، مام پرولي يا معما ۽ اڏي

8. جنهن پروليءَ ۾ سوني تشبيهہ، سون ۽ سوني زيور جو ذڪر اچي، ان کي.........چئبو آهي.

(1) ڏستاڳ (2) هيماريون (3) ڏٽ (4) انهن مان ڪوبه نه

9. ڊاڪٽر بلوچ لوڪ گيت ڪتاب ۾ لوڪ گيت جا ڪيترا قسم ڄاڻايا آهن؟

(1) 50 (2) 57 (3) 61 (4) انهن مان ڪوبه نه

10. لوڪ ڪهاڻين کي لکڻ جو سلسلو ڪهڙي دور ۾ پيو؟

(1) سومرا دور (2) سما دور (3) انگريز دور (4) انهن مان ڪوبه نه

11. سڀ کان پهرين ڪهڙي انگريز پنج لوڪ ڪهاڻيون پنهنجي ڪتاب گرامر آف سنڌي لئنگيج جي آخر ۾ شامل ڪيون؟

(1) ڪئپٽن جارج اسٽڪ (2) ايڇ ٽي سورلي،

(3) بارٽل فريئر (4) انهن مان ڪوبه نه

12. ڪئپٽن جارج جي ڪتاب ۾ شامل لوڪ ڪهاڻين مان ٽن جو سنڌي ۾ ترجمو ڪنهن ڪيو؟

(1) ڊاڪٽر بلوچ (2) مرلي ڌر جيٽلي

(3) ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو (4) انهن مان ڪوبه نه

13. ليلان مجنون جي قصي کي نظم جي صورت ۾ 1723ع ڌاري ڪنهن جوڙيو؟

(1) شاهه عبداللطيف ڀٽائي (2) سچل سرمست

(3) سيد فاضل شاهه (4) انهن مان ڪوبه نه

14. پهاڪي لفظ جي لغوي معنيٰ ڇا آهي؟

(1) سياڻپ (2) ماٺ (3) ڳجهه (4) انهن مان ڪوبه نه

15. ماڻهن جي شاعري، يا گفتگوءَ مان ورتل ٻول يا قول...... ٿي پوندا آهن.

(1) پهاڪا (2) چوڻيون (3) ڳالهيون (4) انهن مان ڪوبه نه

16. جنهن پهاڪي ۾ آخر ۾ مصدر استعمال ٿئي، ان کي.....چيو ويندو آهي.

(1) اصطلاح (2) پهاڪو (3) چوڻي (4) انهن مان ڪوبه نه

17. جنهن ۾ جملو اڳيون ورتو ويو هجي ۽ ظاهري لفظن کان ڌار معني هجي، ان کي ڇا چئجي؟

(1) ورجيس (2) تشبيهه (3) استعارو (4) انهن مان ڪوبه نه

18. ڳجهارتن ۾..... بلڪل پوشيده، ينهنجي مطلب لاءِ بيئل ۽ ڪم آيل هوندا آهن.

(1) هنر (2) مام (3) اسم (4) انهن مان ڪو به نه

19. هنر جي ڳولا لاءِ...... جو گهڻ ۽ اعليٰ خيالن جي گهڻي ضرورت هوندي آهي.

(1) خيالن (2) ترڪيبن (3) حافظي (4) انهن مان ڪوبه نه

20. لوڪ ادب جي مزاح ۾ نالو ڪندڙ ملان لٽر جو سنڌ جي ڪهڙي شهر سان واسطو هو؟

(1) حيدرآباد (2) ٽنڊوالهيار (3) ٺٽو (4) انهن مان ڪوبه نه

21. ملان لٽر جو اصل نالو ڇڏايو؟

(1) عبدالرحيم (2) عبدالرحمان

(3) رحيم بخش (4) انهن مان ڪوبه نه

22. وتايو فقير جي قبر ڪٿي آهي؟

(1) ٽنڊوالهيار (2) ٽنڊو جام

(3) ٽنڊو محمد خان (4) انهن مان ڪوبه نه

23. سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري پاران لوڪ ادب اسڪيم ڪڏهن شروع ٿي؟

(1) 1947ع ڌاري (2) 1956ع ڌاري

(3) 1962ع ڌاري (4) انهن مان ڪوبه نه

24. لوڪ ادب جو تحقيقي جائزو جي عنوان سان ڪنهن پي ايڇ ڊي ڪئي؟

(1) ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو (2) ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو

(3) ڄيٺو لالواڻي (4) انهن مان ڪوبه نه

25. جلال ڪٽي لوڪ ادب جي ڪهڙي صنف جو شاعر ٿي گذريو آهي؟

(1) مولود (2) سينگار (3) هنر (4) انهن مان ڪوبه نه

26. سانوڻ فقير لوڪ ادب جي ڪهڙي صنف جو شاعر ٿي گذريو آهي؟

(1) ٽڙ بيت (2) سينگار شاعري (3) هنر بيت (4) انهن مان ڪوبه نه

27. مشهور رومانوي داستانن: سهڻي ميهار، سسئي پنهون،

عمر مارئي، ليلا چنيسر، مورڙ راڻو آڳاڇ ۽ مومل راڻو جو تعلق ڪهڙي دور سان آهي؟

(1) سومرا دور (2) سما دور (3) مغل دور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

28. سومرا دور جو ڀرپور نثري داستان ڪهڙو آهي؟

(1) سسئي پنهون (2) عمر مارئي (3) نوري ڄام تماچي

29. سنڌ جو مشهور لوڪ گيت جمالو ڪهڙي دور سان واسطو رکي ٿو؟

(1) ٽالپر دور (2) انگريز دور

(3) ورهاڱي کان پوءِ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

30. ٻيلائين جا ٻول.........جي ادب جي تاريخ آهي.

(1) ساڌ ٻيلي (2) ڊرٻيلي (3) لس ٻيلي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## سنڌي لوڪ ادب: معروضي سوالن جا جواب

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(1) | 3(2) | 3(3) | 1(4) | 3(5) | 1(6) |
| 1(7) | 2(8) | 2(9) | 3(10) | 1(11) | 2(12) |
| 3(13) | 1(14) | 2(15) | 1(16) | 1(17) | 3(18) |
| 3(19) | 3(20) | 2(21) | 1(22) | 2(23) | 1(24) |
| 2(25) | 1(26) | 1(27) | 1(28) | 1(29) | 5(30) |

## سنڌيءَ ۾ ڇپيل لوڪ ادب بابت ڪي اهم ڪتاب

1. سوکڙي ڳالهين جي، ديوان ڪيولرام سلامتراءِ آڏواڻي، 1865ع
2. سنڌي ڳجهارتون، ڪوڙومل چندن مل کلناڻي، 1901ع
3. گل شڪر، ڪيولرام شهاڻي، 1905ع
4. چمن چارڻ جون مداحون، غلام نبي شاهہ، 1911ع
5. ڀهاڪن جي حڪمت، مرزا قليچ بيگ، 1925ع

6. سوکڙي، ڪيولرام شهاڻي، 1925ع
7. ٻهاڪن جي ٻيڙهه، ڪيولرام شهاڻي، 1928ع
8. گلقند، پيرومل مهرچند آڏواڻي، 1928ع
9. ٻيلاڙين جا ٻول، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1951ع
10. سوکڙي، عبدالحسين شاهه موسوي، 1953ع
11. وڻايو فقير، محمد اسماعيل عرساڻي، 1953ع
12. پروليون، کيمچند پيرومل لوهاڻي 1954ع
13. پروليون، محمد عثمان ڏيپلائي، 1954ع
14. سنڌ جو سينگار، عبدالڪريم سنديلو 1956ع
15. A Handbook of Sindhi Idioms، موهن ..ل شهاڻي، 1956ع
16. ڳيچ (ڀاڱو 1 ۽ 2)، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1957ع
17. ٿيه اکريون ۽ مداحون: حڪيم شاهه محمد صوفي، 1958ع
18. سرهاڃ: عبدالحسين شاهه موسوي 1958ع
19. مداحون ۽ مناجاتون، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1959ع
20. چار درويش: حاجي امام بخش خادم 1960ع
21. سپ رنگ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1960ع
22. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (جلد 1 کان 5)، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1960ع
23. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون: ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي، 1960ع
24. سنڌي لوڪ گيت: ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي، 1960ع
25. مناظرا: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1960ع
26. مناقبا: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1960ع
27. مولود شريف: آخوند خير محمد، 1960ع
28. ٿيه اکريون (2 جلد): ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1961ع
29. ڏور: ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، 1961ع
30. مولود شريف: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1961ع

31. مولود شريف: مخدوم عبدالرئوف ڀٽي، 1961ع
32. رائماڻي بيت: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1961ع
33. هفتا ڏينهن ۽ راتيون: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1961ع
34. سنڌڙي تي ڳائي: ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي، 1962ع
35. مشهور سنڌي قصا: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1962ع
36. مينديءَ رتا هٿڙا، ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي، 1962ع
37. لوڪ ڪهاڻيون: جانورن ۽ پکين جون آکاڻيون 1964ع
38. ڀروليون، ڏٺون، معمائون ۽ ٻول: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1965ع
39. لوڪ گيت: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1965ع
40. مولود شريف، مولوي عبدالهاديءَ 1965ع
41. ڀهاڪن جي ڀاڻ عبدالڪريم سنديلو 1966ع
42. سنڌوءَ جي جهلڪ: ليلارام رچنداڻي، 1966ع
43. موتين جهڙا مولود: الحاج رحيم بخش قمر، 1967ع
44. مورڙو ۽ مانگرمڇ: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1967ع
45. بهترين ڳجهارتون: اي ايم. بزمي، 1969ع
46. ڏهس نامو: عبدالڪريم سنديلو 1969ع
47. ڏور: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1970ع
48. ڏور جا بيت: بدرالدين ابڙو 'واصل'، 1970ع
49. دلپسند عجيب ڳجهارتون: بدرالدين ابڙو 'واصل'، 1970ع
50. لاڙاين جون لاتيون: عنايت الله زنگيجو 1970ع
51. ٽڙ بيت: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1970ع
52. بيت: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1971ع
53. ٿري لوڪ گيت: ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي، 1971ع
54. سنڌي لوڪ ادب جي تاريخ: الهه بخش نظاماڻي، 1971ع
55. اپول راڻي: ڪيرت ٻاٻاڻي، 1972ع

56. ڀڳاڪن جي پاڀوهه: تيرٿداس هاٿيراماڻي 1972ع
57. ڍولا مارو: جهمٽ مل ڀاوناڻي، 1972ع
58. سنڌي جاتي؛ ڪي سنڌي ڀڳاڪن جي سوغات: ڇيترام بولچند تهلراماڻي 1973ع
59. ڀڳاڪن جي پاڀوهه: تيرٿداس پيسومل هاٿيراماڻي 1973ع
60. سنڌي ٻاراڻيون ٻوليون: هوندراج بلواڻي، 1975ع
61. هڪڙو هو سوداگر: ڊاڪٽر ناراڻ ڀارتي، 1975ع
62. ٻاهريان قصا ۽ عشقيه داستان: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1976ع
63. جلال بوبنا: ويرو بسنتاڻي، 1976ع
64. دودو چنيسر (ٻه ڀاڱا): ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1976ع
65. سنڌي اصطلاح (ٻه جلد): ليکراج عزيز 1976ع
66. عمر مارئي: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1976ع
67. مشهور سنڌي قصا: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1976ع
68. هو جمالو: ڊاڪٽر ناراڻ ڀارتي، 1976ع
69. سنڌي ٻوليءَ جي زيارت: ڊاڪٽر پرسو گدواڻي، 1979ع
70. سنڌي لوڪ ڪٿائون: ليلارام رچنداڻي، 1979ع
71. ڪچين جا قول: بار شيخ، 1979ع
72. ڪويل ڏيپچند: گووردن ناٿاڻي، 1981ع
73. چونڊ سنڌي چوڻيون: ڪيرت مهرچنداڻي، 1981ع
74. گلدستو: ليلارام رچنداڻي، 1981ع
75. ڏون جي دبلي: سترامداس جڙياسنگهاڻي 'سائل'، 1983ع
76. مائڪ موتي: سترامداس جڙياسنگهاڻي 'سائل'، 1983ع
77. جنگ ناما: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1984ع
78. ايشيا جون لوڪ ڪهاڻيون (ترجمو) مراد علي مرزا 1984ع
79. آءٌ ڪانگا ڪر ڳالهه: ڇيتن ماڙيوالا، 1986ع

80. لوڪ ادب جو تحقيقي جائزو عبدالڪريم سنديلو 1986ع
81. اوائلي شاهہ ڏيل لوڪ ڪهاڻيون: ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي 1986ع
82. ٻارن جا سنڌي لوڪ گيت: هوندراج ٻلواڻي 1986ع
83. سنڌي سينگار شاعري: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 1986ع
84. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (منظوم): سترام داس سائل 1986ع
85. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون: سترام داس 'سائل'. 1986ع
86. ڪافيون (جلد 1، 2، 3): ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1986ع
87. ڳڻي آندي ڪنوار: جڳديش لڇاڻي، 1986ع
88. ڳجهارتون: ڊاڪٽر پرسو گدواڻي ۽ لالجي همٿو جي سوٿهڙ، 1987ع
89. آڏا اکري ڳجهارت: جشن لعل شواڻي 1988ع
90. سنڌي لوڪ ساهتيہ: ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي، 1988ع
91. سنگيت جي تان: ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي، 1988ع
92. سپون منجهہ مهراڻ: ڀڳوانداس دولتاڻي 'هوش'. 1989ع
93. متون جا گيت: ڪلاڌر مترا، 1989ع
94. ٻنيءَ جا ٻول، جتن جا ڏول: حاجي سليمان جت، 1990ع
95. پروليون: هري درياڻي دلگير، 1990ع
96. سخن سليماني امداد رباني: حاجي سليمان جت، 1990ع
97. سنڌي لوڪ ڪلا: نارائڻ ڀارتي، 1990ع
98. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون: ڪيرت ٻاٻاڻي، 1990ع
99. ڳيجهہ/ ڳيچ: ڊاڪٽر پرسو گدواڻي، 1990ع
100. سنڌي لوڪ گيتن ۾ سماجڪ پسمنظر: ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي، 1991ع
101. لوڪ ادب (فهرست): ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1991ع
102. موتين مٺ ملوڪ جي: محمد ملوڪ عباسي، 1991ع
103. سنڌ لوڪ ورثو: ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي، 1992ع
104. سنڌي ڀاڪا ۽ محاورا: سنتداس ڪشناڻي، 1992ع

105. سنڌي ٻوليءَ جا محاورا: مرليڌر جيتلي، 1993ع

106. سوڍن جا گيت: پير ڏاتسنگهه سوڍا، 1994ع

107. سنڌي پروليون: ڊاڪٽر جيٺو لالواڻي، 1995ع

108. سوڍن جا سنڌي ٻچن: رام سنگهه سوڍا، 1995ع

109. آڳاٽيون سنڌي ٻال ڪهاڻيون: ڪيولرام ڪمل ٻياسي، 1996ع

110. سنڌي لوڪ ناٽڪ: ڊاڪٽر جيٺو لالواڻي، 1996ع

111. اصطلاحن جي اصليت: عبدالڪريم سنديلو 1998ع

112. سنڌي لوڪ لور: ڊاڪٽر جيٺو لالواڻي، 1998ع

113. سنڌي لوڪ ادب، ترتيب: ڊاڪٽر ٻلديو مٽلاڻي، 1998ع

114. مٽون جا سنڌي لوڪ گيت: ڪلاڌر مٽوا، 1998ع

115. سنڌي لوڪ ڪلا: جڳديش شهدادپوري، 2000ع

116. سينگار رس، مرتب: ليلارام رچنداڻي ۽ جڳديش شهدادپوري، 2001ع

117. ڀٽيءَ جا لوڪ گيت: ڊاڪٽر جيٺو لالواڻي، 2002ع

118. وتايو فقير: ولي محمد طاهرزادو 2005ع

119. ننڍڙي روپ وارا چوڻيون ۽ ٻهاڪا: انجنيئر عبدالوهاب سهتو 2005ع

120. اترادي ٻهاڪا ۽ چوڻيون: انجنيئر عبدالوهاب سهتو 2006ع

121. سنڌوءَ جا گيت: ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو 2008ع

122. ڪڇوريءَ جا مور: ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو 2008ع

123. سنڌي لوڪ گيت - ٻوليءَ جي اوسر، 2010ع

124. سنڌي ٻهاڪا لسانياتي ۽ سماجي- ثقافتي اڀياس: روي پرڪاش
ٽيڪچنداڻي، 2010ع

125. سنڌي ساهتيه، سنڌي ساهتيه اڪيڊمي گجرات، 2012ع

126. گجهارتون، ڪلاڌر مٽوا، ڪڇ (ڀارت) 2012ع

127. 'رهاڻ ميرن ڪاڻ' (ڏهه ڀاڱا، گڏيل ٻن جلدن ۾)، ڊاڪٽر نبي بخش خان
بلوچ، 2013ع

128. ڪچهري: ڇا مور: ڊاڪٽر ڪمال جامڙو 2013ع
129. سنڌي لوڪ ادب: مضمون ۽ مقالا: ڊاڪٽر ڪمال جامڙو 2013ع
130. لاڙن جو گلدستو: ڊاڪٽر جيٺو لالواڻي، 2014ع
131. سهڻل جا سينگار: عاجز رحمت الله لاشاري/گل حسن گل ملڪ 2014ع
132. اوسر پهاڪاتي لغت: ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي 2015ع
133. ڳوٺاڻو ڳڙ: چاچي لعل ڏني. آهوجا طائي 2015ع
134. موزون آکاڻين ڏريعي جڙيل پهاڪا ۽ چوڻيون: انجنيئر عبدالوهاب سهتو 2015ع
135. لاڙي پهاڪا ۽ چوڻيون: انجنيئر عبدالوهاب سهتو 2015ع
136. ٿر جي لوڪ ڏاهپ ۽ سائنس: مشڪور ڦلڪارو 2015ع
137. شاهي ذوق شيديءَ جو: عاجز رحمت الله لاشاري 2016ع
138. ماڳن مڪانن جي نالن تي مشتمل پهاڪا ۽ چوڻيون، انجنيئر عبدالوهاب سهتو 2016ع
139. ٿر پهاڪا ۽ چوڻيون: انجنيئر عبدالوهاب سهتو 2017ع
140. عشق جون آهون: وسيم احمد ٽالپر، 2017ع
141. پهاڪا: بلوچ صحب علي 2018ع
142. گهاگهر منجهه ساگر (هندي پهاڪا) انجنيئر عبدالوهاب سهتو 2018ع
143. چتر ٻولي چارٽان پارومل امراڻي سوٿهڙ 2018ع
144. ملوڪ جيئن مون ڏٺو (سگهڙ ادب جي سوانح): حسين چنجڻي، 2018ع
145. نصيحت آموز آکاڻين وارا پهاڪا ۽ چوڻيون: انجنيئر عبدالوهاب سهتو 2019ع
146. ڀهڪن ڀيلا سرها سر: ڏاڏو ڏتل ابڙو 2019ع
147. سنڌ جو تاريخي لوڪ ادب: عاجز رحمت الله لاشاري، 2019ع
148. ڊاڪٽر نبي بخش جي سگهڙائپ: ڊاڪٽر ڪمال جامڙو 2019ع

✿✿

# شاعريءَ جون صنفون

1. سنڌي شاعريءَ جا اهڃاڻ ڪهڙي دور کان ملن ٿا؟

(1) عرب دور (2) سومرا دور (3) سما دور (4) انهن مان ڪوبه نه

2. سنڌي شاعريءَ ۾ پهريون شعر ڪهڙو ملي ٿو؟

(1) ارهه برهه ڪنڪره، ڪرا ڪري منده (2) هُجان مان جهرڪ. ويهان پرينءَ جي چچ تي (3) مون کي مون پرين، پڏي وڏو ٻار ۾ (4) انهن مان ڪوبه نه

3. سنڌي شاعريءَ ۾ بيت جا اهڃاڻ ڪهڙي دور ۾ ملن ٿا؟

(1) عرب دور (2) سومرا دور (3) سما دور (4) انهن مان ڪوبه نه

4. بيت جي اوائلي شڪل ڪهڙي صورت ۾ ملي ٿي؟

(1) ڳاهه (2) گنان (3) وائي (4) انهن مان ڪوبه نه

5. سنڌي شاعريءَ ۾ گنان ڪڏهن ملي ٿو؟

(1) عرب دور (2) سومرا دور (3) سما دور (4) انهن مان ڪوبه نه

6. گنان صنف جو موجد ڪنهن کي سمجهيو وڃي ٿو؟

(1) مرڪان شيخ (2) پاڳو پيان

(3) پير نورالدين (4) انهن مان ڪوبه نه

7. اوائلي صنف ڳاهه صنف جو موجد ڪير آهي؟

(1) پاڳو پيان (2) پير نورالدين (3) شمتگ چارڻ (4) انهن مان ڪوبه نه

8. وائي صنف جو موجد ڪير آهي؟

(1) شاهه عبداللطيف ڀٽائي (2) ميون شاهه عنات

(3) لطف الله قادري (4) انهن مان ڪوبه نه

9. مولود جا اهڃاڻ سڀ کان اول ڪنهن جي شاعريءَ ۾ ملن ٿا؟

(1) ميون شاهه عنات (2) شاهه لطيف

(3) خواجا محمد زمان لنواري وارو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. الف اشباع جو موجد ڪير آهي؟

(1) قاضي قادن (2) مخدوم ابوالحسن ٺٽوي

(3) پير محمد لکوي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

11. سنڌي شاعريءَ ۾ غزل ڪهڙي دور جي اوائل ۾ متعارف ٿيو؟

(1) سما دور (2) ڪلهوڙا دور (3) ٽالپر دور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

12. سنڌي شاعريءَ ۾ ڪافي جا اوائلي اهڃاڻ ڪهڙي دور ۾ ملن ٿا؟

(1) سما دور (2) ارغون دور (3) ڪلهوڙا دور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

13. سنڌي شاعريءَ ۾ مرثيي جو موجد ڪنهن کي چيو وڃي ٿو؟

(1) سيد ثابت علي شاهه (2) سچل سرمست

(3) آخوند محمد قاسم (4) انهن مان ڪوبہ نہ

14. سنڌي شاعريءَ ۾ دوهي جو موجد ڪير آهي؟

(1) قاضي قادن (2) شيخ حماد جمالي

(3) لطف الله قادري (4) انهن مان ڪوبہ نہ

15. سنڌي شاعريءَ ۾ ڪبت سڀ کان اول ڪنهن لکيا؟

(1) ابوالحسن ٺٽوي (2) ضياءالدين ٺٽوي

(3) عبدالرحيم گرهوڙي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

16. سنڌي شاعريءَ جي صنف سلوڪ جو موجد ڪير آهي؟

(1) سچل سرمست (2) سامي

(3) شاهه عبداللطيف ڀٽائي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

17. سنڌي شاعريءَ ۾ جهولڻو صنف ڪنهن متعارف ڪرائي؟

(1) سچل سرمست (2) سيد ثابت علي شاهه

(3) سامي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

18. حمد جي لغوي معنيٰ ٻڌايو؟

(1) ساراهه (2) معجزو (3) جنگي داستان (4) انهن مان ڪوبه نه

19. نعت ڪنهن جي شان ۾ چئي ويندي آهي؟

(1) الله سائينءَ جي (2) نبي سائينءَ جي

(3) بادشاهن جي (4) انهن مان ڪوبه نه

20. قصيدو عربي ٻوليءَ جي لفظ..... مان نڪتل آهي

(1) قصد (2) مدح (3) تشبيب (4) انهن مان ڪوبه نه

21. غزل عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ..... آهي.

(1) غزال (2) عورت سان گفتگو ڪرڻ

(3) تعريف ڪرڻ (4) انهن مان ڪوبه نه

22. غزل جي پهرين بند کي ڇا چئبو آهي؟

(1) مقطع (2) مطلع (3) شاهه بند (4) انهن مان ڪوبه نه

23. غزل جي آخري بند کي ڇا چئبو آهي؟

(1) شاهه بند (2) مطلع (3) مقطع (4) انهن مان ڪوبه نه

24. الف ب وار طور 52 اکرن تي مشتمل غزل جي ڪتاب کي ڇا چئبو آهي؟

(1) ڪليات (2) ديوان (3) غزل ڪتاب (4) انهن مان ڪوبه نه

25. غزل جي وچندڙ بند کي ڇا چئبو آهي؟

(1) مقطع (2) مطلع (3) شاهه بند (4) انهن مان ڪوبه نه

26. قطعو ڪيترن سٽن جو ٿيندو آهي؟

(1) چار (2) ڇهه (3) اٺ (4) انهن مان ڪوبه نه

27. مثنوي جي لفظي معنيٰ...... آهي.

(1) ٻه يا جوڙو (2) ٽن بندن جو شعر

(3) ڊگهو شعر (4) انهن مان ڪوبه نه

28. رباعي ......مصرعن جي ٿيندي آهي

(1) ٻن (2) چئن (3) ڇهن (4) انهن مان ڪوبه نه

29. مخمس جي هر هڪ بند ۾....هر وزن مصرعون ٿينديون آهن

(1) پنج (2) ڇهه (3) اٺ (4) انهن مان ڪوبه نه

30. مسدس .....مصراعن وارو شعر آهي

(1) ڇهن (2) ستن (3) اٺن (4) انهن مان ڪوبه نه

## سنڌي شاعريءَ جي معروضي سوالن جا جواب

| (6) | 2(5) | 1(4) | 2(3) | 1(2) | 1(1) |
|---|---|---|---|---|---|
| 2(12) | 2(11) | 3(10) | 1(9) | 2(8) | 1(7) |
| 1(18) | 1(17) | 2(16) | 1(15) | 2(14) | 1(13) |
| 2(24) | 3(23) | 2(22) | 2(21) | 1(20) | 2(19) |
| 1(30) | 1(29) | 2(28) | 1(27) | 1(26) | 3(25) |

# راءِ دور
# (495ع_632ع)

1. راءِ دور جي شروعات ڪڏهن ٿي؟

(1) 480ع (2) 490ع (3) 495ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. راءِ دور ۾ سنڌ جو پهريون دارالحڪومت ڪهڙو ملي ٿو؟

(1) الور (2) ديبل (3) منصوره (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. راءِ دور جي حڪمرانن جو ڪُل تعداد ڪيترو ملي ٿو؟

(1) ٽي (2) چار (3) پنج (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. راءِ دور ۾ سنڌ تي حڪمراني ڪندڙ پنجن حاڪمن جا نالا ٻڌايو؟

(1) راءِ ديوائج (ڏياچ/ڏيوجي)، راءِ سهيرس (پهريون)، راءِ ساهسي (پهريون)، راءِ سهيرس (ٻيو) راءِ ساهسي (ٻيو)

5. راءِ دور بابت احوال سڀ کان اول ڪهڙي ڪتاب ۾ ملي ٿو؟

(1) چچ نامو (2) جنت السنڌ

(3) سنڌ ۾ رهندڙ قومون (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. ڪهڙي ملڪ جو سياح هوان شيانگ 640ع ڌاري سنڌ جو سير ڪرڻ آيو؟

(1) عراق (2) قسطنطنيہ (3) چين (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مطابق راءِ دور جو خاتمو ڪڏهن ٿيو؟

(1) 652ع (2) 655ع (3) 660ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. راءِ دور ۾ سنڌ ڪيترن پرڳڻن ۾ ورهايل هئي؟

(1) ٽي (2) چار (3) پنج (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. ملڪ جي چئن پرڳڻن جا نالا ٻڌايو؟

(1) سيوهڻ، منصوره، بکر ۽ پنپور (2) سيوهڻ، ملتان، اُچ ۽ برهمڻ آباد

(3) سيوهڻ، پٿپور، ملتان ۽ ڪشمير (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. راءِ دور ۾ سنڌ جو ڪهڙو سرڪاري مذهب هو؟

(1) ٻڌ ڌرم (2) عيسائي (3) زردشت (4) انهن مان ڪوبہ نہ

11. چچ نامي ۾ راءِ گهراڻي جي ڪيترن حڪمرانن جا نالا ملن ٿا؟

(1) ٻن (2) ٽن (3) پنجن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

12. تحفتہ الڪرام ۾ ڪيترن حڪمرانن جا نالا ملن ٿا؟

(1) ٽن (2) ڇهن (3) پنجن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

13. ڪتاب راءِ گهراڻي جي تاريخ جو ليکڪ ڪير آهي؟

(1) عبدالمجيد نائچ (2) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (3) ايم ايچ پنهور (4) انهن مان ڪوبہ

## راءِ دور جي معروضي سوالن جا جواب

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 3(1) | 1(2) | 3(3) | 1(4) | 1(5) | 3(6) |
| 1(7) | 2(8) | 2(9) | 1(10) | 1(11) | 3(12) |
| | | | 1 (13) | | |

# برهمڻ گهراڻو
# (632ع_712ع)

1. عرب کان اڳ سنڌ تي ڪهڙو گهراڻو حڪومت ڪندو هو؟

(1) برهمڻ گهراڻو (2) دراوڙ گهراڻو

(3) سومرا گهراڻو (4) انهن مان ڪوبه نه

2. برهمڻ گهراڻي سنڌ تي حڪومت جي شروعات ڪڏهن ڪئي؟

(1) 600ع (2) 625ع (3) 632ع (4) انهن مان ڪوبه نه

3. برهمڻ گهراڻي جو بنياد ڪنهن وڌو؟

(1) چچ پٽ سيلائج (2) چندر پٽ سيلائج

(3) ڏاهر پٽ چچ (4) انهن مان ڪوبه نه

4. چچ راءِ گهراڻي جي ڪهڙي حڪمران جي وزير رام راءِ وٽ منشي هو؟

(1) راجا چچ (2) راءِ سهاسي ثاني

(3) سونهن ديوي (4) انهن مان ڪوبه نه

5. برهمڻ گهراڻو سنڌ تي ڪُل ڪيترا سال حڪومت ڪئي؟

(1) 40 سال (2) 60 سال (3) 80 سال (4) انهن مان ڪوبه نه

6. برهمڻ گهراڻي جي حڪومتي دور ۾ سنڌ ۾ ڪهڙي ڌرم عروج ماتيو؟

(1) برهمڻ ڌرم (2) هندو ڌرم (3) عيسائيت (4) انهن مان ڪوبه نه

7. چچ سنڌ تي ڪيترا سال حڪومت هلائي؟

(1) 20 سال (2) 30 سال (3) 40 سال (4) انهن مان ڪوبه نه

8. چچ جي پاءُ چندر سنڌ تي ڪيترا سال حڪومت هلائي؟

(1) 8 سال (2) 10 سال (3) 12 سال (4) انهن مان ڪوبه نه

9. راجا ڏاهر سنڌ تي ڪيترا سال حڪمراني ڪئي؟

(1) 8 سال (2) 12 سال (3) 16 سال (4) انهن مان ڪوبه نه

10. راجا ڏاهر جي حڪومتي دور ۾ عربن سنڌ تي ڪيترا دفعا حملا ڪيا؟

(1) 3 (2) 4 (3) 5 (4) انهن مان ڪوبہ نہ

11. راجا ڏاهر ڪهڙي عرب سان مقابلو ڪندي ديس لاءِ سِرُ قربان ڪيو؟

(1) حجاج بن يوسف  (2) محمد بن قاسم

(3) يزيد بن ڪشب  (4) انهن مان ڪوبہ نہ

12. برهمڻ گهراڻي جي حڪومت جو خاتمو ڪڏهن آيو؟

(1) 712ع (2) 720ع (3) 722ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## برهمڻ دور تي هڪ نظر

1. برهمڻ دور ۾ سنڌ زرخيز هئي.
2. هن دور ۾ ملڪ جي آمدنيءَ جو خاص ذريعو زراعت هو.
3. زمين جي پيداوار جو ڇهون حصو ڍل طور سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪرايو ويندو هو.
4. هن زماني ۾ هارين کي زمين آباد ڪرڻ لاءِ سرڪاري پٽو ملندو هو.
5. هن دور ۾ زمين کيڙڻ لاءِ وزندار هر استعمال ٿيندا هئا. هر هڪ هر کي 24 ڏڳا ڪاهيندا ڇڪيندا هئا.

## برهمڻ گهراڻو (معروضي سوالن جا جواب)

| (6) 1 | (5) 1 | (4) 2 | (3) 1 | (2) 3 | (1) 1 |
|---|---|---|---|---|---|
| (12) 1 | (11) 2 | (10) 1 | (9) 2 | (8) 1 | (7) 3 |

# عرب دور
# (712ع _ 1050ع)

1. عرب دور کي سنڌي ادب جو ڇا سڏيو ويحي ٿو؟

(1) ابتدائي (2) اوائلي (3) سونهري (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. عرب دور جي شروعات ڪڏهن کان ٿي؟

(1) 700ع (2) 710ع (3) 712ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. 712 عيسوي مطابق هجري سال ڪهڙو آهي؟

(1) 90هہ (2) 91هہ (3) 92 هہ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. عرب حڪمرانن کان اڳ سنڌ تي ڪهڙي مقامي سنڌي گهراڻي جي حڪومت قائم هئي؟

(1) برهمڻ (2) دراوڙ (3) آريا (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. عربن 712ع ۾ سنڌ جي ڪهڙي حڪمران کي شڪست ڏئي سنڌ تي قابض ٿيا ۽ حڪومت قائم ڪئي؟

(1) راجا ڏاهر (2) راجا چچ (3) راجا ڏاهر سين (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. سنڌ جي حڪمران راجا ڏاهر ڪهڙي عرب سان وڙهندي ديس تان سر قربان ڪيو؟

(1) حجاج بن يوسف (2) محمد بن قاسم

(3) عمر بن عبدالعزيز (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. عرب جاگرافيدانن مطابق عرب دور ۾ سنڌ ملڪ ڪيترن صوبن ۾ ورهايل هو؟

(1) ٽن (2) چئن (3) پنجن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. سنڌ جي پنجن صوبن جا نالا ٻڌايو؟

(1) ملتان، پنجاب، بلوچستان، ايران ۽ افغانستان (2) ملتان، بلوچستان، گلگت ۽ پنجاب (3) ملتان، منصوره، ڪزدار (خضدار)، توران ۽ مڪران (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. عربن سنڌ تي ڪل ڪيترا حملا ڪيا؟

(1) يارنهن (2) ٻارنهن (3) چوڏنهن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. محمد بن قاسم، حجاج بن يوسف جو رشتي ۾ ڇا هو؟

(1) ڀائيٽو (2) چاچو (3) مامو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

11. برهمڻ گهراڻي جو وڏو ڪير هو؟

(1) جئہ سينا (2) چچ (3) راجا ڏاهر (4) انهن مان ڪوبہ نہ

12. محمد بن قاسم سنڌ تي ڪيترا سال حڪومت ڪئي؟

(1) ٻہ سال (2) ٽي سال (3) چار سال (4) انهن مان ڪوبہ نہ

13. جديد تحقيق موجب ڪيترن عرب گهراڻن سنڌ تي حڪومت ڪئي؟

(1) ٻن (2) ٽن (3) ڇهن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

14. حڪمراني ڪندڙ ٽن عرب گهراڻن جا نالا ٻڌايو؟

(1) بنو اميہ جا حاڪم يا گورنر، بنو عباس جا حاڪم يا گورنر ۽ هباري گهراڻو

15. عرب حڪمرانن سنڌ جي ڪهڙي شهر کي پنهنجو تخت گاھ بڻايو؟

(1) سيوهڻ (2) ديبل (3) منصوره (4) انهن مان ڪوبہ نہ

16. عرب دور ۾ سڀ کان اول سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇا جو ترجمو ٿيو؟

(1) قرآن شريف (2) گيتا (3) رامائڻ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

17. عرب دور ۾ سنڌ جي حوالي سان ڪهڙو ڪتاب لکيو ويو؟

(1) عرب نامہ (2) سنڌ نامہ

(3) فتح نامہ عرف چچ نامہ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

18. سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيل ڪتاب چچ نامي جو اصل نالو ڪهڙو آهي؟

(1) منهاج الدين ومنڪ (2) عرب نامو

(3) سنڌ نامو (4) انهن مان ڪوبه نه

19. چچ نامي جي مصنف جو نالو ٻڌايو؟

(1) علي ڪوفي (2) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

(3) نامعلوم (4) انهن مان ڪوبه نه

20. چچ نامي کي سڀ کان اول عربيءَ مان فارسيءَ ۾ ڪنهن ترجمو ڪيو؟

(1) ابن حوقل (2) بشاري مقدسي

(3) علي ڪوفي (4) انهن مان ڪوبه نه

21. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مطابق چچ نامو تقريبن ڪڏهن لکيو ويو؟

(1) 840ع کان 1009ع ڌاري (2) 720ع کان 740ع ڌاري

(3) 900ع کان 1050ع (4) انهن مان ڪوبه نه

22. عرب دور کي سنڌي ادب جو ڇا سڏيو وڃي ٿو؟

(1) اوائل جو دور (2) تڪميل جو دور

(3) تفصيل جو دور (4) انهن مان ڪوبه نه

23. سنڌ تي آخري عرب حڪمران گهراڻي جو نالو ٻڌايو؟

(1) بنو اُميه گهراڻو (2) هباري گهراڻو

(3) بنو عباس گهراڻو (4) انهن مان ڪوبه نه

24. عرب دور ۾ سنڌ جي سرڪاري ٻولي ڪهڙي هئي؟

(1) سنڌي (2) فارسي (3) عربي (4) انهن مان ڪوبه نه

25. حاڪم عبدالله بن عمر هباريءَ جي زماني سنڌ جي ڪهڙي شهر جي عالم قرآن شريف جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو؟

(1) ديبل (2) منصوره (3) سيوهڻ (4) انهن مان ڪوبه نه

26. ڪهڙي دور ۾ سنڌ (منصوره) جي هڪ عالم ڪشمير جي راجا مهروڪ پٽ رائڪ لاءِ قرآن مجيد جو ڏيهي زبان (سنڌيءَ) ۾ ترجمو ڪيو هو؟

(1) عرب دور (2) سومرا دور (3) سما دور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

27. عرب دور ۾ ڪهڙو سنڌي شعر مليو آهي؟

(1) ارهہ برهہ ڪنڪرہ ڪراڪري مندرہ (2) مُجان مان جهرڪ ويهان پرين ۽ جي ڇڄ تي (3) انهن مان ڪوبہ نہ

28. هڪ روايت مطابق سنڌي شاعر اهو شعر ڪنهن جي آڏو پڙهيو هو؟

(1) فضل بن يحيٰ (2) هارون رشيد

(3) حضرت بلال رضہ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

29. ٻي روايت مطابق سنڌي شاعر اهو شعر ڪنهن جي آڏو پڙهيو هو؟

(1) محمد بن قاسم (2) هارون رشيد

(3) يحيٰ بن خالد (4) انهن مان ڪوبہ نہ

30. سياح ابن حوقل ڪهڙي دور ۾ سنڌ آيو؟

(1) قبل مسيح دور (2) عرب دور

(3) سومرا دور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

31. عرب سياحن بشاري مقدسي ۽ مسعودي جو تعلق ڪهڙي دور سان آهي؟

(1) قبل مسيح دور سان (2) عرب دور سان

(3) سومرا دور سان (4) انهن مان ڪوبہ نہ

32. سنڌ جي علمي عظمت ۽ شهرت کان متاثر ٿي اڪثر عرب سياحن ڪهڙو تخلص اختيار ڪيو؟

(1) المهرانوي (2) السنڌي (3) سنڌو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

33. عربي مرثيہ نگاري ۾ نالو ڪمائيندڙ سنڌي عالم جو نالو ٻڌايو؟

(1) ابو معشر سنڌي (2) سنڌي بن شاهڪ

(3) ابو عطا سنڌي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

34. قرآن مجيد کان علاوہ 1000ع ڌاري سنڌي ۾ ٻيو ترجمو ڇا جو ڪيو ويو؟

رامائڻ (2) مها ڀارت (3) گيتا (4) انهن مان ڪوبہ نہ

35. عرب دور تي ڪهڙي اسڪالر پي ايچ ڊي ڪئي آهي؟

(1) ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ (2) غلام محمد لاکو

(3) ڊاڪٽر مبارڪ علي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

36. ڊاڪٽر ممتاز حسين جي پي ايچ ڊي جو ٿالو ڇا هو؟

(1) عرب دور: هڪ جائزو (2) عرب دور ۾ سنڌ جي حالت

(3) Independent Arab Kingdom of Almansoora

(4) انهن مان ڪوبہ نہ

37. ٽن جلدن تي مشتمل ڪتاب سنڌ: عرب دور ڪهڙي ليکڪ جو لکيل آهي؟

(1) ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ (2) ڊاڪٽر غلام محمد لاکو

(3) ڊاڪٽر مبارڪ علي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

38. ٽن جلدن ۾ ڪتاب سنڌ: عرب دور 1978ع ۾ ڪهڙي اداري ڇپرايو؟

(1) سنڌيالاجي ڄام شورو (2) سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو

(3) سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد (4) انهن مان ڪوبہ نہ

39. شاهنامہ عرب عرف منظوم اسلام ڪتاب جو ليکڪ ڪير آهي؟

(1) مرزا اجمل بيگ (2) مرزا قليچ بيگ

(3) مرزا اسڪندر بيگ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## عرب دور (معروضي سوالن جا جواب)

| 2 (1) | 3 (2) | 3 (3) | 1 (4) | 1 (5) | 2 (6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 3 (7) | 3 (8) | 3 (9) | 1 (10) | 2 (11) | 3 (12) |
| 2 (13) | 1 (14) | 3 (15) | 1 (16) | 3 (17) | 1 (18) |
| 3 (19) | 3 (20) | 1 (21) | 1 (22) | 2 (23) | 3 (24) |
| 2 (25) | 1 (26) | 1 (27) | 1 (28) | 3 (29) | 2 (30) |
| 2 (31) | 2 (32) | 3 (33) | 2 (34) | 1 (35) | 3 (36) |
| 1 (37) | 2 (38) | 1 (39) | | | |

## سنڌ ۾ بنو اميه جا گورنر

| نمبر | نالو | دور | خليفو | نتيجو |
|---|---|---|---|---|
| 1 | محمد بن قاسم | 92_96هه | وليد بن عبدالملڪ | معزول ڪيو ويو |
| 2 | يزيد بن ابي ڪبشه | 96_96هه | سليمان بن عبدالملڪ | وفات ڪيائين |
| 3 | حبيب المهلب | 97_99هه | سليمان بن عبدالملڪ | معزول ٿيو |
| 4 | عمرو بن مسلم الباهلي | 99_101هه | عمر بن عبدالعزيز | معزول ٿيو |
| 5 | هلال بن احوز التميمي | 101_107هه | يزيد ثاني | معزول ٿيو |
| 6 | جنيد بن عبدالرحمان مري | 107_111هه | هشام بن عبدالملڪ | نائب ٿي آيو |
| 7 | تميم بن يزيد العتبي | 111_112هه | هشام | ديبل ۾ فوت ٿيو |
| 8 | حڪم بن عوانه ڪلبي | 112_121هه | هشام | سنڌ ۾ قتل ٿيو |
| 9 | عمرو بن محمد بن قاسم | 121_125هه | هشام | منصوره ۾ خودڪشي ڪيائين |
| 10 | يزيد بن عرار الڪلبي | 125_129هه | وليد بن يزيد | منصوره ۾ عمر بن هتان قتل ٿيو |
| 11 | منصور بن جمهور ڪلبي | 129_132هه | مروان بن محمد | منصوره ۾ قتل ٿيو |

(حوالو: تحفته الڪرام ص 620, راشدي ايڊيشن)

## بنو عباس جي گورنرن جي لسٽ

| نمبر | نالو | دور | خليفو | نتيجو |
|---|---|---|---|---|
| 1 | مغلس العبد | 132_132 ھ | ابو العباس السفاح | سنڌ ۾ قتل ٿيو |
| 2 | موسيٰ بن ڪعب | 132_141 ھ | ابو العباس السفاح | بغداد ۾ فوت ٿيو |
| 3 | عيئين بن موسيٰ | 141_143 ھ | منصور | معزول ٿيو |
| 4 | عمر بن حفص | 143_151 ھ | منصور | نائب ٿي آيو |
| 5 | هشام بن عمرو | 151_157 ھ | منصور | بغداد ۾ فوت ٿيو |
| 6 | معبد بن خليل | 157_159ھ | منصور | منصوره ۾ فوت ٿيو |
| 7 | روح بن حاتم | 159_161ھ | مهدي بن منصور | نائب ٿي آيو |
| 8 | بسطام بن عمرو | 161_161ھ | مهدي بن منصور | معزول ٿيو |
| 9 | روح بن حاتم | 161_161ھ | مهدي بن منصور | نائب ٿي آيو |
| 10 | نصر بن محمد | 161_161ھ | مهدي بن منصور | معزول ٿيو |
| 11 | عبدالملڪ بن شهاب | 161_162ھ | مهدي بن منصور | نائب ٿي آيو |
| 12 | الزبير بن عباس | 162_162ھ | مهدي بن منصور | معزول ٿيو |

| 13 | مصبح بن عمرو | 162_162ھ | مهدي بن منصور | معزول ٿيو |
|---|---|---|---|---|
| 14 | نصر بن محمد | 162_164ھ | مهدي بن منصور | منصوره ۾ وفات ڪيائين |
| 15 | سطيع بن عمرو | 164_164ھ | مهدي بن منصور | معزول ٿيو |
| 16 | الليث بن ظريف | 16_170ھ | مهدي بن منصور | معزول ٿيو |
| 17 | سالم اليونسي | 171_174ھ | هارون الرشيد | نائب ٿيو |
| 18 | اسحاق بن سليمان هاشمي | 174_174ھ | هارون الرشيد | سنڌ ۾ فوت ٿيو |
| 19 | يونس بن اسحاق هاشمي | 174_174ھ | هارون الرشيد | نائب ٿي آيو |
| 20 | طيفور بن عبدالله | 174_175ھ | هارون الرشيد | معزول ٿيو |
| 21 | جابر بن اشعث طائي | 175_176ھ | هارون الرشيد | معزول ٿيو |
| 22 | ڪثير بن مسلم | 176_178ھ | هارون الرشيد | معزول ٿيو |
| 23 | محمد بن عدي | 179_181ھ | هارون الرشيد | معزول ٿيو |
| 24 | عبدالرحمان | 181_182ھ | هارون الرشيد | معزول ٿيو |
| 25 | ايوب بن جعفر | 182_184ھ | هارون الرشيد | معزول ٿيو |
| 26 | مغيره بن يزيد | 184_185ھ | هارون الرشيد | ناڪام ٿيو |
| 27 | دائود بن يزيد | 185_205ھ | هارون الرشيد | منصوره ۾ فوت ٿيو |
| 28 | بشر بن دائود | 205_213ھ | مامون الرشيد | معزول ٿيو |
| 29 | حاجب بن صالح | 213_213ھ | مامون الرشيد | ناڪام ٿيو |

| 30 | غسان بن عباد | 213_216ھ | مامون الرشيد | تائب ٿي آيو |
|---|---|---|---|---|
| 31 | موسيٰ بن يحيٰ برمڪي | 216_221ھ | مامون الرشيد | منصوره ۾ وفات ڪيائين |
| 32 | عمران بن موسيٰ برمڪي | 221_226ھ | معتصم | منصوره ۾ قتل ٿيو |
| 33 | عنبسہ بن اسحاق | 227_235ھ | واثق | استعيفا ڏنائين |
| 34 | هارون بن ابي خالد | 235_240ھ | متوڪل | منصوره ۾ قتل ٿيو |

## هباري خاندان جا بادشاهہ

| نمبر | نالو | دور | خليفو | نتيجو |
|---|---|---|---|---|
| 1 | عمر بن عبدالعزيز | 240_255ھ | متوڪل | منصوره ۾ وفات |
| 2 | ابو صمہ | 255_270ھ | متوڪل | قتل ٿيو |
| 3 | عبدالله بن عمر | 270_300ھ | معتمد | منصوره ۾ وفات |
| 4 | عمر بن عبدالله | 300_330ھ | مقتدر | منصوره ۾ وفات |
| 5 | محمد بن عبدالله | 330_360ھ | المتقي | منصوره ۾ وفات |
| 6 | علي بن عمر | 360_375ھ | الطائع | منصوره ۾ وفات |
| 7 | مبني علي بن هباري | 375_401ھ | القادر بالله | منصوره ۾ |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| | | | | وفات |
| 8 | خفيف | 401_416ھ | القادر بالله | منصوره ۾ قتل ٿيو |

(حوالو: تحفته الڪرام)

## عرب دور تي هڪ نظر

1. سنڌ جي ڪيترن ئي شاعرن، عالمن، اديبن ۽ سائنسدانن عرب دنيا ۾ نالو ڪيو. انهن شاعرن ۾ ابو عطا سنڌي، ابو ضلع السنڌي، ڪشاجم ۽ محمد بن احمد السنڌي گهڻو مشهور ٿيا.
2. هباري خاندان جي دور ۾ سنڌ جي اڪثر شهرن ۾ جيل قائم ڪيا ويا. خطرناڪ قيدين لاءِ ته خانا پڻ ٺهرايا ويا.
3. روايت مطابق بنو اميه جي دور ۾ جيڪي به قومون يا ماڻهو مسلمان ٿيا هئا، تن تي 'موالي' نالو رکيو ويو ۽ انهن جو درجو عربن کان گهٽ رکيو ويو.
4. عرب حڪومت جي اميرن عرب شاعرن، عالمن ۽ ليکڪن جي همت افزائي ڪئي ۽ انهن کي سنڌ ۾ گهرايو جنهن سبب عربي ادب ۾ واڌارو ٿيو.
5. بنو اميه جو دور عربي ادب جي واڌاري ۽ ترقيءَ جو شروعاتي دور هو انهيءَ دور ۾ عربي نظم ۽ نثر، توڙي عربي گرامر ۽ صورتخطيءَ ۾ واڌ ٿي.
6. عرب دور ۾ شاعرن، عالمن، ليکڪن، فوجين ۽ صنعت ڪارن جا پاڙا ۾ لاڳاپا قائم ٿيا ۽ مختلف قومن ۽ ماڻهن جو پاڻ ۾ ميلاپ ٿيو جنهن ڪري ادبي ۽ ثقافتي سرگرمين ۾ واڌ ٿي.
7. عرب دور ۾ سنڌي ٻولي مقامي ٻوليءَ طور ڳالهائي، لکي ۽ پڙهي ويندي هئي، جنهن جو ثبوت قرآن مجيد جو سنڌيءَ ۾ ترجمو آهي.

●●

## سومرا دور
## (1050ع _ 1350ع)

1. غير سنڌي راڄ (عرب حڪومت) کان پوءِ سنڌ تي ڪهڙن ديسي حڪمرانن جي حڪومت قائم ٿي؟
(1) سومرا حڪمران (2) سما حڪمران
(3) ارغون حڪمران (4) انهن مان ڪوبه نه

2. سومرن ڪهڙي حڪمران گهراڻي کان اقتدار حاصل ڪري پنهنجي حڪومت قائم ڪئي؟
(1) بنو اُميه گهراڻي کان (2) هباري گهراڻي کان
(3) غزنوين کان (4) انهن مان ڪوبه نه

3. سومرن سنڌ ۾ ڪڏهن کان اُڀرڻ شروع ڪيو؟
(1) 800ع کان (2) 900ع کان (3) 950ع کان (4) انهن مان ڪوبه نه

4. سومرا دور کي سنڌي ٻوليءَ جي حوالي سان ڇا جو دور ڪري سڏيو ويندو آهي؟
(1) اوائلي (2) جاڳرتا (3) عروج (4) انهن مان ڪوبه نه

5. شاعريءَ جي لحاظ کان سومرن جي دور کي ڇا جو دور سڏيو وڃي ٿو؟
(1) ٻٽن ۽ ٻانن جو (2) عاملن جو (3) مشائخن جو (4) انهن مان ڪوبه نه

6. سومرا دور کي سنڌي ادب جو ڇا سڏيو وڃي ٿو؟
(1) ڪلاسيڪل دور (2) عروضي دور
(3) رومانوي دور (4) انهن مان ڪوبه نه

7. سومرا دور کي سنڌي ادب جو ڇا سڏيو وڃي ٿو؟
(1) قديمي دور (2) عروج جو دور

(3) بنيادي دور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. ايم ايچ پنهور موجب ڪيترن سومرن حڪمرانن سنڌ تي حڪومت ڪئي؟

(1) ويهن (2) ٻاويهن (3) چوويهن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. قلندر لعل شهباز سومرا دور ۾ ڪهڙي سلسلي ۾ سنڌ آيو؟

(1) تبليغ (2) تفريح (3) حڪمراني (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. مشهور رومانوي داستانن: سهڻي ميهار، سسئي پنهون، عمر مارئي، ليلان چنيسر، سورٺ راءِ ڏياچ ۽ مومل راڻو جو تعلق ڪهڙي دور سان آهي؟

(1) عرب دور (2) سومرا دور (3) سما دور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

11. ٽيمر عشقيہ داستانن: مل محمود ۽ مهرتگان، ڏمرخ سوناري، خدا دوست ۽ محمود غزنوي جو تعلق ڪهڙي دور سان آهي؟

(1) عرب دور (2) سومرا دور (3) سما دور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

12. سومرا دور جو پهريون نثري داستان ڪهڙو آهي؟

(1) سسئي پنهون (2) عمر مارئي

(3) نوري ڄام تماچي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

13. سومرا دور جو پهريون جنگي داستان ڪهڙو آهي؟

(1) راجا ڏاهر ۽ محمد بن قاسم (2) دودو سومرو ۽ چنيسر

(3) مورڙو ۽ مانگر مڇ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

14. سومرا دور جي مشهور عورت شاعره جو نالو ٻڌايو؟

(1) تارا ٻائي (2) مرڪان شيخ

(3) ٻاگهل ٻائي (4) انهن مان ڪابہ نہ

15. مرڪان شيخ ڪهڙي صنف ۾ ڪلام چيو آهي؟

(1) ڳاهہ (2) ڳيچ (3) گنان (4) انهن مان ڪوبہ نہ

16. پير صدرالدين جي ناهيل صورتخطيءَ کي ڇا چيو ويجي ٿو؟

(1) چاليهه اکري يا خواجڪي سنڌي (2) سنڌي ٻولي

(3) پير صدرالدين جي لپي (4) انهن مان ڪابه نه

17. شاهه حسن اپلائي ڪنهن جو همعصر هو؟

(1) خواجه غلام فريد (2) غوث بهاءُ الدين زڪريه

(3) شاهه حسين ماڌو لال (4) انهن مان ڪوبه نه

18. سومرا دور جي ڪيترن سورمين کي شاهه لطيف پنهنجي ڪلام ۾ ڳايو آهي؟

(1) ڇهن (2) پنجن (3) ڇهن (4) انهن مان ڪوبه نه

19. اوائلي شعر کي ڇا چيو ويندو آهي؟

(1) ڳاهه (2) وائي (3) ڪافي (4) انهن مان ڪوبه نه

20. رزميه شاعريءَ جو بنياد ڪهڙي دور ۾ پيو؟

(1) عرب دور (2) سومرا دور (3) سما دور (4) انهن مان ڪوبه نه

21. پاڳو پان ڪهڙي صنف ۾ شاعري ڪئي آهي؟

(1) ڳاهه (2) گنان (3) وائي (4) انهن مان ڪوبه نه

22. اسماعيلي داعين جا گنان ڪهڙين صنفن جو ابتدائي نمونو آهن؟

(1) ڪافي ۽ نظم (2) نظم ۽ وائي

(3) وائي ۽ ڪافي (4) انهن مان ڪوبه نه

23. سومرا دور ۾ 1100ع ڌاري سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇا جو ترجمو ٿيو؟

(1) رامائڻ (2) مهڀارت (3) گيتا (4) انهن مان ڪوبه نه

24. سومرا دور ۾ دفتري زبانون ڪهڙيون هيون؟

(1) فارسي ۽ عربي (2) عربي ۽ سنڌي

(3) سنڌي ۽ فارسي (4) انهن مان ڪوبه نه

25. قلندر لعل شهباز ڪهڙي سلسلي جي پرچار لاءِ سنڌ ۾ آيو؟

(1) قادري سلسلو (2) چشتي سلسلو

(3) حسني سلسلو (4) انهن مان ڪوبه نه

26. سومرا دور جي مراڪي شاعر بابا فريد گنج شڪر جا سنڌي دوها ڪهڙي سنڌي اديب ڳولهي لڌا؟

(1) هيرو ٺڪر (2) آغا سليم

(3) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (4) انهن مان ڪو به نه

27. سومرا دور سان لاڳاپيل واقعاتي بيت ڪهڙي بزرگ سان منسوب آهن؟

(1) قلندر لعل شهباز (2) شاهه حسن اپلائي

(3) پير صدرالدين (4) انهن مان ڪو به نه

28. سنڌي ادب ۾ قصه گوئيءَ جو بنياد ڪهڙي دور ۾ پيو؟

(1) عرب دور (2) سومرا دور (3) سما دور (4) انهن مان ڪو به نه

29. سومرا دور ۾ دودي سومري جي جنگ ڪنهن سان لڳي؟

(1) علاوالدين خلجي (2)محمود غزنوي

(3)شاهه حسن ارغون (4) انهن مان ڪو به نه

30. ڪهڙي شاعر دودي چنيسر جي ويڙهه کي منظوم ڪيو آهي؟

(1) شمنگ چارڻ (2) پاڳو پاڻ

(3) پير صدرالدين (4) انهن مان ڪو به نه .

## سومرا دور (معروضي سوالن جا جواب)

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(6) | 1(5) | 2(4) | 3(3) | 2(2) | 1(1) |
| 1(12) | 2(11) | 2(10) | 1(9) | 3(8) | 3(7) |
| 3(18) | 2(17) | 1(16) | 2(15) | 2(14) | 2(13) |
| 2(24) | 1(23) | 3(22) | 1(21) | 2(20) | 1(19) |
| 2(30) | 1(29) | 2(28) | 2(27) | 2(26) | 1(25) |

# سومرا دور جون مشهور شخصيتون

## پير صدرالدين

## (1290ع_1409ع)

1. پير صدرالدين سبزوار (ايران) ۾ ڪڏهن ڄائو؟

(1) 1290ع (2) 1295ع (3) 1300ع (4) انهن مان ڪو به نه

2. پير صدرالدين جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) پير شمس الدين　　(2) پير شهاب الدين

(3) پير نورالدين　　(4) انهن مان ڪو به نه

3. پير صدرالدين جي ڪامل مشنري صوبن (خطن) کي ڇا سڏجي ٿو؟

(1) خواجڪي سنڌي يا جالبهه اکري (2) بيٺڪ

(3) گيچ　　(4) انهن مان ڪو به نه

4. پير صدرالدين ڪهڙي فرقي جي تبليغ جي سلسلي ۾ سنڌ آيو؟

(1) قادري سلسلو　　(2) اسماعيلي سلسلو

(3) سهروردي سلسلو　　(4) انهن مان ڪو به نه

5. پير صدرالدين جي گنانن تي ڪهڙي ٻوليءَ جو اثر آهي؟

(1) سنڌي (2) گجراتي (3) هندي (4) انهن مان ڪو به نه

6. پير صدرالدين جا گنان ڪهڙي لهجي جي نمائندگي ڪن ٿا؟

(1) اترادي (2) ٿري (3) لاڙي (4) انهن مان ڪو به نه

7. پير صدرالدين لاڙ ۾ ڪنهن وٽ آيو؟

(1) الله رکيو شاهه　　(2) الهه ڏنو شاهه

(3) شاهه زمان　　(4) انهن مان ڪو به نه

8. پير صدرالدين جا اٽڪل ڪيترا گنان ملن ٿا؟

(1) 200 (2) 250 (3) 300 (4) انهن مان ڪو به نه

9. پير صدرالدين ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 1400ع (2) 1400ع (3) 1415ع (4) انهن مان ڪو به نه

10. پير صدرالدين جو مقبرو ڪهڙي شهر جي پرسان واقع آهي؟

(1) اُچ شريف (2) بهاول پور (3) ملتان (4) انهن مان ڪو به نه

11. گنان شناسي ڪتاب جو ليکڪ ڪير آهي؟

(1) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (2) ڊاڪٽر غلام علي الانا

(3) عبدالڪريم سنديلو (4) انهن مان ڪو به نه

12. پير صدرالدين تي ڪهڙي سنڌي عالم وڌيڪ تحقيق ڪئي آهي؟

(1) ڊاڪٽر بلوچ (2) عبدالڪريم سنديلو

(3) ڊاڪٽر غلام علي الانا (4) انهن مان ڪو به نه

## پير صدرالدين (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 1(3) | 2(4) | 2(5) | 3(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(7) | 2(8) | 2(9) | 1(10) | 2(11) | 3(12) |

## شمنگ چارڻ

1. شمنگ چارڻ سومرا دور جي ڪهڙي وچ واري عرصي جو شاعر ٿي گذريو آهي؟

(1) 1200ع کان 1300ع (2) 1300ع کان 1360ع

(3) 1370ع کان 1400ع (4) انهن مان ڪو به نه

2. شمنگ چارڻ ڪڇ جي ڪهڙي علائقي جو رهاڪو هو؟

(1) ملتان (2) ڪيراڪوٽ

(3) اگهم ڪوٽ (4) انهن مان ڪو به نه

3. شمنگ چارڻ ڪنهن جو مڱڻهار هو؟

(1) دودو سومرو (2) چام لاکو

(3) پير صدرالدين (4) انهن مان ڪو به نه

4. سڀ کان اول شمنگ چارڻ تي ڪهڙي اديب تحقيقي مقالو لکيو؟

(1) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (2) ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو

(3) پروفيسر محرم خان وگهامل (4) انهن مان ڪوبه نه

5. سمنگ چارڻ ڪهڙي حڪومت جو سخت مخالف هو؟

(1) سومرا حڪومت (2) سما حڪومت

(3) ارغون حڪومت (4) انهن مان ڪابه نه

6. سمنگ چارڻ ڪهڙن حاڪمن جي بهادريءَ جا گڻ ڳائيندي ڪافي مشهور ٿيو؟

(1) سومرن (2) سمن (3) آرين (4) انهن مان ڪوبه نه

7. سمنگ چارڻ هي بيت 'همير کان پوءِ راڄ نه ماڻن سومرا' ڪنهن لاءِ چيو؟

(1) دودو سومرو (2) همير سومرو

(3) پونگر سومرو (4) انهن مان ڪوبه نه

8. شاهه عبداللطيف ڀٽائي هيٺئين بيت ۾ اشارن ۾ ڪناين ۾ سومرن جي ڪهڙي شاعر جو ذڪر ڪيو آهي؟

ٻاجهائو ٻيلي ڏٺي ٻجهان ٻاجهه ٻيئي،

سپڙ سا سيئي، جيڪا چارڻ چِت ۾.

(1) سمنگ چارڻ (2) ٻاڳو ٻان

(3) پير صدر الدين (4) انهن مان ڪوبه نه

9. ڪهڙي محقق پنهنجي تحقيقي مقالي ۾ ثابت ڪيو آهي ته شاهه لطيف سخين ۾ سپڙ جي ثنا ۾ سارا هه وارن بيتن ۾ سمنگ چارڻ وارا بيان ڪيل ساڳيا موضوع ڪنيا آهن؟

(1) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (2) پروفيسر محرم خان

(3) ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو (4) انهن مان ڪوبه نه

**شمنگ چارڻ (معروضي سوالن جا جواب)**

| 1 (5) | 3 (4) | 2 (3) | 2 (2) | 1 (1) |
|---|---|---|---|---|
| | 2 (9) | 1 (8) | 2 (7) | 2 (6) |

# پاڳو پان

1. پاڳو پان جو تعلق ڪهڙي دور سان آهي؟

(1) عرب دور (2) سومرا دور (3) سما دور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. پاڳو پان جا وڏا ڪنهن جي دربار سان سلهاڙيل هئا؟

(1) راجائي دربار (2) پير صدرالدين

(3) راجا ڏاهر (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. دودو سومري ۽ علاوالدين جي جنگ کي منظوم ڪنهن ڳايو؟

(1) سمنگ چارڻ (2) پاڳو پان

(3) مرڪان شيخڻ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. پاڳو پان جو ڪلام شاعريءَ جي ڪهڙي صنف ۾ ملي ٿو؟

(1) ڳاهہ (2) گنان (3) ڳيچ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. پاڳو پان جي دودي سومري واري جنگي داستان کي پيو ڪهڙي نالي سان سڏيو وڃي ٿو؟

(1) منظر نامہ (2) راسو (3) ڪيڏارو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. پاڳو پان جو ڪتاب دودي چنيسر جو داستان ڪهڙي اداري ڇپرايو؟

(1) سنڌي ادبي بورڊ (2) ثقافت کاتو

(3) لوڪ ورثا اسلام آباد (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. سمنگ چارڻ تي طويل مقالو ڪنهن لکيو؟

(1) پروفيسر محرم خان (2) ڊاڪٽر بلوچ (3) مرزا قليچ بيگ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

**پاڳو پان (معروضي سوالن جا جواب)**

| 1(7) | 3(6) | 2(5) | 1(4) | 2(3) | 1(2) | 2(1) |
|---|---|---|---|---|---|---|

# مرڪان شيخ
## (وفات 1300ع)

1. مرڪان شيخ جو تعلق ڪهڙي دور سان آهي؟

(1) سومرا دور (2) سما دور (3) ڪلهوڙا دور (4) انهن مان ڪو به نه

2. مرڪان شيخ جو جنم ڪهڙي ڳوٺ ۾ ٿيو؟

(1) سڄاول (2) پٽ پاٽڻي (3) ترهيو پانڌاري (4) انهن مان ڪو به نه

3. ترهيو پانڌاري سنڌ جي ڪهڙي ضلعي ۾ واقع آهي؟

(1) بدين (2) سڄاول (3) ٺٽو (4) انهن مان ڪو به نه

4. مرڪان شيخ ڪهڙي صنف ۾ شاعري ڪئي؟

(1) ڳنان (2) ڳيچ (3) ڪافي (4) انهن مان ڪو به نه

5. مرڪان شيخ ڪنهن جي مريدياڻي هئي؟

(1) پير صدرالدين (2) قلندر لعل شهباز

(3) ترهيو پانڌاري (4) انهن مان ڪو به نه

6. سنڌي ادب ۾ پهرين ڪهڙي شاعره جو نالو ملي ٿو؟

(1) نماڻو فقير (2) مرڪان شيخ

(3) مائي نعمت (4) انهن مان ڪو به نه

7. مرڪان شيخ ڪنهن جي شان ۾ ڳيچ چيا آهن؟

(1) ترهيو پانڌاري (2) پير صدرالدين

(3) شاهه عبداللطيف ڀٽائي (4) انهن مان ڪو به نه

8. مرڪان شيخ جي مڙس جو نالو ٻڌايو؟

(1) راڻو چاوڙو (2) ابراهيم شيخ

(3) ترهيو پانڌاري (4) انهن مان ڪو به نه

9. مرڪان شيخ ذات جي ڪير هئي؟

(1) شيخ (2) چاوڙو (3) ٻالياڻي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. مرڪان شيخ پنهنجي مرشد.......... جي ڪري شيخ سڏايو

(1) ترهيو پاندباري (2) سمن سرڪار

(3) خواجہ محمد زمان لنواري وارو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

11. مرڪان شيخ جو ڪلام ڪهڙي محقق ترتيب ڏيئي ڇپرايو؟

(1) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (2) آغا سليم

(3) شيخ محمد سومار (4) انهن مان ڪوبہ نہ

12. مرڪان شيخ تي محمد سومار شيخ جي لکيل ڪتاب جو نالو ڇا آهي؟

(1) مرڪان شيخ جو ڪلام (2) مرڪان جا لاڏا

(3) مرڪان شيخ جو اڻ لڀ ڪلام (4) انهن مان ڪوبہ نہ

13. مرڪان شيخ اٽڪل ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 1300ع ڌاري (2) 1310ع ڌاري

(3) 1340ع ڌاري (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## مرڪان شيخ (معروضي سوالن جا جواب)

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 1 (1) | 3 (2) | 1 (3) | 2 (4) | 3 (5) | 2 (6) |
| 1 (7) | 1 (8) | 3 (9) | 1 (10) | 3 (11) | 2 (12) |
| 1 (13) | | | | | |

**سومرا دور جون ڪي ٻيون اهم شخصيتون:**

پير نورالدين وفات 1095ع

پير شمس الدين: 1165ع _ 1276ع

ڄام ڏيئر:

پريو شاهہ

شاهه حسين ، اپلائي (وفات: 1248ع)

بابا فريد شڪر گنج (1173ع _ 1275ع)

سيد بدرالدين

پير پٺو

سومرا راڄ گهراڻي جا بادشاهه ۽ سندن راڄ جا سن

| نمبر | حڪمران | شروع | ختم |
|---|---|---|---|
| 1 | خفيف (پهريون) | 1011ع | 1026ع |
| 2 | سومار | 1026/27ع | 1054/55ع |
| 3 | ڀونگر (پهريون) | 1054/55ع | 1068/69ع |
| 4 | دودو (پهريون) | 1068/69ع | 1092ع |
| 5 | زينب تاري | 1092ع | 1098ع |
| 6 | سنگهار | 1098ع | 1106/07ع |
| 7 | خفيف ٻيو (سنگهار جو سالو) | 1106/07ع | 1141/42ع |
| 8 | عمر (پهريون) | 1141/42ع | 1180ع |
| 9 | دودو (ٻيو) | 1180/81ع | 1194/95ع |
| 10 | ڀونگر (ٻيو) | 1194/95ع | 1222ع |
| 11 | چنيسر (پهريون) | 1122ع | 1228ع |
| 12 | گهنيرو (پهريون) | 1228ع | 1136/37ع |
| 13 | چنيسر (پهريون) | 1236/37ع | ؟؟ |
| 14 | گهنيرو (پهريون) | ؟؟ | 1241/42ع |
| 15 | غور (محمد ٿور ڪينٽري وڏي جو پٽ) | 1241/42ع | 1256ع |

| نمبر | نالو | کان | تائين |
|---|---|---|---|
| 16 | گھيرو (ٻيو) | 1256ع | 1259ع |
| 17 | دودو (ٽيون) | 1259ع | 1273/74ع |
| 18 | طائي (دودي ٽئين جو پٽ) | 1273/74ع | 1283/84ع |
| 19 | چنيسر (ٻيو) | 1283/84ع | 1300/01ع |
| 20 | ڀونگر (ٽيون) | 1300/01ع | 1315ع |
| 21 | خفيف (ٽيون) | 1315ع | 1332/33ع |
| 22 | دودو (چوٿون) | 1032/33ع | 1050ع |
| 23 | عمر (ٻيو) | ..... | ...... |
| 24 | ڀُنگر (چوٿون) | .... | ..... |
| 25 | همير (دودو) | 1350ع | 1352ع |

(حوالو: تصوير سنڌ ايمر ايڇ پنھور، ص: 31، 2006ع

## سومرا دور جو ادبي جائزو

1. هن دور ۾ سنڌ جا رومانوي داستان مثلاً: عمر ماروي، سسئي پنهون، مومل راڻو، ليلا چنيسر، سهڻي ميهار، سيف الملوڪ، سورٺ راءِ ڏياچ ۽ مورڙو مانگر مڇ ملن ٿا. اهي داستان سنڌي ٻوليءَ جو بنياد هئا.
2. رزميه واقعن، مقامي ڳالهين ۽ عام قصن ڪهاڻين تي مبني ڪهاڻيون ۽ داستان رائج ٿيا. جيڪي نثري داستانن ۽ آکاڻين جو بنياد پيا.
3. قصن ۽ واقعن ذريعي سنڌي بيت ڳاهه جي صورت ۾ ظاهر ٿيا. هي ابتدائي نوعيت جا بيت آهن، جيڪي ڳالهين ۽ واقعن جي وچ تي اچن ٿا ۽ موقعي توڙي محل کي وڌيڪ موثر بنائين ٿا.
4. هن دور ۾ واقعاتي ۽ بياني بيت پڻ ملن ٿا ته مدحيه (ساراهه ۾ چيل) ۽ هجويه (ملامت ڦٽڪار وارا) بيت به ملن ٿا.
5. هن دور جي مشهور لڙاين بابت جيڪي بيت ملن ٿا، اهي رزميه (جنگي) شاعريءَ جو سهڻو نمونو پيش ڪن ٿا.
6. اسماعيلي مبلغن جي ڪلام ۾ تبليغي نوعيت جا شعر ملن ٿا. جن ۾ اسلامي اصولن سان گڏ اخلاقي هدايتون ۽ دنيا جي بي ثابتي جو ذڪر به نظر اچي ٿو. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته روحانيت ۽ تصوف جو مضمون هن دور ۾ سنڌي شاعريءَ ۾ داخل ٿي چڪو آهي.
7. فني لحاظ کان گهڻي قدر بيت يا ڳاهه هندي ڇند ودِيا جي صنف دوها ڇند موجب ملن ٿا. دوها ڇند ۾ هر بيت ۾ به سٽون ٿين ۽ قافيو هر مصرع ۾ پويان اچي.
8. ڪي بيت سورٺا ڇند موجب به مليا آهن. اهڙن بيتن ۾ به به سٽون ٿين ٿيون پر قافيو پنهي سٽن جي وچ تي اچي ٿو.
9. ڪي بيت دوها سورٺا ميل وارا آهن. اهڙن بيتن جي پن سٽن مان هڪ دوها ڇند جي ته ٻئي سورٺ ڇند جي آهي.

10. ٽوڙڙا بيت ٽن سٽن وارا به مليا آهن. جهڙوڪ: پير پٺي جي روايت جي سلسلي ۾ آيل بيت ۽ ڏوري راءِ لاءِ هجويه بيت. جيڪو بهاولپور گزيٽيئر جي حوالي سان مليو آهي. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌي بيت ان ئي زماني ۾ ٽن سٽن تائين پهچي چڪو هو. اهو ٽن سٽن وارن بيتن ۾ هڪ سٽ دوها يا سورٺا ڇند واري، ٻي سٽ دوها ڇند واري ۽ ٽين سٽ سورٺا ڇند واري آهي يعني ٻن کان وڌيڪ سٽن جي حالت ۾ بيت جي پوئين سٽ جي وچ تي قافيو آڻڻ جي روايت ان وقت ئي موجود هئي. اها اڳتي هلي سنڌي بيت جي مستقل فني روايت بڻجي وئي.

11. اسماعيلي مبلغن جا چيل گنان وائي يا ابتدائي نوعيت جي ڪافيءَ جي سٽاءَ جي نشاندهي ڪن ٿا. جن ۾ پهرين مصرع ٿل ۽ ورائي جو ڪم ڏئي ٿي.

12. ان کان سواءِ نيم عشقيه قصا پڻ ملن ٿا. جن جو سومرن جي دور حڪومت سان تعلق آهي جن ۾ ڏمرُ سوناري مل محمود، مهر ناز ۽ خدا دوست شامل آهن. هن دور جا رزميه داستان: سومرن ۽ گجرات جون لڙايون، دودي ۽ چنيسر جي ويڙهه، ڄام حالي ۽ همير سومري جا واقعا ملن ٿا. ان کانسواءِ لوڪ ادب به هن دور ۾ سرجيو مثلاً ڳاهه، ڳيچ، واقعاتي بيت، بياني بيت، لوڪ داستان ۽ رزميه شاعري وغيره جڙي وئي. ان کانسواءِ اسماعيل مبلغن گنان به هن دور ۾ چيا. هن دور جي شاعرن ۾ سمنگ چارڻ، پاڳو پان، پير صدرالدين، سيد نور الدين شاهه جا نالا سر فهرست آهن.

٭٭

# سما دور

## (1350ع _ 1520ع)

1. سمن ڪنهن کان حڪومت حاصل ڪئي؟

(1) سومرن کان (2) عربن کان

(3) غزنوين کان (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. سمن سنڌ تي اٽڪل ڪيترا سال حڪومت ڪئي؟

(1) 150 سال (2) 160 سال (3) 170 سال (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. سما حڪمران ڪهڙي لقب سان مشهور هئا؟

(1) ڄام (2) مير (3) نواب (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. سما خاندان جو پهريون حڪمران ڪير هو؟

(1) ڄام نظام الدين (2) ڄام فيروز الدين

(3) سلطان فيروز احمد (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. سمن حڪمرانن جو اوائلي تخت ڪهڙو هو؟

(1) ديبل (2) ٺٽو (3) سمانگر (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. سما دور کي سنڌي ادب جو ڇا سڏيو وڃي ٿو؟

(1) تعميري (2) ابتدائي (3) عروجي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. سما دور ۾ ڪهڙيون ٻوليون سرڪاري طور استعمال ٿينديون هيون؟

(1) سنڌي ۽ عربي (2) سنڌي ۽ فارسي

(3) فارسي ۽ عربي (4) انهن مان ڪابہ نہ

8. ماموئي فقيرن جو تعداد ڪيترو هو؟

(1) پنج (2) ڇهہ (3) ست (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. ماموئي فقيرن جي ڪيل اڳڪٿي بعد سائن ڇا ٿيو؟

(1) قتل ڪرايا ويا (2) ڦاسي چاڙهيا ويا

(3) ڏيهه نيڪالي ملي (4) انهن مان ڪوبه نه

10. سما دور جي شاعرن جو ذڪر سڀ کان اول ڪهڙي ڪتاب ۾ مليو آهي؟

(1) چچ نامو (2) تحفتہ الڪرام

(3) قديم سنڌ (4) انهن مان ڪوبه نه

11. سما دور جو مشهور رومانوي داستان ڪهڙو آهي؟

(1) ڄام لاکو ۽ مهر راٺي (2) ڄام اُڏو ۽ هوٿل پري

(3) نوري ڄام تماچي (4) انهن مان ڪوبه نه

12. سما دور جا ٻيا ڪهڙا رومانوي داستان آهن؟

(1) دريا خان ۽ همون ماڇي، مري ۽ مگس، ڄام جوڻڙ ۽ ٻوبنا، ڄام لاکو ۽ اوڏڻ، ڄام اُڏو ۽ هوٿل پري

(2) ليلا چنيسر ۽ مومل راڻو (3) انهن مان ڪوبه نه

13. سما دور ۾ دوهي جو باني ڪار ڪير آهي؟

(1) قاضي قادن (2) شيخ حماد جمالي

(3) اسحاق آهنگر (4) انهن مان ڪوبه نه

14. شيخ حماد جمالي ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) ٺٽي پرسان (2) بدين پرسان

(3) حيدرآباد پرسان (4) انهن مان ڪوبه نه

15. شيخ حماد جماليءَ جي قبر ڪٿي واقع آهي؟

(1) سٺين جو آستان (2) پنهور (3) مڪلي (4) انهن مان ڪوبه نه

16. شيخ حماد جماليءَ جو همعصر شاعر نوح هوٿياڻي ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) خيبر (2) ڀٽ شاهه (3) ٽنڊو آدم (4) انهن مان ڪوبه نه

17. سمن جي دور ۾ مهدوي تحريڪ جو ڪهڙو اڳواڻ تبليغ جي سلسلي ۾ سنڌ آيو؟

(1) سيد ميران محمد مهدوي جونپوري (2) محمود غزنوي

(3) شاهه بيگ ارغون (4) انهن مان ڪوبه نه

18. سيد ميران محمد مهدوي جونپوريءَ جا ٻيڙا ڪهڙي سنڌي بزرگ سان ويجهو ٻوڙايا هئا؟

(1) قاضي قادن (2) سيد حيدر شاهه سنائي

(3) مخدوم بلاول (4) انهن مان ڪوبه نه

19. سمن جي ڪهڙي قصي بابت وڌ کان وڌ ڳاهون ملن ٿيون؟

(1) نوري ڄام تماچي (2) ڄام جراڙ ۽ ٻوبنا

(3) ڄام اڏو ۽ هوٿل پري (4) انهن مان ڪوبه نه

20. سمن جي دور ۾ ڪهڙو مشهور سياح سنڌ ۾ گهمڻ آيو؟

(1) ابن بطوطه (2) ابن حوقل

(3) بشارت السنڌي (4) انهن مان ڪوبه نه

21. مخدوم احمد ڀٽي ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) حيدرآباد (2) لاڙڪاڻو (3) هالا ڪنڊي (4) انهن مان ڪوبه نه

22. سوناري ڇوڪري جو شعر ٻڌڻ بعد ڪهڙو شاعر وفات ڪري ويو؟

(1) مخدوم احمد ڀٽي، (2) قاضي قادن

(3) اسحاق آهنگر (4) انهن مان ڪوبه نه

23. سمن جي سلطنت ڪتاب ڪنهن جو لکيل آهي؟

(1) آزاد قاضي (2) غلام محمد لاکو

(3) شمس سراج (4) انهن مان ڪوبه نه

24. سمن جي دور ۾ ڪهڙي حملي آور ٺٽي شهر کي ساڙايو؟

(1) شاهه بيگ ارغون (2) شاهه حسن ارغون

(3) ذوالقرنين بيگ ارغون (4) انهن مان ڪوبه نه

25. ملا عبدالرحمان عرف ملا لٽر جو واسطو ڪهڙي دور سان هو؟

(١) سما دور (٢) ارغون دور (٣) مغل دور (٤) انهن مان ڪو به نه

26. سمن جي دور ۾ شاعريءَ جي ڪهڙي صنف کي عروج مليو؟

(١) ڪافي (٢) وائي (٣) الف اشباع (٤) انهن مان ڪا به نه

27. موروڙي مانگر مڇ جي قصي کي سڀ کان اول تمثيلي طور ڪنهن ڳاتو؟

(١) قاضي قادن (٢) مخدوم نوح (٣) شيخ عبدالجليل چوهڙ (٤) انهن مان ڪو به نه

## سما دور (معروضي سوالن جا جواب)

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(6) | 3(5) | 2(4) | 1(3) | 3(2) | 1(1) |
| 1(12) | 3(11) | 2(10) | 1(9) | 3(8) | 2(7) |
| 2(18) | 1(17) | 1(16) | 3(15) | 1(14) | 2(13) |
| 1(24) | 2(23) | 1(22) | 3(21) | 1(20) | 3(19) |
| | | | 3(27) | 3(26) | 1(25) |

# سما دور جون مشهور شخصيتون

## اسحاق آهنگر

## (وفات: 1502ع ڌاري)

1. اسحاق آهنگر ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) ٺٽو (2) حيدرآباد (3) مٽياري (4) انهن مان ڪوبه نه

2. اسحاق آهنگر جو ذڪر سڀ کان اول ڪهڙي ڪتاب ۾ ملي ٿو؟

(1) تحفته الڪرام (2) تذڪره لطيفي

(3) حديقته الاولياءُ (4) انهن مان ڪوبه نه

3. حديقته الاولياءُ ڪتاب جو مصنف ڪير آهي؟

(1) سيد عبدالقادر (2) مير علي شير قانع ٺٽوي

(3) علي ڪوفي (4) انهن مان ڪوبه نه

4. سيد عبدالقادر ڪنهن وٽان اسحاق آهنگر جو ذڪر ٻڌو؟

(1) شيخ وريل (2) شيخ پريو ويرداس

(3) شيخ عبدالحليم (4) انهن مان ڪوبه نه

5. سيد عبدالقادر جي ملاقات شيخ پريي سان ڪٿي ٿي هئي؟

(1) گنجو ٽڪر (2) مڪلي (3) رني ڪوٽ (4) انهن مان ڪوبه نه

6. اسحاق آهنگر ذات جو ڪير هو؟

(1) لوهار (2) شيخ (3) ميمڻ (4) انهن مان ڪوبه نه

7. اسحاق آهنگر جا ڪل ڪيترا شعر ملن ٿا؟

(1) هڪ (2) ٻه (3) ٽي (4) انهن مان ڪوبه نه

8. هيٺيون بيت ڪنهن جو آهي؟

هُجان مان جهرڪ، ويهان پرينءَ جي ڇڄ تي،

مان ڪرن ٻرڪ. ٻولي ٻاجهاري ۾ مون سين

(1) قاضي قادن (2) اسحاق آهنگر

(3) ميون شاهہ عنات (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. موضوع جي لحاظ کان اسحاق آهنگر جو بيت ڪهڙي هيئت جو آهي؟

(1) عشقيہ (2) سماجي (3) مذهبي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. اسحاق آهنگر کي سنڌي ادب ۾ سڀ کان اول ڪنهن متعارف ڪرايو؟

(1) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (2) آغا سليم

(3) ڊاڪٽر عمر بن دائود پوٽو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## اسحاق آهنگر (معروضي سوالن جا جواب)

| 2(1) | 3(2) | 1(3) | 2(4) | 1(5) | 1(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(7) | 2(8) | 1(9) | 3(10) | | |

# قاضي قادن
## (1463ع _ 1551ع)

1. قاضي قادن جو ذڪر سڀ کان اول ڪهڙي ڪتاب ۾ ملي ٿو؟

(1) تحفتہ الڪرام (2) تاريخ معصومي

(3) چچ نامو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. ڪتاب تاريخ معصومي جو ليکڪ ڪير آهي؟

(1) مير محمد معصوم بکري (2) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

(3) حاجي معصوم (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. قاضي قادن ڪلاسيڪل شاعريءَ جو ڇا آهي؟

(1) بنيادي شاعر (2) اهم شاعر

(3) ٻيو نمبر شاعر (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. قاضي قادن ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 1463ع (2) 1470ع (3) 1475ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. قاضي قادن جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) قاضي ابو ثريد (2) قاضي ابو سعيد

(3) قاضي ابو رشيد (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. قاضي قادن جا سڀ کان اول ڪيترا بيت مليا هئا؟

(1) ست (2) نو (3) ڏهہ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. قاضي قادن جا ست بيت ڪهڙي ملفوظات مان مليا؟

(1) شاهہ جو رسالو (2) بيان العارفين

(3) ملفوظات قاضي قادن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. بيان العارفين ۾ ٻيو ڪهڙي شاعر جو ڪلام شامل آهي؟

(1) شاهہ عبدالڪريم بلڙي وارو (2) شاهہ عبداللطيف ڀٽائي

(3) قاضي قادن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. قاضي قادن جو ٻيو ڪلام ڪهڙي محقق ڳولهي لڌو؟

(1) مرلي ڌر جيٽلي (2) تولا رام سوتهڙ (3) هيرو ٺڪر

10. هيري ٺڪر، قاضي قادن جا بيت 1978ع ڌاري هرياڻہ صوبي جي ڪهڙي ڳوٺ مان ڳولي لڌا؟

(1) راٿيلا ڳوٺ (2) بمبئي (3) راجستان (4) انهن مان ڪوبہ نہ

11. قاضي قادن جو هرياڻا مان مليل بيت ڪهڙي لپي ۾ لکيل هئا؟

(1) خواجڪي (2) ديوناگري (3) هندي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

12. هيرو ٺڪر پاران قاضي قادن جي ڳولي لڌل بيتن جو ڪُل تعداد ڪيترو آهي؟

(1) 112 (2) 115 (3) 120 (4) انهن مان ڪوبہ نہ

13. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ٻَنِ ماخذن جي آڌار تي قاضي قادن جا ڪيترا بيت پنهنجي رسالي ۾ شامل ڪيا آهن؟

(1) 130 (2) 135 (3) 140 (4) انهن مان ڪوبہ نہ

14. ڊاڪٽر عمر بن دائودپوٽي، قاضي قادن کي سنڌي شاعريءَ جو ڇا ڪري سڏيو آهي؟

(1) وهائو تارو (2) نشابر شاعر (3) بانيڪار (4) انهن مان ڪوبہ نہ

15. قاضي قادن جا وڏا اصل ڪٿان جا رهاڪو هئا؟

(1) سيوهڻ (2) حيدرآباد (3) سکر (4) انهن مان ڪوبہ نہ

16. ڊاڪٽر عمر بن دائودپوٽي، قاضي قادن کي سيوهڻ سان تعلق هجڻ سبب ڇا ڪري لکيو آهي؟

(1) سيوهڻائي (2) سيوهڻ رهواسي

(3) سيوستاني (4) انهن مان ڪوبہ نہ

17. قاضي قادن ڪهڙي صنف جو شاعر آهي؟

(1) بيت (2) وائي (3) ڪافي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

18. قاضي قادن جي ڪلام تي ڪهڙي تحريڪ جو اثر نمايان آهي؟

(1) اسماعيلي (2) مهدوي (3) چشتي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

19. قاضي قادن سمن جي دور کان علاوہ ٻيو ڪهڙي دور جو شاعر آهي؟

(1) سما (2) ارغون (3) مغل (4) انهن مان ڪوبہ نہ

20. قاضي قادن جا بيت ڪهڙي سٽاءَ ۾ لکيل آهن؟

(1) دوها ڇند (2) سورٺا (3) الف اشباع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

21. قاضي قادن کي ارغون حڪمران شاهہ حسن بکر جو ڇا ڪري مقرر ڪيو؟

(1) صوبيدار (2) قاضي (3) گورنر (4) انهن مان ڪوبہ نہ

22. قاضي قادن کي ڪهڙي محقق سنڌي شاعريءَ جو ابو ڪري سڏيو آهي؟

(1) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (2) ڊاڪٽر عمر بن دائود پوٽو

(3) آغا سليم (4) انهن مان ڪوبہ نہ

23. قاضي قادن آخري دور ۾ ڪهڙي شهر ڏانهن هجرت ڪري ويو؟

(1) گجرات (2) راجستان (3) مديني منوره (4) انهن مان ڪوبہ نہ

24. قاضي قادن ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 1545ع (2) 1551ع (3) 1560ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

25. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، قاضي قادن جو ڪلام قاضي قادن جو رسالو جي نالي سان 1999ع ۾ سنڌيالاجي طرفان ڇپرائي پڌرو ڪيو.

26. هيري ٺڪر 1978ع ۾ قاضي قادن جو ڪلام جي نالي سان دهليءَ مان ڇپرائي پڌرو ڪيو.

27. ڊاڪٽر تنوير عباسي جو قاضي قادن تي لکيل تحقيقي مقالو قاضي قادن جي شاعري جي عنوان سان ماهوار پيغام ڪراچي، رسالي ۾ 1980ع ۾ ڇپيو.

## قاضي قادن (معروضي سوالن جا جواب)

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(6) | 2(5) | 1(4) | 1(3) | 1(2) | 2(1) |
| 1(12) | 2(11) | 1(10) | 3(9) | 1(8) | 2(7) |
| 2(18) | 1(17) | 3(16) | 1(15) | 2(14) | 2(13) |
| 2(24) | 3(23) | 1(22) | 2(21) | 1(20) | 2(19) |

## سما دور جا پيا ڪي مشهور شاعر ۽ بزرگ

1. شيخ حماد جمالي (وفات: 1368ع)
2. مخدوم احمد ڀٽي (وفات: 1528ع)
3. مخدوم نوح هوٿياڻي (وفات: 1389ع)

4. پير تاج الدين (1367ع_ 1467ع)
5. شيخ عبدالجليل چوهڙ (وفات: 1504ع)
6. سيد حيدر شاهه سنائي (وفات: 1530ع)

## سما دور جا حڪمران

| نمبر | حڪمران جو نالو | کان | تائين |
|---|---|---|---|
| 1 | جام فيروز الدين انڙ بن بابينو | 1350ع | 1353ع |
| 2 | صدرالدين جام بابينو (ثاني) | 1353ع | 1367ع |
| 3 | رڪن الدين جام تماچي (اول) | 1367ع | 1376ع |
| 4 | علاوالدين جام جوڻو (ٻيو) | 1376ع | 1388ع |
| 5 | رڪن الدين جام تماچي (ثاني) | 1388ع | 1392ع |
| 6 | جام صلاح الدين | 1392ع | 1404ع |
| 7 | جام نظام الدين (اول) | 1404ع | 1406ع |
| 8 | جام علي شير | 1406ع | 1412ع |
| 9 | جام ڪرن | ڏيڍ ڏينهن | قتل ٿيو |
| 10 | جام سڪندر شاهه صدرالدين | 1412ع | 1413ع |
| 11 | جام فتح خان | 1413ع | 1428ع |
| 12 | جام تغلق شاهه جوڻو | 1428ع | 1453ع |
| 13 | جام مبارڪ علي | ٽي ڏينهن | تڙجي ويو |
| 14 | جام سڪندر شاهه (ثاني) | 1353ع | 1454ع |
| 15 | صدرالدين شاهه<br>جام سنجر عرف راءِ ڏنو | 1454ع | 1461ع |
| 16 | جام نظام الدين (ثاني) جام نندو | 1461ع | 1508ع |
| 17 | ناصر الدين ابو الفتح سلطان فيروز (ثاني) | 1508ع | 1512ع |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 18 | سلطان صلاح الدين شاهه | 1511ع | 1511ع |
| 19 | سلطان ڦيروز الدين (ثاني) ٻيو ڀيرو | 1511 | 1521ع |

## سمن جي دور جو ادبي جائزو

1. هن دور ۾ سنڌي ٻوليءَ کي هٿي ملي.
2. هن دور ۾ سخا ۽ سورهيائيءَ جي قصن کي پڻ ڳايو ويو.
3. سنڌي نثر ۾ نوان رومانوي قصا ۽ داستان رونما ٿيا، جن کي شاهه لطيف سميت ٻين ڪلاسيڪل شاعرن پنهنجي ڪلام ۾ ڳايو.
4. هن دور ۾ دهليءَ جي حڪمرانن سنڌ تي حملا ڪيا. جنهن ڪري ماڻهن ۾ وطن کي ڌارين جي غلاميءَ کان آزاد رکڻ جو جذبو پيدا ٿيو انهيءَ جذبي جي عالمن ۽ بزرگن به همت افزائي ڪئي.
5. ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ مطابق مخدوم بلاول (1522ع) کي هن دور ۾ شهيد ڪيو ويو.
6. هن دور ۾ سرڪاري زبان فارسي ۽ سنڌي هئي فارسيءَ ۾ تصنيف ۽ تاليف جو آغاز ٿيو ۽ سنڌ بلند پايه شاعر پيدا ڪيا. ان کانسواءِ ان دور ۾ اسلامي علمن ۽ فنن به وڏي ترقي ڪئي.
7. ڪيترائي جيد عالم پيدا ٿيا، جهڙوڪ: قاضي قادن، حماد جمالي، شيخ عيسيٰ لنگوٽي، شيخ جهنڊو پاتڻي، ڄام ننڊو (ڄام نظام الدين)، مخدوم بلال، ملا عبدالرحمان عرف ملا لٽر وغيره.
8. سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪاٺياواڙ، ڪڇ، گجرات، لسٻيلي، قلات، مڪران، سبي، پاڙيسري لاسي، جدگالي، ٿري محاورا وجود ۾ آيا.
9. عوام کان سواءِ حڪمرانن جي به مادري زبان سنڌي هئي. ان کان سواءِ حڪمران پاڻ ۽ پاڻن جي به سرپرستي ڪندا هئا. انهيءَ ڪري سنڌي شاعريءَ ۾ سنڌي قصن جو عام چرچو ٿيو.

10. هن دور ۾ سنڌي بيت جو ارتقائي سفر شروع ٿيو.
11. الف اشباع وارو قافيو ڀوريون دفعو سمن جي دور ۾ 1486ع ۾ پير مراد شيرازي ٿٽوي، جي چيل دعائيه فقري او پاتي) رب ڏٺي وڏي جمارا ۾ ملي ٿو جنهن جو عروج پوءِ ڪلهوڙن جي دور ۾ ٿيو.
12. سنڌ جي صوفي بزرگن به سنڌي شعر جي سرپرستي ڪئي. هنن پنهنجا خيال ويچار ۽ تصوف جا مسئلا سنڌي بيتن جي صورت ۾ بيان ڪيا.
13. هن دور جا جيڪي بيت مليا آهن انهن مان ڪي اڪيلائي جي نوعيت جا آهن. ڪن ۾ خوشحالي، جي تمنا آهي ۽ ڪن ۾ ورڻ معمائي انداز آهي.
14. هن دور جي ڪيترن ئي بيتن ۾ ان وقت جي سياسي ماحول، سنڌ جي تاريخ، جاگرافي، مذهبي تحريڪن جي اثر ۽ ماحول جي عڪاسي، جا اهڃاڻ ملن ٿا. شيخ حماد، درويش نوح هوٿياڻي ۽ ماموئي فقيرن جي بيتن ۾ سياسي ماحول جو عڪس نظر اچي ٿو.
15. قاضي قادن، اسحاق آهنگر ۽ ماموئي فقيرن جي بيتن مان سنڌ جي ڳوٺاڻي زندگي ۽ ماحول جي عڪاسي ٿئي ٿي.
16. هن دور ۾ ڪيترائي عشقيه داستان مشهور ٿيا. دريا خان ۽ مورن ٻائي، نوري ڄام تماچي، مري ۽ مگڻ ڄام جراڙ ۽ ٻوبنا، ڄام لاکو ۽ اوڏڻ ڄام اوڍو ۽ هوٿل پري وغيره مشهور مثال آهن.

❁❁

# ارغون دور
# (1521ع _ 1555ع)

1. ارغون دور جي شروعات ڪڏهن ٿي؟

(1) 1500ع (2) 1510ع (3) 1521ع (4) انهن مان ڪوبه نه

2. ارغونن ڪهڙي حڪمران کان حڪومت حاصل ڪري سنڌ تي قبضو ڪيو؟

(1) ڄام نظام الدين سمون (2) ڄام فيروز

(3) دولهه دريا خان (4) انهن مان ڪوبه نه

3. ارغون سنڌ ۾ ڪٿان آيا؟

(1) قنڌار (2) چين (3) راجسٿان (4) انهن مان ڪوبه نه

4. ارغونن جو پهريون حاڪم ڪير هو؟

(1) ذوالنون بيگ ارغون (2) شاهه بيگ ارغون

(3) شاهه حسن ارغون (4) انهن مان ڪوبه نه

5. شاهه بيگ سڀ کان اول سنڌ جي ڪهڙي شهر کي پنهنجي وحشت جو نشانو بڻايو؟

(1) بکر (2) ديبل (3) ٺٽو (4) انهن مان ڪوبه نه

6. شاهه بيگ ارغون سنڌ تي ڪيترا سال قابض رهيو؟

(1) هڪ سال (2) ٻه سال (3) ٽي سال (4) انهن مان ڪوبه نه

7. شاهه بيگ ارغون سان ٺٽي ٻاهران ڪهڙي مشهور سنڌي سورمي مقابلو ڪري شهادت ماڻي؟

(1) هوشو شيدي (2) هيمون ڪالاڻي

(3) دولهه دريا خان (4) انهن مان ڪوبه نه

8. ٽلٽي جي ميدان ۾ شاهه بيگ سان سنڌ جي ڪهڙن قبيلن جنگ جوٽي ۽ مقابلو ڪيو؟

(1) سوڍن ۽ سمن (2) چانڊين ۽ مڱسين

(3) جتن ۽ جمالين (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. شاهہ بيگ ارغون ڪهڙي سنڌي بزرگ کي گهاڻي ۾ پيڙايو؟

(1) شاهہ عنايت (2) مخدوم بلاول

(3) شاهہ حيدر سنائي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. شاهہ بيگ ارغون بکر جي قلعي ۾ ڪهڙي قبيلي جي 47 سردارن کي بغاوت جي ڏوهہ ۾ قتل ڪرايو؟

(1) ڌاريجا (2) چانڊيا (3) سهتا (4) انهن مان ڪوبہ نہ

11. شاهہ بيگ ارغون جي 1522ع ۾ وفات بعد سنڌ تي ڪهڙي ارغون حڪمراني ڪئي؟

(1) ذوالنون بيگ ارغون (2) شاهہ حسن ارغون

(3) مرزا عيسيٰ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

12. شاهہ بيگ ارغون جي ڏهاڙن ۾ شير شاهہ سوريءَ ڪنهن کي شڪست ڏني؟

(1) همايون (2) عيسيٰ بيگ مرزا

(3) اڪبر بادشاهہ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

13. همايون سنڌ ۾ ڪڏهن داخل ٿيو؟

(1) 1535ع (2) 1541ع (3) 1545ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

14. همايون کي سنڌ جي ڪهڙي شهر ۾ اڪبر ڄائو؟

(1) شڪارپور (2) سيوهڻ (3) عمرڪوٽ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

15. ارغون دور ۾ سنڌ جي سرڪاري ٻولي ڪهڙي هئي؟

(1) عربي (2) فارسي (3) سنڌي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

16. ارغون دور جو سڀ کان وڏو شاعر ڪير هو جنهن جو ذڪر سما دور ۾ بہ ملي ٿو؟

(1) مبارڪ سنڌي (2) ميون شاهہ عنات

(3) قاضي قادن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

17. ارغون دور جي مشهور تعليمي ماهر ۽ نثر نگار جو نالو ٻڌايو؟

(1) مخدوم محمد جعفر بوبڪائي (2) محمد شمس بوبڪائي

(3) مخدوم ابوبڪر بوبڪائي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

18. حاصل النهج ڪتاب ڪنهن جي تصنيف آهي؟

(1) مخدوم محمد جعفر بوبڪائي (2) محمد شمس بوبڪائي

(3) قاضي قادن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

19. ارغون دور ۾ ڪهڙي سنڌي شاعر بيت کي چٽن مٿان تائين رسايو؟

(1) قاضي قادن (2) سيد علي ثنوي

(3) درس علاءالدين (4) انهن مان ڪوبہ نہ

20. ارغونن ۽ ترخانن جي دور حڪومت بابت سنڌ جي تاريخ ڪتاب جو مصنف ڪير آهي؟

(1) اعجاز قريشي (2) عطا محمد ڀنڀرو

(3) غلام محمد لاکو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

21. ڪتاب سنڌ ارغون دور ۾ جو ليکڪ ڪير آهي؟

(1) غلام محمد لاکو (2) اڪرام ساگر عباسي

(3) عيسيٰ ميمڻ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

22. سيد علي ثاني ثنوي (1486ع _ 1573ع) ڪهڙي دور جو شاعر ٿي گذريو آهي؟

(1) سومرا دور (2) ارغون دور (3) ڪلهوڙا دور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

23. ارغون دور جي شاعر راجيو سٽيو ڌل الڪل ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 1569ع (2) 1582ع (3) 1590ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

24. ارغون دور ۾ ان شاعره جو نالو ٻڌايو جنهن جو رڳو نالو ملي ٿو ڪو ڪلام نہ ٿو ملي؟

(1) مرڪان شيخ (2) مائي ساران

(3) مائي جتي (4) انهن مان ڪابہ نہ

## ارغون دور (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(6) | 3(5) | 2(4) | 1(3) | 2(2) | 1(1) |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(12) | 2(11) | 1(10) | 2(9) | 1(8) | 3(7) |
| 1(18) | 1(17) | 3(16) | 2(15) | 3(14) | 2(13) |
| 2(24) | 1(23) | 2(22) | 2(21) | 1(20) | 2(19) |

# مخدوم نوح سرور هالائي
## (1506ع ـ 1590ع)

1. مخدوم نوح سرور هالائي ڪهڙي دور جو بزرگ ٿي گذريو آهي؟
(1) سما (2) ارغون، ترخان (3) ڪلهوڙا (4) انهن مان ڪوبہ نہ
2. مخدوم نوح هالائي ڪڏهن پيدا ٿيو؟
(1) 21 رمضان 911هہ/ 21 فيبروري 1506ع (2) فيبروري 1530ع
(3) فيبروري 1540ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ
3. مخدوم نوح هالائي پيو ڪهڙي نالي سان مشهور آهي؟
(1) غوث الحق مخدوم لطف الله (2) ميان لطيف الله مخدوم
(3) مخدوم الهڏنو (4) انهن مان ڪوبہ نہ
4. مخدوم نوح جي والد جو نالو ڇا هو؟
(1) مخدوم طالب المولىٰ (2) مخدوم خضر حيات
(3) مخدوم نعمت الله (4) انهن مان ڪوبہ نہ
5. مخدوم نوح جي ولادت ڪهڙي ڳوٺ ۾ ٿي؟
(1) ڳوٺ ٽوڙي (2) ڳوٺ خيبر
(3) ڳوٺ لوڙهي (4) انهن مان ڪوبہ نہ
6. مخدوم نوح جي نسب جو سلسلو ڪنهن سان وڃي ملي ٿو؟
(1) حضرت عليؑ (2) حضرت ابوبڪر صديقؓ
(3) حضرت امام جعفر (4) انهن مان ڪوبہ نہ
7. مخدوم نوح سرور هالائيءَ جو سڀ کان اول ذڪر ڪهڙي ڪتاب ۾ ملي ٿو؟

(1) حديقته الاولياءُ (2) تذڪرهٔ لطفي

(3) چچ نامہ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. ڪتاب حديقته الاولياءُ جو مصنف ڪير آهي؟

(1) سيد عبدالقادر ٺٽوي (2) سيد غلام قادر حديقہ

(3) سيد قادر داد حديقہ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. مخدوم نوح ڪنهن وٽان تعليم حاصل ڪئي؟

(1) مخدوم نعمت الله (2) مخدوم عنايت الله

(3) عربي ڏياني (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. مخدوم نوح قرآن مجيد جو ڪهڙي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو؟

(1) سنڌي (2) فارسي (3) اردو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

11. مخدوم نوح ارغون دور کان علاوه ٻيو ڪهڙي دور جو شاعر آهي؟

(1) ڪلهوڙا (2) مغل (3) ترخان (4) انهن مان ڪوبہ نہ

12. ڪتاب مخدوم نوح جا سهيوڳي جو مصنف ڪير آهي؟

(1) پروفيسر محبوب علي چنا (2) مخدوم طالب المولى

(3) مخدوم جميل الزمان (4) انهن مان ڪوبہ نہ

13. مخدوم نوح شاعريءَ کان علاوه ٻيو ڪهڙي حوالي سان مشهور آهي؟

(1) سياست جي ڪري (2) مذهبي خطبن جي ڪري

(3) سماجي ڪمن جي ڪري (4) انهن مان ڪوبہ نہ

14. هيٺيون بيت ڪنهن جو آهي؟

**پيشي جا پرڀات، سا ماڪ مَ پاڻيءُ ماڻهنا،**

**روئي ڇڙي رات، ڏسي ڏکوئين کي.**

(1) شاهہ عبداللطيف ڀٽائي (2) شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ وارو

(3) مخدوم نوح هالائي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

15. مخدوم طالب المولى پنهنجي ڪهڙي ڪتاب ۾ شاهہ جي رسالي جي سُر بسنت بهار جا ڪجهہ بيت مخدوم نوح جي نالي سان شامل ڪيا آهن؟

(1) چهرو ۾ چڙهيون (2) يادِ رفتگان

(3) مصريءَ جون تڙيون (4) انهن مان ڪوبہ نہ

16. مخدوم نوح هالائيءَ جو فارسيءَ ۾ ڪيل قرآن مجيد جو ترجمو سنڌي ادبي بورڊ ڇاپي شايع ڪيو، ڪهڙي نالي سان ڇپرايو؟
(1) مخدوم نوح جو فارسي ترجمو (2) قرآن مجيد
(3) قرآن الحڪيم (4) انهن مان ڪوبہ نہ

17. مخدوم نوح ڪهڙي وڏي شاعر جو همعصر هو؟
(1) شاهہ عبداللطيف ڀٽائي (2) پير محمد لکوي
(3) شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ وارو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## مخدوم نوح سرور هالائي (معروضي سوالن جا جواب)

| 2(1) | 1(2) | 1(3) | 3(4) | 1(5) | 2(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(7) | 1(8) | 3(9) | 2(10) | 3(11) | 1(12) |
| 2(13) | 3(14) | 1(15) | 3(16) | 2(17) | |

## ارغون دور جا ڪي پيا مشهور شاعر ۽ بزرگ

1. قاضي قادن (1463ع_1551ع)
2. مخدوم محمد جعفر بوبڪائي (وفات 1594ع ڌاري)
3. سيد علي ثاني ٺٽوي (1486ع_1573ع)
4. راجيو سٽيو دل (وفات: 1569ع ڌاري)
5. درس علاءُ الدين
6. شيخ لاڏ جيئو (1523ع_1598ع)
7. سيد ابوبڪر لڪياري.

ارغون دور جا حڪمران

| نمبر | نالو | کان | تائين |
|---|---|---|---|
| 1 | شاهہ بيگ ارغون | 1521ع | 1522ع |
| 2 | شاهہ حسن ارغون | 1522ع | 1555ع |

❀❀

# ترخان دور
## (1555ع_1592ع)

1. ارغون حڪمران شاهہ حسن ڪڏهن وفات ڪئي؟
(1) 1550ع (2) 1554ع (3) 1558ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. شاهہ حسن جي وفات بعد سنڌ ڪيترن حصن ۾ ورهائجي وئي؟
(1) ٻن (2) ٽن (3) چئن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. ترخان دور ۾ اتر سنڌ واري حصي جو حڪمران ڪير ٿيو؟
(1) سلطان محمود غزنوي (2) سلطان محمود بکري
(3) سلطان محمود سکر آبادي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. سنڌ جي ٻئي حصي (هيٺائين) جو حڪمران ڪير ٿيو؟
(1) مرزا عيسيٰ ترخان (2) مرزا جاني بيگ ترخان
(3) ميرزا صفدر بيگ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. مرزا عيسيٰ ترخان گاديءَ تي ڪڏهن ويٺو؟
(1) 1555ع (2) 1560ع (3) 1565ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. ترخان دور ۾ سنڌ جي سرڪاري ٻولي ڪهڙي هُئي؟
(1) عربي (2) سنڌ (3) فارسي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. ترخانن جو سنڌ تي آخري حڪمران ڪير هو؟
(1) مرزا جاني بيگ (2) مرزا عيسيٰ بيگ
(3) مرزا باقي ترخان (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. اڪبر بادشاهہ 1591ع ۾ ڪنهن کي سنڌ ۾ موڪليو جنهن بعد ترخانن جي حڪومت جو خاتمو آيو؟
(1) مرزا اسد بيگ (2) مرزا عبدالرحيم خان خانان

| 15 | ميان غلام نبي خان ڪلهوڙو | 1776ع | 1777ع |
|---|---|---|---|
| 16 | ميان عبدالنبي خان ڪلهوڙو | 1777ع | 1782ع |

## ڪلهوڙا دور جو ادبي جائزو

1. ڪلهوڙن جي دور جي شروعات صوفي شاهه عنايت جي شهادت سان ٿي.
2. ڪلهوڙن جي دور ۾ خونريزيءَ باوجود حڪومت طرفان مهربان روش ۽ امن پسند سياست سبب سنڌي ادب وڏي ترقي ڪئي.
3. سن 1700ع ۾ مخدوم ابوالحسن سنڌي رسم الخط ظاهر ڪيو جنهن ۾ عربي ۽ فارسي اکرن کان سواءِ نيٺ سنڌي آوازن لاءِ نيون صورتون مقرر ڪيائين. جيڪو بعد ۾ سن 1853ع ۾ سرڪاري طور منظور ڪيو ويو.
4. سنڌي ۾ پهريون منظوم ڪتاب مقدمه الصلوات لکيو ويو جنهن کانپوءِ ڪتاب لکڻ جو رستو کليو.
5. بيت، فني لحاظ کان ارتقائي منزلون طئي ڪري فني پختگي ۽ وسعت حاصل ڪئي. سنڌس سنوارڻ ۽ سينگارڻ جي سلسلي ۾ شاهه عنات رضوي راهه گهڙي ۽ شاهه لطيف ڪيس انهيءَ راهه تان وٺي عروج تي پهچايو.
6. شاهه لطيف بيتن ۾ حديثن ۽ آيتن جو استعمال ڪيو.
7. هندي شاعريءَ جي اثر هيٺ سينگار جي نالي سان هڪ نئين صنف وجود ۾ آئي. شاهه عنات رضوي ۽ شاهه لطيف جي ڪلام ۾ به سينگار جا بيت ملن ٿا. پر سينگار جا اوائلي ۽ خاص شاعر جلال ڪڇي ۽ صابر موچي آهن.
8. ڪلهوڙن جي دور ۾ ڪافيءَ جا ڪيترائي شاعر پيدا ٿيا، جن ۾ سرفهرست سچل سرمست جو ڏاڏو صاحبڏنو فاروقي وغيره شامل هئا.

9. الف اشباع جي شروعات پير محمد لکوي ڪئي هئي پر مخدوم ابوالحسن ان ۾ مڪمل ڪتاب مقدمہ صلوٰت لکي، پيهر رواج ۾ آندو ان کانپوءِ مخدوم هاشم ٺٽوي، مخدوم ضيا ۽ عبدالرحيم گرهوڙي ان ۾ منظوم ڪتاب لکيا. هن نظم کيڪب ڇڇبو هو.
10. مولود، مناجات، مداحون، معجزا هن دور کان شروع ٿيا ۽ علم عروض جي شروعات مخدوم عبدالرئوف ڀٽيءَ ڪئي، جنهن مولود علم عروض مطابق جوڙيا.
11. مخدوم غلام محمد بگائي ۽ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي تمام طويل نظم لکيا، جن کي ڪلمات جي نالي سان سڏيو ويو. اڳتي هلي هن قسم جي شاعرائي اسلوب تي ٻين گھڻن طبع آزمائي ڪئي
12. غزل جا اهڃاڻ بہ هن دور ۾ ملن ٿا. نور محمد خستہ، مرزا تقي، حافظ عالي ۽ ميان چتن جي غزلن جا نمونا مليا آهن، جن جي زبان سهڻي ۽ سلوڻي آهي.
13. هن دور کي علم ادب جو سونهري دور سڏيو وڃي ٿو.

ڪلهوڙي جي حڪمران ميان سرفراز ڪلهوڙي جي فارسيءَ ۾ ڪليات ڪليات سرفراز جي نالي سان ملي ٿي.

## ٽالپر دور
## (1782ع_ 1843ع)

1. ٽالپر حڪمرانن ڪنهن کان حڪومت حاصل ڪئي؟
(1) ڪلهوڙن کان (2) مغلن کان (3) انگريزن کان (4) انهن مان ڪوبہ نہ
2. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ آخري معرڪو ڪٿي لڳو؟
(1) حيدرآباد ۾ (2) هالاڻي ۾ (3) دهي ۾ (4) انهن مان ڪوبہ
3. مير فتح علي خان، ڪلهوڙن جي ڪهڙي آخري حڪمران کي شڪست ڏيئي پنهنجي ٽن ڀائرن کي حڪومت ۾ شامل ڪيو؟
(1) ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو (2) نور محمد ڪلهوڙو (3) ميان عبدالنبي ڪلهوڙو (4) انهن مان ڪوبہ نہ
4. ٽالپر ڪنهن جي سرپرستيءَ ۾ سنڌ ۾ داخل ٿيا؟
(1) مغل (2) ڪلهوڙا (3) سومرا (4) انهن مان ڪوبہ نہ
5. ٽالپرن پنهنجي حڪومتي دور ۾ سنڌ کي ڪيترن حصن ۾ ورهايو؟
(1) ٻن (2) ٽن (3) چئن (4) انهن مان ڪوبہ نہ
6. شهداداڻي ٽالپرن سنڌ جي ڪهڙي شهر کي گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪيو؟
(1) خيرپور (2) ميرپورخاص (3) حيدرآباد (4) انهن مان ڪوبہ نہ
7. سهراباڻي ٽالپرن سنڌ جي ڪهڙي شهر کي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ بڻايو؟
(1) حيدرآباد (2) خيرپور (3) ميرپورخاص (4) انهن مان ڪوبہ نہ
8. مانڪاڻي ٽالپرن سنڌ جي ڪهڙي شهر کي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪيو؟
(1) خيرپور (2) ميرپورخاص (3) حيدرآباد (4) انهن مان ڪوبہ نہ
9. ٽالپر ڪهڙي لقب سان مشهور هئا؟
(1) مير (2) خان (3) ميان (4) انهن مان ڪوبہ نہ
10. ٽالپر دور ۾ سنڌ جي سرڪاري ٻولي ڪهڙي هئي؟

(1) سنڌي (2) عربي (3) فارسي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

11. مرثيہ گوئيءَ جو باقاعده بنياد ڪهڙي حڪومتي دور ۾ پيو؟

(1) ڪلهوڙا دور (2) ٽالپر (3) انگريز (4) انهن مان ڪوبہ نہ

12. ٽالپر دور ۾ قرآن شريف جو سنڌيءَ ۾ پهريون نثري ترجمو ڪنهن ڪيو؟

(1) تاج محمود امروٽي (2) مولوي احمد ملاح (3) آخوند عزيز الله (4) انهن مان ڪوبہ نہ

13. ٽالپر دور ۾ رزميہ ۽ قومپرستيءَ واري شاعريءَ جو بنياد ڪنهن وڌو؟

(1) خليفو نبي بخش (2) سچل سرمست (3) ثابت علي شاهہ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

14. ٽالپر دور ۾ منظوم سفرنامو ايران ۽ عراق جي نالي سان ڪنهن لکيو؟

(1) سيد ثابت علي شاهہ (2) سچل سرمست (3) خليفو گل محمد (4) انهن مان ڪوبہ نہ

15. ٽالپر دور ڪهڙي شاعريءَ عروج ورتو؟

(1) ڪلاسيڪل شاعري (2) اٺاٽي شاعري (3) عروضي شاعري (4) انهن مان ڪوبہ نہ

16. ٽالپرن انگريزن جي وچ ۾ 1834ع ڌاري حيدرآباد ڀاهران لڳل جنگ ڪهڙي نالي سان مشهور آهي؟

(1) مياڻي جي جنگ (2) دبيءَ جي جنگ (3) ڪوڙي جي جنگ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

17. ٽالپرن ۽ انگريزن وچ ۾ ميرپور خاص ڀرسان لڳل ہي جنگ ڪهڙي نالي سان مشهور آهي؟

(1) مياڻيءَ جي جنگ (2) دبيءَ جي جنگ (3) هالاڻيءَ جي جنگ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

18. دبيءَ جي جنگ ۾ سنڌ جو ڪهڙو سورمو شهيد ٿيو؟

(1) هوشو شيدي (2) دولهہ دريا خان (3) هيمون ڪالاڻي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

19. ٽالپر دور ۾ طنزيه شعر ڪي ڪنهن هٿي ڏني؟

(1) سچل سرمست (2) حمل فقير (3) گھرام فقير چنوڻي (4) انهن مان ڪوبه نه

20. ٽالپر دور ۾ هجوه گوئي جا ڪهڙا به وڏا شاعر ملن ٿا؟

(1) سچل سرمست ۽ سيد ثابت علي شاهه (2) خير شاهه ۽ خليفو نبي بخش (3) سيد خير شاهه ۽ سيد ثابت علي شاهه (4) انهن مان ڪوبه نه

21. ٽالپر دور ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ پهريون الف ب تي ديوان ڪنهن جو ملي ٿو؟

(1) آخوند محمد قاسم (2) خليفو گل محمد هالائي (3) مير عبدالحسين سانگي (4) انهن مان ڪوبه نه

22. ٽالپر دور ۾ لغت نويسيءَ جي موجودگيءَ جي نشاندگي ڪهڙي انگريز ڪئي؟

(1) رچرڊ ايف برٽن (2) جان جيڪب (3) بارٽل فيريئر (4) انهن مان ڪوبه نه

23. علم ادب جي لحاظ کان ٽالپر دور ڪي ڇا سڏجي ٿو؟

(1) سونهري دور (2) عروج جو دور (3) مثالي دور (4) انهن مان ڪوبه نه

24. ٽالپر دور ۾ ٻن شعري صنفن جهولڻو ۽ گهڙولي جو بنياد ڪنهن رکيو؟

(1) سچل سرمست (2) نانڪ يوسف (3) حمل فقير (4) انهن مان ڪوبه نه

25. ڪتاب بزم ٽالپر ڪنهن جي تصنيف آهي؟

(1) مرزا سڪندر بيگ (2) مرزا علي متقي بيگ (3) مير عبدالحسين سانگي (4) انهن مان ڪوبه نه

26. سنڌ جي ان سورمي جو نالو ٻڌايو جنهن ٽالپرن لاءِ انگريزن سان جنگ وڙهي؟

(1) هوشو شيدي (2) دولهه دريا خان (3) هيمون ڪالاڻي (4) انهن مان ڪوبه نه

27. The rules of talpurs ڪنهن جي تصنيف آهي؟

(1) ڊاڪٽر تنوير عباسي (2) مرزا قليچ بيگ (3) دين محمد وفائي (4) انهن مان ڪوبه نه

28. خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو (1994ع) ڪنهن جي پي ايڇ ڊي آهي؟

(1) عطا محمد حامي (2) ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر (3) قمر جهان مرزا (4) انهن مان ڪوبہ نہ

29) جئن بابن تي مشتمل حيدرآباد شهر، ٽالپرن جي دور ۾ 1887ع ۾ ڪنهن جي ٻڌايل آهي؟

(1) تنوير جوڻيجو (2) قمر جهان مرزا (3) نور افروز خواجا (4) انهن مان ڪوبہ نہ

30. سکرنڊ پرسان واقع دهليل ڪوٽ ڪهڙي دور ۾ تعمير ٿيو؟

(1) ڪلهوڙن (2) ٽالپرن (3) انگريزن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

31. ميرن جي دور ۾ اسان کي تمام گهڻا.........شاعر ملن ٿا.

(1) سنڌي (2) اردو (3) فارسي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

32. محمد عظيم الدين ٺٽوي، مير فتح علي خان جي چوڻ تي ميرن جي فتح بابت ڪهڙو ڪتاب لکيو؟

(1) فتح نامو (2) ديوان عظيم (3) مثنوي سير دل (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## ٽالپر دور (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 3(3) | 1(4) | 2(5) | 3(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 2(7) | 2(8) | 1(9) | 3(10) | 2(11) | 3(12) |
| 1(13) | 1(14) | 3(15) | 1(16) | 2(17) | 1(18) |
| 2(19) | 3(20) | 2(21) | 1(22) | 3(23) | 1(24) |
| 2(25) | 1(26) | 2(27) | 1(28) | 2(29) | 2(30) |
| 3(31) | 1(32) | | | | |

## ٽالپر دور جون مشهور شخصيتون

# اصغر سائين

## (1816ع_1848ع)

1. اصغر سائين ٽالپر دور ۾ ڪهڙي صنف جو وڏو شاعر ٿي گذريو آهي؟
(1) وائي (2) ڪافي (3) غزل (4) انهن مان ڪوبه نه

2. اصغر سائين خيرپور ضلعي جي ڪهڙي ڳوٺ جو رهاڪو هو؟
(1) ڪنب (2) وڏي وهڻي (3) رحيم ڏنو ڪلهوڙو (4) انهن مان ڪوبه نه

3. اصغر سائين جو اصل نالو ڇا هو؟
(1) سيد علي گوهر شاهه (2) پير صبغت الله شاهه (3) راشد شاهه روضي ڌڻي (4) انهن مان ڪوبه نه

4. اصغر سائينءَ جي والد جو نالو ٻڌايو؟
(1) سيد راشد شاهه روضي ڌڻي (2) پير محمد بقا شاهه (صبغت الله شاهه) (3) سورهيه بادشاهه (4) انهن مان ڪوبه نه

5. اصغر سائين 4 رجب 1231 هجريءَ مطابق ڪهڙي عيسوي سال ۾ پيدا ٿيو؟
(1) 1816ع (2) 1820ع (3) 1825ع (4) انهن مان ڪوبه نه

6. اصغر سائين پنهنجي والد جي وفات بعد گاديءَ تي ڪڏهن ويٺو؟
(1) 1240هه (2) 1246هه (3) 1250هه (4) انهن مان ڪوبه نه

7. خليفو نبي بخش قاسم ۽ خليفو گل محمد هالائي ڪنهن جا مريد هئا؟
(1) صبغت الله شاهه (2) اصغر سائين (3) سورهيه بادشاهه (4) انهن مان ڪوبه نه.

8. خزانة المعرفة (پير صبغت الله شاهه اول جي ملفوظات) ڪنهن جي تصنيف آهي؟
(1) اصغر سائين (2) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (3) علامه قاسمي (4) انهن مان ڪوبه نه

9. خزانه الاسرار (پير صبغت الله شاهه اول جي 11 خطبن جو مجموعو) ڪنهن جي تصنيف آهي؟

(1) اصغر سائين (2) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (3) علامه قاسمي (4) انهن مان ڪوبه نه

10. اصغر سائينءَ جو ڪلام 1999ع ۾ ڪنهن ترتيب ڏنو؟

(1) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (2) پروفيسر شيخ محمد فاضل (3) پانهون خان شيخ (4) انهن مان ڪوبه نه

11. اصغر سائينءَ ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 1840ع (2) 1848ع (3) 1850ع (4) انهن مان ڪوبه نه

اصغر سائين (معروضي سوالن جا جواب)

| 2(1) | 3(2) | 1(3) | 2(4) | 1(5) | 2(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 2(7) | 1(8) | 1(9) | 2(10) | 2(11) | |

## پير محمد اشرف شاهه ڪاماراڻي
## (1799ع _ 1860ع)

1. پير محمد اشرف شاهه ڪاماراڻي تعلقي ٺٽڙي الهيار جي ڪهڙي ڳوٺ جو رهاڪو هو؟

(1) ڳوٺ ڪرم خان جمالي (2) ڳوٺ محسن علي شاهه (3) ڳوٺ سيدآباد (4) انهن مان ڪوبه نه

2. پير محمد اشرف ڪاماراڻي جو تعلق ڪهڙي خاندان سان هو؟

(1) خواجا محمد زمان (2) شاهه عنايت (3) شيخ بهاءالدين زڪريا ملتاني (4) انهن مان ڪوبه نه

3. بهاولپور جو ڪهڙو نواب، پير محمد اشرف ڪاماراڻيءَ جو مريد هو؟

(1) صادق محمد خان عباسي (2) ميان محمد صديق عباسي (3) ميان صادق الدين (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. پير محمد اشرف شاهہ ڪامارائي......مان لڏي اچي ڪاماري شريف ۾ آباد ٿيو

(1) ٽنڊي باگو (2) بڪيرن (3) حيدآباد (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. پير محمد اشرف شاهہ ڪامارائي ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 1860ع (2) 1870ع (3) 1875ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

پير محمد اشرف شاهہ ڪامارائي وارو(معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 3(2) | 1(3) | 2(4) | 1(5) |
|---|---|---|---|---|

# حمل فقير
## (1809ع_1872ع)

1. حمل فقير 23 ذوالحج 1225هجري مطابق ڪهڙي عيسوي سن ۾ پيدا ٿيو؟

(1) 1809ع (2) 1815ع (3) 1820ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. حمل فقير، خيرپور رياست جي ڪهڙي ڳوٺ ۾ محمد رحيم لغاريءَ جي گهر پيدا ٿيو؟

(1) حمل لغاري (2) مير خان لغاري (3) ميرن جو ڳوٺ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. حمل فقير جا وڏا پنجاب جي ڪهڙي علائقي جا رهاڪو هئا؟

(1) ڊيرا غازي خان (2) بهاولپور (3) راڄن پور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. حمل فقير، لنواريءَ جي ڪهڙي چوٿين گادي نشين وٽ مريد ٿيو ۽ قادري سلسلو اختيار ڪيو؟

(1) خواجہ محمد زمان (2) خواجہ محمد حسن مدني (3) خواجہ محمد سعيد (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. حمل فقير زندگي، جو آخري حصو ........ پو سان محمود لغاري ڳوٺ ۾ آباد ٿيو

(1) سکرنڊ (2) نوشهروفيروز (3) شهدادپور (4) انهن مان ڪوبه نه

6. ديوان حمل خان لغاري (حصو پهريون)1914ع ۾ ڪنهن مرتب ڪري ڇپرايو؟

(1) مسٽر شولداس (2) ٽانورداس پوڪرداس (3) مرزا قليچ بيگ (4) انهن مان ڪوبه نه

7. سرائڪي ڪلام تي مشتمل ديوان حمل خان لغاري (حصو ٻيو) ڪنهن مرتب ڪيو؟

(1) ٽانورداس پوڪرداس (2) مسٽر شولداس (3) مرزا قليچ بيگ (4) انهن مان ڪوبه نه

8. ڪتاب حمل فقير......... 1997ع ۾ ڇپرايو جنهن ۾ سوانح ۽ اديبن جا مضمون ڏنل آهن.

(1) حمل فقير ڪلچرل ڪميٽي نوابشاهه (2) ثقافت کاتي (3) سنڌي ادبي بورڊ (4) انهن مان ڪوبه نه

9. ڪلياتِ حمل 1953ع ۾ ڪنهن مرتب ڪئي؟

(1) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (2) عبدالڪريم سنديلو (3) رشيد ڀٽي (4) انهن مان ڪوبه نه

10. ڪليات حمل ڪيترن ڀاڱن ۾ آهي؟

(1) ٽن (2) ڇهن (4) پنجن (4) انهن مان ڪوبه نه

11. ڪليات حمل جي پهرين ڀاڱي (سنڌي) ۾ ڇا ڏنل آهي؟

(1) مدحون، معجزا ۽ مناقب (2) سرائڪي ڪلام (3) هندي ڪلام (4) انهن مان ڪوبه نه

12. ڪليات حمل جي ٻئي ڀاڱي ۾ ڇا ڏنل آهي؟

(1) سنڌي ڪلام (2) سرائڪي ڪلام (3) مناجات (4) انهن مان ڪوبه نه

13. ڪليات حمل جي ڪتني ٻولين ۾ ڇپا شامل آهي؟

(1) سنڌي ڪلام (2) سرائڪي ڪلام (3) هندي ڪلام (4) انهن مان ڪوبه نه

14. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، حمل فقير جو ڪلام...... ڪتاب ۾ پڻ شامل ڪيو آهي.

(1) بيلائن جا ٻول (2) مينگهار (3) ٺيٺ اکريون (پاڳوپيو) (4) انهن مان ڪوبه نه

15. حمل فقير سنڌي کان سواءِ ٻي ڪهڙي زبان ۾ شاعري ڪئي؟

(1) اردو (2) فارسي (3) سرائڪي (4) انهن مان ڪوبه نه

16. حمل فقير 2 صفر 1296 هجري مطابق...... عيسوي سن ۾ وفات ڪئي.

(1) 1870ع (2) 1872ع (3) 1878ع (4) انهن مان ڪوبه نه

17. حمل فقير جي مزار سڪرنڊ پرسان ڪهڙي ڳوٺ ۾ آهي؟

(1) محمود لغاري (2) حاصل لغاري (3) حمل لغاري (4) انهن مان ڪوبه نه

## حمل فقير (معروضي سوالن جا جواب)

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(1) | 2(2) | 1(3) | 2(4) | 1(5) | 1(6) |
| 2(7) | 1(8) | 1(9) | 1(10) | 1(11) | 2(12) |
| 3(13) | 3(14) | 3(15) | 3(16) | 1(17) | |

## خليفو گل محمد هالائي
## (1808ع_1855ع)

1. خليفو گل محمد پراڻن هالن جي ڪهڙن ڏٿن مان هو؟

(1) سانوڻي (2) آخوند (3) پنير (4) انهن مان ڪوبه نه

2. خليفو گل محمد 1226 هجري مطابق ڪهڙي عيسوي سال ۾ پيدا ٿيو؟

(1) 1800ع (2) 1805ع (3) 1808ع (4) انهن مان ڪوبه نه

3. خليفي گل محمد جي والد جو نالو ڇا هيو؟

(1) ولي محمد عقيلي (2) آخوند عزيز الله (3) سليم الله هالائي (4) انهن مان ڪوبه نه

4. خليفو گل محمد ڪهڙي مرشد جو خليفو هو؟

(1) پير پاڳارو (2) خواجا محمد زمان لنواريءَ وارو (3) پير غوث بهاءُالدين (4) انهن مان ڪوبه نه

5. خليفو گل محمد زندگيءَ جي آخر ۾ ڪيڏانهن زيارت لاءِ اُسهيو؟

(1) افغانستان (2) ايران (3) حرمين (4) انهن مان ڪوبه نه

6. خليفي گل محمد ديوانِ گل (الف ب وار) 1855ع ۾ ڪٿان ڇپرايو؟

(1) بمبئي (2) ايران (3) عربستان (4) انهن مان ڪوبه نه

7. سنڌي ٻوليءَ ۾ پهريون ديوان شاعر ڪير آهي؟

(1) ميان سرفراز ڪلهوڙو (2) خليفو گل محمد (3) حافظ حامد (4) انهن مان ڪوبه نه

8. خليفي گل محمد هالائيءَ جي شاعريءَ تي وڏ ڪان وڏ ڪنهن ڪم ڪيو آهي؟

(1) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (2) ميمڻ عبدالمجيد سنڌي (3) شيخ عبدالرزاق راز (4) انهن مان ڪوبه نه

9. ديوان گل سنڌي مسلم سوسائٽي حيدرآباد......۾ شايع ڪرايو

(1) 1933ع (2) 1940ع (3) 1947ع (4) انهن مان ڪوبه نه

10. هيٺين غزل جي شاعر جو نالو ڇا هيو؟

نير رنگ واڌو ڪيڙهه منجهه جهڳ جُهڳهه

عشق وارو وڏ وڏي منجهه لُوسَ لَبِهه

(1) محمد عارف صنعت (2) خليفو گل محمد هالائي (3) سچل سرمست (4) انهن مان ڪوبه نه

11. خليفي گل محمد لاءِ هي مڃيو وڃي ٿو ته هن فني طور تي سنڌي غزل کي جنم ڏنو:

(1) علامه عمر بن دائود پوٽو (2) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (3) ڊاڪٽر اياز قادري (4) انهن مان ڪو به نه

12. خليفو گل محمد 1272 هجري مطابق..... ڌاري عربستان ۾ وفات ڪئي

(1) 1850ع (2) 1852ع (3) 1855ع (4) انهن مان ڪو به نه

## خليفو گل محمد هالائي (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(6) | 3(5) | 1(4) | 1(3) | 3(2) | 1(1) |
|---|---|---|---|---|---|
| 3(12) | 2(11) | 2(10) | 1(9) | 3(8) | 2(7) |

# خليفو نبي بخش لغاري
## (1776ع_1863ع)

1. خليفو نبي بخش تعلقي بدين جي ڳوٺ مٺيءَ ۾ 1190 هجري مطابق ڪهڙي عيسوي سال ۾ پيدا ٿيو؟

(1) 1776ع (2) 1780ع (3) 1782ع (4) انهن مان ڪو به نه

2. خليفو نبي بخش لغاري بلوچ قبيلي جي ڪهڙي شاخ مان هو؟

(1) سيرڪاڻي (2) عالياڻي (3) پرڳڙي (4) انهن مان ڪو به نه

3. خليفي نبي بخش جا وڏا ٽالپرن جي اوائلي دور ۾ ديري غازي خان جي...... مان سنڌ ۾ آيا.

(1) لغاري ڳوٺ (2) لغاري تمن (3) بلوچ ڳوٺ (4) انهن مان ڪو به نه

4. خليفي نبي بخش جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) بالاچ خان (2) بدرالدين (3) مير بهرام خان (4) انهن مان ڪو به نه

5. خليفو نبي بخش، ٽالپرن جي ڪهڙي حڪمران وٽ ملازم هو؟

(1) مير صوبيدار خان (2) مير نورو خان (3) مير عبدالحسين (4) انهن مان ڪوبه نه

6. خليفي نبي بخش جو 25 سالن جي عمر ۾.............نالي عورت سان عشق ٿي پيو.

(1) صابل (2) سنڌ راڻي (3) راڻي (4) انهن مان ڪوبه نه

7. خليفو نبي بخش شاعريءَ ۾ ڪهڙو تخلص استعمال ڪندو هو؟

(1) قاسم (2) خليفو (3) فقير (4) انهن مان ڪوبه نه

8. خليفو نبي بخش، پير محمد راشد روضي ڌڻي وٽ ڪنهن سان گڏ وڃي سندس مريد ٿيو؟

(1) سڱوت (2) ماسات (3) پاءُ (4) انهن مان ڪوبه نه

9. خليفي نبي بخش نج سنڌي ڪردارن تي.........لکيو جيڪو ڪرڙيءَ جي جنگ بابت آهي.

(1) مرثيو (2) قصو (3) ڪيڏارو (4) انهن مان ڪوبه نه

10. ڪرڙيءَ جي جنگ............۽ ميرن وچ ۾ 1834ع ۾ لڳي.

(1) شاهه شجاع (2) انگريزن (3) زنون بيگ مرزا (4) انهن مان ڪوبه نه

11. خليفي نبي بخش، مسئي پنهون جو داستان ڪهڙي ٻوليءَ ۾ لکيو؟

(1) سنڌي (2) سرائڪي (3) فارسي (4) انهن مان ڪوبه نه

12. نامور شاعر خليفو غلام نبي، خليفي نبي بخش جو رشتي ۾ ڇا هو؟

(1) پوٽو (2) ڏوهٽو (3) ڏاڏو (4) انهن مان ڪوبه نه

13. خليفي نبي بخش قاسم جي مثنوي (سرائڪي ٻوليءَ ۾) ڪنهن جو ترتيب ڏنل آهي؟

(1) پروفيسر ڊاڪٽر نادر بخش مگسي (2) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (3) ڪمال جامڙو (4) انهن مان ڪوبه نه

14. ڪتاب شاهه سچل ۽ خليفو قاسم ڪنهن جي تصنيف آهي؟

(1) منظور ڪناسرو (2) محمد حسين ڪاشف (3) ڊاڪٽر ڪمال جامڙو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

15. خليفي نبي بخش جي شاعرانہ عظمت (2015ع) ڪنهن جو مرتب ڪيل ڪتاب آهي؟

(1) ڊاڪٽر قادر بخش مگسي (2) ڪمال جامڙو (3) تاج جويو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

16. خليفي صاحب جو رسالو (1966ع) جو مرتب ڪير آهي؟

(1) ڊاڪٽر قادر بخش مگسي (2) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (3) تاج جويو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

17. خليفو نبي بخش قاسم ۽ سندس شاعري جي عنوان تي ڪنهن پي ايچ ڊي ڪئي؟

(1) ڊاڪٽر قادر بخش مگسي (2) ڊاڪٽر قاسم راڄپر (3) ڊاڪٽر ڪمال جامڙو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

18. خليفي نبي بخش لغاريءَ ٽوي سالن جي عمر ۾ 1280 هجري مطابق ......ڌاري وفات ڪئي.

(1) 1860ع (2) 1863ع (3) 1870ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

### خليفو نبي بخش لغاري (معروضي سوالن جا جواب)

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(1) | 1(2) | 2(3) | 1(4) | 2(5) | 1(6) |
| 1(7) | 2(8) | 3(9) | 1(10) | 2(11) | 1(12) |
| 1(13) | 2(14) | 1(15) | 2(16) | 1(17) | 2(18) |

# خوش خير محمد هيسباڻي
## (1809ع_ 1877ع)

1. خوش خير محمد ٽالپر دور کان علاوه ٻيو ڪهڙي دور جو شاعر ٿي گذريو آهي؟

(1) انگريز دور (2) ڪلهوڙا دور (3) سما دور (4) انهن مان ڪوبه نه

2. خوش خير محمد هيسباڻي ڪنهن جو مريد هو؟

(1) شاهه عبداللطيف ڀٽائي (2) سچل سرمست (3) محمد زمان لنواري وارو (4) انهن مان ڪوبه نه

3. خوش خير محمد نوشهروفيروز جي ڪهڙي ڳوٺ جو رهاڪو هو؟

(1) گل محمد هيسباڻي (2) گل حيات هيسباڻي (3) ظفر آباد هيسباڻي (4) انهن مان ڪوبه نه

4. خوش خير محمد 1224هه مطابق ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 1800ع (2) 1805ع (3) 1809ع (4) انهن مان ڪوبه نه

5. خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي والد جو نالو ڇا هيو؟

(1) رئيس غلام قادر (2) عبدالقادر (3) قادرداد (4) انهن مان ڪوبه نه

6. خوش خير محمد جا وڏا ڪلهوڙن جي ڪهڙي حڪمران جي دور ۾ ساهيوال مان سنڌ اچي آباد ٿيا؟

(1) ميان نور محمد ڪلهوڙو (2) آدم شاهه ڪلهوڙو (3) غلام شاهه ڪلهوڙو (4) انهن مان ڪوبه نه

7. خوش خير محمد، خيرپور رياست جي ڪهڙي مير وٽ سرڪاري ملازم هو؟

(1) مير علي مراد ٽالپر (2) مير عبدالحسين (3) مير سهراب ٽالپر (4) انهن مان ڪوبه نه

8. خوش خير محمد جي ڪلام تي ڪنهن اثر نمايان آهي؟

(1) سچل سرمست (2) شاهه عبداللطيف (3) محمد زمان لنواريءَ وارو (4) انهن مان ڪوبه نه

9. خوش خير محمد ڪهڙي شاعر جو همعصر ۽ صحبتي هو؟

(1) مراد فقير (2) عثمان فقير سانگي (3) ڦمدل فقير (4) انهن مان ڪوبه نه

10. سنڌي ادبي بورڊ پاران 1982ع ۾ شايع ٿيل ڪلام خوش خير محمد ڪنهن سهيڙيو؟

(1) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (2) ڊاڪٽر تنوير عباسي (3) نواز علي شوق (4) انهن مان ڪوبه نه

11. خوش خير محمد 2 محرم 1294 هجري مطابق ڪهڙي عيسوي سال ۾ وفات ڪئي؟

(1) 1860ع (2) 1870ع (3) 1877ع (4) انهن مان ڪوبه نه

12. خوش خير محمد جي آخري آرامگاهه خيرپور ضلعي جي ڪهڙي ڳوٺ ۾ واقع آهي؟

(1) ڪرونڊي (2) ڪنب (3) فيض گنج (4) انهن مان ڪوبه نه

## خوش خير محمد هيسباڻي (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 1(3) | 3(4) | 1(5) | 2(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(7) | 1(8) | 2(9) | 2(10) | 3(11) | 1(12) |

## خير شاهه
## (1776ع_1844ع)

1. سيد خير شاهه جو سڀ کان اول ڪنهن پنهنجي ادبي تاريخ ۾ ذڪر ڪيو؟

(1) لطف الله بدوي (2) مرزا قليچ بيگ (3) محمد صديق ميمڻ (4) انهن مان ڪوبه نه

2. سيد خير شاهه ڪنهن جو مريد هو؟

(1) شاهه عبداللطيف ڀٽائي (2) سچل سرمست (3) شاهه عنايت (4) انهن مان ڪوبه نه

3. سيد خير شاهه ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) رتوديرو (2) وڪڙ ضلعو شڪارپور (3) لاڙڪاڻو (4) انهن مان ڪوبه نه

4. سيد خير شاهه 1190 هجري مطابق ڪهڙي عيسوي سال ۾ پيدا ٿيو؟

(1) 1770ع (2) 1773ع (3) 1776ع (4) انهن مان ڪوبه نه

5. خير شاهه جو ڪلام ڪنهن جي بياض ۾ مليو ٿو؟

(1) مير حسين علي (2) مير عبدالحسين سانگي (3) حافظ حامد (4) انهن مان ڪوبه نه

6. خير شاهه جو اڪثر ڪنهن سان ادبي جهيڙو رهيو؟

(1) سچل سرمست (2) بيدل بيگ (3) سيد ثابت علي شاهه (4) انهن مان ڪوبه نه

7. خير شاهه جو سيد ثابت علي شاهه سان ڪهڙو جنگ نامو ۽ مناظر نامو مشهور آهي؟

(1) ٽوپي ۽ پڳ (2) لڪڙو (3) ٻن اديبن جو جهيڙو (4) انهن مان ڪوبه نه

8. خير شاهه جي سيد ثابت علي شاهه سان نوڪ جهوڪ سبب سنڌي شاعريءَ ۾............وجود ۾ آيا.

(1) مناظرو ۽ هجوگوئي (2) مناظرو ۽ مرثيو (3) هجوگوئي ۽ مرثيو (4) انهن مان ڪوبه نه

9. خير شاهه جو حضرت امام حسين جي شهادت بابت............ملي ٿو.

(1) جنگ نامو (2) مناظرو (3) مرثيو (4) انهن مان ڪوبه نه

10. سيد خير شاهه 1260 هجريءَ مطابق............۾ وفات ڪئي.

(1) 1840ع (2) 1844ع (3) 1850ع (4) انهن مان ڪوبه نه

## خير شاهه (معروضي سوالن جا جواب)

| (1)3 | (2)2 | (3)1 | (4)3 | (5)1 | (6)3 |
|---|---|---|---|---|---|
| (7)1 | (8)1 | (9)1 | (10)2 | | |

# دريا خان زنگيجو
## (1765ع_1853ع)

1. دريا خان ڪهڙي شاعر خاندان سان واسطو رکندو هو؟

(1) ڪنڊڙن واري خاندان (2) درازا واري خاندان (3) جهوڪ واري خاندان (4) انهن مان ڪو به نه

2. روحل فقير، دريا خان جو رشتي ۾ ڇا هو؟

(1) چاچو (2) والد (3) سئوٽ (4) انهن مان ڪو به نه

3. دريا خان تعلقي خيرپور جي ڳوٺ ڪنڊڙين ۾ (1179هه مطابق ڪڏهن ڄائو؟

(1) 1765ع (2) 1770ع (3) 1775ع (4) انهن مان ڪو به نه

4. مشهور ڪافي آءٌ ڪانگا ڪر ڳالهه جو شاعر ڪير آهي؟

(1) روحل فقير (2) مراد فقير (3) دريا خان زنگيجو (4) انهن مان ڪو به نه

5. شاهو فقير، دريا خان جو رشتي ۾ ڇا هو؟

(1) پاءُ (2) سئوٽ (3) ماسات (4) انهن مان ڪو به نه

6. دريا خان سنڌيءَ سرائيڪيءَ کان علاوه ٻيو ڪهڙي ٻوليءَ ۾ ڪلام چيو؟

(1) اردو (2) فارسي (3) هندي (4) انهن مان ڪو به نه

7. نياز همايوني آءٌ ڪانگا ڪر ڳالهه (1992ع) ۾ ڪنهن جو ڪلام سهيڙيو؟

(1) دريا خان (2) روحل فقير (3) سچل سرمست (4) انهن مان ڪو به نه

8. دريا خان ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 1848ع (2) 1850ع (3) 1853ع (4) انهن مان ڪو به نه

### دريا خان زنگيجو (معروضي سوالن جا جواب)

| 3(6) | 1(5) | 3(4) | 1(3) | 2(2) | 1(1) |
|---|---|---|---|---|---|
| | | | | 3(8) | 1(7) |

# سامي
## (1743ع_1850ع)

1. ڪلاسيڪل شاعريءَ جي ثمورتيءَ (شاهه، سچل، سامي) جو سامي ڪهڙو نمبر رتن آهي؟

(1) پهريون (2) ٻيو (3) ٽيون (4) انهن مان ڪوبه نه

2. ساميءَ جو اصل نالو ڇا هو؟

(1) ڀائي چين راءِ لنڊ (2) سوامي سامي (3) سامي راءِ (4) انهن مان ڪوبه نه

3. سامي ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 1739ع (2) 1743ع (3) 1750ع (4) انهن مان ڪوبه نه

4. ساميءَ جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) ٻچومل (2) ٽلومل (3) واگهومل (4) انهن مان ڪوبه نه

5. سامي ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) شڪارپور هندستان (2) شڪارپور سنڌ (3) حيدرآباد (4) انهن مان ڪوبه نه

6. سامي پنهنجي ڪهڙي مرشد (گرو) جي اثر ڪري پاڻ تي سامي تخلص اختيار ڪيو؟

(1) سوامي مينگهراج (2) سوامي هيمنداس (3) سوامي دلپت (4) انهن مان ڪوبه نه

7. سامي گرمکيءَ جي تعليم حاصل ڪرڻ بعد ڇا جو واپار شروع ڪيو؟

(1) سون جو (2) ڪپڙي جو (3) لوڻ جو (4) انهن مان ڪوبه نه

8. ساميءَ جي ويدانتي ڪلام تي ڪنهن جو اثر آهي؟

(1) شاهه عبدالڪريم بلڙي واري جو (2) شاهه عنات جو (3) شاهه لطيف جو (4) انهن مان ڪوبه نه

9. ساميءَ جا بيت ڪهڙي نالي سان سڏيا وڃن ٿا؟

(1) ساميءَ جو ڪلام (2) ساميءَ جا سلوڪ (3) ساميءَ جو رسالو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. ساميءَ جا سلوڪ هندو...... جي اثر هيٺ لکيل آهن.

(1) ويدن (2) لوڪ ڪٿائن (3) مذهبي نقطن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

11. سامي ڪيترن سالن جي عمر ۾ شاعري شروع ڪئي؟

(1) ويهن سالن (2) ٽيهن سالن (3) چاليهن سالن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

12. سامي ڪٿان جو سفر ڪيو؟ جيڪي هُن ڪيترائي سلوڪ پڻ لکيا.

(1) امرتسر (2) خراسان، ايران (3) هنگلاج (4) انهن مان ڪوبہ نہ

13. ساميءَ جا سلوڪ ڪهڙي لپيءَ ۾ ملن ٿا؟

(1) سنڌي (2) گرمکي (3) عربي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

14. سامي پنهنجو ڪلام ڇا ۾ رکندو هو؟

(1) ڏائريءَ ۾ (2) ڇٽ ۾ (3) صندوق ۾ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

15. سڀ کان پهرين ساميءَ جا ٻارهن سئو سلوڪ گڏ ڪري ساميءَ جا سلوڪ جي نالي سان 1873ع ۾ ڪنهن ڇپرايا؟

(1) ديوان ڪوڙومل کلناڻي (2) هيرو ٺڪر (3) ڪرشن جيٽلي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

16. ساميءَ جا ڪيترا سلوڪ سندس پٽ گهنشامداس گڏ ڪري 1873ع ڌاري ٽن جلدن ۾ عربي سنڌي لپيءَ ۾ ڇپرايا؟

(1) پندرهن سئو (2) ايڪويهن سئو (3) ٻاويهن سئو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

17. ساميءَ جي ڪلام جو تحقيقي جائزو جي عنوان سان وفاقي اردو يونيورسٽي ڪراچيءَ مان ڪنهن پي ايڇ ڊي ڪئي؟

(1) سارنگ زين چانڊيو (2) غلام مصطفيٰ سولنگي (3) رياضت برڙو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

18. سامي تخلص کان علاوه ٻيا ڪهڙا ٻه تخلص پنهنجي ڪلام ۾ استعمال ڪيا آهن؟

(1) مينگهو ۽ سوامي (2) سوامي ۽ ڀانيڙ (3) ڀانيڙ ۽ مينگهو (4) انهن مان ڪوبه نه

19. سامي جي پٽ جو نالو ٻڌايو جنهن سامي ءَ جي ڪلام کي گڏ ڪيو؟

(1) گهنشامداس (2) رگهومل (3) ڏرمومل (4) انهن مان ڪوبه نه

20. تحقيقي مضمون سامي ءَ جي سلوڪن جا سرا 1989ع ۾ ڪنهن لکيو؟

(1) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (2) ڊاڪٽر فهميده حسين (3) انيس انصاري (4) انهن مان ڪوبه نه

21. سچا سامين پنڌ ڪنهنجي پي ايڇ ڊي ٿيسز آهي؟

(1) وندنا اشوڪ راموائي (2) سارنگ زين (3) ڪوڙومل ڪلناڻي (4) انهن مان ڪوبه نه

22. سامي ڪيترن 107 سالن جي ڄمار ۾ ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 1840ع (2) 1850ع (3) 1855ع (4) انهن مان ڪوبه نه

## سامي ءَ جي سلوڪن جا ڪي محقق/ڇپيل ڪتاب

| نمبر | نالو | مرتب/محقق | سال |
|---|---|---|---|
| 1 | سامي ءَ جا سلوڪ | ديوان ڪوڙومل ڪلناڻي | 1873ع |
| 2 | سامي ءَ جا سلوڪ | پروفيسر جهامنداس | |
| 3 | سامي ءَ جا چونڊ سلوڪ | ديوان واڌومل | 1946ع |
| 4 | سامي | ڪليان آڏواڻي | 1953ع |
| 5 | سامي ءَ جا سلوڪ | ڀوڄراج ناگراڻي | 1955ع |
| 6 | شاعر سچل سامي | محمد ابراهيم جويو | 1975ع |
| 7 | سامي ءَ سنڌيون سيون | عبدالڪريم سنديلو | 1976ع |
| 8 | سامي ڏاتو ڪوش (لغت) | عبدالڪريم سنديلو | 1978ع |

| 9 | سامي ۽ سنڌس سلوڪن جا ڇاپا | ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي | 1987ع |
|---|---|---|---|
| 10 | سامي ءَ جا سلوڪ | يوڳراج هوتچند ناگراڻي/ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو | |
| 11 | سامي جا سلوڪ | گل محمد ٿنيو | 2000ع |
| 12 | سامي ساگر بوند ۾ | ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو | 2002ع |
| 13 | سامي ءَ تي هڪ نظر | تاج جويو | 2002ع |
| 14 | سامي سودو پريم جو | تاجل بيوس | 2003ع |
| 15 | سامي ءَ مت اُپٽيا | زبير سومرو | 2006ع |
| 16 | ڪلاسيڪي شاعرن جي لغت | چيف ايڊيٽر: ڊاڪٽر فهميده حسين | |

سامي (معروضي سوالن جا جواب)

| 3(1) | 1(2) | 2(3) | 1(4) | 2(5) | 1(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 2(7) | 3(8) | 2(9) | 1(10) | 3(11) | 1(12) |
| 2(13) | 2(14) | 1(15) | 2(16) | 1(17) | 3(18) |
| 1(19) | 3(20) | 1(21) | 2(22) | | |

## سچل سرمست
## (1739ع_1829ع)

1. سچل سرمست ڪلاسيڪي شاعريءَ جي ٽمورتيءَ (شاهه، سچل، سامي) جو ڪهڙو نمبر رتن آهي؟

(1) پهريون (2) ٻيو (3) ٽيون (4) انهن مان ڪوبه نه

2. سچل سرمست جو اصل نالو ڇا هو؟

(1) عبدالوهاب (2) صاحبڏنو (3) عبدالحق (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. سچل سرمست جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) ميان عبدالحق فاروقي (2) ميان صلاح الدين (3) صاحبڏنو فاروقي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. سچل سرمست 1152 هجري مطابق ڪهڙي عيسوي سن ۾ درازا شريف ۾ پيدا ٿيو؟

(1) 1739ع (2) 1746ع (3) 1752ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. سچل سرمست جو حسب نسب ڪهڙي پيڙهيءَ ۾ حضرت عمر فاروق رضہ سان وڃي ملي ٿو؟

(1) 30هين (2) 36هين (3) 40هين (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. سچل سرمست جا وڏا ڪهڙي دور ۾ سنڌ آيا؟

(1) عرب دور (2) سومرا دور (3) مغل دور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. درازا شريف جي گادي ڪنهن کان شروع ٿئي ٿي؟

(1) صاحبڏنو فاروقي (2) سچل سرمست (3) ميان عبدالحق (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. سچل سرمست جي والد وفات بعد سندس پرورش ڪنهن ڪئي؟

(1) ميان صاحبڏنو فاروقي (2) ميان عبدالحق (3) ميان عبدالوهاب (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ درازن ۾ سچل سرمست لاءِ هي لفظ ڪنهن کي چيا هئا تہ: جيڪو ڪُنو اسان چاڙهيو آهي، تنهن جو ڍڪڻ هيءُ ٺينگر لاهيندو؟

(1) ميان صاحبڏنو فاروقي (2) ميان صلاح الدين (3) ميان عبدالحق (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. خواجہ عبدالحق جو سچل سرمست جو رشتي ۾ ڇا هو؟

(1) چاچو ۽ ميهر (2) ميهرو ۽ سنوت (3) پاڻيٺو ۽ استاد (4) انهن مان ڪوبه نه

11. ڪنهن جي وفات بعد سچل سرمست درازا شريف جي گاديءَ تي ويٺو؟

(1) ميان صلاح الدين (2) ميان عبدالحق فاروقي (3) ميان صاحبڏنو فاروقي (4) انهن مان ڪوبه نه

12. سچل سرمست ڪيترن سالن جي عمر ۾ فارغ التحصيل ٿيو؟

(1) ٻارهن (2) چوڏهن (3) سورهن (4) انهن مان ڪوبه نه

13. سچل سرمست فارسي ۽ عربيءَ جي تعليم ڪنهن کان حاصل ڪئي؟

(1) ميان عبدالحق (2) ميان صلاح الدين (3) صاحب ڏنو فاروقي (4) انهن مان ڪوبه نه

14. سچل سرمست کي منصور ثاني کان سواءِ ٻيو ڇا سڏيو ويندو هو؟

(1) سنڌ جو سرمست (2) سنڌ جو قلندر (3) سنڌ جو عطار (4) انهن مان ڪوبه نه

15. سچل سرمست سنڌي، سرائڪي ۽ اردو ۾ سچو ۽ سچيڏنو کان سواءِ ٻيو ڪهڙو تخلص استعمال ڪيو آهي؟

(1) سچل (2) آشڪار (3) خدائي (4) انهن مان ڪوبه نه

16. سچل سرمست فارسي ڪلام ۾ آشڪار کان سواءِ ٻيو ڪهڙو تخلص استعمال ڪيو آهي؟

(1) سچو (2) سچيڏنو (3) خدائي (4) انهن مان ڪوبه نه

17. صادق رانيپوريءَ موجب سچل سرمست جي ڪلام جو ڪُل تعداد ڪيترو آهي؟

(1) نو لک ڇٽيهه هزار ڇهه سئو (2) نو لک ڇٽيهه هزار نو سئو (3) نو لک (4) انهن مان ڪوبه نه

18. سچل سرمست جي سڀ کان وڏي مثنوي جو نالو ڇا آهي؟

(1) درد نامو (2) وصلت نامو (3) گداز نامو (4) انهن مان ڪوبه نه

19. سچل سرمست جون مثنويون ڪهڙي ٻوليءَ ۾ لکيل آهن؟

(1) فارسي (2) اردو (3) سنڌي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

20. سچل سرمست جو ديوان آشڪار ڪهڙي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي؟

(1) سنڌي (2) عربي (3) فارسي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

21. سچل سرمست جو راز نامہ ڪهڙي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي؟

(1) سنڌي (2) فارسي (3) اردو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

22. سچل سرمست جو تار نامہ ڪهڙي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي؟

(1) فارسي (2) سنڌي (3) اردو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

23. سچل سرمست جو رهبر نامہ ڪهڙي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي؟

(1) فارسي (2) سنڌي (3) اردو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

24. سچل سرمست جو گداز نامہ ڪهڙي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي؟

(1) سنڌي (2) فارسي (3) عربي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

25. سچل سرمست جو سالو ڪهڙين ٻولين ۾ لکيل آهي؟

(1) سنڌي ۽ اردو (2) اردو ۽ فارسي (3) سنڌي ۽ سرائڪي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

26. غزل بحر طويل، وحدت نامہ، عشق نامہ، گُرد نامہ، راڳ نامہ هنن مان ڪهڙي تصنيف سچل سرمست جي ناهي؟

(1) غزل بحر طويل (2) عشق نامہ (3) راڳ نامہ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

27. سچل سرمست 90 سالن جي عمر ۾ 14 رمضان 1242 هجري مطابق ڪهڙي عيسوي سال ۾ وفات ڪئي؟

(1) 1820ع (2) 1827ع (3) 1830ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

28. سچل سرمست جو مقبرو ڪنهن جوڙايو؟

(1) مير رستم علي خان (2) مير نارو خان (3) مير صوبدار خان (4) انهن مان ڪوبہ نہ

29. سچل سرمست ڪهڙي صنف جو باڪمال شاعر هو؟

(1) وائي (2) ڪافي (3) مثنوي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

30. سچل سرمست جو عرس ڪڏهن کان ملهائجڻ شروع ٿيو؟

(1) 1940ع (2) 1950ع (3) 1960ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

31. سچل سرمست جي عرس جي موقعي تي شايع ٿيندڙ ڪتابي سلسلو سرمست ڪڏهن کان شروع ٿيو؟

(1) 1980ع (2) 1981ع (3) 1985ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

32. سچل اڪيڊميءَ جو بنياد ڪنهن جي ڪوشش سان پيو؟ جيڪا بعد ۾ سچل يادگار ڪاميٽيءَ ۾ تبديل ٿي

(1) جمال ابڙو (2) محمد ابراهيم جويو (3) شيخ اياز (4) انهن مان ڪوبہ نہ

33. سچل چيئر خيرپور پاران ڪهڙو تحقيقي جرنل نڪري ٿو؟

(1) پنائي (2) سچل (3) آشڪار (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## سچل سرمست جي ڇپيل رسالن جو تفصيل

| نمبر | نالو | مرتب | سال |
|---|---|---|---|
| 1 | رسالو سچل سائين جو (پہ جلد) | مرزا علي قلي بيگ | 1902ع |
| 2 | سچل سرمست | آغا غلام نبي صوفي | 1933ع |
| 3 | سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام | نماڻو فقير | 1952ع |
| 4 | رسالو سچل سرمست | عثمان علي انصاري | 1958ع |
| 5 | سچل جو رسالو (سنڌي ۽ سرائيڪي، الف ب وار) | رشيد احمد لاشاري | 1958ع |
| 6 | سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام | محمد صادق رانيپوري | 1959ع |
| 7 | مثنوي تارنامہ (سنڌي ترجمو) | علي اڪبر درازي | 1963ع |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 8 | انتخاب ڪلام سچل سرمست | علي اڪبر درازي | 1973ع |
| 9 | ديوان خدائي (سنڌي ترجمو) | علي اڪبر درازي | 1979ع |
| 10 | ديوان آشڪار (ترجمو) | علي اڪبر درازي | 1981ع |
| 11 | ڪلام سچل سرمست | نواز علي شوق | 1981ع |
| 12 | آکيا سچل نين (پنجابي ۾ ترجمو) | شفقت تنوير مرزا | 1996ع |
| 13 | سچل جا سلام | شفيع محمد سومرو | 2004ع |
| 14 | سچل جو ڪلام: سنڌي ڪافيون ۽ بيت | گل محمد تنيو | 2005ع |
| 15 | سچل سرمست جون سي حرفيون | آزاد قاضي | 2008ع |
| 16 | سچل سچ هي سارا | آغا سليم | 2010ع |
| 17 | عشق سمندر (اردو ۾ ترجمو) | مقصود گل | 2016ع |
| 18 | حق موجود (فارسي ڪلام جو سنڌي ترجمو) | شفقت قادري | 2017ع |

## سچل سرمست تي فن ۽ شخصيت تي ڇپيل ڪي اهم ڪتاب

| نمبر | ڪتاب جو نالو | ليکڪ جو نالو | سال |
|---|---|---|---|
| 1 | سونهارو سچل | لعلچند امر ڏنو مل | 1916ع |
| 2 | سچل سرمست | ڄيٺمل پرسرام گلراجاڻي | 1921ع |
| 3 | سچل | ڪليان آڏواڻي | 1954ع |
| 4 | سچل درازي | محبوب علي چنا | 1964ع |
| 5 | منصور ثاني: سچل سرمست | تنوير عباسي | 1964ع |
| 6 | شاهه سچل سامي | محمد ابراهيم جويو | 1975ع |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 7 | سچل سرمست تي ببليو گرافي | محمد علي حداد | 1982ع |
| 8 | سچل سائين | ڪريم بخش خالد | 1983ع |
| 9 | سچل جو سنيهو | ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | 1983ع |
| 10 | سچل لغات | ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو | 1984ع |
| 11 | سچل جون واديون | بلديو متلاڻي | 1984ع |
| 12 | سچل سارو سچ | ڊاڪٽر نواز علي شوق | 1989ع |
| 13 | سچل سرمست | اسلم سنديلو | 1990ع |
| 14 | سچل جو مڪتب | رشيد ڀٽي | 1993ع |
| 15 | سچل جو پيغام | ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | 1995ع |
| 16 | سچل سرمست جا طالب | ڊاڪٽر نواز علي شوق | 1998ع |
| 17 | سچل جي ميخي ۾ سنگرام | ڊاڪٽر ملڪ نديم | 2005ع |
| 18 | سچل سارو سچ | احمد ضيا | 2007ع |
| 19 | حضرت سچل سرمست: شخصيت اور فن | ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو | 2008ع |
| 20 | دلين جا سجدا: سچل | الطاف اثيم | 2008ع |
| 21 | سچل سرمست: هڪ مطالعو | ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو | 2009ع |
| 22 | سچل سرمست ۽ ان جا همعصر شاعر | ڊاڪٽر مخمور بخاري | 2011ع |
| 23 | سچل سرمست | عطا محمد حامي | |
| 24 | منصور ثاني: سچل سرمست | عطا محمد حامي | 2012ع |
| 25 | عشق ڪيم اظهار: سچل | خادم حسين عباسي | 2012ع |

| | سرمست | | |
|---|---|---|---|
| 26 | حضرت سچل سرمست عظيم شاعر و مفڪر | ڊاڪٽر نواز علي شوق | 2012ع |
| 27 | The Mysticism in Darazi School of Thought | سخي قبول محمد درازي | |
| 28 | سچل سرمست جو مرثيو | ڊاڪٽر مخمور بخاري | 2014ع |
| 29 | سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ انسان شناسائيءَ وارين ڪيفيتون | ڊاڪٽر مهر خادم | 2016ع |
| 30 | لغات سچل سرمست | ڊاڪٽر بدر ڌامراهو | 2017ع |
| 31 | سچل ساچاهه شعور | ڊاڪٽر مخمور بخاري | |

## سچل سرمست (معروضي سوالن جا جواب)

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 2(1) | 1(2) | 2(3) | 1(4) | 2(5) | 1(6) |
| 1(7) | 2(8) | 3(9) | 1(10) | 2(11) | 2(12) |
| 1(13) | 3(14) | 1(15) | 3(16) | 1(17) | 2(18) |
| 1(19) | 3(20) | 2(21) | 1(22) | 1(23) | 2(24) |
| 3(25) | 3(26) | 2(27) | 1(28) | 2(29) | 3(30) |
| 2(31) | 1(32) | 3(33) | | | |

## سيد ثابت علي شاهه

## (1740ع_1810ع)

1. سيد ثابت علي شاهه سنڌ جي ڪهڙي شهر جو رهاڪو هو؟

(1) سيوهڻ (2) لاڙڪاڻو (3) ٺٽو (4) انهن مان ڪوبه نه

2. سيد ثابت علي شاهه 13 رجب 1153 هجري مطابق ڪهڙي عيسوي سال ۾ پيدا ٿيو؟

(1) 04 آڪٽوبر 1740ع (2) 04 جولاءِ 1740ع (3) 04 مارچ 1740ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. سيد ثابت علي شاهه جي والد جو نالو ڇا هيو؟

(1) سيد مراد علي شاهه (2) سيد مدار علي شاهه (3) علي مراد شاهه (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. سيد ثابت علي شاهه جي نسب جو سلسلو ڪنهن سان وڃي ملي ٿو؟

(1) امام موسيٰ ڪاظم عہ (2) حضرت عمر فاروق (3) حضرت علي ڪرم الله وجهہ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. سيد ثابت علي شاهه جا وڏا اصل ڪٿان جا هئا؟

(1) ايران (2) افغانستان (3) ملتان (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. سيد ثابت علي شاهه سنڌي شاعريءَ ۾ ڪهڙي صنف جو موجد آهي؟

(1) غزل (2) وائي (3) مرثيو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. ڪلهوڙن جو ڪهڙو حڪمران سيد ثابت علي شاهه جو ڪلاسي هو؟

(1) نور محمد ڪلهوڙو (2) ميان سرفراز ڪلهوڙو (3) ميان غلام نبي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. سيد ثابت علي شاهه جا شاعريءَ ۾ استاد..........۽..........هئا.

(1) نورالحق مشتاقي ۽ غلام علي مداح (2) غلام علي مداح ۽ آخوند الياس (3) آخوند الياس ۽ نورالحق مشتاقي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. سيد ثابت علي شاهه ڪلهوڙن جي ڪهڙي حڪمران جي دربار سان وابستا هو؟

(1) ميان غلام نبي (2) ميان سرفراز (3) ميان عبدالنبي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. سيد ثابت علي شاهه سيد اسد الله شاهه جي چوڻ تي ٽيتيهہ سالن جي عمر ۾..........ڏاري شاعريءَ جي شروعات ڪئي.

(1) 1770ع (2) 1771ع (3) 1772ع (4) انهن مان ڪوبه نه

11. سيد ثابت علي شاهه ڪهڙي ٽالي سان منظوم سفرنامو لکيو؟

(1) زيارت نامو (2) سفرنامه منظوم (3) مرثيه منظوم (4) انهن مان ڪوبه نه

12. سيد ثابت علي شاهه جو اهو منظوم سفرنامو 1793ع ۾ ڪهڙن ٻن ملڪن تي آهي؟

(1) ايران ۽ عراق (2) ايران ۽ سعودي عرب (3) عراق ۽ افغانستان (4) انهن مان ڪوبه نه

13. سيد ثابت علي شاهه ڪلهوڙن جي.........۽ ٽالپرن جي.........دور جو مرثيه گو شاعر هو.

(1) حڪمراني ۽ صاحبي (2) آخري ۽ ابتدائي (3) حڪمراني ۽ عروج جي (4) انهن مان ڪوبه نه

14. سيد ثابت علي شاهه.........مربع ۽.........مسدس چيا.

(1) 28 ۽ 36 (2) 40 ۽ 45 (3) 55 ۽ 60 (4) انهن مان ڪوبه نه

15. سيد ثابت علي شاهه ۽ سيوهڻ جي قديم عزاداري ڪنهن جي تصنيف آهي؟

(1) نظر حيات سيوهاڻي (2) نظير حيات سيوهاڻي (3) نذر حيات سيوهاڻي (4) انهن مان ڪوبه نه

16. سيد ثابت علي شاهه جو ڪتاب مرثيه و مناقب 1898ع ڌاري.........بمبئي پريس مان شايع ٿيو.

(1) گلزار حسني (2) البشرت (3) لائيف پريس (4) انهن مان ڪوبه نه

17. مرثيه و مناقب ڪتاب ۾.........مرثيه.........سلام.........مدح. ۽.........منقبت ڏنل آهن.

(1) اٺ، ٻه، هڪ، يارنهن (2) ارڙهن، ٻارنهن، ٻاويهه، تيرنهن (3) ست، ٽي، ٽي، ارڙنهن (4) انهن مان ڪوبه نه

18. ثابت علي شاهه جو ۽ مرثيا ڪنهن جو ڪتاب آهي؟

(1) عبدالقيوم صائب (2) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (3) مرزا قليچ بيگ (4) انهن مان ڪوبه نه

19. سيد ثابت علي شاهه مرثين ۾ ثابت کان علاوه ٻيو ڪهڙو تخلص استعمال ڪيو آهي؟

(1) زوار (2) ڪربلائي (3) مولائي (4) انهن مان ڪوبه نه

20. سيد ثابت علي شاهه فتح نامه ۽ ظفر نامه ۾ قصيده ڪنهن جي شان ۾ چيا؟

(1) ڪلهوڙن (2) ميرن (3) حضرت امام حسين ع (4) انهن مان ڪوبه نه

21. سيد ثابت علي شاهه جي مرثين کي مهيڙي رڻ گجيو راڙو ٿيو 2008ع ۾ ڪنهن مرتب ڪيو؟

(1) مرزا عباس بيگ (2) مرزا نجم الحسن (3) ميرزا دبير (4) انهن مان ڪوبه نه

22. سيد ثابت علي شاهه جو چٽنگ سنڌيءَ ۾ ٻهريون ........يا توڪبازيءَ وارو شعر آهي.

(1) هجو (2) مرثيو (3) رزميه (4) انهن مان ڪوبه نه

23. سيد ثابت علي شاهه 1225 هجري مطابق ڪهڙي عيسوي سال ۾ وفات ڪئي؟

(1) 1800ع (2) 1808ع (3) 1810ع (4) انهن مان ڪوبه نه

24. سيد ثابت علي شاهه جي مزار ڪٿي واقع آهي؟

(1) سيوهڻ (2) حيدرآباد (3) شاهه نجف، ايران (4) انهن مان ڪوبه نه

## سيد ثابت علي شاهه (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 1(2) | 2(3) | 1(4) | 3(5) | 3(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 2(7) | 1(8) | 2(9) | 2(10) | 1(11) | 1(12) |
| 2(13) | 1(14) | 2(15) | 2(16) | 1(17) | 3(18) |
| 1(19) | 2(20) | 2(21) | 1(22) | 3(23) | 1(24) |

# شاهو فقير

## (1748ع_ 1815ع)

1. شاهو فقير جو تعلق شاعرن جي ڪهڙي خاندان سان هو؟

(1) ڪنڀڙي وارن سان (2) درازا وارن سان (3) جهوڪ وارن سان (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. شاهو فقير، تعلقي خيرپور جي ڪنڀڙي ڳوٺ ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 1748ع (2) 1750ع (3) 1755ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. شاهو فقير، روحل فقير جو رشتي ۾ ڇا هو؟

(1) سالو (2) سئوٽ (3) پٽ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. شاهو فقير جو سنڌيءَ ۽ هنديءَ کان سواءِ ٻيو ڪهڙيءَ ٻوليءَ ۾ ڪلام ملي ٿو؟

(1) اردو (2) فارسي (3) سرائڪي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. شاهو فقير جو هڪ ڏکيو بيت مقبول ٿيو جنهن ۾..........جو ذڪر آهي

(1) ڏهن ويرين (2) ڏهن ڏاتارن (3) ستن سورمين (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. شاهو فقير جا پنهنجي والد سان...... موضوع تي گروءَ چيلي جي عنوان سان سوال جواب نظم ۾ ملن ٿا.

(1) پيار (2) ڪربلا (3) تصوف (4) انهن مان ڪجهہ بہ نہ

7. نياز همايوني جي ڪهڙي مرتب ڪيل ڪتاب ۾ شاهو فقير جو ڪلام ملي ٿو؟

(1) آءُ ڪانگا ڪر ڳالهہ (2) سنڌي شاعري (3) دل ذرتيءَ جا گيت (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. شاهو فقير ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 1800ع (2) 1810ع (3) 1815ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## شاهو فقير (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 1(2) | 3(3) | 3(4) | 1(5) | 3(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(7) | 3(8) | | | | |

# صوفي دلپت
## (1769ع_1849ع)

1. ويدانتي شاعر صوفي دلپت سيوهڻ شهر ۾..........ڌاري پيدا ٿيو؟

(1) 1769ع (2) 1780ع (3) 1785ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي ۽ مير حاجن مير، صوفي دلپت جو جنم ڪهڙو ڄاڻايو آهي؟

(1) 1777ع (2) 1780ع (3) 1789ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. صوفي دلپت جو اصل نالو..........هو.

(1) ڀائي چين راءِ (2) ڀائي دلپترام (3) ڀائي دلپت (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. صوفي دلپت سيوهڻ جي.......آکهہ مان هو.

(1) ناوائي (2) راماڻي (3) ڪيولراماڻي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. صوفي دلپت..........بوبڪ واري جي صحبت ۾ رهي ريٽو ٿيو.

(1) ڀائي آسرداس (2) ڀائي دلپت سنگهہ (3) ڀائي چين راءِ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. صوفي دلپت.....بيدل ۽ ساميءَ جو همعصر هو.

(1) شاهہ عبداللطيف (2) سچل سرمست (3) قاضي قادن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. ڊاڪٽر دائودپوٽي 1943ع ۾ پنهنجي ڪهڙي تيار ڪيل نصابي ڪتاب ۾ دلپت جو ڪلام شامل ڪيو؟

(1) سنڌي ٻهريون (2) سنڌي ٻيو (3) ادبي گلشن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. نارائڻ داس ميوارام پنياڻيءَ جي 1945ع ۾ تيار ڪيل ڪهڙي نصابي ڪتاب ۾ صوفي دلپت جو ڪلام شامل هو؟

(1) ادبي گلشن (2) سنڌي پهريون ڪتاب (3) سنڌي پيو (4) انهن مان ڪوبه نه

9. ديوان ڪوڙي مل کلناڻيءَ ورهاڱي کان اڳ صوفي دلپت جو ڪلام ڪهڙي نالي سان ڇپرايو؟

(1) صوفي دلپت جو رسالو (2) دلپت صوفيءَ جو ڪلام (3) ڪليات صوفي دلپت (4) انهن مان ڪوبه نه

10. لطف الله بدويءَ تذڪره لطفيءَ جي ڪهڙي جلد ۾ صوفي دلپت جو ذڪر ڪيو آهي؟

(1) پهرين (2) ٻئي (3) ٽئين (4) انهن مان ڪوبه نه

11. ڪتاب صوفي دلپت رام جا سنڌي سلوڪ 1938ع ۾ ڪنهن مرتب ڪيو؟

(1) پروفيسر مولچند لڪر (2) هيرو ٺڪر (3) رام پنجواڻي (4) انهن مان ڪوبه نه

12. ڪتاب ديوان دلپت 1956ع ۾ ڪنهن ڇپرايو؟

(1) ديوان ڏيارام گدومل (2) گدومل هرجاڻي (3) ڪلياڻ آڏواڻي (4) انهن مان ڪوبه نه

13. صوفي دلپت جي ڪلام تي مشتمل ڪتاب جي پاڻين جوڳي ٿيا، 2009ع ۾ ڪنهن مرتب ڪيو؟

(1) گوپال ٺڪر (2) مولچند لڪر (3) گدومل هرجاڻي (4) انهن مان ڪوبه نه

14. صوفي دلپت ڪڏهن چالاڻو ڪيو؟

(1) 1831ع (2) 1835ع (3) 1849ع (4) انهن مان ڪوبه نه

## صوفي دلپت (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 1(2) | 2(3) | 1(4) | 1(5) | 2(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 3(7) | 1(8) | 2(9) | 2(10) | 1(11) | 2(12) |
| 1(13) | 3(14) | | | | |

## عثمان فقير سانگي
## (1778ع_ 1860ع)

1. مشهور ڪافي گو شاعر عثمان فقير لاڙڪاڻي جي ڪهڙي ڳوٺ جو رهاڪو هو؟

(1) ڳوٺ چانڊڙي (2) ڳوٺ دوداڻي (3) سانگي ڳوٺ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. عثمان فقير سانگي ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 04 نومبر 1770ع (2) 04 نومبر 1774ع (3) 04 نومبر 1778ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. عثمان سانگي جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) خير محمد سانگي (2) الله بخش سانگي (3) نور محمد سانگي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. عثمان فقير سانگيءَ نوشهري فيروز جي ڪهڙي مرشد جي هٿ تي بيعت ڪئي؟

(1) خليل الرحمان نقشبندي (2) خواجہ عبدالحئي نقشبندي (3) دلبر سائين (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. ڪهڙو وڏو شاعر عثمان فقير جو وڏو صحبتي هو؟

(1) خوش خير محمد هيسباڻي (2) روحل فقير (3) خير شاهہ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. مشهور ڪافي يار ڏاڍي عشق آتش لائي هي جو شاعر ڪير آهي؟

(1) سچل سرمست (2) خواجا غلام فريد (3) عثمان فقير سانگي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. عثمان فقير سانگي شاعريءَ ۾ عثمان کان علاوه ٻيو ڪهڙو تخلص استعمال ڪندو هو؟

(1) عثمان (2) فقير (3) سانگي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. عثمان فقير تي ڪهڙي شاعر جو اثر نمايان آهي؟

(1) شاهه عبداللطيف ڀٽائي (2) سچل سرمست (3) وڪيل شاهه (4) انهن مان ڪوبه نه

9. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، عثمان فقير جو ڪلام پنهنجي ڪهڙي ڪتاب ۾ شامل ڪيو آهي؟

(1) ڪافيون (2) اساسي ڪلام (3) ٻيلاڻن جا ٻول (4) انهن مان ڪوبه نه

10. ڊاڪٽر نواز علي شوق 2004ع ۾ ڪهڙي نالي سان عثمان فقير جو ڪلام ڇپرايو؟

(1) عثمان فقير جو رسالو (2) ڪلام عثمان فقير سانگي (3) عثمان فقير جو ڪلام (4) انهن مان ڪوبه نه

11. نامور شاعر سرمد چانڊيي ڪهڙي نالي سان عثمان فقير جو ڪلام ڇپرايو؟

(1) ڪلام عثمان فقير سانگي (2) عثمان فقير جو رسالو (3) عثمان فقير جو ڪلام (4) انهن مان ڪوبه نه

12. عثمان فقير سانگي ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 12 فيبروري 1860ع (2) 12 فيبروري 1862ع (3) 12 فيبروري 1865ع (4) انهن مان ڪوبه نه

## عثمان فقير سانگي (معروضي سوالن جا جواب)

| 3(6) | 1(5) | 2(4) | 1(3) | 3(2) | 1(1) |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(12) | 1(11) | 2(10) | 1(9) | 2(8) | 1(7) |

# قنبر علي شاهه شريف پاڏائي
## (1793ع _ 1849ع)

1. قنبر علي شاهه ڪهڙي دور جو اساسي شاعر ٿي گذريو آهي؟

(1) ٽالپر دور (2) ڪلهوڙا دور (3) انگريز دور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. قنبر علي شاهه بيو ڪهڙي نالي سان مشهور آهي؟

(1) مرشد قنبر علي (2) شاهه شريف (3) تجر ڏٺي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. قنبر علي شاهه جاتي تعلقي جي ڪهڙي ڳوٺ جو رهاڪو هو؟

(1) پاڏ (2) نصرپور (3) آبڙي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. قنبر علي شاهه جا وڏا اصل ڪٿان جا رهاڪو هئا؟

(1) ملتان (2) اُچ شريف (3) بهاولپور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. قنبر علي شاهه 1207 هجريءَ مطابق ڪهڙي عيسوي سال ۾ پيدا ٿيو؟

(1) 1793ع (2) 1795ع (3) 1798ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. قنبر علي شاهه جي والد جو نالو ڇا هيو؟

(1) محمد سچل (2) بچل شاهه (3) واڏل شاهه (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. شاهه شريف جي رسالي ۾ ڪل ڪيترا سُر آهن؟

(1) 20 (2) 22 (3) 26 (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. شاهه شريف پاڏائي 1264 هجريءَ مطابق ڪهڙي عيسوي سال ۾ وفات ڪئي؟

(1) 1849ع (2) 1851ع (3) 1853ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. شاهه شريف پاڏائيءَ جو رسالو 1963ع ۾ ڪنهن ترتيب ڏنو؟

(1) نواز شاهه پاڏائي (2) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (3) نواز خان زئور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. قنبر شاهه جو رسالو سنڌالاجي تصحيح ۽ تحقيق بعد ڪهڙي سال ڇپرايو؟

1972ع (2) 1975ع (3) 1981ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

قنبر علي شاهه شريف پاڙائي (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 1(3) | 2(4) | 1(5) |
|---|---|---|---|---|
| 2(6) | 3(7) | 1(8) | 2(9) | 1(10) |

## محمد صديق سومرو
## (1756ع_1849ع)

1. ان شاعر جو نالو ٻڌايو؟ جنهن پنهنجي زندگيءَ ۾ ٽي دور (ڪلهوڙا، ٽالپر، انگريز) ڏٺا.

(1) سچل سرمست (2) بيدل فقير (3) فقير صاحب محمد صديق سومرو (4) انهن مان ڪوبه نه

2. صوفي فقير عمر ڪوٽ ضلعي جي ڪهڙي ڳوٺ جو رهاڪو هو؟

(1) ڳوٺ صوفي فقير (2) چور (3) پانڌي آريسر (4) انهن مان ڪوبه نه

3. فقير صاحب محمد صديق سومرو ڪنهن جو مريد هو؟

(1) جهوڪ شريف (2) پير پاڳارو (3) لنواري شريف (4) انهن مان ڪوبه نه

4. فقير صاحب محمد صديق 1170 هجري مطابق ڪهڙي عيسوي سال ۾ پيدا ٿيو؟

(1) 1750ع (2) 1756ع (3) 1760ع (4) انهن مان ڪوبه نه

5. فقير صاحب محمد صديق جي والد جو نالو ٻڌايو؟

(1) دين محمد (2) ڪمال الدين (3) جلال الدين (4) انهن مان ڪوبه نه

6. فقير صاحب محمد صديق جو والد ڪنهن جو مريد هو؟

(1) صوفي شاهه عنايت (2) شاهه ڪريم بلڙيءَ وارو (3) محمد زمان لنواريءَ وارو (4) انهن مان ڪوبه نه

7. فقير صاحب ڪيترا سال جهوڪ جي مرشد صوفي فضل الله شاهه قلندر وٽ مريد ٿي رهيو؟

(1) پنج سال (2) ڏهه سال (3) پندرهن سال (4) انهن مان ڪوبه نه

8. فقير صاحب محمد صديق جو رسالو ڪنهن جي رسالي جي نموني تي آڌاريل آهي؟

(1) شاهه لطيف (2) سچل سرمست (3) بيدل فقير (4) انهن مان ڪوبه نه

9. فقير صاحب محمد صديق جو رسالو ڪهڙي نالي سان ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ 1981ع ۾ ڇپرايو؟

(1) درد نامو (2) راڳ نامو (3) سرود نامو (4) انهن مان ڪوبه نه

10. فقير صاحب جو ڪهڙو پٽ پنهجي وقت جو نامور شاعر هو؟

(1) صوفي بايزيد (2) صوفي ياسين (3) صوفي جانڻ چن (4) انهن مان ڪوبه نه

11. فقير صاحب محمد صديق 1265 هجري مطابق ڪهڙي عيسوي سال ۾ وفات ڪئي؟

(1) 1849ع (2) 1855ع (3) 1860ع (4) انهن مان ڪوبه نه

## محمد صديق سومرو (معروضي سوالن جا جواب)

| 2(6) | 1(5) | 2(4) | 1(3) | 1(2) | 3(1) |
|---|---|---|---|---|---|
| | 1(11) | 1(10) | 2(9) | 1(8) | 3(7) |

# مراد فقير زنگيجو
## (1742ع_1796ع)

1. مراد فقير .......... جي ناميارن شاعرن مان هڪ هو

(1) ڪنبڙيءَ (2) درازا (3) روهڙيءَ (4) انهن مان ڪوبه نه

(2) روحل فقير (2) محمد صديق سومرو (3) شاهه عنايت شهيد

(4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. مراد فقير ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 1736ع (2) 1742ع (3) 1750ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي مراد فقير جي پيدا ٿيڻ جو سال ڪهڙو ڄاڻايو آهي؟

(1) 1744ع (2) 1750ع (3) 1755ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. لطف الله بدويءَ مطابق مراد فقير جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) شاهو فقير (2) محمد حيات (3) روحل فقير (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. مراد فقير، روحل فقير جو رشتي ۾ ڇا هو؟

(1) پٽ (2) سالو (3) ڀائٽ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. مراد فقير، روحل کان عمر ۾ ڪيترو ننڍو هو؟

(1) پنج سال (2) ست سال (3) ڏهہ سال (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. مراد فقير سنڌيءَ کان سواءِ ڪهڙين ٻولين جو شاعر هو؟

(1) فارسي، هندي ۽ سرائڪي (2) سرائڪي، عربي ۽ فارسي (3) عربي، فارسي ۽ هندي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. مراد فقير جي هندي تصنيف جو نالو ٻڌايو؟

(1) پريم نگر (2) پريم گيان (3) پريمي پنڌ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. نامور محقق معمور يوسفانيءَ شاهہ لطيف ۽ مراد فقير جي ڪلام جو تقابلي اڀياس ڪهڙي ڪتاب ۾ ڪيو آهي؟

(1) سنڌ ۾ شاهہ ولي جا همعصر شاعر (2) ڏوليو ڏيت ڏلي (3) ڏسنا اٿي جاڳ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. مراد فقير جو ڪلام گهڻو ڪلام ڇا تي آڌاريل آهي؟

(1) قديم لوڪ قصن ۽ ڪهاڻين (2) رزميا داستانن (3) ڏهن ڏاتارن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

11. نامور اديب لطف الله بدويءَ جي 1964ع ترتيب ڏنل ڪتاب ڪنڌيءَ وارن جو ڪلام ۾ ڪهڙن ٻن شاعرن جو ڪلام شامل آهي؟

(1) روحل فقير ۽ دريا خان زنگيجو (2) دريا خان زنگيجو ۽ مراد فقير (3) روحل فقير ۽ مراد فقير (4) انهن مان ڪو به نه

12. مراد فقير ڪونڌيجي پرسان ڪوٽليءَ ۾ ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 1790ع (2) 1796ع (3) 1800ع (4) انهن مان ڪو به نه

## مراد فقير زنگيجو (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | (2) | 1(3) | 2(4) | 2(5) | 3(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(7) | 1(8) | 2(9) | 1(10) | 3(11) | 2(12) |

## نانڪ يوسف
## (1792ع_1853ع)

1. فقير نانڪ يوسف ڪنهن جو مريد هو؟

(1) شاهه عبداللطيف ڀٽائي (2) سچل سرمست (3) محمد زمان لنواري وارو (4) انهن مان ڪو به نه

2. فقير نانڪ يوسف 1208 هجري مطابق ڪهڙي عيسوي سن ۾ پيدا ٿيو؟

(1) 1792ع (2) 1796ع (3) 1800ع (4) انهن مان ڪو به نه

3. فقير نانڪ يوسف جو پورو نالو ڇا هو؟

(1) يوسف علي (2) محمد يوسف (3) فقير يوسف (4) انهن مان ڪو به نه

4. جيٺمل پرسرام گلراجاڻي، نانڪ يوسف جو اصل نالو ڇا ڄاڻايو آهي؟

(1) نظر محمد (2) محمد يوسف علي (3) الهه رکيو (4) انهن مان ڪو به نه

5. فقير نانڪ يوسف جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) محمد هاشم ڪوڪر (2) حسين بخش (3) بخش علي ڪوڪر (4) انهن مان ڪو به نه

6. فقير نانڪ يوسف جو والد بلوچستان جي ڪهڙي علائقي جو رهاڪو هو؟

(1) خضدار (2) سبي (3) جهل (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. فقير نانڪ يوسف جو مقبرو ڪهڙي مير جوڙايو؟

(1) مير سهراب ٽالپر (2) مير مراد علي خان ٽالپر (3) مير علي نواز ناز (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. نانڪ يوسف ڪنهن جي تصنيف آهي؟

(1) چيتمل پرسرام گلوجاڻي (2) ڪليات آڏواڻي (3) تنوير عباسي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. نانڪ يوسف جو ڪلام 1982ع ۾ ڪنهن ترتيب ڏنو؟

(1) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (2) ڊاڪٽر نواز علي شوق (3) ڊاڪٽر تنوير عباسي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. فقير نانڪ يوسف 9 جمادي الاول 1269 هجري مطابق ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 1853ع (2) 1855ع (3) 1860ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

11. فقير نانڪ يوسف جي آخري آرام گاهہ ڪٿي آهي؟

(1) خيرپور (2) رنگپور، اگڙا (3) راڻيپور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## نانڪ يوسف (معروضي سوالن جا جواب)

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 2(1) | 1(2) | 2(3) | 1(4) | 1(5) | 3(6) |
| 2(7) | 1(8) | 3(9) | 1(10) | 2(11) | |

## نواب ولي محمد لغاري
## (1752ع_1832ع)

1. نواب ولي محمد لغاري ڳوٺ اُيپور، تعلقي سنجهوري ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 1752ع (2) 1760ع (3) 1765ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. نواب ولي محمد لغاري جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) غلام حيدر خان (2) غلام محمد خان (3) غلام حسين خان (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. نواب ولي محمد ... ڪهڙي عهدي تي رهيو؟

(1) وزير اعليٰ (2) گورنر (3) وزير اعظم (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. نواب ولي محمد جو واسطو ڪهڙن ميرن سان سان هو؟

(1) حيدرآباد جي ميرن سان (2) ميرپورخاص جي ميرن سان (3) خيرپور جي ميرن سان (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. سياح جيمس برنس، نواب ولي محمد لغاري جو پنهنجي ڪهڙي ڪتاب ۾ ذڪر ڪيو آهي؟

(1) سنڌو ماتري (2) سنڌ جون وسندڙ قومون ۽ قبيلا (3) سنڌ جي دربار (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. ديوان ولي، هيرنامہ ۽ ساقي نامہ ڪتاب ڪنهن جا آهن؟

(1) نواب ولي محمد (2) نواب غلام محمد (3) حمل فقير لغاري (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. نواب ولي محمد پنهنجي ڪلام ڪهڙو تخلص استعمال ڪيو آهي؟

(1) نواب (2) ولي (3) فقير (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. سنڌي ادبي بورڊ پاران 1968ع ۾ ڇپيل ڪتاب ڪلام فقير نواب ولي محمد خان لغاري ڪنهن ترتيب ڏنو؟

(1) ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو (2) ميمڻ عبدالمجيد سنڌي (3) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. نواب ولي محمد لغاري لاڙڪاڻي ۾ ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 1832ع (2) 1840ع (3) 1843ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. نواب ولي محمد جي آخري آرامگاهہ ڪهڙي ڪلهوڙي حڪمران جي پرسان حيدرآباد ۾ آهي؟

(1) غلام شاهه ڪلهوڙو (2) ميان سرفراز ڪلهوڙو (3) نور محمد ڪلهوڙو (4) انهن مان ڪوبه نه

## نواب ولي محمد لغاري (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(6) | 3(5) | 1(4) | 3(3) | 2(2) | 1(1) |
|---|---|---|---|---|---|
| | | 2(10) | 1(9) | 3(8) | 2(7) |

## ٽالپر دور جا ڪي ٻيا شاعر ۽ عالم

1. آخوند عزيزالله متياروي (1746ع_1824ع)
2. مخدوم عبدالله
3. گهرام فقير جتوئي (1753ع_1846ع)
4. فتح فقير (وفات: 1843ع)
5. پير محمد راشد (1756ع_1817ع)
6. آخوند محمد بچل (فارسي گو شاعر، وفات: 1861ع)
7. ملان صاحب ڏنو شڪارپوري (وفات: 1843ع)
8. خليفو ڪرم الله (وفات: 1855ع)
9. مير عارف نعمت (وفات: 1850ع)
10. سرهو فقير حجام
11. مير شهداد خان (وفات: 1867ع)
12. مير نصير خان ٽالپر (1808ع_1855ع)
13. مير ڪرم خان ٽالپر (وفات: 1828ع)

# ٽالپر دور جا حڪمران

## حيدرآباد جا ٽالپر حڪمران

| نمبر | حڪمران جو نالو | کان | تائين |
|---|---|---|---|
| 1 | مير فتح علي خان ٽالپر | 1782ع | 1802ع |
| 2 | مير غلام علي خان ٽالپر | 1802ع | 1811ع |
| 3 | مير ڪرم علي خان ٽالپر | 1811ع | 1828ع |
| 4 | مير مراد خان ٽالپر | 1828ع | 1833ع |
| 5 | مير نور محمد خان ٽالپر | 1833ع | 1840ع |
| 6 | مير نصير خان ٽالپر | 1840ع | 1843ع |

## خيرپور جا ٽالپر حڪمران

| نمبر | حڪمران جو نالو | کان | تائين |
|---|---|---|---|
| 1 | مير سهراب خان ٽالپر | 1784ع | 1830ع |
| 2 | مير رستم خان ٽالپر | 1830ع | 1843ع |
| 3 | مير علي مراد خان (اول) | 1843ع | 1894ع |
| 4 | مير فيض محمد خان (اول) | 1894ع | 1909ع |
| 5 | مير امام بخش خان ٽالپر | 1909ع | 1921ع |
| 6 | مير علي نواز خان ناز | 1921ع | 1935ع |
| 7 | مير فيض محمد خان (ثاني) | 1935ع | 1947ع |
| 8 | مير علي مراد خان (ثاني) | 1947ع | 1958ع |

## ميرپورخاص جا ٽالپر حڪمران

| نمبر | حڪمران جو نالو | کان | تائين |
|---|---|---|---|
| 1 | مير ٺارو خان ٽالپر | 1784ع | 1829ع |
| 2 | مير علي مراد خان ٽالپر | 1829ع | 1837ع |
| 3 | مير شير محمد خان شير سنڌ | 1837ع | 1843ع |

## ٽالپر دور جو ادبي جائزو

1. هن دور ۾ ڪافيءَ فڪري طور ترقي ڪئي، جنهن جو سهرو سچل سرمست جي سِرَ تي آهي.

2. هن دور ۾ گهڙولي ۽ جهولڻو صنفن جو موجد سچل سرمست آهي.

3. هن دور ۾ مناقبا لکيا ويا، جن ۾ اصحابن ۽ اوليائن جي ساراهه ڪئي ويندي هئي.

4. هن دور ۾ سنڌي غزل جا اهڃاڻ ملن ٿا.

5. علم عروض ۾ مرثيه، مثنوي ۽ ٻيون صنفون هن دور ۾ ملن ٿيون.

6. منظوم قصه گوئي جو رواج هن دور ۾ پيو.

7. سنڌيءَ ۾ هجو گوئي جي شروعات هن دور ۾ ٿي، جن مان سيد خير شاهه ۽ سيد ثابت علي شاهه جو لکيل هجوون مشهور آهن.

8. هن دور ۾ سامي، دلپت راءِ جي ويدانتي شاعري ملي، جن ۾ سامي جا سلوڪ مشهور آهن.

9. مولود، معجزن ۽ مداح کي هن دور ۾ ترقي ملي جن ۾ فتح فقير، پير محمد اشرف، ملا صاحب ڏني، صدرالدين چارڻ ۽ حمل فقير جا نالا ذڪر لائق آهن.

10. هن دور ۾ پهريون ڀيرو سنڌي نثر ۾ ڪتاب لکڻ جي شروعات ٿي ۽ آخوند عزيزالله قرآن مجيد جو مڪمل ترجمو ڪيو.

11. خليفي نبي بخش قاسم پهريون شاعر هو جنهن ۾ سر ڪيڏارو کي قومي رنگ ڏني، سنڌي سورهين، سورمن ۽ جوڌن جي بهادري جو ذڪر ڪيو.

12. ٽالپرن جي دور حڪومت ۾ سنڌ اندر تعليم روايتي معلمن ذريعي ڏني ويندي هئي، جن کي آخوند سڏيو ويندو هو. ڳوٺن ۾ تعليم مقامي ملا يا مسجدن جا پيش امام ڏيندا هئا ۽ اڪثر تعليم قرآن پاڪ جي تعليمات موجب ڏني ويندي هئي.

13. هندن جا ٻار پاٺشالائن ۾ پڙهندا هئا يا وري آخوندن وٽ فارسي پڙهندا هئا. ان زماني ۾ عدالتن ۾ فارسي ٻوليءَ جو استعمال ٿيندو هو.

۞۞

# انگريز دور
## (1843ع_1947ع)

1. انگريزن سنڌ ڪنهن کان حڪومت حاصل ڪئي؟

(1) ٽالپرن کان (2) ڪلهوڙن کان (3) سمن کان (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. انگريزن ٽالپر حڪمرانن کي ......۽......جي جنگ ۾ شڪست ڏيئي 1843ع ۾ سنڌ تي قابض ٿيا ۽ حڪمرانيءَ جي شروعات ڪئي.

(1) مياڻي ۽ ڪرڙي (2) ڪرڙي ۽ دبي (3) مياڻي ۽ دبي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. انگريزن ۽ ٽالپرن وچ ۾ حيدرآباد ڀرسان مياڻيءَ واري جنگ ڪڏهن لڳي؟

(1) 17 فيبروري 1843ع (2) 04 مارچ 1843ع (3) 10 مارچ 1843ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. انگريزن ۽ ٽالپرن وچ ۾ ميرپورخاص ويجهو دبيءَ جي جنگ ڪڏهن لڳي؟

(1) 21 فيبروري 1843ع (2) 24 مارچ 1843ع (3) پهرين اپريل 1843ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. ٽالپرن جي هارائڻ بعد ڪهڙي انگريز کي سنڌ جون واڳون مليون؟

(1) چارلس نيپيئر (2) جان جيڪب (3) بارٽل فريئر (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. سنڌ جو ڪهڙو سورمو انگريزن سان وڙهندي دبيءَ جي جنگ ۾ شهيد ٿيو؟

(1) دولهہ دريا خان (2) هوشو شيدي (3) هيمون ڪالاڻي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. انگريزن سان وڙهندي مرسون مرسون، سنڌ نہ ڏيسون جو نعرو ڪنهن هنيو؟

(1) هوشو شيدي (2) هيمون ڪالاڻي (3) سورهيہ بادشاهہ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. سنڌ جي صوبائي حڪومت کي ختم ڪري بمبئي پريزيڊينسي سان ڪڏهن ملايو ويو؟

(1) 1840ع (2) 1843ع (3) 1847ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. سنڌ جي ٻيهر صوبي جي حيثيت بحال ڪڏهن ڪئي وئي؟

(1) 1936ع (2) 1940ع (3) 1938ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. انگريز دور ۾ سنڌ جي ڪهڙي دفتري زبان هئي؟

(1) فارسي (2) اردو (3) سنڌي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

11. سنڌي زبان ۾ باقاعده نثر ڪهڙي دور ۾ رائج ٿيو؟

(1) ٽالپر دور (2) ڪلهوڙا دور (3) انگريز دور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

12. انگريزن موجوده سنڌي رسم الخط کي آخري شڪل ڪهڙي سال ۾ ڏني، جنهن بعد سنڌ ڪتاب ڇپجڻ جو سلسلو شروع ٿيو؟

(1) 1853ع (2) 1854ع (3) 1855ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

13. سنڌي ادب ۾ نثري صنفن اول جو بنياد ڪهڙي دور ۾ پيو؟

(1) ڪلهوڙا دور (2) ٽالپر دور (3) انگريز دور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

14. سنڌي ادب جي نثري صنفن ڪهاڻي، سفرنامي سوانح ادب، مضمون، ترجمي نگاري سميت ٻين جو بنياد ڪهڙي دور ۾ پيو؟

(1) انگريز دور (2) ٽالپر دور (3) ڪلهوڙا دور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

15. 1854ع ۾ پهريون نارمل سنڌي اسڪول ڪهڙي شهر ۾ کوليو ويو؟

(1) حيدرآباد (2) ڪراچي (3) شڪارپور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

16. سڀ کان اول فارسي ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ گڏيل ڪهڙي اخبار 1858ع ڌاري ڪراچيءَ مان جاري ٿي؟

(1) فوائد الاخبار (2) جوت (3) سنڌ قاصد (4) انهن مان ڪوبہ نہ

17. 1860ع ڌاري سکر مان ڪهڙي اخبار جاري ٿي، جنهن ۾ هڪ ڪالم فارسي ۽ هڪ ڪالم سنڌيءَ ۾ ڇپبو هو؟

(1) سنڌ قاصد (2) مطلع الخورشيد (3) سنڌ سڌار (4) انهن مان ڪوبہ نہ

18. پهرين مڪمل سنڌي اخبارڪهڙي هئي؟ جيڪا 1866ع ڌاري سرڪاري سرپرستيءَ ۾ ڪراچيءَ مان هفتيوار طور جاري ٿي.

(1) مطلع الخورشيد (2) سنڌ قاصد (3) سنڌ سڌار (4) انهن مان ڪوبہ نہ

19. ارنيسٽ ٽرمپ سڀ کان اول شاهہ جو رسالو ڪتابي صورت ۾ ڪڏهن ڇپرايو؟

(1) 1866ع (2) هندستان (3) برطانيه (4) انهن مان ڪو به نه

20. انگريز دور ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ سڀ کان پهريون ڪهڙو ناول ترجمو ٿيو؟

(1) دلارام (2) طلسم (3) راسيلاس (4) انهن مان ڪو به نه

21. سنڌي ٻوليءَ ۾ پهرين طبعزاد ناول جو نالو ٻڌايو؟

(1) زينت (2) دلارام (3) گلن جي ٽوڪري (4) انهن مان ڪو به نه

22. امام بخش خادم ڪهڙو ڊرامو لکي سنڌي ڊرامي جو لکت ۾ 1879ع ڌاري بنياد رکيو؟

(1) هير رانجهو (2) سهڻي ميهار (3) عمر مارئي (4) انهن مان ڪو به نه

23. انگريز دور ۾ سڀ کان وڏو ڪارنامو ڪهڙو آهي؟

(1) سنڌي آئيوٽا ٺهڻ (2) مرزا قليچ بيگ جا ڪتاب (3) صحافت جو بنياد (4) انهن مان ڪو به نه

24. سنڌي نثر جو پهريون ڪتاب ڪنهن جو مليو ٿو؟

(1) مرزا قليچ بيگ (2) ديوان ڪوڙومل ڪلناڻي (3) ديوان تديرام ميراڻي (4) انهن مان ڪو به نه

25. ديوان تديرام 1854ع ۾ ڪهڙو پاراٺو درسي ڪتاب لکيو؟

(1) بابنامو (2) پهريون سنڌي ڪتاب (3) سنڌي پاراٺو ڪتاب (4) انهن مان ڪو به نه

26. سنڌي زبان ۾ پهرين مضمونن جو ڪتاب پکو پهه ڪنهن لکيو؟

(1) ديوان ڪوڙومل (2) ڪاڪو ڀيرومل (3) مرزا قليچ بيگ (4) انهن مان ڪو به نه

27. سنڌي شاعريءَ ۾ وڌ کان وڌ ديوان ڪهڙي دور ۾ ملن ٿا؟

(1) ٽالپر دور (2) انگريز دور (3) ڪلهوڙا دور (4) انهن مان ڪو به نه

28. سچل جي مريدياڻي رکي ٻائيءَ (هاسي ٻائي) جو تعلق ڪهڙي دور سان آهي؟

(1) انگريز دور (2) ٽالپر دور (3) پاڪستان ٺهڻ بعد (4) انهن مان ڪو به نه

29. انگريز ليڪڪ وائن ڊبليو ايچ سنڌي گرامر تي سڀ کان پهرين گرامر آف سنڌي لئنگيج ڪڏهن لکيو؟

(1) 1830ع (2) 1836ع (3) 1843ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

30. سر چارلس نيپئر جي حڪمرانيءَ ۾ ڪهڙن علائقن کي سنڌ جي نقشي مان خارج ڪيو ويو؟

(1) حيدرآباد ۽ ٺٽو (2) خيرپور ۽ ميرپور خاص (3) خيرپور ۽ سبزل ڪوٽ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

31. انگريزن سنڌ ۾ ريلوي لائين جو منصوبو ڪڏهن ٺاهيو؟

(1) 1850ع ۾ ڪراچيءَ کان ملير بعد ۾ ڪوٽڙي تائين (2) روهڙي کان ملتان (3) ڪوٽڙيءَ کان لاڙڪاڻو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

32. انگريز سرڪار پاران ڪيترن ڄڻن کي شمس العلماءَ جا لقب مليا؟

(1) ٻن (2) ٽن (3) ڇهن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

33. شمس العلماءَ لفظ جي معنيٰ ٻڌايو؟

(1) عالمن جو سج (2) عالمن جو چنڊ (3) عالمن جو رهبر (4) انهن مان ڪوبہ نہ

34. انگريز سرڪار شڪارپور جي ڪهڙي عالم کي شمس العلماءَ جو لقب ڏنو؟

(1) عبدالڪريم علوي (2) فقير الله علوي (3) مرزا مخلص علي علوي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

35. انگريز سرڪار پير پاڳارن جي ڪهڙي شخصيت کي شمس العلماءَ جو لقب ڏنو؟

(1) پير سيد مردان شاهہ (2) سيد محمد بقا شاهہ (3) پير اصغر شاهہ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

36. انگريز سرڪار پاران ڪهڙي وڏي اديب شمس العلماءَ جو لقب ڏنو؟

(1) غلام حسين قريشي (2) امام بخش خادم (3) مرزا قليچ بيگ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

### انگريز دور (معروضي سوالن جا جواب)

| 2(6) | 1(5) | 2(4) | 1(3) | 3(2) | 1(1) |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(12) | 3(11) | 3(10) | 1(9) | 3(8) | 1(7) |
| 3(18) | 2(17) | 1(16) | 2(15) | 1(14) | 3(13) |
| 3(24) | 1(23) | 1(22) | 2(21) | 3(20) | 1(19) |
| 3(30) | 2(29) | 1(28) | 2(27) | 1(26) | 1(25) |
| 3(36) | 1(35) | 3(34) | 1(33) | 3(32) | 1(31) |

## انگريز دورن جون مشهور ڪي شخصيتون
## آسانند مامتورا
## (1903ع_1993ع)

1. نامور ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار آسانند مامتورا ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) حيدرآباد (2) ڪراچي (3) لاڙڪاڻو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. آسانند مامتورا، جهانگي مل جي گهر ۾ ڪڏهن ڄائو؟

(1) 1903ع (2) 1905ع (3) 1910ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. آسانند مامتورا جي پهرين ڪهاڻي 1932ع ڌاري ماهوار سنڌو رسالي ۾ ڪهڙي نالي سان ڇپي؟

(1) ٻلوو (2) هيءَ پريم (3) پريم ۽ امرتا (4) انهن مان ڪابہ نہ

4. آسانند مامتورا، امر لعل هنگوراڻي ۽ نادر بيگ مرزا ڪان پوءِ......جي دور جو ٽيون نمبر وڏو ڪهاڻيڪار آهي.

(1) حقيقت نگاري (2) منظر نگاري (3) مقاميت نگاري (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. آسانند مامتورا سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ پهريون پيرو نفسياتي ۽...... مسئلن کي ڇهيو.

(1) سماجي (2) جنسياتي (3) ڳهرو (4) انهن مان ڪوبه نه

6. آسانند مامتورا ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 1993ع (2) 1970ع (3) 1980ع (4) انهن مان ڪوبه نه

## آسانند مامتورا جي ڇپيل ڪتاب

1. جيوت، پريم ۽ پاپ جون ڪهاڻيون (چئن ڪهاڻيڪارن مجموعو مرتب جڳت آڏواڻي: 1939ع)
2. شاعر (ناول: 1941ع).
3. حليمان (ناول: 1941ع).
4. آرسي (ٽي ڪهاڻيون: 1943ع).
5. ڳلوارڻ (ڪهاڻيون: 1978ع).
6. هنج چڱن موتي (مضمون: 1985ع).
7. مهراڻ جا موتي (تحقيق).
8. رهبر چونڊ نثر (ترتيب).
9. بلور (ڪهاڻيون).
10. فيلسوف (فلسفو)
11. علم بند ۽ علم صحت (طب)

## آسانند مامتورا (معروضي سوالن جا جواب)

| 2(1) | 1(2) | 2(3) | 1(4) | 2(5) | 1(6) |
|---|---|---|---|---|---|

# آغا غلام نبي صوفي
## (1889ع_1938ع)

1. آغا غلام نبي صوفي سنڌي ادب ۾ ڪهڙي حوالي سان سڃاتو وڃي ٿو؟

(1) ڪهاڻيڪار (2) ڊراما نگار (3) ناول نگار (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. آغا غلام نبي صوفي ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) شڪارپور (2) ڳڙهي ياسين (3) لکي غلام شاهہ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. آغا غلام نبي صوفي ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 18 آگسٽ 1889ع (2) 18 سيپٽمبر 1889ع (3) 18 آڪٽوبر 1889ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. آغا غلام نبي صوفي جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) آغا سراج دراني (2) آغا گل حسن پٺاڻ (3) آغا عبدالنبي دراني (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. آغا صوفي، سچل سرمست درگاهہ جي گادي نشين.......جي هٿ تي بيعت ڪري سچل سرمست جي سلسلي جو مريد ٿيو.

(1) قبول محمد شاهہ درازي (2) عبدالحق فاروقي (3) صاحب ڏنو فاروقي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. سچل سرمست درگاهہ جي گادي نشين قبول محمد شاهہ درازي کيس ڪهڙي لقب سان نوازيو؟

(1) خليفو (2) چيلو (3) نانڪ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. آغا صوفيءَ جي ڪلام ۾ صوفي، آغا، نانڪ ۽..... تخلص ملن ٿا.

(1) مسڪين (2) ابوجهہ (3) دراني (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. آغا صوفيءَ ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 25 جولاءِ 1938ع (2) 11 آگسٽ 1938ع (3) 11 سيپٽمبر 1938ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## آغا صوفي جي ڪتابن ۽ ڊرامن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب/ ڊرامو | موضوع | سال |
|---|---|---|---|
| 1 | آغازِعشق آغا | شاعري | 1928ع |
| 2 | فريادِ آغا | شاعري | 1929ع |
| 3 | سچل سرمست جو رسالو | سچليات | 1933ع |
| 4 | دنيا دورنگي | اصلاحي سماجي ڊرامو | 1934ع |
| 5 | طبي جواهر | طب | 1935ع |
| 6 | ڪرشن ڪريا | ڊرامو | |
| 7 | شانِ اسلام | ڊرامو | |
| 8 | ڪاليج جو زمانو | ڊرامو | |
| 9 | انقلاب يورپ عرف جرمن سازش | ڊرامو | |
| 10 | طبي جواهر | منظوم طب | |
| 11 | مناجات القرآن | شاعري | 1938ع |
| 12 | گلزارِ محمدي | | |
| 13 | پهلا پيار | اردو ڊرامن ان جيل | |
| 14 | ڪاليج ڪا زمانه | اردو ڊرامو | |
| 15 | ارمانِ آغا | | |
| 16 | فارسي سنڌي گرامر | | |
| 17 | هندستان جي ڊرامن جي تاريخ | | |
| 18 | سچل سرمست | سچليات | 2015ع |
| 19 | شاهنامہ سنڌ | نامڪمل. سنڌ جي منظوم تاريخ | |
| 20 | هندو يوگا ودیا | | |

## آغا صوفي (معروضي سوالن جا جواب)

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 2(1) | 1(2) | 2(3) | 2(4) | 1(5) | 3(6) |
| 3(7) | 1(8) | | | | |

# احمد علي چاڳلا
## (1902ع_1953ع)

1. احمد علي چاڳلا ڊراما نگار کان علاوه پيو ڪهڙي حوالي سان سڃاتو وڃي ٿو؟

(1) پاڪستان جي "قومي ترانې جي ڌن ٺاهڻ جي حوالي سان (2) شاعري (3) ڪهاڻي (4) انهن مان ڪو به نه

2. احمد علي چاڳلا ڪراچيءَ ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 1900ع (2) 1909ع (3) 1912ع (4) انهن مان ڪو به نه

3. احمد علي چاڳلا جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) غلام علي (2) غلام حسين (3) غلام اڪبر (4) انهن مان ڪو به نه

4. چاڳلا موسيقيءَ جي تعليم ڪنهن وٽان حاصل ڪئي؟

(1) مهاراج سوامي داس (2) گرو نانڪ (3) تيرٿ داس (4) انهن مان ڪو به نه

5. احمد علي چاڳلا ڪهڙي فلم ۾ ڊائريڪٽر طور ڪم ڪيو؟

(1) مرزا غالب (2) اجنتا (3) ماءُ (4) انهن مان ڪا به نه

6. احمد علي چاڳلا ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 5 فيبروري 1953ع (2) 05 مارچ 1953ع (3) 05 اپريل 1953ع (4) انهن مان ڪو به نه

## احمد علي چاڳلا جي ڊرامن جو تفصيل

1. خوني (ترڪي ڊرامي جو ترجمو: 1921ع).
2. ڀوت (هينرڪ ابسن جي ڊرامي جو ترجمو: 1940ع).
3. جيڪا تقدير (ڊرامو)
4. ديس جو دشمن (ڊرامو)
5. "گڏي جو گهر" (ابسن جي ڊرامي جو ترجمو)
6. پتي پتني (اردو فلم)
7. طلسمي گهوڙا (اردو فلم)

احمد علي چاچڙ (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(6) | 2(5) | 1(4) | 1(3) | 2(2) | 1(1) |
|---|---|---|---|---|---|

## احمد ملاح

## (1877ع_1969ع)

1. مولوي حاجي احمد ملاح جو واسطو سنڌ جي ڪهڙي خطي سان هو؟

(1) اتر سان (2) لاڙ سان (3) ڪاچي سان (4) انهن مان ڪوبه نه

2. مولوي حاجي احمد ملاح سنڌي ادب ۾ ڇا جي حوالي سان مشهور آهي؟

(1) قرآن شريف جي منظوم ترجمي سبب (2) گيت سبب (3) غزل سبب (4) انهن مان ڪوبه نه

3. مولوي حاجي احمد ملاح ڳوٺ ڪنبڙ تعلقي بدين ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 01 جنوري 1877ع (2) 01 فيبروري 1877ع (3) 01 مارچ 1877ع (4) انهن مان ڪوبه نه

4. مولوي حاجي احمد ملاح جي والد جو نالو ٻڌايو؟

(1) نانگيو (2) ربڏنو (3) رحيم ڏنو (4) انهن مان ڪوبه نه

5. مولوي حاجي احمد ملاح خلافت تحريڪ ۾ حصو وٺڻ سبب ......... سال ۾ ڇهن مهينن لاءِ جيل ويو.

(1) 1920ع (2) 1922ع (3) 1936ع (4) انهن مان ڪوبه نه

6. مولوي احمد ملاح جي قرآن شريف جو منظوم ترجمو ڪهڙي نالي سان ڪيو؟

(1) نورالقرآن (2) تبليغ القرآن (3) منظوم ترجما مولوي ملاح (4) انهن مان ڪوبه نه

7. حڪومت پاڪستان پاران مولوي احمد ملاح جي وفات بعد تمغه امتياز ڪڏهن مليو؟

(1) 23 مارچ 1975ع (2) 23 مارچ 1977ع (3) 23 مارچ 1978ع (4) انهن مان ڪوبه نه

8. مولوي احمد ملاح ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 19 جون 1969ع (2) 19 جولاءِ 1969ع (3) 19 آگسٽ 1969ع (4) انهن مان ڪوبه نه

## مولوي حاجي احمد ملاح جي ڪتابن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب جو نالو | موضوع | سال |
|---|---|---|---|
| 1 | معرفت الله | نثر | 1936ع |
| 2 | ديوانِ احمد | شاعري | |
| 3 | گلشنِ احمد | شاعري | |
| 4 | گلزارِ احمد | شاعري | |
| 5 | اسرارِ الاهي | | |
| 6 | هيڪڙائي حق | شاعري | 1951ع |
| 7 | فتح لنواري | خواجا محمد زمان، سوانح | 1958ع |
| 8 | غزليات احمد | شاعري | 1964ع |
| 9 | بياضِ احمد | شاعري | 1964ع |
| 10 | پيغامِ احمد | شاعري | 1969ع |
| 11 | نور القرآن | قرآن شريف جو منظوم ترجمو | 1969ع |

### مولوي صاحب جي زندگيءَ ۽ فن تي ڇپيل ڪتاب

1. موحد شاعر مولانا حاجي احمد ملاح (مرتب: تاج جويو 2003ع)

### احمد ملاح (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(6) | 2(5) | 1(4) | 2(3) | 1(2) | 2(1) |
|---|---|---|---|---|---|
| | | | | 2(8) | 3(7) |

## آڏارام ٿانورداس ميرچنداڻي
## (1833ع_ 1883ع)

1. منشي آڏارام ٿانورداس ميرچنداڻي ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) حيدرآباد (2) ٺٽو (3) سيوهڻ (4) انهن مان ڪوبه نه

2. منشي آڏارام ڪڏهن ڄائو؟

(1) 1830ع (2) 1833ع (3) 1836ع (4) انهن مان ڪوبه نه

3. منشي آڏارام ٿانورداس 1853ع ۾ جوڙيل سنڌي صورتخطي ڪميٽيءَ ۾ ڇا مقرر ٿيو؟

(1) ميمبر (2) چيئرمين (3) صدر (4) انهن مان ڪوبه نه

4. منشي آڏارام ڪمشنر آفيس ۾ ملازمت ڪانپوءِ سنڌي ٻوليءَ جو ڇا مقرر ٿيو؟

(1) ڊائريڪٽر (2) صلاحڪار (3) ترجمان (4) انهن مان ڪوبه نه

5. منشي آڏارام ڊولراءِ شوتيراءِ سان گڏ ڪهڙو ناول 1870ع ۾ ترجمو ڪيو؟

(1) راسيلاس (2) دلارام (3) زينت (4) انهن مان ڪوبه نه

6. منشي آڏارام ڪهڙا درسي ڪتاب ترتيب ڏنا هئا؟

(1) ابتدائي سنڌي ۽ ٻهريون سنڌي (2) ٻهريون ۽ ٽيون (3) ٽيون ۽ ٽيون (4) انهن مان ڪوبه نه

7. منشي اُڌارام ڪڏهن ديهانت ڪئي؟
(1) 1883ع (2) 1886ع (3) 1890ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## اڌارام ٿانورداس (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 1(3) | 3(4) | 1(5) | 2(6) | 1(7) |
|---|---|---|---|---|---|---|

## منشي اُڌارام ٿانورداس جي ڇپيل ڪتابن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|
| 1 | آگاٽي راءِ ڏياچ ۽ سورٺ جو قصو (ديوناگري لپيءَ ۾) | 1949ع |
| 2 | سنڌي پهريون ڪتاب (پارن لاءِ) | 1853ع |
| 3 | سنڌي ٻيو ڪتاب (پارن لاءِ) | 1853ع |
| 4 | سنڌي ٽيون ڪتاب (پارن لاءِ) | 1853ع |
| 5 | سنڌي وياڪرڻ (گرامر) | 1855ع |
| 6 | سنڌي گرامر | 1857ع |
| 7 | ونهين ۽ ولهي جي ڳالھ (پارن لاءِ قصو) | 1860ع |
| 8 | طوطي نامو (فارسيءَ تان ترجمو) | 1860ع |
| 9 | قصو راءِ ڏياچ جو | 1861ع |
| 10 | مفيد الطالبين | 1861ع |
| 11 | راسيلاس (ڊاڪٽر جانسن جي انگريزي ناول تان ترجمو نولراءِ شوقيرام سان گڏ) | 1870ع |
| 12 | فارسي آموز | 1869ع |
| 13 | دنيا جي تاريخ (نولراءِ شوقيرام سان گڏ) | 1873ع |
| 14 | سنڌي انگريزي ڊڪشنري (پادري جارج شرٽ ۽ مرزا صادق بيگ سان گڏ) | 1879ع |
| 15 | ڪامين ۽ ڪامرون | |
| 16 | قصو مهر منير | |

# الهہ بچايو يار سمو
## (1912ع_1958ع)

1. الهہ بچايو يار سمو ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) ڪراچي (2) حيدرآباد (3) لاڙڪاڻو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. الهہ بچايو يار سمون ضلعي ملير ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) پهرين مئي 1912ع (2) 12 مئي 1912ع (3) 20 مئي 1912ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. الهہ بچايي جي والد جو نالو ٻڌايو؟

(1) محمد علي (2) يارمحمد (3) محمد مٺل (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. الهہ بچايي يار سمي جي تعليم ڇا هُئي؟

(1) سنڌي فائينل (2) ماسٽرس (سنڌي) (3) بي اي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. الهہ بچايي يار سمي جو مضمون ڪوهستاني ڪچهري ڪهڙي ڪتاب تان کنيل آهي؟

(1) سيرِ ڪوهستان (3) لاڙ جو سير (3) پنهنجيءَ مان (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. الهہ بچايي ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 09 سيپٽمبر 1958ع (2)09 آڪٽوبر 1958ع (3)09 ڊسمبر 1958ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

الهہ بچايي يار سمي جي ڇپيل ڪتابن جو تفصيل

1. سير ڪوهستان (سفرنامو: 1944ع)
2. لاڙ جو سير (1946ع)
3.

### الهہ بچايو يار سمون (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 2(3) | 1(4) | 1(5) | 3(6) |
|---|---|---|---|---|---|

# الھ بخش ابوجهو
## (1848ع_1901ع)

1. الھ بخش ابوجهو سنڌي شاعريءَ جي ڪهڙي صنف جو مقبول شاعر هو؟

(1) غزل (2) مسدس (3) وائي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. الھ بخش ابوجهو ڪٿان پنجاب جي ڪهڙي شهر جو رهاڪو هو؟

(1) ڊيرا غازي خان (2) ملتان (3) ميان والي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. الھ بخش ابوجهو ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 15 مارچ 1848ع (2) 04 اپريل 1826ع (3) 04 مئي 1826ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. الھ بخش جي والد جو نالو ڇا هيو؟

(1) خيربخش مٺو (2) خير محمد مٺو (3) محمد مٺو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. الھ بخش ابوجهي سنڌ مدرسي جي قيام لاءِ ڪنهن سان گڏجي ڪوششون ڪيون؟

(1) ڏيارام گدومل (2) حسن علي آفندي (3) جي ايم سيد (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. الھ بخش ابوجهو ميان واليءَ مان ڪراچيءَ ڪڏهن لڏي آيو؟

(1) 1888ع (2) 1890ع (3) 1892ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. الھ بخش ابوجهو سنڌ مدرسي ۾ ڪهڙي ٻوليءَ لاءِ 1889ع ۾ استاد مقرر ٿيو؟

(1) سنڌي (2) عربي (3) فارسي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. هي سٽون ڪنهن چيون ته: سنڌ جي قديم خواهہ جديد شاعرن ۾ ڀرپور ڀرپور شاعر مولوي الھ بخش ابوجهو صاحب ئي آهي، جنهن جو ڪلام نج قوميت جي رنگ ۾ ٻيهاريل ۽ وطني حب جي سامان سان سينگاريل آهي.

(1) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (2) خانبهادر محمد صديق ميمڻ (3) سراج (4) انهن مان ڪوبه نه

9. سنڌ مدرسي ۾ ڪم ڪرڻ دوران الهه بخش ابوجهي ڪهڙي نالي سان هفتيوار اخبار جاري ڪئي؟

(1) معاون (2) سنڌ سڌار (3) زميندار (4) انهن مان ڪابه نه

10. الهه بخش ڪنهن جي نقش قدم تي مسدس ابوجهو تيار ڪيو؟

(1) مسدس جامي (2) مسدس حالي (3) مسدس حامي (4) انهن مان ڪوبه نه

11. الهه بخش ابوجهو شاعريءَ ۾ ڪهڙو تخلص استعمال ڪندو هو؟

(1) ابوجهو (2) مسڪين (3) غريب (4) انهن مان ڪوبه نه

12. الهه بخش ابوجهي 09 ذوالحج 1319 هجريءَ مطابق ڪهڙي عيسوي سن ۾ وفات ڪئي؟

(1) 14 نومبر 1901ع (2) 14 نومبر 1902ع (3) 14 نومبر 1903ع (4) انهن مان ڪوبه نه

چيل ڪتاب

1. مسدس ابوجهو (1955ع)

## الهه بخش ابوجهو (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(6) | 2(5) | 1(4) | 1(3) | 3(2) | 2(1) |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(12) | 1(11) | 2(10) | 1(9) | 2(8) | 3(7) |

# امام بخش خادم
## (1861ع_1918ع)

1. انگريز دور ۾ سنڌي ناٽڪ جي شروعات امام بخش خادم ڪئي، سنڌس ان ڊرامي جو نالو ٻڌايو؟

(1) هير رانجهو (2) ليلا مجنون (3) سهڻي ميهار (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. امام بخش خادم جا وڏا اصل ڪٿان جا رهاڪو هئا؟

(1) افغانستان (2) عربستان (3) عراق (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. امام بخش خادم شڪارپور جي بدوي خاندان ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 1858ع (2) 1861ع (3) 1865ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. امام بخش خادم جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) محمد بچل (2) محمد سچل (3) محمد واڱل (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. ڪهڙو وڏو عالم امام بخش خادم جو پٽ هو؟

(1) غلام علي مسرور بدوي (2) لطف الله بدوي (3) بيدل مسرور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. امام بخش خادم ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) جنوري 1918ع (2) فيبروري 1918ع (3) مارچ 1918ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## امام بخش خادم جي ڪتابن جو تفصيل

1. هير رانجهو (ڊرامو: 1879ع)
2. چار درويش 1896ع
3. الف ليلي 1896ع
4. بهرام گور (قصو: 1897ع)
5. حاتم طائيءَ جو قصو 1898ع
6. انشاءِ خادمي
7. فوائد المبتدي (فارسي سکڻ جو ڪتاب)
8. نانڪ وارو معجزو (نظم ۾)
9. مثنوي نگار
10. منصور نامو (مثنوي)

11. ڪشف المحجوب

12. دودو چنيسر

13. ڪليات خادم (مرتب لطف الله بدوي: 1958ع)

14. دوايو (فارسي سنڌي لغت)

امام بخش خادم (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(6) | 2(5) | 1(4) | 2(3) | 3(2) | 1(1) |
|---|---|---|---|---|---|

## امر لعل هنگوراڻي
## (1907ع_1956ع)

1. امر لعل هنگوراڻيءَ کي جديد ڪهاڻيءَ جو پيءُ سڏيو ويجي ٿو؟

(1) ابو (2) خادم (3) بادشاهه (4) انهن مان ڪوبه نه

2. امر لعل هنگوراڻي حيدرآباد ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 1905ع (2) 1907ع (3) 1910ع (4) انهن مان ڪوبه نه

3. امر لعل جي والد جو نالو ٻڌايو؟

(1) وسڻمل (2) ڏرمون مل (3) واڌومل (4) انهن مان ڪوبه نه

4. امر لعل جي ڪهڙي ڪهاڻي جديد ڪهاڻيءَ جو بنياد سمجهي ويندي آهي؟

(1) هيءُ به رانجهوءَ سنديءَ رمز (2) ادو عبدالرحمان (3) ڏس ڏيڻ ته ڪٿان لينديءَ (4) انهن مان ڪابه نه

5. ادو عبدالرحمان ڪهاڻي سڀ کان اول ڪهڙي رسالي ۾ ڇپي؟

(1) ڦلواڙي (2) گل ڦل (3) سنڌو (4) انهن مان ڪوبه نه

6. ڪتاب ادو عبدالرحمان ۾ ڪل ڪيتريون ڪهاڻيون آهن؟

(1) نو (2) يارنهن (3) چوڏنهن (4) انهن مان ڪوبه نه

## امر لعل هنگوراڻيءَ جو ڇپيل ڪتاب

1. ادو عبدالرحمان (ڪهاڻيون)

ڪي مشهور ڪهاڻيون

1. ادو عبدالرحمان
2. ڏس ڏيوم ته ڪٿان ليندي
3. هيءَ به رانجهوءَ سنڌي رمز
4. لکيو ڪين ٽريو
5. لالي
6. ٻڌيءَ جي ٻاجهه

**امر لعل هنگوراڻي (معروضي سوالن جا جواب)**

| 1(1) | 2(2) | 1(3) | 2(4) | 1(5) | 2(6) |
|---|---|---|---|---|---|

# بيدل
## (1814ع_1872ع)

1. ڪلاسيڪل ادب جي نامور شاعر بيدل جو اصل نالو ڇا هو؟

(1) فقير قادر بخش (2) محمد محسن (3) فقير محسن علي (4) انهن مان ڪوبه نه

2. بيدل 1231هه مطابق ڪهڙي عيسوي سال روهڙيءَ شهر ۾ جائو؟

(1) 1810ع (2) 1814ع (3) 1817ع (4) انهن مان ڪوبه نه

3. بيدل جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) محمد محسن قريشي (2) فقير جان الله (3) فقير سيد لطف الله شاهه (4) انهن مان ڪوبه نه

4. بيدل ڪهڙي درگاهه جي سلسلي جو شاعر هو؟

(1) شاهه عبداللطيف ڀٽائي (2) محمد زمان لنواريءَ وارو (3) صوفي شاهه عنايت (4) انهن مان ڪوبه نه

5. بيدل شاعريءَ جي ڪهڙي صنف جو باڪمال شاعر هو؟

(1) گهڙولي (2) گيت (3) ڪافي (4) انهن مان ڪوبه نه

6. بيدل جون لکيون ڪيترن ٻولين ۾ ملن ٿيون؟

(1) ٽي (2) چار (3) پنج (4) انهن مان ڪوبه نه

7. بيدل جا اٽڪل ڪيترا ڪتاب ملن ٿا؟

(1) 20 (2) 25 (3) 30 (4) انهن مان ڪوبه نه

8. بيدل جي ڪتابن جي اڪثريت ڪهڙي ٻولين ۾ آهي؟

(1) عربي ۽ سنڌي (2) سنڌي ۽ فارسي (3) عربي ۽ فارسي (4) انهن مان ڪوبه نه

9. سنڌي ادب جو جان ڪيٽس ڪنهن کي چوندا آهن؟

(1) ڄان ڪيٽس (2) جان ملٽن (3) شيڪسپيئر (4) انهن مان ڪوبه نه

10. بيدل 16 ذوالقعد 1289ع مطابق ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 15 جنوري 1873ع (2) 15 جنوري 1875, (3) 15 جنوري 1882ع (4) انهن مان ڪوبه نه

## بيدل جون تصنيفون

| نمبر | ڪتاب جو نالو | نمبر | ڪتاب جو نالو |
|---|---|---|---|
| 1 | مثنوي رياض الفقر (فارسي مثنوي) | 2 | ظهور نامه (اڻ ڇپيل) |
| 3 | ديوان سلوڪ الطالبين (فارسي غزل) | 4 | قصه ليلا مجنون (اڻ ڇپيل) |
| 5 | رموز القادري (فرسي نظم ۽ نظم) | 6 | قرت العينين في مناقب السبطين |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | (فارسي نثر) |
| 7 | ڪرسي نامہ<br>(اڻ ڇپيل) | 8 | عقائد<br>(فارسي نظم ۽ نثر) |
| 9 | سرود نامہ<br>(سنڌي ۽ سرائيڪي ڪافين جو مجموعو) | 10 | صراط السالڪين<br>(اڻ ڇپيل) |
| 11. | وحدت نامہ<br>(سنڌي بيتن جو مجموعو) | 12 | مثنوي نهر البحر |
| 13 | ديوان بيدل (فارسي) | 14 | ديوان مصباح الطريقيت |
| 15 | پنج گنج<br>(اقوال زرين) | 16 | وحدت نامہ<br>(فارسي، اڻ ڇپيل) |
| 17 | في بطن احاديث<br>(فارسي نثر) | 18 | خطباتِ جمہ |
| 19 | تجل جي بزگن جو تذڪرو<br>(اڻ ڇپيل) | 20 | مثنوي دلڪشا |
| 21 | ديوان بيدل<br>(فارسي، اڻ ڇپيل) | 22 | مخمسات ۽ مسدمات<br>(اڻ ڇپيل) |
| 23 | ديوان بيدل<br>(اردو) | 24 | تقويت القلوب في<br>تذڪره المحبوب<br>(فارسي نثر) |
| 25 | وصيت نامہ | 26 | قصيده من تاريخ |
| 27 | مبدء الموحدين<br>(فارسي نظم ۽ نثر) | 28 | انشاءِ قادري<br>(فارسي خط) |
| 29 | لغت ميزان طب<br>(فارسي، اڻ ڇپيل) | 30 | غزليات هندي |

بيدل جي ڪلام جي ڇپيل ڪتابن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب | مرتب/مصنف | سال |
|---|---|---|---|
| 1 | ديوان بيدل | گدومل ڪشنچند هرجاڻي | 1940ع |
| 2 | وحدت نامو | گدومل ڪشنچند هرجاڻي | 1943ع |
| 3 | بيدل جو سنڌي ڪلام | ٻولچند وسومل راجپال | 1950ع |
| 4 | ديوان بيدل (سنڌي ۽ سرائڪي) | عبدالحسين موسوي | 1954ع |
| 5 | بيدل جون چونڊ ڪافيون | رشيد احمد لاشاري | 1962ع |
| 6 | فڪرِ بيدل | ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | 1971ع |
| 7 | پنج گنج | سبحان بخش قريشي | 1976ع |
| 8 | انتخاب سرائڪي ڪلامِ بيدل | محمد اسلم رسول پوري | 1978ع |
| 9 | ڪلامِ بيدل | گل محمد انصاري | 1989ع |
| 10 | بيدل جو اردو ڪلام | اختر درگاهي | 1997ع |
| 11 | مثنوي دلڪشا (سنڌي ترجمو) | ڊي ڪي منشارامائي | 1997ع |
| 12 | پنج گنج (اردو ترجمو) | ڊاڪٽر نواز علي شوق | 2000ع |
| 13 | عشق ڪيم اظهار (ڪليات) | ڪليم لاشاري | 2001ع |
| 14 | بيدل فقير | ڊاڪٽر گلزار سومرو عبدوي | 2001ع |
| 15 | ديوان بيدل | اختر درگاهي | 2003ع |
| 16 | مثنوي دلڪشا | ڊاڪٽر نواز علي شوق | 2005ع |
| 17 | روضِ عشق: ليلا مجنون_هير رانجهو عشقيه داستان (مرتب) | فتح علي بيگ شاهد | |
| 18 | ديوان منهاج الحقيقت | ڊاڪٽر خضر نوشاهي | |

| | | (فارسي، ترتيب) | |
|---|---|---|---|
| 2005ع | اختر درگاهي | بيدل بيڪس ۽ مسڪاين | 19 |
| 2006ع | ڊاڪٽر خضر نوشاهي | ديوان سلوڪ الطالبين | 20 |
| 2007ع | ڊاڪٽر خضر نوشاهي | ديوان منهاج الطريقيت | 21 |
| 2008ع | مرزا قليچ علي بيگ | تاريخ تطمات | 22 |
| 2009ع | مرزا قليچ علي بيگ | روزعشق | 23 |
| 2009ع | آزاد قاضي | وحدت نامو | 24 |
| 2011ع | فقير مٺل مسرور | فوائد المعنوي | 25 |
| 2011ع | نوشاد علي جعفري | قرت العينين في مناقب السبطين | 26 |
| 2012ع | ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو | عبدالقادربيدل (احوال و آثار) | 27 |
| 2013ع | ڊاڪٽرعبدالوحيد انڍڙ | منهاج الحقيقت - (سنڌي ترجمو) | 28 |
| 2015ع | اختر درگاهي | بيدل سائينءَ جو رسالو | 29 |
| 2016ع | پروفيسر روزينه انجم نقوي | غزليات بيدل | 30 |
| 2020ع | ڊاڪٽر بدر ڏاماراهو | لغات بيدل | 31 |

## بيدل (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 1(3) | 3(4) | 3(5) | 3(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 3(7) | 3(8) | 1(9) | 1(10) | | |

# بيڪس
## (1859ع_1879ع)

1. بيڪس ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) روهڙي (2) سکر (3) درازا (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. بيڪس جو اصل نالو ڇا هو؟

(1) فقير قادر بخش (2) محمد محسن قريشي (3) محمد علي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. بيڪس 26 جمادي الثانيٰ 1275 هجريءَ مطابق ڪهڙي عيسوي سال ۾ پيدا ٿيو؟

(1) 02 فيبروري 1854ع (2) 02 فيبروري 1857ع (3) 02 فيبروري 1859ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. بيڪس جي والد جو نالو ٻڌايو جيڪو پاڻ نامور اساسي شاعر هو؟

(1) بيدل (2) سچل سرمست (3) ٻيڪل فقير (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. بيڪس ڪنهن وٽان فارسي جي تعليم حاصل ڪئي؟

(1) آخوند عزيز الله (2) آخوند عبدالله (3) آخوند محمد علي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. بيڪس جو ڪهڙي هندو ڇوڪري سان عشق ٿي پيو؟ ان جو نالو ٻڌايو؟

(1) رميش لعل (2) ڪنئيا لعل (3) ڏرمون مل (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. بيڪس ڪيترن سالن جو هو جو سندس والد وفات ڪئي؟

(1) ڇوڏهن سالن (2) سترهن سالن (3) ويهن سالن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري پاران 1965ع ۾ ڇپيل ديوان بيڪس ڪنهن ترتيب ڏنو؟

(1) اختر درگاهي (2) عبدالحسين شاهہ موسوي (3) سيد عطا حسين موسوي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. اڪثر ڪتابن ۾ بيڪس جي وفات جو سال ڪهڙو مليو ٿو؟

(1) 1882ع (2) 1885ع (3) 1890ع (4) انهن مان ڪوبه نه

10. اختر درگاهيءَ مطابق بيڪس 5 رمضان 1298 هجريءَ مطابق ڪهڙي عيسوي سن ۾ وفات ڪئي؟

(1) 11 آگسٽ 1875ع (2) 11 آگسٽ 1879ع (3) 11 آگسٽ 1870ع

(4) انهن مان ڪوبه نه

### بيڪس (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 3(3) | 4(3) | 2(5) | 2(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(7) | 2(8) | 1(9) | 2(10) | | |

## پيرومل مهرچند آڏواڻي
## (1875ع _ 1950ع)

1. ڪاڪو پيرومل، حيدرآباد جي ڪهڙي خاندان سان واسطو رکندو هو؟

(1) آڏواڻي (2) عاملاڻي (3) ماڻلاڻي (4) انهن مان ڪوبه نه

2. ڪاڪو پيرومل، مهرچند جي گهر ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 1870ع (2) 1875ع (3) 1880ع (4) انهن مان ڪوبه نه

3. ڊاڪٽر دائودپوٽي جي ملڪ کان ٻاهر وڃڻ بعد پيرومل کي ڊي جي ڪاليج ۾ 1924ع ڌاري سنڌيءَ جو ڇا مقرر ٿيو؟

(1) مهتمم (2) ترجمان (3) ليڪچرار (4) انهن مان ڪوبه نه

4. ڪاڪو پيرومل شاعريءَ ۾ ڪهڙو تخلص استعمال ڪندو هو؟

(1) غريب (2) ڪاڪو (3) آڏواڻي (4) انهن مان ڪوبه نه

5. مشهور ٻاراڻي نظم منهنجي امڙ جو شاعر ڪير آهي؟

(1) پيرومل غريب (2) جمع خان غريب (3) امداد حسيني (4) انهن مان ڪوبه نه

6. ڪاڪي پيرومل ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 07 جولاءِ 1948ع (2) 07 جولاءِ 1949ع (3) 07 جولاءِ 1950ع (4)

انهن مان ڪوبه نه.

## ڪاڪي ڀيرومل مهرچند آڏواڻيءَ جي ڪتابن ۽ ڊرامن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب جو نالو | موضوع | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|---|
| 1 | بلبل بيمار | ناٽڪ | 1902ع |
| 2 | علي بابا چاليهه چور | ناٽڪ | 1903ع |
| 3 | غريب اللغات | لغت | 1907ع |
| 4 | جوهر نظم (ٻاگو ڀهريون) | نظم | 1909ع |
| 5 | هندستان جي تاريخ | تاريخ | 1909ع |
| 6 | آنند سندريڪا | ناول | 1910ع |
| 7 | پريم جو مهاتم | ناوليٽ | 1914ع |
| 8 | وريل ۾ نعمت (ٻاگو ڀهريون) | قصو | 1915ع |
| 9 | حرص جو شڪار عرف شنجر اقبال | شيڪسپيئر جي 'ڪنگ جان' جو ترجمو | 1916ع |
| 10 | سر سورٺ | لطيفيات | 1917ع |
| 12 | مستي ۽ مائس | لوڪ داستان | 1917ع |
| 13 | سر ٿامس مور | سوانح | 1917ع |
| 14 | پهاڪن جي پيڙهه | لوڪ ادب، لغت | 1917ع |
| 15 | موهني ٻائي | ناول | 1917ع |
| 16 | کهو ڪفايت | خاص زناني تعليم | 1917ع |
| 17 | هيري ۽ سنڌي هير | ناٽڪ | 1918ع |
| 18 | عاملن جو احوال | سوانح | 1919ع |
| 19 | ڏرو ۽ پڪيٽ |  | 1919ع |
| 20 | هندن جي جيوت پهاڪن مان پڌري | لوڪ ادب | 1919ع |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 21 | هيلايا ۽ ڪينجهر | ماڳ مڪان | 1920ع |
| 22 | موهن جو دڙو (انگريزي) | تحقيق | 1920ع |
| 23 | ريتن رسمن جو بنياد | لوڪ ادب | |
| 24 | هندن جو ريتون رسمون | لوڪ ادب | |
| 25 | ٻارڙن جو ناٽڪ | ناٽڪ | 1921ع |
| 26 | جوهر نظم (ٻاگو ٻيو) | نظم | 1922ع |
| 27 | گوپيچند | ناٽڪ | |
| 28 | ڏي وٺ | ناٽڪ | |
| 29 | سنڌ جو سيلاني | لطيفيات | 1923ع |
| 30 | سوڍن جي صاحبيءَ ۽ راڻن جو راڄ | تاريخ | 1924ع |
| 31 | وڏو پنگتي مقدمو | ناٽڪ | 1925ع |
| 32 | الف بي ڪيئن ٺهي؟ | لسانيات | 1925ع |
| 33 | وڏو سنڌي وياڪرڻ | گرامر | 1925ع |
| 34 | سنڌي ٻولي | تحقيق | 1925ع |
| 35 | اصطلاحن جو بنياد | لغت | |
| 36 | لفظن جو بنياد | لغت | |
| 37 | گلقند (ڀاڱو پهريون) | ٻهاڪا | 1925ع |
| 38 | گلقند (ڀاڱو ٻيو) | ٻهاڪا | 1925ع |
| 39 | مڙس جي مڙسي | ناٽڪ | 1925ع |
| 40 | هيري جون ڪڻيون | هيرانند جا مضمون ۽ ڪهاڻيون (ترتيب) | 1926ع |
| 41 | نوبهار | ٻاراڻا گيت | 1926ع |
| 42 | لطيفي سير | لطيفيات | 1926ع |
| 43 | طلسم | (والٽر اسڪاٽ جي ٽئلسمر ناٽڪ جو ترجمو هيرانند سان گڏ) | 1927ع |

| 44 | دوارڪا جو درشن | مذهبيات | 1927ع |
|---|---|---|---|
| 45 | ڪٽن جي ڪانفرنس | ٻاراڻو ادب | 1928ع |
| 46 | ڊيٽي ليٽي ائڪٽ | قانون بابت | 1928ع |
| 47 | سنڌ جي تاريخ | تاريخ | |
| 48 | گولن جا گونڌر | هئرئيٽ بيچر ستو جي ناول انڪل ٽامس جو ترجمو | 1926ع |
| 49 | چونڊ ڪلام | ايڊٽنگ | 1928ع |
| 50 | گلزار نثر | ايڊٽنگ | 1929ع |
| 51 | بهار نثر | ايڊٽنگ | 1932ع |
| 52 | جوهر نثر | ايڊيٽنگ | 1932ع |
| 53 | آزاديءَ جي ڪوڏي | ٽئگور جي پوسٽ آفيس ناٽڪ جو ترجمو | 1938ع |
| 54 | سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ | تحقيق | 1941ع |
| 55 | اعرابن تي ويچار | لسانيات | 1941ع |
| 56 | اعرابن بابت مونجهاري جي سمجهاڻي | لسانيات | 1941ع |
| 57 | پٽائي گهوٽ شاهه | لطيفيات | 1942ع |
| 58 | قديم سنڌ | تاريخ | 1944ع |
| 59 | وريل ۽ نعمت (ٻيو ڀاڱو) | ڪهاڻي | 1946ع |
| 60 | سنڌ جي هندن جي تاريخ (ڀاڱو پهريون) | تاريخ /سوانح | 1946ع |
| 61 | سنڌ جي هندن جي تاريخ (ڀاڱو ٻيو) | تاريخ/سوانح | 1947ع |
| 62 | جاسوس | ناول | 1947ع |
| 63 | گريخشانيءَ وارو شاهه جو رسالو منهنجي نظر ۾ | تنقيد | 1995ع |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 64 | شاھ عبداللطيف ڀٽائي | لطيفيات | 1997ع |
| 65 | هندن جي لڏپلاڻ | سماجيات | 1947ع |
| 66 | سنڌ جون سوکڙيون | ثقافت | |
| 67 | مرزا قليچ بيگ جي حياتي | سوانح | |
| 68 | حڪمتي ماجسٽريٽ | قانون بابت | |
| 69 | شري ڪرشن | سوانح | |
| 70 | شيطان منجهان انسان | | |
| 71 | موتين جي مالها | شاعري | |
| 72 | سورهان سنسڪار | مذهبيات | |
| 73 | وچن مالا | | |
| 74 | ٻاراڻيون ٻوليون | ٻاراڻو ادب | |

## پيرومل مهرچند آڏواڻي (معروضي سوالن جا جواب)

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(1) | 2(2) | 3(3) | 1(4) | 1(5) | 3(6) |

## پيرومل مهرچند جي فن ۽ شخصيت بابت ڪتاب

1. پيرومل مهرچند، هيرو ٺڪر، 2007ع

# تاج محمود امروٽي
## (1844ع_1929ع)

1. نامور مذهبي عالم مولانا تاج محمود امروٽي ضلعي خيرپور جي ڪهڙي ڳوٺ جو رهاڪو هو

(1) ڳاڙهي موري (2) پير جو ڳوٺ (3) پرياليوءَ (4) انهن مان ڪو به نه

2. مولانا تاج محمود امروٽي 28 ذوالقعد 1260ھ مطابق ڪهڙي عيسوي سال ۾ پيدا ٿيو؟

(1) 22 مارچ 1844ع (2) 22 فيبروري 1844ع (3) 22 مئي 1844ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي والد جو نالو ڇا هيو؟

(1) سيد غلام قادر (2) سيد عبدالقادر (3) غلام حيدر شاهہ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. مولانا تاج محمود امروٽي ڪهڙي نسبت سبب سڏائيندو هو؟

(1) تخلص سبب (2) امروٽ شهر جي نسبت سبب (3) ايئن ئي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. مولانا صاحب ڪهڙي تحريڪ مان آخر تائين وابستہ رهيو؟

(1) خلافت تحريڪ (2) پاڪستان تحريڪ (3) جمعيت العلماء (4) انهن مان ڪابہ نہ

6. مولانا صاحب محمود المطالع پريس قائم ڪري ڪهڙو ماهوار سنڌي رسالو جاري ڪيو؟

(1) سنڌو (2) پيغام (3) هدايت الاخوان (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. مولانا صاحب جي ڪهڙي ڪم مقبوليت ماڻي؟

(1) قرآن شريف جو سنڌي ترجمو (2) شاعري (3) درس تدريس جو ڪم (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. مولانا تاج محمود امروٽي شاعريءَ ۾ ڪهڙو تخلص استعمال ڪندو هو؟

(1) محسن (2) حسن (3) غمگين (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. مولانا تاج محمود امروٽيءَ ڪهڙين ٻن سورتن جو سنڌيءَ ۾ منظوم ترجمو ڪيو؟

(1) سورت ياسين ۽ سورت رحمان (2) سورت ڪوثر ۽ سورت مزمل (3) سورت ياسين ۽ سورت ڪوثر (4) انهن مان ڪابہ نہ

10. وطن جي آزاديءَ جو امام مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي علمي ۽ قومي خدمتن جو تعارف جي عنوان سان ڪنهن پي ايچ ڊي ڪئي؟

(1) شاهه محمد شاهه امروٽي (2) سعيد امروٽي (3) سيد محمد شاهه (4) انهن مان ڪوبه نه

11. مولانا تاج محمود هي لفظ اسان جيڪو ڏڏ ولوڙيو. ان مان جيڪو مکڻ نڪتو آهي.... ڪنهن ويو ڪهڙي شاگرد لاءِ چيا؟

(1)مولانا حماد الله هاليجوي (2) مولانا عبدالله چانڊيو (3) مفتون همايوني (4) انهن مان ڪوبه نه

12. مولانا تاج محمود امروٽيءَ ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 05 آگسٽ 1929ع (2) 05 سيپٽمبر 1929ع (3) 05 نومبر 1929ع (4) انهن مان ڪوبه نه

## مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي ڪتابن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب جو نالو | موضوع |
|---|---|---|
| 1 | الهامِ قرآن | قرآن شريف جو سنڌي ترجمو |
| 2 | پريت نامو | يوسف ۽ زليخا بابت مثنوي |
| 3 | سورت ياسين جو منظوم سنڌي ترجمو | ترجمو |
| 4 | عرفانِ امروٽي عرف ڪليات حسن | شاعري مرتب: سيد محمود شاهه |
| 5 | امروٽي انسائيڪلو پيڊيا | مذهبيات، ترتيب:حاجي عبدالحميد سومرو: 2002ع |

## تاج محمود امروٽيءَ جي فن ۽ شخصيت بابت

1. وطن جي آزاديءَ جو امام: مولانا تاج محمود امروٽي (سوانح: سيد محمود شاهه)

تاج محمود امروٽي (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 1(2) | 2(3) | 2(4) | 1(5) | 3(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(7) | 2(8) | 1(9) | 3(10) | 1(11) | 3(12) |

## پرسرام ضيا
## (1911ع_1958ع)

1. پرسرام ضيا نوابشاهہ ۾ ڪڏهن ڄائو؟

(1) 30 جون 1911ع (2) 30 جولاءِ 1911ع (3) 30 آگسٽ 1911ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. پرسرام جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) ٽنديرام جهامناڻي (2) ٽنديرام ميراڻي (3) ٽنديرام ميرچنداڻي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. پرسرام جي تعليم ڪيتري هئي؟

(1) ميٽرڪ (2) بي اي (3) سنڌي فائينل (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. پرسرام جو شاعريءَ ۾ استاد ڪير هو؟

(1) مراد علي ڪاظم (2) غلام محمد گدا (3) مير عبدالحسين سانگي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. پرسرام ضيا سنڌي فلمن: لاڏلي، جهولي لعل، انصاف ڪٿي آهي کان سواءِ ٻيو ڪهڙي فلم لاءِ گيت لکيا؟

(1) هل تہ پنهجي هلون (2) جلال چانڊيو (3) اباڻا (4) انهن مان ڪابہ نہ

6. پرسرام ضياءَ شاعريءَ ۾ پرسو کان علاوه ٻيو ڪهڙو تخلص استعمال ڪيو آهي؟

(1) رنجور (2) مسڪين (3) مجبور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. پرسرام ضيا اجمير هندستان ۾ ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 28 آڪٽوبر 1958ع (2) 28 نومبر 1958ع (3) 28 ڊسمبر 1948ع

(4) انهن مان ڪوبه نه

پرسرام ضيا جي ڇپيل ڪتابن جو تفصيل

1. تصويرِ احساس (شاعري: 1943ع)
2. باغ بهار (ٻاراڻا گيت: 1954ع)
3. آلاپ ضيا (شاعري: 1959ع)
4. ادبي گل (1978ع)
5. پيغامِ ضيا (شاعري: 2000ع)
6. گيت پرهه جا (شاعري)

پرسرام ضيا (معروضي سوالن جا جواب)

| 2(1) | 1(2) | 3(3) | 1(4) | 3(5) | 1(6) | 1(7) |
|---|---|---|---|---|---|---|

# پرمانند ميوارام
## (1866ع_1938ع)

1. پرمانند ميوارام ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) حيدرآباد (2) ڪراچي (3) شڪارپور (4) انهن مان ڪوبه نه

2. پرمانند ميوارام هندو عامل ڪٽنب آڏواڻيءَ ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 13 جون 1866ع (2) 13 جولاءِ 1857ع (3) 13 آگسٽ 1858ع (4)

انهن مان ڪوبه نه

3. پرمانند ميوارام 1891ع ۾ عيسائي مذهب قبولڻ بعد پاڻ تي ڪهڙو

نالو رکيو؟

(1) يسو مسيح (2) نيلڪس (3) پشڪو (4) انهن مان ڪوبه نه

4. پرمانند جي استاد جو نالو ٻڌايو جيڪو پنهنجي وقت جو هڪ وڏو عالم هو؟

(1) ڊاڪٽر گربخشاڻي (2) علامہ دائودپوٽو (3) علامہ آءِ آءِ قاضي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. پرمانند ميوارام 1900ع ڌاري ڪهڙي هفتيوار اخبار جو ايڊيٽر مقرر ٿيو؟

(1) الوحيد (2) سنڌ قاصد (3) جوت (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. پرمانند ميوارام جوت اخبار ۾ ڇپيل مضمونن کي مهيڙي ڪهڙي نالي سان ڪتاب آندو؟

(1) جوت (2) گل ڦل (3) وڻ وڻ جي ڇاري (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. پرمانند ميوارام فرضي نالي عرفي سان ڪهڙو ڪتاب لکيو؟

(1) قرآن جو بنياد (2) حضرت محمد ﷺ (3) محمد بن قاسم (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. پرمانند جو والد ميوارام پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ جي والد جو رشتي ۾......هو.

(1) ڀاءُ (2) چاچو (3) مامو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. پرمانند ميوارام جي ڪهاڻي لچڻ وڏيڪ ڪين لڏا ڪهڙي موضوع تي آهي؟

(1) محبت تي (2) سڳاوتي مسئلن تي (3) ڏيتي ليتي جي موضوع تي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. پرمانند جي لکيل ڪهاڻيهيري جي منڊي ڪهڙي موضوع تي آڌاريل آهي؟

(1) سماجي مسئلن تي (2) گهرو مسئلن تي (3) محبت تي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

11. پرمانند ميوارام جي زندگيءَ ۽ فن تي ڪتاب 2017ع ۾ پرمانند ميوارام ڪنهن ترتيب ڏنو؟

(1) نفيس احمد ناشاد (2) انعام شيخ (3) نصير مرزا (4) انهن مان ڪوبہ نہ

12. پرمانند ميوارام ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 14 مارچ 1938ع (2) 19 آگسٽ 1938ع (3) 19 ڊسمبر 1938ع

(4) انهن مان ڪوبہ نہ

## پرمانند ميوارام جي ڇپيل ڪتابن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب جو نالو | موضوع | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|---|
| 1 | انگريزي سنڌي لغت | لغت | 1910ع |
| 2 | سنڌي انگريزي لغت | لغت | 1910ع |
| 3 | مسيحي تعليم | نصابي | 1911ع |
| 4 | دل بهار (چار حصا) | ٻارائيون ڪهاڻيون ترتيب | 1912ع |
| 5 | سورن ڪان سرس | | 1913ع |
| 6 | ڪرسٽ جي پيروي | مذهبيات | 1923ع |
| 7 | مياڻيءَ جي جنگ | مضمون | 1925ع |
| 8 | اپاڻهار جي هستي | اخلاقيات | 1934ع |
| 9 | هيري جي منڊي | ڪهاڻي | 1934ع |
| 10 | ڌرم مورتي | آکاڻيون | 1934ع |
| 11 | يوسف مصري | قصو | 1935ع |
| 12 | هيرو ۽ گلو | قصو | 1936ع |
| 13 | اوڊر جي ناري | ڪهاڻيون | 1936ع |
| 14 | سنڌباد سيلاني | قصو | 1936ع |
| 15 | سرڪاپاڻي | لطيفيات | 1936ع |
| 16 | آتمڪ امرت | | |
| 17 | گل ڦل (ٻہ ڀاڱا) | مضمون | 1956ع |

| 18 | ليڊي وڊيڪ ڪين ڊڌرم | | |
|---|---|---|---|
| 19 | اپولو جو قصو | قصو | |
| 20 | لورڊ جي ناري | | |
| 21 | اسڪائوٽ جمهوري | | |

## پرمانند ميوارام (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 1(2) | 2(3) | 1(4) | 3(5) | 2(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(7) | 3(8) | 3(9) | 1(10) | 2(11) | 1(12) |

## جمع خان غريب
## (1885ع_1953ع)

1. جمع خان غريب ضلعي دادوءَ جي ڪهڙي ڳوٺ جو رهاڪو هو؟

(1) مريد خان لاڪير (2) خيرپور ناٿن شاهه (3) ميهڙ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. جمع خان غريب ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 10 جنوري 1885ع (2) 15 جنوري 1885ع (3) 20 جنوري 1885ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. جمع خان غريب جي والد جو نالو ٻڌايو؟

(1) ستار ڏنو پيرزادو (2) رحمت پيرزادو (3) مير محمد پيرزادو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. جمع خان غريب جو شاعريءَ ۾ ڪير استاد هو؟

(1) نواز علي نياز جعفري (2) محمد صديق مسافر (3) حڪيم سيوهاڻي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. جمع خان غريب ڏيکين مان ڪهڙي رسالي جو ايڊيٽر هو؟

(1) اديب سنڌ (2) مسلمان (3) طالب المولى (4) امي سيٺي

6. جمع خان غريب ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 7 آگسٽ 1953ع (2) 7 سيپٽمبر 1953ع (3) 7 آڪٽوبر 1953ع

(4) انهن مان ڪوبہ نہ

## جمع خان غريب جي چيل ڪتابن جو تفصيل

1. گل نو بهار (ٻارن لاءِ شاعري: 1933ع)
2. رسوماتِ تباهي (1948ع)

## جمع خان غريب (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 1(3) | 2(4) | 4(5) | 1(6) |
|---|---|---|---|---|---|

# چيئمل پرسرام گلرجاڻي
## (1885ع_1948ع)

1. سنڌي ادب ۾ پهرين جيل ڊائري ڪنهن جي ملي ٿي؟

(1) چيئمل پرسرام گلرجاڻي (2) جي ايم سيد (3) عبدالواحد آريسر (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. چيئمل پرسرام حيدرآباد سنڌ جي عاملن جي پاڙي ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 1880ع (2) 1885ع (3) 1890ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. پرسرام شاعريءَ ۾ ڪهڙو تخلص استعمال ڪندو هو؟

(1) غريب (2) بيوس (3) گلراج (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. چيئمل پرسرام لاءِ هي سٽون ڪنهن چيون آهن تہ: هُو منهنجو سياسي مددگار ۽ صلاحڪار، تصوف ۾ استاد، دوست ۽ ڀاءُ ٿي رهيو.

(1) جي ايم سيد (2) محمد ابراهيم جويو (3) حيدر بخش جتوئي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. چيئمل پرسرام سنڌي ادب جي واڌاري لاءِ 1914ع ۾ ڪهڙي تنظيم جو بنياد رکيو؟

(1) ٿيا مانيڪال سوسائٽي (2) سنڌي ساهت سوسائٽي (3) اديبن جي سنگت (4) انهن مان ڪوبه نه

6. چيتمل پرسرام 1917ع ڌاري حيدرآباد جي ڪهڙي ڪاليج ۾ سنڌي جو پروفيسر مقرر ٿيو؟

(1) سنڌ ڪاليج (2) حيدرآباد ڪاليج (3) نيشنل ڪاليج (4) انهن مان ڪوبه نه

7. چيتمل پرسرام 1919ع ۾ ڇا جي لاءِ جيل ويو؟

(1) شاعري لکڻ سبب (2) ايڊيٽوريل لکڻ سبب (3) تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ سبب (4) انهن مان ڪوبه نه

8. چيتمل، شاهه لطيف جي ڪهڙي بيت جي سٽ ڀارت واسي اخبار ۾ ايڊيٽوريل جي هيڊنگ ڏيڻ سبب جيل ويو؟

(1) اڳيان اڏين وٽ، پوين مير مٺيا هيا (2) سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار (3) سورهيه مرين سوڀ ڪي (4) انهن مان ڪوبه نه

9. چيتمل جي ان ايڊيٽوريل کان ڪهڙو انگريز متاثر ٿيو ۽ جنهن پوءِ شاهه لطيف تي تحقيقي مقالو پڻ لکيو؟

(1) ارنيسٽ ٽرمپ (2) ايچ ٽي سورلي (3) بارٽل فريئر (4) انهن مان ڪوبه نه

10. چيتمل پرسرام 1923ع ڌاري ڪهڙو سنڌي رسالو جاري ڪيو جيڪو 21 سال جاري رهيو؟

(1) روح رهاڻ (2) گل ڦل (3) سنڌو (4) انهن مان ڪوبه نه

11. حيدرآباد ۾ ٿاٽم بيسنٽ هال جو بنياد ڪنهن جي ڪوششن سان پيو؟

(1) چيتمل پرسرام (2) ڏيارام گدومل (3) ارنيسٽ ٽرمپ (4) انهن مان ڪوبه نه

12. چيتمل پرسرام ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 1 جولاءِ 1948ع (2) 6 جولاءِ 1948ع (3) 10 جولاءِ 1948ع (4) انهن مان ڪوبه نه

## چيلمل پرسرام جي ڇپيل ڪتابن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب جو نالو | موضوع | سال |
|---|---|---|---|
| 1 | هير رانجهو ۽ سمو گندري | لوڪ داستان | 1914ع |
| 2 | ڀائي ڪلاچند | سوانح | 1914ع |
| 3 | شاهه ڀٽائي جي حياتي | سوانح | 1915ع |
| 4 | ترنگ جو تيرٿ | پهرين جيل ڊائري | 1919ع |
| 5 | صوفي سڳورا | سيرت، ليلارام پريمچند سان گڏ | 1921ع |
| 6 | سچل سرمست | سوانح | 1922ع |
| 7 | شاهه جون آکاڻيون (حصو پهريون) | لطيفيات | 1922ع |
| 8 | شاهه جون آکاڻيون (حصو ٻيو) | لطيفيات | 1923ع |
| 9 | شاهه جي آکاڻين جي سمجهاڻي | لطيفيات | 1923ع |
| 10 | هئمليٽ | شيڪسپيئر جي ڊرامي جو ترجمو | 1923ع |
| 11 | طوفان | شيڪسپيئر جي Tempest تان ترجمو | 1923ع |
| 12 | چمڙا پوش جون آکاڻيون | ڪهاڻيون | 1923ع |
| 13 | ڪامل مرشد | سوانح | 1923ع |
| 14 | سنڌي ساهت جو خزانو | تاريخ | 1924ع |
| 15 | حسابي حساب | شيڪسپيئر جي Measure for Measure جو ترجمو | 1924ع |

| 16 | سامي واد | سوشلزم | 1926ع |
|---|---|---|---|
| 17 | ريچ | چيخوف جي ڊرامي جو ترجمو | 1926ع |
| 18 | سناتن ڌرم | سينٽرل هندو ڪاليج، بنارس جي درسي ڪتاب جي هڪ ڀاڱي جو ترجمو | |
| 19 | صوفي مت | تصوف | |
| 20 | سک پنٿ | | |
| 21 | اپنشد گيان | ڊاڪٽر اني بيسنٽ جي وزڊم آف دي اپنشدس جو ترجمو | |
| 22 | آنند دربار | چارلس ليڊ بيٽر جي Talk on the path of occultism جو ترجمو | |
| 23 | وديا گرو | | |
| 24 | ميران ٻائي | | |
| 25 | پرلوڪ مان پيغام | | |
| 26 | ڀڳوت گيتا | اينيءَ بيسنٽ جو ترجمو | |
| 27 | ٻڏل ٻيڙي | رويندر ناٿ ٽاگور جي ناول دي ريڪ جو ترجمو | |
| 28 | مونا وانا | ڪار مارس جي Mona Wana جو ترجمو | |
| 29 | ٻال هتيا | | |
| 30 | ڳال ٻلاس | | |
| 31 | سڌيون ۽ چڪر | | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 32 | سٽگر جي چرڻن ۾ | AT the Feet of Masterجو ترجمو | |
| 33 | ڀڳوت گيتا ۽ راج گيان | مذهبيات | |
| 34 | سدا چار (ليلارام پريمچند سان گڏ) | | |
| 35 | سونو گڏهه | | |
| 36 | مارگ جوتي ۽ ڪرم | ليڊ بيٽر جي ڪتاب جو ترجمو | |
| 37 | يوگ جي سمجهاڻي | ڊاڪٽر اٿني بيسنٽ جي ڪتاب جو ترجمو | |
| 38 | پورب جوتي | | |
| 39 | پيغمبر اسلام | مذهبيات | |
| 40 | موت هڪ بهانو | مذهبيات | |
| 41 | فلاسافي ڇا آهي | فلسفو | |
| 42 | سوشلزم (ساميه واد) | سماجي ابياس | |
| 43 | امرسن | امريڪي مضمون نگار امرسن جي مضمونن جو سنڌي ترجمو | |
| 44 | فائوسٽ | گوئٽي جي Faust جو ترجمو | |
| 45 | ايمرسن | | |
| 46 | سنڌي سونهارا | تاريخ | |
| 47 | جڳت جا نيتائو | ڊاڪٽر اٿني بيسنٽ جي ڪتاب جو ترجمو | |
| 48 | سوراج ساگر | | |
| 49 | گوتم ٻڌ | سوانح | |

| 50 | هند ۽ سنڌ جا سنت | تاريخ | |
|---|---|---|---|
| 51 | موت ته آهي ئي ڪونه | | |
| 52 | its Sufis&Sindh | تاريخ | |
| 53 | Shakespeare Through IndianEye | تاريخ | |
| 54 | سنڌي ساهت جو خزانو | ترتيب | |
| 55 | شاهه جو رسالو | | |
| 56 | نانڪ يوسف | سوانح | 1991ع |
| 57 | جيٺمل پرسرام ۽ سنڌس چونڊ لکڻيون | نثر | 1991ع |
| 58 | ساهتي رهاڻ | تنقيدي مضمون | 1991ع |

## جيٺمل پرسرام جي فن ۽ شخصيت بابت ڪتاب

1. جيٺمل پرسرام ۽ سنڌس چونڊ لکڻيون موتيرام ستراماداس راموائي 1991ع

## جيٺمل پرسرام (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 3(3) | 1(4) | 2(5) | 3(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 2(7) | 1(8) | 2(9) | 1(10) | 1(11) | 2(12) |

## چتو فقير سانگي
## (1832ع_1894ع)

1. چتو فقير سانگي سنڌي شاعريءَ جي ڪهڙي صنف جو باڪمال شاعر ٿي گذريو آهي؟

(1) غزل (2) گيت (3) ڪافي (4) انهن مان ڪوبه نه

2. چتو فقير لاڙڪاڻي ضلعي جي ڪهڙي ڳوٺ جو رهاڪو هو؟

(1) پيلهڙي (2) دودائي (3) سانگي ڳوٺ (4) انهن مان ڪوبه نه

3. چتو فقير سانگي، محمد بچل جي گهر ۾ ڪڏهن جائو؟

(1) 1832ع (2) 1834ع (3) 1838ع (4) انهن مان ڪوبه نه

4. چتو فقير جو ڪلام ڪليات چتو فقير سانگي جي نالي سان 1973ع ۾ ڪنهن ترتيب ڏنو؟

(1) ڊاڪٽر نواز علي شوق (2) ڊاڪٽر بشير احمد شاد (3) صوفي مولابخش سانگي (4) انهن مان ڪوبه نه

5. چتي فقير سانگيءَ جي ڇپيل ڪليات ۾ ڪُل 129 سنڌي ۽ 41...... ڪافيون شامل آهن.

(1) سرائڪي (2) هندي (3) فارسي (4) انهن مان ڪوبه نه

6. ڊاڪٽر بلوچ، چتي فقير سانگيءَ جو ڪلام پنهنجي ڪهڙي ڪتاب ۾ ڏنو آهي؟

(1) بيلائن جا ٻول (2) ڪافيون (جلد پهريون) (3) ڪافيون (جلد ٻيو) (4) انهن مان ڪوبه نه

7. چتي فقير سانگيءَ جي لکيل مناظري ۾............ ڪافي مقبوليت ماڻي.

(1) حُقي ۽ چلم جو جهيڙو (2) ٽوپي ۽ پڳ جو جهيڙو (3) عش ۽ ٿُنهن جو جهيڙو (4) انهن مان ڪوبه نه

8. چتي فقير سانگي ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 12 آگسٽ 1894ع (2) 12 سيپٽمبر 1894ع (3) 12 آڪٽوبر 1894ع (4) انهن مان ڪوبه نه

## چتو فقير (معروضي سوالن جا جواب)

| 3(1) | 1(2) | 1(3) | 3(4) | 1(5) | 2(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(7) | 2(8) | | | | |

# حاجي خانڻ چنجڻي
## (1831ع_ 1907ع)

1. حاجي خانڻ چنجڻي سنڌي شاعريءَ جي ڪهڙي صنف جو قادرالڪلام شاعر هو؟

(1) وائي (2) ڪافي (3) بيت (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. حاجي خانڻ چنجڻي، تعلقي نصير آباد، ضلعي قنبر شهدادڪوٽ جي ڪهڙي ڳوٺ جو رهاڪو هو؟

(1) مياڻداد چنجڻي (2) ثناءالله چنجڻي (3) الهداد چنجڻي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. حاجي خانڻ چنجڻيءَ جو پورو نالو ڇا هو؟

(1) محمد خان (2) خان محمد (3) خان محمد علي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. حاجي خانڻ دوست محمد جي گهر ۾ ڪڏهن ڄائو؟

(1) 8 آڪٽوبر 1831ع (2) 13 آڪٽوبر 1831ع (3) 20 آڪٽوبر 1831ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. هيٺين مان ڪهڙو شاعر خانڻ چنجڻيءَ همعصر ۽ صحبتي نہ هو؟

(1) عثمان فقير سانگي (2) ڇتو فقير (3) دادن فقير (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. حاجي خانڻ جو ڪلام ڪهڙين ٻن ٻولين ۾ ملي ٿو؟

(1) سنڌي ۽ سرائڪي (2) سنڌي ۽ اردو (3) سرائڪي ۽ اردو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. حاجي خانڻ چنجڻيءَ ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 02 جنوري 1907ع (2) 20 جنوري 1907ع (3) 23 جنوري 1907ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## چونڊ ڪتاب

1. ڪليات حاجي خانڻ چنجڻي (مرتب: ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو 1986ع)

## حاجي خانڻ چنجڻي (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(7) | 1(6) | 3(5) | 1(4) | 2(3) | 1(2) | 2(1) |
|---|---|---|---|---|---|---|

# حافظ حامد لڪڙائي
## (1832ع_1897ع)

1. سنڌي غزل جي ڪهڙي شاعر کي سنڌي ادب جو جان ملٽن سڏيو ويندو آهي؟

(1) حافظ حامد (2) خليفو گل محمد هالائي (3) قاسم هالائي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. حافظ حامد لکڙ شهر ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 1832ع (2) 1835ع (3) 1840ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. حافظ حامد جي والد جو نالو ٻڌايو؟

(1) محمد علي ميمڻ (2) محمد هاشم ميمڻ (3) محمد عثمان ميمڻ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. حافظ حامد حج جو سفرنامو ڪهڙي نالي سان منظوم ڪيو؟

(1) مناسڪ الحج (2) زيارت نامو (3) منظوم سفرنامہ حج (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. غزل جو نامور شاعر محمد هاشم مخلص، حافظ حامد جو رشتي ۾ ڇا هو؟

(1) پيءُ (2) پٽ (3) ڀاءُ (4) انهن مان ڪوبہ نہ.

6. حافظ حامد جي شاعريءَ جو ديوان 1926ع ۾ سنڌس پٽ ڪهڙي نالي سان ڇپرايو؟

(1) ديوان حافظ (2) ارمغان حامد (3) حافظ حامد جو ڪلام (3) انهن مان ڪوبہ نہ

7. انظ حامد ڪيترن سالن جي عمر ۾ ماتا جي بيماريءَ سبب نابين ٿيو؟

(1) ٽي ورهيه (2) پنجن ورهين (3) ستن ورهين (4) انهن مان ڪوبه نه

8. حافظ حامد سير سياحت دوران جوڌپور جي علائقي ۾ ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 1890ع (2) 1893ع (3) 1897ع (4) انهن مان ڪوبه نه

## حافظ حامد ٽڪڙائي (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 1(2) | 1(3) | 1(4) | 2(5) |
|---|---|---|---|---|
| 2(6) | 1(7) | 3(8) | | |

## حفيظ تيوڻو
## (1810ع_1890ع)

1. حفيظ تيوڻو.......جي آخري دور جو ۽...... دور جو شروعاتي شاعر هو.

(1) ٽالپرن ۽ انگريزن (3) انگريزن ۽ ٽالپرن (3) ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن (4) انهن مان ڪوبه نه

2. حفيظ تيوڻو تعلقي وارهه ضلعي قنبر شهدادڪوٽ جي ڪهڙي ڳوٺ جو رهاڪو هو؟

(1) لعلو رائنڪ (2) نصير آباد (3) ڏاتو تيوڻو (4) انهن مان ڪوبه نه

3. حفيظ تيوڻي جو اصل نالو ڇا هو؟

(1) لال ڏنو (2) لال بخش (3) لال محمد (4) انهن مان ڪوبه نه

4. حفيظ تيوڻو ڪڏهن ڄائو؟

(1) 1800ع (2) 1805ع (3) 1810ع (4) انهن مان ڪوبه نه

5. حفيظ تيوڻي جي تعليم ڪيتري هئي؟

(1) سنڌي فائينل (2) سنڌي پنج درجا (3) اڻ پڙهيل (4) انهن مان ڪوبه نه

6. حفيظ تيوڻو ڪهڙي درگاهه جو مريد هو؟

(1) شاهه گودڙيو (2) قلندر لعل شهباز (3) سچل سرمست (4) انهن مان ڪوبه نه

7. حفيظ تيوڻي ڪهڙي رومانوي داستان کي منظوم ڪيو؟

(1) مهڻي ميهار (2) عمر مارئي (3) مومل راڻو (4) انهن مان ڪوبه نه

8. حفيظ تيوڻي ماتا جي بيماريءَ سبب ڇا وڃايو؟

(1) پڙهڻ جي صلاحيت (2) پاڻهن (3) اکين جي بينائي (4) انهن مان ڪوبه نه

9. حفيظ تيوڻي پنهنجي ڪلام ۾ حفيظ تيوڻو کان علاوه ڪهڙو تخلص استعمال ڪيو؟

(1) نقير (2) لالو (3) نير (4) انهن مان ڪوبه نه

10. مومل راڻي جو قصو: اصل حفيظ وارو 1887ع ۾ ڪنهن سهيڙي ڇپرايو؟

(1) مرزا قليچ بيگ (2) ڪاڪي پيرومل (3) چيلمل پرسرام (4) انهن مان ڪوبه نه

11. ديوان حفيظ 1953ع ۾ ڪنهن سهيڙي ڇپرايو؟

(1) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (2) علامه آءِ آءِ قاضي (3) قربان علي نقشبندي (4) انهن مان ڪوبه نه

12. حفيظ تيوڻي ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 1890ع (2) 1870ع (3) 1880ع (4) انهن مان ڪوبه نه

## حفيظ تيوڻو (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(6) | 3(5) | 3(4) | 2(3) | 3(2) | 1(1) |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(12) | 3(11) | 1(10) | 2(9) | 3(8) | 3(7) |

# حڪيم فتح محمد سيوهاڻي
## (1883ع_1942ع)

1. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي سيوهڻ شهر ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 1883ع (2) 1884ع (3) 1886ع (4) انهن مان ڪوبه نه

2. حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي والد جو نالو ڇا هيو؟

(1) غلام محمد سيوهاڻي (2) خليفو غلام محي الدين عباسي (3) غلام رسول (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. حڪيم فتح محمد نامور تعليمدان آپا شمس عباسيءَ جو رشتي ۾ ڇا هو؟

(1) والد (2) چاچو ۽ سهرو (3) سئوٽ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي شخصيت ڪنهن جي پي ايڇ ڊي آهي؟

(1) آپا شمس عباسي (2) ڊاڪٽر سيد محمود شاهہ (3) ڊاڪٽر غلام علي الانا (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي خود نوشت سوانح حيات ڪهڙي سنڌي رسالي ۾ 1960ع ۾ ڇپي؟

(1) ٽہ ماهي مهراڻ (2) ماهوار نئين زندگي (3) ماهوار پيغام (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. حڪيم فتح محمد جو مضمون قومي جذبو ۽ قومي اخلاق ڪهڙي ڪتاب ۾ آهي؟

(1) ڪمال ۽ زوال (2) آفتاب ادب (3) نورالايمان (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. حڪيم فتح محمد جو مضمون ٻولي ۽ ان جون ادبي خدمتون ڪهڙي ڪتاب ۾ موجود آهي؟

(1) ڪمال ۽ زوال (2) آفتاب ادب (3) نورالايمان (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ڪهڙي اخبار ۾ ايڊيٽر طور ڪم ڪيو؟

(1) الاسلام (2) الحق (3) اخبارِ تعليم (4) انهن مان ڪابہ نہ

9. حڪيم فتح محمد 1913ع ۾ ڪهڙي اخبار جو سرپرست مقرر ٿيو؟

(1) سنڌ سڌار (2) سنڌ قاصد (3) الاسلام (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي سرپرستيءَ 1936ع ڌاري ڪهڙي اخبار جاري ٿي؟

(1) اصلاح (2) اخبار تعليم (3) الوحيد (4) انهن مان ڪابہ نہ

11. حڪيم فتح سيوهاڻي شاعريءَ ۾ حڪيم کان علاوه ٻيو ڪهڙو تخلص استعمال ڪندو هو؟

(1) فتح (2) سيوهاڻي (3) صغير (4) انهن مان ڪوبہ نہ

12. حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) ڊسمبر 1942ع (2) ڊسمبر 1934ع (3) ڊسمبر 1944ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي ڪتابن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب جو نالو | موضوع | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|---|
| 1 | قلندر نامہ | قلندر لعل شهباز سوانح | 1914ع |
| 2 | فتح محمدي | سيرت | 1914ع |
| 3 | حيات النبي | سيرت | 1916ع |
| 4 | سيرت النبي ۽ اخلاق محمدي | سيرت | |
| 5 | نورالايمان | تفسير | |
| 6 | ميرن جي صاحبي | تاريخ | 1923ع |
| 7 | ڪمال ۽ زوال | مقدوم ابن خلدون جي ڪتاب جو ترجمو | 1923ع |
| 8 | دينيات | | |
| 9 | اسلامي پهريون ڪتاب | سيرت، ٻارن لاءِ | |
| 10 | اسلامي ٻيو ڪتاب | سيرت، ٻارن لاءِ | |
| 11 | اسلامي ٽيون ڪتاب | سيرت، ٻارن لاءِ | |
| 12 | اسلامي چوٿون ڪتاب | سيرت، ٻارن لاءِ | 1925ع |
| 13 | ابوالفضل ۽ فيضي | سوانح | 1936ع |

| 14 | بهار ڪلام عرف بهار اخلاق | شاعري | 1938ع |
|---|---|---|---|
| 15 | جهمار ڪلام عرف جهمار اخلاق | | 1938ع |
| 16 | دل پر گهاءُ ڪندڙ مناجات | مذهبي شاعري | |
| 17 | خدا هڪڙو آهي | مذهبيات | |
| 18 | مثنوي داستان قوم | مثنوي | |
| 19 | سنڌ جي تاريخ (حصو پهريون) | | |
| 20 | آفتاب ادب | مضمون | 1956ع |
| 21 | قرآن پاڪ جي تعليم | مذهبيات | |

## حڪيم فتح محمد جي شخصيت ۽ فن بابت ڪتاب

1. فتح محمد سيوهاڻيءَ جي شخصيت (پي ايڇ ڊي) آپا شمس عباسي سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 1988ع

## حڪيم فتح محمد سيوهاڻي (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 2(3) | 1(4) | 2(5) | 1(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 2(7) | 2(8) | 3(9) | 1(10) | 3(11) | 1(12) |

## کانچند درياڻي
## (1898ع_1965ع)

1. سنڌي ڊرامي جو ابو مرزا قليچ بيگ آهي، پر ڊرامي کي مقبول ڪرڻ پر........ جو هٿ آهي.

(1) خانچند درياڻي (2) ڪشنچند بيوس (3) لعلچند امرڏنو مل (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. خانچند درياڻي حيدرآباد ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 1895ع (2) 1898ع (3) 1900ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. خانچند جي والد جو نالو ٻڌايو؟

(1) شامداس (2) شولداس (3) ڏرمون داس (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. خانچند دريائي ورهاڱي کان اڳ بمبئيءَ ۾ ڪهڙي نالي سان فلمن ناهڻ جي اداري جو بنياد رکيو؟

(1) ايسٽرن آرٽس پروڊڪشن (2) دريائي فلم ميڪرس (3) فلم اينڊ مووي ميڪرس (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. خانچند دريائي 1923ع ڌاري لعلچند امرڏني مل، منگهارام ملڪاڻيءَ، جيٺمل پرسرام ۽ ٻين سان گڏجي ڪهڙي ڊرئميٽڪ ڪلب جو بنياد رکيو؟

(1) سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي (2) رابندرناٿ لٽرري اينڊ ڊرئميٽڪ ڪلب (3) سنڌ ساهتيا سڀا (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. خانچند دريائي ڪل..... وڏا ناٽڪ لکيا، جن ۾ 12 اصلوڪا ۽.... ترجمو ڪيل ڊراما آهن.

(1) 22 ۽ 14 (2) 18 ۽ 6 (3) 24 ۽ 3 (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. شاهہ سائينءَ جي ڪلام کي بنياد بڻائي لوڪ ناٽڪن جو باني ڪنهن کي سڏيو ويندو آهي؟

(1) مرزا قليچ بيگ (2) خانچند دريائي (3) لعلچند امرڏنو مل (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. خانچند ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 07 جون 1965ع (2) 07 جولاءِ 1965ع (3) 07 آگسٽ 1965ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## خانچند دريانيءَ جي ڊرامن جو تفصيل

| نمبر | سال | ناٽڪ | مختصر جائزو | رچائيندڙ يا ڇپائيندڙ |
|---|---|---|---|---|
| 1 | 1920 | گلاب جو گل | ڏيتي ليتيءَ جي موضوع تي اصلوڪو سماجي وڏو ناٽڪ | ڏيتي ليتي ناٽڪ منڊلي، حيدرآباد |
| 2 | 1922 | مومل مينڌرو | لوڪ داستان 'مومل راڻو' تي ٻڌل وڏو ناٽڪ | سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي |
| 3 | 1923 | موتين جي مکڙي | سس نُنهن جي جهيڙن تي لکيل اصلوڪو سماجي وڏو ناٽڪ | ناٽڪرام ناٽڪ منڊلي، حيدرآباد |
| 4 | 1923 | ملڪ جا ڏڏير | ابسن جي Pillars of Society تان اُلٿو ڪيل وڏو سماجي ناٽڪ | رابندرناٿ لٽريري ۽ ڊرئميٽڪ ڪلب، حيدرآباد |
| 5 | 1923 | پدمڻي | اصلوڪو سماجي وڏو ناٽڪ | سنڌ سوشل لٽريري ڊرئميٽڪ ڪلب، حيدرآباد |
| 6 | 1924 | پريم پريکشا | گجراتي 'ڀُول نو ڀوڳ' تان ورتل وڏو ناٽڪ | اميچوئرس ڊرئميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد |
| 7 | 1924 | غلط فهمي | مسز هينري ووڊ جي | رابندرناٿ |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| لٽريري ۽ ڊرئميٽڪ ڪلب، ڪراچي | ناول East Lyane تان اُلٿو ڪيل وڏو ناٽڪ | | | |
| رابندرناٿ لٽريري ۽ ڊرئميٽڪ ڪلب، ڪراچي | ڪٽنبي جيوت جي پس منظر ۾ لکيل وڏو ناٽڪ | رتنا | 1924 | 8 |
| رابندرناٿ لٽريري ۽ ڊرئميٽڪ ڪلب، ڪراچي | اصلوڪو سماجي وڏو ناٽڪ | بليدان | 1924 | 9 |
| سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي | اصلوڪو سماجي ننڍو ناٽڪ | سچي ميڪ | 1924 | 10 |
| رابندرناٿ لٽريري ۽ ڊرئميٽڪ ڪلب، ڪراچي | گجراتي 'مٽ هيڻ ناري' تان اُلٿو ڪيل وڏو سماجي ناٽڪ | عجيب انصاف | 1925 | 11 |
| اميچوئرس ڊرئميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد | ٻي شاديءَ جي موضوع تي اصلوڪو سماجي وڏو ناٽڪ | جيڙي تي جيڙي | 1926 | 12 |

| رابندر ناٿ لئبرري ۽ ڊرئميٽڪ ڪلب، ڪراچي | ميٽرلنڪ جي Monna Vann تان اُلٿو ڪيل وڏو ناٽڪ | ويش صدقي | 1927 | 13 |
|---|---|---|---|---|
| اميچوئرس ڊرئميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد | هارين مٿان ٿيندڙ ظلم تي لکيل اصلوڪو سماجي وڏ ناٽڪ | زميداري ظلم | 1928 | 14 |
| رابندر ناٿ لئبرري ۽ ڊرئميٽڪ ڪلب، ڪراچي | اصلوڪو سماجي وڏ ناٽڪ | زماني جي لهر | 1929 | 15 |
| رابندر ناٿ لئبرري ۽ ڊرئميٽڪ ڪلب، حيدرآباد | اصلوڪو سماجي وڏو ناٽڪ | مايا جوانڊ | 1930 | 16 |
| رابندر ناٿ لئبرري ۽ ڊرئميٽڪ ڪلب، حيدرآباد | بشنڪ ڏيوالي جي موضوع تي پڌل وڏو ناٽڪ | امانت ۾ خيانت | 1930 | 17 |
| اميچوئرس ڊرئميٽڪ | ميري ڪاريلي جي Sorrow of ناول | انسان ڪين | 1931 | 18 |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| | | شيطان | Satan تان ألٿو ڪيل وڏو سماجي ناٽڪ | سوسائٽي، حيدرآباد |
| 19 | 1931 | پڪ جو شڪار | اصلوڪو سماجي وڏو ناٽڪ | رابندر ناٿ لٽرري ۽ ڊرئميٽڪ ڪلب، حيدرآباد |

خانچند دريائي (معروضي سوالن جا جواب)

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(1) | 2(2) | 1(3) | 1(4) | 2(5) | 2(6) |
| 2(7) | 1(8) | | | | |

## خليق مورائي
## (1895ع_1934ع)

1. خليق مورائيءَ جو اصل نالو ڇا هيو؟

(1) عبدالخالق (2) خليق احمد (3) خاوند ڏنو (4) انهن مان ڪو به نه

2. خليق مورائيءَ جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) قاضي نبي بخش (2) قاضي علي بخش (3) قاضي ولي بخش (4) انهن مان ڪو به نه

3. خليق مورائي موري شهر ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 05 آگسٽ 1893ع (2) 05 آگسٽ 1894ع (3) 05 آگسٽ 1895ع (4) انهن مان ڪو به نه

4. خليق مورائيءَ شاعريءَ ۾ خليق، مورائي کان سواءِ ٻيو ڪهڙو تخلص استعمال ڪيو آهي؟

(1) عبد (2) فقير (3) تارڪ (4) انهن مان ڪو به نه

5. خليق مورائيءَ جو ناول سنڌري سڀ کان اول ڪهڙي رسالي ۾ شايع ٿيو؟

(1) ترقي (2) سنڌو (3) گلشن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. تاريخي ناول ڪنهن جي پس منظر ۾ لکيل آهي؟

(1) ارغونن بابت (2) محمد بن قاسم بابت (3) احمد شاھ ابداليءَ بابت (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. خليق مورائيءَ ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) پهرين مارچ 1934ع (2) پهرين مئي 1934ع (3) پهرين جون 1934ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. خليق مورائيءَ جي آخري آرامگاھ ڪٿي آهي؟

(1) مورو (2) مارواڙي مقام ڪراچي (3) مڪلي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## خليق مورائيءَ جي ڪتابن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب جو نالو | موضوع | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|---|
| 1 | ستيءَ جي سيتا | ناول | 1920ع |
| 2 | چتر پتي | ناول | 1922ع |
| 3 | آخري رسول صلعم | سوانح | 1925ع |
| 4 | فاتح سنڌ | محمد بن قاسم جي سوانح | 1926ع |
| 5 | آخري مذهب (ٻئي حصا) | مذهبيات | 1926ع |
| 6 | سنڌري | ناول | 1928ع |
| 7 | عبرت | ناول | 1930ع |
| 8 | قرآن جي ڏئين روشني | ترجمو | 1932ع |
| 9 | يارِ غار صديق اڪبر رضہ | سوانح | 1933ع |
| 10 | نسيما | ناول | |
| 11 | درس آموز | ناول | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 12 | ٺٽيءَ جو سانگ (اڻ ڇپيل) | ناٽڪ | |
| 13 | وڏيرو وڏيري (اڻ ڇپيل) | ناٽڪ | |
| 14 | سنڌ ۾ تحريڪ خلافت جا فدائي (اڻ ڇپيل) | تحقيق | |
| 15 | فاروق اعظم | سوانح | |

خليق موراڻي (معروضي سوالن جا جواب)

| | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 1(1) | 1(2) | 3(3) | 1(4) | 1(5) | 2(6) | 2(7) | 2(8) |

## دين محمد وفائي
## (1894ع_1950ع)

1. مولانا دين محمد وفائي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور جي ڳوٺ.....عرف نبي آباد جو رهاڪو هو.

(1) ڊکڻ (2) ڪٽي (3) ملان جو ڳوٺ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. مولانا دين محمد وفائي ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 04 اپريل 1894ع (2) 04 مئي 1894ع (3) 04 جون 1894ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. مولانا دين محمد وفائيءَ جي والد جو نالو ڇا هيو؟

(1) علي گل پٺي (2) گل محمد پٺي (3) محمد علي پٺي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. مولانا دين محمد 1920ع ۾ ڪهڙي رسالي جو اسسٽنٽ ايڊيٽر مقرر ٿيو؟

(1) سنڌو (2) گل ڦل (3) الوحيد (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. مولانا دين محمد 1923ع ڌاري ڪهڙو رسالو جاري ڪيو؟

(1) الوحيد (2) توحيد (3) سنڌو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. مولانا دين محمد الوحيد رسالي جو ڪهڙي سال ۾ ايڊيٽر مقرر ٿيو؟

(1) 1930ع (2) 1933ع (3) 1934ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. مولانا دين محمد وفائيءَ کي سنڌي زبان جُو ڦرندڙ ڊڪشنري ڪنهن سڏيو آهي؟

(1) علامه غلام مصطفيٰ قاسمي (2) علامه عمر بن دائودپوٽو (3) علامه آءِ آءِ قاضي (4) انهن مان ڪوبه نه

8. نامور اديب علي نواز وفائي، مولانا دين محمد جو رشتي ۾ ڇا هو؟

(1) والد (2) پٽ (3) ڀاءُ (4) انهن مان ڪوبه نه

9. مولانا دين محمد ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 10 مارچ 1950ع (2) 10 اپريل 1950ع (3) 10 مئي 1950ع (4) انهن مان ڪوبه نه

10. مولانا دين محمد وفائيءَ جي آخري آرام گاهه ڪٿي آهي؟

(1) سکر (2) نبي آباد (3) مڪلي (4) انهن مان ڪوبه نه

## مولانا دين محمد وفائيءَ جي ڪتابن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب جو نالو | موضوع | سال |
|---|---|---|---|
| 1 | الهام الباري تجريد بخاري (چار جلد) | سنڌي ترجمو صحيح بخاري | 1925ع |
| 2 | فاروق اعظم | سوانح | 1925ع |
| 3 | نو مسلم هندو راڻيون | سوانح | 1928ع |
| 4 | تاريخ محمد ﷺ | سوانح | 1930ع |
| 5 | خاتون جنت | سوانح | 1930ع |
| 6 | لطف اللطيف | لطيفيات | 1950ع |
| 7 | خلفاءِ راشدين | | |
| 8 | سيرت عثمان | | 1964ع |
| 9 | تذڪره مشاهير سنڌ (ٽي جُلد) | سوانح | 1974ع |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 10 | شاهه جي رسالي جو مطالعو | لطيفيات | 2012ع |
| 11 | ياد جانان | سوانح، رئيس جان محمد جوڻيجو | بيو ڇاپو 2018ع |
| 12 | حيدر ڪردار | سوانح | |
| 13 | غوث اعظم | سوانح | |
| 14 | توحيد الاسلام | ترجمو، تقويت الايمان | |
| 15 | مذهب اهلِ حديث | مذهبيات | |
| 16 | هندو ڌرم ۽ قرباني | مذهبيات | |
| 17 | اعتقاد صحيح | مذهبيات | |
| 18 | فتح الغيب | ترجمو | |
| 19 | اظهارِ ڪرامت في مسئلا خلافت والامامت | سياست | |
| 20 | اذڪارِ حسين | مذهبيات | |
| 21 | تذڪره وفائي | مرتب: علي نواز وفائي | |
| 22 | صديق ابوبڪر رضہ | سوانح | |
| 23 | زندگيءَ جو مقصد | | |
| 24 | قرآني طاقت | آريه جي رد ۾ | |

## دين محمد وفائي (معروضي سوالن جا جواب)

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 2(1) | 1(2) | 2(3) | 3(4) | 2(5) |
| 1(6) | 2(7) | 2(8) | 2(9) | 1(10) |

# ڏيارام گدومل
## (1857ع_1927ع)

1. نامور اديب ۽ سماج سڌارڪ ديوان ڏيارام گدومل ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) حيدرآباد (2) ٺٽو (3) سکر (4) انهن مان ڪوبه نه

2. ڏيارام گدومل حيدرآباد سنڌ ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 30 جون 1857ع (2) 30 جولاءِ 1857ع (3) 30 آگسٽ 1857ع (4) انهن مان ڪوبه نه

3. ڏيارام گدومل 1884ع ڌاري ڪهڙي اخبار جاري ڪئي؟

(1) سنڌ ٽائيمس (2) سنڌ سڌار (3) معين السلام (4) انهن مان ڪوبه نه

4. ديوان ڏيارام پنهنجي پاءِ جي نالي سان حيدرآباد ۾ ڪهڙو ٽرسٽ قائم ڪيو؟

(1) ديوان گدومل ٽرسٽ (2) ديوان ميٺارام ٽرسٽ (3) آشرم (4) انهن مان ڪوبه نه

5. ديوان ڏيارام پگهار جو گهڻو حصو..... ڪمن ۾ خرچ ڪندو هو.

(1) فضول (2) فلاحي (3) پنهنجن (4) انهن مان ڪوبه نه

6. ڏيارام گدومل غريبن جي مدد لاءِ ڪهڙي نالي سان بئنڪ کولي؟

(1) غريبڙي بئنڪ (2) ڏيارام گدومل بئنڪ (3) ميٺارام بئنڪ (4) انهن مان ڪوبه نه

7. ڏيارام گدومل ڪتابن ڇپرائڻ لاءِ مرزا قليچ بيگ کي ڪيتري رقم ڏني هئي؟

(1) پنجاهه هزار (2) هڪ لک (3) ڏيڍ لک (4) انهن مان ڪوبه نه

8. ڪراچيءَ ۾ قائم ڊي جي سنڌ ڪاليج جو بنياد ڪنهن رکيو؟

(1) ديوان ڏيارام (2) سر بارٽل فريئر (3) ارنيسٽ ٽرمپ (4) انهن مان ڪوبه نه

9. آنون غلامن جو غلام ڪير سڏائيندو هو؟

(1) علامه بانوڊيوٽو (2) ڊاڪٽر گربخشاڻي (3) ڏيارام گدومل (4) انهن مان ڪوبه نه

10. ديوان ڏيارام ڪڏهن ديهانت ڪيو؟

(1) 7 ڊسمبر 1927ع (2) 17 ڊسمبر 1927ع (3) 27 ڊسمبر 1927ع (4) انهن مان ڪوبه نه

## ڏيارام گدومل جون ڇپيل تصنيفون

| نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|
| 1 | جپ صاحب (منظوميات) | 1891ع |
| 2 | سري ڀڳوت گيتا | 1893ع |
| 3 | سري يوگ درشن | 1903ع |
| 4 | گيتا جو سار | |
| 5 | ڪبير جا سلوڪ | |
| 6 | ماءُ ۽ ڌيءُ (ٽيون ڇاپو) | 1906ع |
| 7 | لوڀ جو مهاتم (ٽيون ڇاپو) | 1923ع |
| 8 | چابڪ من جا | |
| 9 | رهاڻ | |
| 10 | نل دمينتي | 1929ع |
| 11 | Before his Throne | 1921ع |
| 12 | Life, A Trust, A call a law | |
| 13 | Hiranand: The Soul of Sindh | 1932ع |
| 14 | The practice of Homeopathy | 1933ع |
| 15 | Something about Sindh | |

## ڏيارام جي شخصيت ۽ خدمتن تي ڇپيل اهم ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| راج رشي ديوان ڏيارام گدومل جو جيون چرتر | راءِ بهادر تاراچند شوقيرام | 1938ع |

## ڏيارام گدومل (معروضي سوالن جا جواب)

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 1(1) | 1(2) | 1(3) | 2(4) | 2(5) |
| 1(6) | 3(7) | 1(8) | 3(9) | 1(10) |

## رکيل شاهه
## (1846ع_1940ع)

1. رکيل شاهه سنڌي شاعريءَ جي ڪهڙي صنف جو نامور شاعر ٿي گذريو آهي؟

(1) ڪافي (2) غزل (3) گيت (4) انهن مان ڪوبه نه

2. رکيل شاهه ڪهڙي سلسلي جو شاعر هو؟

(1) سچل سرمست (2) شاهه عنايت شهيد (3) شاهه عبداللطيف ڀٽائي (4) انهن مان ڪوبه نه

3. صوفي رکيل شاهه بلوچستان جي ڪهڙي علائقي جو رهاڪو هو؟

(1) فتح پور (2) سبي (3) خضدار (4) انهن مان ڪوبه نه

4. صوفي رکيل شاهه ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 15 مارچ 1846ع (2) 15 اپريل 1846ع (3) 15 مئي 1846ع (4) انهن مان ڪوبه نه

5. صوفي رکيل شاهه جي والد جو نالو ڇا هيو؟

(1) چيزل شاهه (2) ميان نور محمد (3) عبدالرزاق (4) انهن مان ڪوبه نه

6. صوفي رکيل شاهه جا وڏا اصل ڪٿان جا رهاڪو هئا؟

(1) عراق (2) ايران (3) عربستان (4) انهن مان ڪوبه نه

7. صوفي رکيل شاهه ڪيترن سالن جي عمر ۾ فقيري اختيار ڪئي؟

(1) ويهن سالن (2) ٽيهن سالن (3) چاليهن سالن (4) انهن مان ڪوبه نه

8. صوفي رکيل شاهه جو ڪلام ڪيترين ٻولين ۾ ملي ٿو؟

(1) ڇهن (2) پنجن (3) ڇهن (4) انهن مان ڪوبه نه

9. رکيل شاهه سنڌي، بلوچي کان سواءِ ٻيو ڪهڙين ٻن ٻولين ۾ پنهنجو ڪلام چيو؟

(1) فارسي ۽ عربي (2) عربي ۽ سرائڪي (3) سرائڪي ۽ فارسي (4) انهن مان ڪوبه نه

10. سيد چيزل شاھ، سيد رکيل شاھ جو رشتي ۾ ڇا ھو؟

(1) پٽ (2) والد (3) ڀاءُ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

11. سيد رکيل شاھ جو ڪلام بحر العشق جي نالي سان 1952ع ۾ ڪنھن ڇپرائي پڌرو ڪيو؟

(1) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (2) فقير پير بخش ابڙو (3) چيزل شاھ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

12. سيد چيزل شاھ ڪڏھن وفات ڪئي؟

(1) 15 مارچ 1940ع (2) 15 مئي 1940ع (3) 15 جون 1940ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## رکيل شاھ (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 1(3) | 1(4) | 2(5) | 1(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 3(7) | 1(8) | 3(9) | 1(10) | 2(11) | 2(12) |

## سانوڻ فقير
## (وفات: 1935ع)

1. سانوڻ فقير جو تعلق سنڌي ادب جي ڪهڙي دور سان ھو؟

(1) ٽالپر دور (2) انگريز دور (3) ڪلهوڙا دور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. سانوڻ فقير لوڪ ادب جي ڪهڙي صنف جو مقبول شاعر ھو؟

(1) ڏڙ بيت (2) ڏھس ناما (3) پرولي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. سانوڻ فقير اندازن ڪڏھن ڄائو؟

(1) 75_1870ع (2) 1890ع (3) 1900ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. سانوڻ فقير ذات جو ڪير ھو؟

(1) ملاح (2) خاصخيلي (3) اُجن (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. سانوڻ فقير، ننڍي شهر پرسان ضلعي بدين جي ڪهڙي ڳوٺ جو رهاڪو هو؟

(1) شهداد خاصخيلي (2) وريو خاصخيلي (3) اصغر خاصخيلي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. سانوڻ فقير جي بيت جي لسبيلي ڪهڙي شاعر جو اثر نمايان آهي؟

(1) شيخ ابراهيم (2) ڪبير شاهہ (3) سيد احمد شاهہ شاعر تمر (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. سانوڻ فقير ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 1935ع (2) 1938ع (3) 1943ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## سانوڻ فقير (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(7) | 2(6) | 1(5) | 2(4) | 1(3) | 1(2) | 2(1) |
|---|---|---|---|---|---|---|

## سيد عطا حسين شاهہ موسوي

## (1898ع_1966ع)

1. سيد عطا حسين شاهہ موسوي ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) روهڙي (2) گهوٽڪي (3) شڪارپور (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. سيد عطا حسين شاهہ موسوي 12 جمادي الثاني 1316 هجري، مطابق ڪهڙي عيسوي سال ۾ پيدا ٿيو؟

(1) 28 آڪٽوبر 1890ع (2) 28 آڪٽوبر 1898ع (3) 28 آڪٽوبر 1900ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. سيد عطا حسين شاهہ موسوي جي والد جو نالو ڇا هيو؟

(1) سيد عبدالحسين شاهہ (2) سيد سبحان شاهہ (3) سيد ويڙل شاهہ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. سيد عطا حسين شاهہ موسوي، علي ڳڙهہ يونيورسٽيءَ مان ايم اي پاس ڪري ڇا مقرر ٿيو؟

(1) استاد (2) هيڊ ماستر (3) ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. نامور اديب عبدالحسين موسوي، عطا حسين جو رشتي ۾ ڇا هو؟

(1) والد (2) ڀاءُ (3) پٽ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. سيد عطا حسين شاهہ موسوي ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 8 جون 1966ع (2) 8 جولاءِ 1966ع (3) 8 آگسٽ 1966ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## سيد عطا حسين شاهہ موسوي جي ڇپيل، اڻ ڇپيل ڪتابن جو تفصيل

1. ڪچ ڪوڏيون (مضمون: 1959ع).
2. ڪشڪول (مضمون: 1992ع)
3. پير ميان صاحبڏني شاهہ بلڙيءَ واري جي سنڌي ڪافين جو ڪلام (ترتيب).
4. اڻ ڇپيل مضمون.
5. مذهبي مضمون.
6. جنس ڪوش سنڌي.
7. ڪير سمجهائي.
8. فقير خوش خير محمد هيسباڻي.
9. مصري شاهہ جو ڪلام (ترتيب).
10. رباعيات سرمد شهيد (ترجمو).
11. رباعيات عمر خيام (ترجمو).
12. سنڌ جا قديم ڪتبخانا.
13. سنڌي ٻولي جي قدامت ۽ ڪهنگي

### سيد عطا حسين شاهہ موسوي (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 3(3) | 3(4) | 2(5) | 1(6) |
|---|---|---|---|---|---|

## سيد مصري شاهہ
## (1828ع_1906ع)

1. ڪافيءَ جو امام ڪنهن کي سڏيو وڃي ٿو؟

(1) سچل سرمست (2) سيد مصري شاهہ (3) بيدل فقير (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. سيد مصري شاهہ نصرپور جي ڪهڙي سيدن مان هو؟

(1) رضوي (2) ڪاظمي (3) متياروي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. سيد مصري شاهہ 12 شوال 1245هجري، مطابق ڪهڙي عيسوي سن ۾ پيدا ٿيو؟

(1) 03 جولاءِ 1828ع (2) 03 سيپٽمبر 1828ع (3) 03 آڪٽوبر 1828ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. سيد مصري شاهہ جي والد جو نالو ٻڌايو؟

(1) سيد بلند شاهہ (2) سيد هاشم شاهہ (3) سيد ڪاظم شاهہ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. مشهور ڪافي ڏاڍا ناز سڄڻ ڏيکارين ٿو جو شاعر ڪير آهي؟

(1) سچل سرمست (2) مصري شاهہ (3) بيدل فقير (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. ڪهڙي عورت سيد مصري شاهہ سان سڄي زندگي سفر ۽ حضر ۾ گڏ رهي؟

(1) مائي نعمت (2) مائي ساران (3) مائي ليلان (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. ڪليات مصري شاهہ 1961ع ۾ ڪنهن ترتيب ڏنو؟

(1) مقبول احمد پٺي (2) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (3) جاويد چانڊيو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. مختصر ڪلام مصري شاهہ امام ڪنهن جي تصنيف آهي؟

(1) سيد عاشق حسين شاهه (2) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (3) تاج جويو (4) انهن مان ڪوبه نه

9. سيد مصري شاهه 05 صفر 1335هه مطابق ڪهڙي عيسوي سال ۾ وفات ڪئي؟

(1) 19 جولاءِ 1906ع (2) 19 آگسٽ 1906ع (3) 19 سيپٽمبر 1906ع (4) انهن مان ڪوبه نه

### سيد مصري شاهه (معروضي سوالن جا جواب)

| 2(1) | 1(2) | 3(3) | 1(4) | 2(5) | 3(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(7) | 1(8) | 2(9) | | | |

## صاحب سنگهه چندا سنگهه شهاڻي
## (1868ع_1931ع)

1. نامور اديب صاحب سنگهه چندا سنگهه ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) حيدرآباد (2) ڪراچي (3) لاڙڪاڻو (4) انهن مان ڪوبه نه

2. صاحب سنگهه ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 1865ع (2) 1868ع (3) 1870ع (4) انهن مان ڪوبه نه

3. صاحب سنگهه ڊي جي ڪاليج ڪراچيءَ ۾ ڪهڙي مضمون جو پروفيسر هو؟

(1) سنڌي (2) فارسي (3) انگريزي (4) انهن مان ڪوبه نه

4. صاحب سنگهه 1917ع کان 1927ع تائين ڊي جي ڪاليج ۾ ڪهڙي عهدي تي رهيو؟

(1) ليڪچرار (2) پروفيسر (3) پرنسپال (4) انهن مان ڪوبه نه

5. صاحب سنگهه ادب ۾ ڪنهن کان متاثر هو؟

(1) شاهه عبداللطيف (2) ٿامس هارڊي (3) شيڪسپيئر (4) انهن مان ڪوبه نه

6. صاحب سنگهه چندا سنگهه ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 1931ع (2) 1932ع (3) 1933ع (4) انهن مان ڪوبه نه

## صاحب سنگهه جي ڪتابن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب جو نالو | موضوع | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|---|
| 1 | بلو ڪوڪر | ٿامس هارڊي جي ناول The Mayor of Caster Bridge جو سنڌيءَ ۾ ترجمو | 1929ع |
| 2 | تارن جو اپيامس | ٿامس هارڊي جي ناول Two on Tower جو سنڌيءَ ۾ ترجمو | 1930ع |
| 3 | سيل پري | قصو | |

## صاحب سنگهه چندا سنگهه (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 3(3) | 3(4) | 2(5) | 1(6) |
|---|---|---|---|---|---|

## شمس الدين بلبل
## (1857ع_1919ع)

1. شمس الدين بلبل جي سنڌي شاعريءَ ۾ ڪهڙي حوالي کان مشهور آهي؟

(1) طنز مزاح سبب (2) رومانوي شاعريءَ سبب (3) قصا گوئيءَ سبب (4) انهن مان ڪوبه نه

2. شمس الدين بلبل ميهڙ ضلعي دادوءَ ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 1855ع (2) 1857ع (3) 1860ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. شمس الدين بلبل جي والد جو نالو ڇا هيو؟

(1) بهادر خان شيخو ابڙو (2) ضياءُ الدين بلبل (3) ايس بلبل (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. شمس الدين بلبل آبپاشي کاتي ۾ ڇا مقرر ٿيو جتان جلد استيفعي ڏني هيائين؟

(1) انجنيئر (2) داروغو (3) بيلدار (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. بلبل، خانبهادر حسن علي آفنديءَ جي چوڻ تي محمدن اسوسيئيشن جي ڪهڙي تبليغي رسالي جو ايڊيٽر مقرر ٿيو؟

(1) معاون (2) الوحيد (3) سنڌو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. شمس الدين بلبل پين اخبارن الحق، ڪراچي گزيٽ، خيرخواهہ، مسافر ۽ آفتاب سنڌ جو...... رهيو.

(1) نمائندو (2) ايڊيٽر (3) چيف ايڊيٽر (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. رئيس شمس الدين شاعريءَ ۾ ڪهڙو تخلص استعمال ڪندو هو؟

(1) بلبل (2) رئيس (3) شمس (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. نامور شاعر ضياءُ الدين بلبل، شمس الدين بلبل جو رشتي ۾ ڇا هو؟

(1) پٽ (2) پيءُ (3) ڀاءُ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. شمس الدين بلبل 1906ع ڌاري ميهڙ ۾ ڪهڙي نالي سان اسڪول جو بنياد رکيو؟

(1) سنڌ مدرسة السلام (2) دارالعلوم ميهڙ (3) بلبل انسٽيٽيوٽ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. رئيس شمس الدين بلبل ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 13 آگسٽ 1919ع (2) 13 سيپٽمبر 1919ع (3) 13 آڪٽوبر 1919ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## شمس الدين بلبل جي ڪتابن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب جو نالو | نمبر | ڪتاب جو نالو |
|---|---|---|---|
| 1 | ديوان بلبل (سنڌي) | 2 | ڪريما نيچرل |
| 3 | رحيمان (سنڌي) | 4 | قلندري ميلو (مضمون: 1893ع) |
| 5 | چٽ سوال پٽ جواب | 6 | ڪليات بلبل |
| 7 | جاڙ چمر | 8 | ڪلام بلبل (مرتب: غلام محمد گرامي، 1969ع) |
| 9 | بهارِ عشق (نثر) | 10 | آئينه تجارت مايه ظرافت |
| 11 | بهارستاب بلبل | 12 | حل تجربات يعني شمس اللغات |
| 13 | ظريف الدول (پ پاڳا) | 14 | گلزار لطائف |
| 15 | بخت بازي | 16 | ڪارونيشن |
| 17 | تيرهن چار مکرن جا مار (مضمون: 1896ع) | 18 | صدپند سودمند |
| 19 | عقل ۽ تهذيب | 20 | مسلمان ۽ تعليم |
| 21 | انگريز ۽ مسلمان | 22 | مسلمانانِ سنڌ جي تعليم ۽ سرڪار |
| 23 | قرض جا مرض ۽ ان جا علاج | 24 | پليگي ڪريما |
| 25 | گنج معرفت | 26 | شمس المڪاتيب |
| 27 | احسن التواريخ | 28 | ديني ڪتابن جو سلسلو |

### شمس الدين بلبل (معروضي سوالن جا جواب)

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 1(1) | 2(2) | 1(3) | 2(4) | 1(5) |
| 2(6) | 1(7) | 1(8) | 1(9) | 2(10) |

# شيرل باڊاهي
## (1921ع_1956ع)

1. ڪافيءَ جو نامور شاعر شيرل باڊاهي ڳوٺ حيدر چانڊيو، تعلقي ميروخان ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 12 جنوري 1921ع (2) 12 فيبروري 1921ع (3) 12 مارچ 1921ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. شيرل باڊاهيءَ جي والد جو نالو ڇا هيو؟

(1) رجب نوناري (2) رمضان نوناري (3) محرم نوناري (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. شيرل باڊاهي سنڌي فائينل ڪرڻ بعد ڇا مقرر ٿيو؟

(1) تپيدار (2) استاد (3) سپاهي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. هيءَ ڪافي ادا ڙي عمرا منهنجا پاڻو ڳالهيون ڳڻ ڳائيندس ڪنهن جي آهي؟

(1) پيرل تنبر (2) شيرل باڊاهي (3) پرسرام ضيا (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. هيءَ ڪافي اسان جي يار ياراڻي، قبوليندين تہ خوش هوندين ڪنهن جي آهي؟

(1) شيرل باڊاهي (2) پرسرام ضيا (3) پيرل تنبر (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. شيرل باڊاهي ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 17 نومبر 1956ع (2) 17 ڊسمبر 1956ع (3) 17 جنوري 1956ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

شيرل باڊاهيءَ جو ڇپيل ڪتاب

1. پکي ٿي اُڏامي ويا (2006ع)

### شيرل باڊاهي (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 1(3) | 2(4) | 1(5) | 1(6) |
|---|---|---|---|---|---|

## عبدالغفور مفتون همايوني
## (1844ع_1918ع)

1. نامور عالم مولانا عبدالغفور مفتون همايوني ضلعي شڪارپور جي ڪهڙي ڳوٺ جو رهاڪو هو؟

(1) همايون (2) ڳڙهي ياسين (3) سلطان ڪوٽ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. مفتون همايوني 13 ربيع الاول 1261 هہ مطابق ڪهڙي عيسوي سال ۾ پيدا ٿيو؟

(1) 07 مارچ 1840ع (2) 07 مارچ 1844ع (3) 07 مارچ 1845ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. مولانا مفتون همايوني جي والد جو نالو ڇا هيو؟

(1) محمد ادريس پيچوهو (2) محمد يعقوب پيچوهو (3) محمد مٺل پيچوهو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. مفتون همايونيءَ جا وڏا اصل بلوچستان جي ڪهڙي علائقي جا رهاڪو هئا؟

(1) پاڳناڙي (2) صحبتپور (3) سبي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. ڪهڙي پنجابي عالم وٽان رهيل ڪتاب پڙهي، دستارِ فضيلت ٻڌائين؟

(1) مولانا تاج محمود امروٽي (2) مولانا سلطان محمود سيتپوري (3) مولانا محمد صديق (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. مولانا عبدالغفور شاعريءَ ۾ ڪهڙو تخلص استعمال ڪندو هو؟

(1) مفتون (2) اداسي (3) همايوني (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. مفتون همايوني سنڌي، عربي، فارسي، سرائڪي، هندي ۽...... ۾ شاعري ڪئي

(1) انگريزي (2) اردو (3) پنجابي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. مفتون همايوني جي ڪافيءَ تنهنجي زلف جي بند ڪمند وڏا ڪان متاثر ٿي ڪهڙي شاعر ان جي زمين ۾

9. غزل لکيو؟

(1) شيخ اياز (2) نياز همايوني (3) ڪيول داس فاني (4) انهن مان ڪو به نه

10. مفتون همايوني 11 رمضان المبارڪ 1336 هه مطابق ڪهڙي عيسوي سن ۾ وفات ڪئي؟

(1) 02 جنوري 1918ع (2) 02 فيبروري 1918ع (3) 02 مارچ 1918ع

(4) انهن مان ڪو به نه

## مفتون همايوني (معروضي سوالن جا جواب)

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 1(1) | 2(2) | 2(3) | 1(4) | 2(5) |
| 1(6) | 2(7) | 1(8) | 2(9) | |

## مفتون همايونيءَ جي ڪتابن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب جو نالو | نوعيت/مرتب | سال |
|---|---|---|---|
| 1 | فتاويٰ همايوني (جلد پهريون) | فارسي | 1913ع |
| 2 | فتاويٰ همايوني (جلد ٻيو) | فارسي | 1934ع |
| 3 | بياض مفتون | مرتب: مولانا نجم الدين ڳڙهي ياسينوي | 1953ع |
| 4 | فتاويٰ همايوني | سنڌي ترجمو | 1969ع |
| 5 | ديوان مفتون | مرتب: نياز حسين قائم الدين همايوني | 1973ع |
| 6 | فرهنگ همايوني | طب جي لغت، مرتب: نياز همايوني | 2004ع |
| 7 | تنهنجي زلف جي ٻند ڪمند وڌا | مرتب: اورنگزيب عاجز | |

# عثمان علي انصاري
## (1901ع_1962ع)

1. عثمان علي انصاري شڪارپور ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 21 آڪٽوبر 1901ع (2) 12 آڪٽوبر 1901ع (3) 15 آڪٽوبر 1901ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. عثمان علي انصاري جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) عنايت علي (2) هدايت علي (3) سخاوت علي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. عثمان علي انصاري 1923ع ڌاري بمبئي مان ڇا جي ڊگري حاصل ڪئي؟

(1) بي اي (صحافت) (2) ايم اي انگريزي (3) فارسي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. عثمان علي انصاري 1940ع ڌاري تعليم کاتي ۾ ڇا مقرر ٿيو؟

(1) هيڊماستر (2) استاد (3) ايجوڪيشنل انسپيڪٽر (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. عثمان علي انصاري سنڌي ادبي بورڊ ۾ ڪهڙي عهدي تي ڪم ڪيو؟

(1) اعزازي سيڪريٽري (2) چيئرمين (3) ڪلارڪ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. عثمان علي انصاري ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 02 جولاءِ 1962ع (2) 02 آگسٽ 1962ع (3) 02 سيپٽمبر 1962ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

**عثمان علي انصاري جي ڇپيل ڪتابن جو تفصيل**

| نمبر | ڪتاب | موضوع | سال |
|---|---|---|---|
| 1 | درس عمل | مضمون | 1936ع |
| 2 | پنج | خليل جبران جي ڪهاڻين ترجمو | 1937ع |
| 3 | گمراهہ دوست | شيڪسپيئر جي ڊرامي جو ترجمو | 1939ع |
| 4 | ادبي انتخاب | ڪهاڻيون، مضمون ۽ ترجما | 1944ع |
| 5 | يوناني فلسفو | ترجمو | |
| 6 | جرير وفا | شيڪسپيئر جي ناٽڪ جو ترجمو | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 7 | رسالو مجل مرمست | سجليات | 1958ع |
| 8 | شاھ جو رسالو | لطيفيات | 1997ع |
| 9 | الا ڻاهي رتيان | فلسفو | |
| 10. | سنڌ جي تهذيب | تاريخ، مضمون | |

عثمان علي انصاري (معروضي سوالن جا جواب)

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(1) | 2(2) | 1(3) | 3(4) | 1(5) | 3(6) |

## علامہ آءِ آءِ قاضي
## (1886ع_1968ع)

1. نامور اسڪالر علامہ آءِ آءِ قاضي ضلعي دادو جي ڪهڙي شهر جو رهاڪو هو؟

(1) پاٽ شريف (2) پير شريف (3) شريف آباد (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. علامہ آءِ آءِ قاضيءَ جو پورو نالو ڇا هيو؟

(1) امداد علي امام علي (2) امام علي امداد علي (3) امام امداد علي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. علامہ آءِ آءِ قاضي ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 18 مارچ 1886ع (2) 18 اپريل 1886ع (3) 18 مئي 1886ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. علامہ آءِ آءِ قاضيءَ جي والد جو نالو ڇا هيو؟

(1) امام ڏنو (2) امام بخش (3) امام علي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. علامہ آءِ آءِ قاضيءَ بمبئي يونيورسٽيءَ مان خانگي اميدوار جي حيثيت ۾ مئٽرڪ ڪڏهن پاس ڪئي؟

(1) 1905ع (2) 1910ع (3) 1912ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. علامہ صاحب لنڊن مان ٻوٽينڪل ۾ ڊگري ڪهڙي سال وٺي ڏيهہ موٽي آيو؟

(1) 1909ع (2) 1911ع (3) 1915ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. علامہ صاحب جرمن خاتون ايلسا قاضيءَ سان پيار جي شادي ڪڏهن ڪئي؟

(1) 1910ع (2) 1912ع (3) 1914ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. علامہ صاحب 1922ع ڌاري خيرپور رياست ۾ ڪهڙي سرڪاري عهدي تي ڪم ڪيو؟

(1) ڊسٽرڪٽ جج (2) مختيارڪار (3) مئجسٽريٽ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. علامہ صاحب کي 1923ع ۾ لنڊن ۾ پوئٽري سوسائٽي جو ڇا نامزد ڪيو ويو؟

(1) صدر (2) وائيس پريزيڊنٽ (3) سيڪريٽري (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. علامہ آءِ آءِ قاضي سنڌ يونيورسٽيءَ جو 1951ع کان ڪيتري تائين وائيس چانسلر رهيو؟

(1) 1954ع (2) 1956ع (3) 1959ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

11. هيٺين مان ڪهڙو مضمون علامہ آءِ آءِ قاضيءَ جو ناهي؟

(1) ڪامياب زندگيءَ جو ڪارگر ڳالهہ (2) علم ادب جي ترقيءَ جا طريقا (3) عام سنڌي شاعري (4) انهن مان ڪوبہ نہ

12. دنيا جي وڏي ۾ وڏي شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ ڪنهن جو مضمون آهي؟

(1) علامہ آءِ قاضي (2) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (3) ڊاڪٽر گربخشاڻي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

13. علامہ صاحب مشرقي شاعريءَ ۾ غزل جو مقام مضمون ڪڏهن لکيو؟

(1) 1920ع (2) 1922ع (3) 1924ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

14. علامہ آءِ آءِ قاضيءَ 1933ع ڌاري لنڊن ۾ مسلمانن جي سجاڳيءَ لاءِ ڪهڙي تنظيم جو بنياد رکيو؟

(1) جميعت المسلمين (2) جميعت العلماء (3) مسلمانن جي سنگت (4) انهن مان ڪوبه نه

15. علامه آءِ آءِ قاضيءَ شاهه جي رسالي مان ڪهڙو سُر خارج ڪيو؟

(1) سُر کيڏارو (2) سُر پرڀاتي (3) سُر ڪليان (4) انهن مان ڪوبه نه

16. علامه آءِ آءِ قاضي ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 13 مارچ 1968ع (2) 13 اپريل 1968ع (3) 13 مئي 1968ع (4) انهن مان ڪوبه نه

## علامه آءِ آءِ قاضيءَ ڇپيل ڪتابن جو تفصيل

1. Adventures of a Brown Girl in Search of God
2. Casual peeps at Sophia (Essays)
3. Shah Abdul latif Bhittai
4. مشرقي شاعريءَ ۾ غزل جو مقام (مضمون: 1923ع)
5. شاهه جو رسالو (1961ع)
6. شاهه لطيف: هڪ عالمي شاعر
7. صوفي لاڪوفي (ترجمو: عبدالغفار سومرو)
8. حسن سڏ و حق (مرتب: موسيٰ پتو)
9. اهو ڪو پيو فهم (مضمون)
10. پوري ڇوڪري حق جي ڳولا ۾ (1933ع ترجمو: سوڀار علي سومرو)
11. ساهڙ جا سينگار (علامه آءِ آءِ قاضيءَ جا سائين جي ايم سيد ڏي خط مرتب: جي ايم سيد 1969ع)
12. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي ۾ استعمال ٿيل ڏکين لفظن جي معنيٰ

## علامه صاحب جي زندگي ۽ فن تي ڪي ڪتاب

13. علامه آءِ آءِ قاضي: شخصيت ۽ چونڊ تحريرون (مرتب: محمد يوسف شيخ، 2016ع)

14. علامه آءِ آءِ قاضي (ٻارن لاءِ: آفتاب ابڙو)

## علامه آءِ آءِ قاضي (معروضي سوالن جا جواب)

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(1) | 1(2) | 2(3) | 3(4) | 1(5) | 2(6) |
| 1(7) | 1(8) | 2(9) | 3(10) | 3(11) | 1(12) |
| 3(13) | 1(14) | 1(15) | 2(16) | | |

## علي محمد قادري
## (1856ع_1940ع)

1. علي محمد قادري لاڙڪاڻي ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 1850ع (2) 1856ع (3) 1860ع (4) انهن مان ڪوبه نه

2. علي محمد قادري جي والد جو نالو ڇا هيو؟

(1) بهاءُ الدين (2) جام خان (3) اياز قادري (4) انهن مان ڪوبه نه

3. علي محمد قادريءَ جو شاعريءَ ۾ استاد ڪير هو؟

(1) غلام محمد گدا (2) اياز قادري (3) ذوالفقار قادري (4) انهن مان ڪوبه نه

4. پهرينءَ سنڌ ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻي ۾ ڪنهن ڪرائي؟

(1) علي محمد قادري (2) نواز علي نياز (3) ڪشنچند بيوس (4) انهن مان ڪوبه نه

5. علي محمد 1922ع ڌاري لاڙڪاڻي ۾ ڪهڙي نالي سان پرنٽنگ پريس قائم ڪئي؟

(1) علي محمد پرنٽنگ پريس (2) قادريه پرنٽنگ پريس (3) عوامي پرنٽنگ پريس (4) انهن مان ڪوبه نه

6. علي محمد لاڙڪاڻي مان ڪهڙي نالي سان هفتيوار اخبار جاري ڪئي؟

(1) الحقيقت (2) لاڙڪاڻا ٽائيمز (3) سنڌ ٽائيمز (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. علي محمد قادريءَ ڊسمبر 1925ع ۾ ڪهڙي نالي سان ماهوار رسالو جاري ڪيو؟

(1) گل ڦل (2) سنڌو (3) گلدستہ سنڌ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. بزم مشاعرن جو باني هجڻ ڪري قادريءَ کي عام طور ڪهڙي لقب سان ياد ڪيو ويندو آهي؟

(1) باباءِ بزم مشاعره (2) شاعر السرتاج (3) باني غز (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. علي محمد قادري ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 10 نومبر 1940ع (2) 15 نومبر 1940ع (3) 25 ڊسمبر 1940 (4) انهن مان ڪوبہ نہ

علي محمد قادريءَ جي ڇپيل ڪتابن جو تفصيل

1. داستانِ عشقِ حسن بانو (تصو: 1906ع).
2. مثنوي ليليٰ مجنون (1929ع)
3. ديوان قادري (1939ع).

## علي محمد قادري (معروضي سوالن جا جواب)

| 2(1) | 1(2) | 1(3) | 1(4) | 2(5) | 1(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 3(7) | 1(8) | 1(9) | | | |

## عُمر بن دائود پوٽو
## (1896ع_1958ع)

1. علامہ عمر بن دائودپوٽو ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) ٿلٽي، تعلقو سيوهڻ (2) باجارا، تعلقو سيوهڻ (3) ڀان سيدآباد (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. علامه عمر بن دائودپوٽو ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 25 مارچ 1896ع (2) 25 اپريل 1896ع (3) 25 مئي 1896ع (4) انهن مان ڪوبه نه

3. علامه عمر بن دائودپوٽي جي والد جو نالو ٻڌايو؟

(1) خان محمد (2) محمد خان (3) محمد علي (4) انهن مان ڪوبه نه

4. علامه عمر بن دائودپوٽي ڪيمبرج يونيورسٽيءَ مان 1927ع ڌاري ڪهڙي عنوان تي پي ايچ ڊي ڪئي؟

(1) عربي شاعريءَ جو فارسيءَ تي اثر (2) فارسي شاعريءَ جو عربيءَ تي اثر (3) فارسي شاعريءَ سنڌيءَ تي اثر (3) انهن مان ڪوبه نه

5. علامه عمر بن دائودپوٽي کي شمس العلماءَ جو لقب ڪڏهن مليو؟

(1) 1935ع (2) 1938ع (3) 1940ع (4) انهن مان ڪوبه نه

6. علامه عمر بن دائودپوٽو 1950ع کان......تائين سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر رهيو.

(1) 1952ع (2) 1953ع (3) 1955ع (4) انهن مان ڪوبه نه

7. علامه عمر بن دائودپوٽو نئين ماهي مهراڻ جو ايڊيٽر ڪهڙي سال ۾ مقرر ٿيو؟

(1) 1957ع (2) 1958ع (3) 1955ع (4) انهن مان ڪوبه نه

8. علامه عمر بن دائودپوٽي شاهه جي رسالي جي ڪيترن سرن تي ڪم ڪيو جنهن کي بعد ۾ علامه قاسمي مڪمل ڪيو؟

(1) ڏهن سرن تائين (2) تيرهن سرن تائين (3) چوڏهن سرن تائين (4) انهن مان ڪوبه نه

9. علامه عمر بن دائودپوٽي جي ان استاد جو نالو ٻڌايو جيڪو پڻ تمام وڏو عالم هو؟

(1) ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي (2) علامه آءِ آءِ قاضي (3) مرزا قليچ بيگ (4) انهن مان ڪوبه نه

10. ڊاڪٽر دائودپوٽي جي نالي پٺيان سرڪاري لائبريري ڪهڙي شهر ۾ آهي؟

(1) ڪراچي (2) حيدرآباد (3) لاڙڪاڻو (4) انهن مان ڪوبه نه

11. علامه دائودپوٽي لاءِ هي لفظ سرزمين اجا محققن ۽ عالمن کان خالي نه هي ڪنهن چيا؟

(1) مجيب شيخ (2) مولانا ابوالڪلام آزاد (3) مهاتما گانڌي (4) انهن مان ڪوبه نه

12. ڊاڪٽر دائودپوٽي ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 22 سيپٽمبر 1958ع (2) 22 آڪٽوبر 1958ع (3) 22 نومبر 1958ع (4) انهن مان ڪوبه نه

## علامه دائودپوٽي جي ڪتابن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب جو نالو | نوعيت | ڇپجڻ |
|---|---|---|---|
| 1 | طيبات سعدي | انگريزي ترجمو | 923 |
| 2 | شاه جو رسالو (ٽي جلد) | ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ سان گڏ | |
| 3 | مرشد الميتدي (ٻه حصا) | عربي | 29 |
| 4 | انتخاب نثر ونظم | فارسي | |
| 5 | شرها گل | ترجمو | |
| 6 | مجموعه نثر و نظم | عربي، بمبئي يونيورسٽي لاءِ | 32 |
| 7 | روائع بوستان | انگريزي ترجمو | 1934ع |
| 8 | عيار دانش ابوالفضل | | 1934ع |
| 9 | نغمات حافظ | انگريزي ترجمو | 1934ع |
| 10 | سنڌي نثر ۽ نظم فارسي | | 1936ع |
| 11 | انتخابات نثر ۽ نظم | بمبئي يونيورسٽيءَ لاءِ | 1936ع |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 12 | منهاج العاشقين | | 1937ع |
| 13 | شاهه ڪريم جو ڪلام | مرتب | 1937ع |
| 14 | عربي شاعري، جو فارسي، تي اثر | | 1937ع |
| 15 | بيان العارفين | ايڊٽ | 1937ع |
| 16 | سروي آف ماس ايڊيوڪيشن | انگريزي | 1937ع |
| 17 | تاريخ معصومي | ايڊٽ | 1938ع |
| 18 | روشنائي نامہ ناصر خسرو | فارسي | 1938ع |
| 19 | سفرنامہ ناصر خسرو | ترجمو | 1938ع |
| 20 | قطعات ابن يمين منتخبات | ترجمو | 1938ع |
| 21 | سليڪشن فرام حافظ اشتياق عارف | انگريزي | 1938ع |
| 22 | چچ نامو | فارسي ،ايڊٽ | 1939ع |
| 23 | ابيات سنڌي | محمد زمان لنواري واري جي ڪتاب جي شرح ۽ ترجمو | 1939ع |
| 24 | سنڌي نثر ۽ نظم جو انتخاب | | 1940ع |
| 25 | سنڌي نظم | | 1944ع |
| 26 | چونڊ سنڌي نثري نظم (ٽي ڀاڱا) | | 1948ع |
| 27 | مدارج القرات العربيہ (ٽي حصا) | | 1950ع |
| 28 | آغاز فارسي (چار حصا) | تحقيق | 1950ع |
| 29 | دروس العربيہ | چار حصا | 1953ع |

| 30 | تاريخ معصومي | فارسي ترتيب | |
|---|---|---|---|
| 31 | ڪلام گرهوڙي | مرتب | 1957ع |
| 32 | منهنجي مختصر آتم ڪهاڻي | آتم ڪٿا | 1959ع |
| 33 | مضمون ۽ مقالا | مرتب: خانم خديجه دائودپوٽو | 1978ع |
| 34 | سون برابر سڳڙا | مضمون، مرتب: انور نگار هڪڙو | 1997ع |
| 35 | گل خندان | | |
| 36 | سياست نام نظام الملڪ | | |
| 37 | نفحات حافظ | | |
| 38 | منهاج العاشقين | | |
| 39 | حمزه الاصفهاني جي تاريخ مان هڪ باب جو ترجمو | انگريزي | |
| 40 | مقدم ابن خلدون | ترجمو سوانح | |
| 41 | مئين عيسي جو ڪلام | مرتب | |
| 42 | غلام محمد خانزئي جو رسالو | مرتب | |
| 43 | ڪتاب النجات | ابن سينا جي ڪتاب جو سنڌي ترجمو | |

## علام عمر بن دائودپوٽو (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 1(2) | 2(3) | 1(4) | 3(5) | 3(6) |
|---|---|---|---|---|---|
| 1(7) | 2(8) | 1(9) | 2(10) | 2(11) | 3(12) |

# غلام احمد نظامي

## (1895ع_1951ع)

1. مشهور شاعر غلام احمد نظامي ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) لاڙڪاڻو (2) شڪارپور (3) سکر (4) انهن مان ڪو به نه

2. غلام احمد نظامي ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 15 اپريل 1895ع (2) 15 جون 1895ع (3) 15 جولاءِ 1805ع (4) انهن مان ڪو به نه

3. غلام احمد نظاميءَ جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) حاجي محمد صديق ميمڻ (2) حاجي محمد حنيف (3) حاجي محمد رفيق (4) انهن مان ڪو به نه

4. غلام احمد نظاميءَ شاعريءَ ۾ نظامي کان علاوه ٻه ڪهڙا تخلص استعمال ڪيا آهن؟

(1) اصغر ۽ مسڪين (2) مسڪين ۽ خبطي (3) اصغر ۽ خبطي (4) انهن مان ڪو به نه

5. غلام احمد نظامي 1926ع ۾ ڪهڙي اردو شاعر جي هٿ تي بيعت ڪري ان جي نسبت سان نظامي تخلص اختيار ڪيو؟

(1) خواجه حسن نظامي (2) خواجه محسن نظامي (3) خواجا احسن نظامي (4) انهن مان ڪو به نه

6. غلام احمد نظاميءَ جا شاعريءَ ۾ ڪهڙا ٻه استاد هئا؟

(1) محمد هاشم مخلص ۽ حافظ حامد (2) حاجي محمود خادم ۽ محمد هاشم مخلص (3) حاجي محمود خادم ۽ حافظ حامد (4) انهن مان ڪو به نه

7. غلام احمد نظامي 1929ع ۾ ڪهڙي نالي سان ماهوار رسالو جاري ڪيو؟

(1) نو حيدري (2) مسلمان (3) نواءِ انقلاب (4) انهن مان ڪو به نه

8. غلام احمد نظامي اديب سنڌ پر...... طور ڪجهه وقت ڪم ڪيو.

(1) صلاحڪار (2) سب ايڊيٽر (3) ايڊيٽر (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. هيٺ ڏنل شعر طرح طور ڪنهن ڏنو جنهن تي ڪيترن ئي شاعرن طبع آزمائي ڪئي؟

قوم زندہ تي رهي پر جي زبان زندہ رهي

(1) غلام احمد نظامي (2) نثار بزمي (3) مرزا قليچ بيگ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. غلام احمد نظامي ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 23 فيبروري 1951ع (2) 25 فيبروري 1951ع (3) 28 فيبروري 1951ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## غلام احمد نظاميءَ جي ڇپيل ڪتابن جو تفصيل

1. گلزارِ عشق (ڪافيون)
2. مسدس حالي (ترجمو)
3. بياض نظامي (شاعري)
4. رياض نظامي (شاعري)
5. گلزارِ پنجتن (نثر)
6. حورِ دمشق (ناول)
7. خدائي انتقام (ناول)
8. شريف ماستريائي (ڪهاڻيون)
9. گلشنِ سنڌ (نثر)

## غلام احمد نظامي (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 1(3) | 3(4) | 1(5) |
| --- | --- | --- | --- | --- |
| 2(6) | 1(7) | 3(8) | 1(9) | 1(10) |

## غلام حسين قريشي

1. غلام حسين قريشي ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) ٺٽو (2) سيوهڻ (3) حيدرآباد (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. غلام حسين قريشي انگريزن وٽ ڪهڙي ٻوليءَ ۾ لکپڙهہ لاءِ مقرر هو؟

(1) سنڌي (2) پارسي (3) انگريزي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. غلام حسين قريشيءَ پنهنجي زميندار جي ڳالهہ ڪڏهن لکي؟

(1) 1850ع (2) 1853ع (3) 1854ع (5) انهن مان ڪوبہ نہ

4. غلام حسين اهو قصو ڪهڙي انگريز جي چوڻ تي ترجمو ڪيو؟

(1) سر بارٽل فريئر (2) ارنيسٽ ٽرمپ (3) جان جيڪب (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. هن قصي ۾ غلام حسين قريشيءَ جا نثري ڪيو جو طبعزاد پاڻنجي ٿيو؟

(1) سنڌيءَ ۽ اردو ۾ ترجمو (2) ماڻهن ۽ ڳوٺن جا نالا سنڌ جا ڪم آندا (3) ساڳيا ئي رکيا (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. انگريز دور ۾ پنهنجي زميندار جي ڳالهہ نصاب تي رکيل هو يا نہ؟

(1) ها (2) نہ (3) ورهاڱي کان پوءِ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

### غلام حسين قريشي (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 3(3) | 1(4) | 2(5) | 1(6) |
|---|---|---|---|---|---|

## غلام علي مسرور بدوي
## (1894ع_1953ع)

1. ڪافي گو شاعر فقير غلام علي مسرور ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) شڪارپور (2) لاڙڪاڻو (3) ڪراچي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. فقير غلام علي مسرور ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 01 جون 1894ع (2) 01 جولاءِ 1894ع (3) 01 آگسٽ 1894ع

(4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. فقير غلام علي مسرور جي والد جو نالو ڇا هيو؟

(1) رحيم بخش بدوي (2) الاهبخش بدوي (3) محمد بخش بدوي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. غلام علي مسرور جي ڪتاب مسدس مسرور ۾ مسدس ڪيترن بندن تي مشتمل آهي؟

(1) 50 (2) 70 (3) 97 (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. نامور اديب ۽ فنڪار بيدل مسرور سندس رشتي ۾ ڇا ٿئي؟

(1) پٽ (2) والد (3) ڏاڏو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. فقير غلام علي مسرور ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 09 مئي 1953ع (2) 09 جون 1853ع (3) 09 آگسٽ 1953ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## فقير غلام علي مسرور جي ڇپيل ڪتابن جو تفصيل

1. مسدس مسرور عرف هيرن جو هار (شاعري: 1941ع).
2. مداح ستہ گرو سائينءَ جي سوکڙي (هندي).
3. راڳ جي شرعي حيثيت
4. بيدل جو سنڌي ڪلام (ترتيب).
5. واچوڙو مل (سوانح).
6. ڪنبرڙيءَ جو گلزار (مرتب).
7. مجازي معشوق
8. پريم ساگر (اردو ۽ هندي).
9. حُسن ازل (فارسي ڪلام).
10. ڪُليات مسرور

11. مثنوي هير رانجهو
12. دشمن
13. من مستي
14. فقير واليڏنو شڪارپوريءَ جو ڪلام (مرتب).
15. سلطاني سهاڳ
16. ڪليات مسرور (مرتب: بيدل مسرور: 2007ع).
17. سلطاني سهاڳ: ۽ ٻيا مقالا (مرتب: بيدل مسرور، 2016ع).
18. مسدس مسرور عرف هيرن جو هار (سهيڙ: بيدل مسرور: 2019ع).

## فقير غلام علي مسرور (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 1(3) | 3(4) | 1(5) | 3(6) |
|---|---|---|---|---|---|

## غلام محمد شاهه گدا

## (1826ع_1905ع)

1. غلام محمد شاهه گدا جي سنڌي شاعريءَ ۾ ڪهڙي صنف جو قادرالڪلام شاعر ٿي گذريو آهي؟

(1) غزل (2) ڪافي (3) وائي (4) انهن مان ڪوبه نه

2. غلام محمد شاهه گدا 1243 هجريءَ مطابق ڪهڙي عيسوي سال ٺٽي شهر ۾ ڪلهن پيدا ٿيو؟

(1) 1820ع (2) 1826 (3) 1830ع (4) انهن مان ڪوبه نه

3. غلام محمد گدا جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) سيد حسن شاهه (2) سيد فاضل شاهه (3) سيد غلام رسول (4) انهن مان ڪوبه نه

4. غزل جو ڪهڙو نامور شاعر غلام محمد شاهه گدا جو شاگرد هو؟

(1) سيد فاضل شاھ (2) محمد هاشم مخلص (3) مير عبدالحسين سانگي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. غلام محمد شاھ گدا کي ڪهڙو لقب مليل هو؟

(1) استاد الشعراء (2) قادرالڪلام شاعر (3) ڪهنہ مشق شاعر. (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. غلام محمد شاھ گدا جو ڪليات گدا ڪنهن سهيڙيو جيڪو 1957ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڇپرايو؟

(1) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ (2) ڊاڪٽر نواز علي شوق (3) رشيد احمد لاشاري (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. غلام محمد شاھ گدا 04 ذوالقعد 1322هجريءَ مطابق ڪهڙي عيسوي سال ۾ وفات ڪئي؟

(1) 11 جنوري 1900ع (2) 11 جنوري 1905ع (3) 11 جنوري 1908ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

غلام محمد شاھ گدا (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 1(3) | 3(4) | 1(5) | 3(6) | 2(7) |
|---|---|---|---|---|---|---|

## غلام محمد شاهوانيءَ
## (1912ع_1950ع)

1. غلام محمد جي سنڌي ادب ۾ ڪهڙي حوالي کان سڃاتو وڃي ٿو؟

(1) لطيف شناس (2) ناول نگار (3) شاعر (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. غلام محمد، حيدرآباد ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 1900ع (2) 1908ع (3) 1912ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. غلام محمد شاهوانيءَ جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) محمد ابراهيم (2) محمد سليم (3) محمد نعيم (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. غلام محمد شاهواڻي تعليم مڪمل ڪرڻ بعد نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ ڪهڙي عهدي تي رهيو؟

(1) استاد (2) ڪلارڪ (3) هيڊماستر (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. غلام محمد شاهواڻيءَ ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 14 ڊسمبر 1950ع (2) 20 ڊسمبر 1950ع (3) 27 ڊسمبر 1950ع

(4) انهن مان ڪوبہ نہ

## غلام محمد شاهواڻيءَ جي ڇپيل ڪتابن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب جو نالو | موضوع | سال |
|---|---|---|---|
| 1 | چاليهہ حديثون | مذهبيات | 1940ع |
| 2 | رسول پاڪ ﷺ | سيرت | 1940ع |
| 3 | ترڪن جي بهادري | تاريخ | 1942ع |
| 4 | نظري ۽ علمي تعليم | تحقيق | 1943ع |
| 5 | گلشن بهار | شيخ سعدي جي فارسي ڪتاب گلستان سعدي جو سنڌيءَ ۾ ترجمو | |
| 6 | علمي خزانو | مولانا رومي جي مثنويءَ جو ٽن جلدن ۾ ترجمو | |
| 7 | ادبي خزانو | | 1945ع |
| 8 | ادبي اصول (بہ ڀاڱا) | تنقيد | 1948ع |
| 9 | سر سارنگ | لطيفيات | |
| 10 | سر سامونڊي | لطيفيات | |
| 11 | سر مسڪين آبري | لطيفيات | |
| 12 | سنڌي گرامر | گرامر | |
| 13 | انتخاب نثر | مضمون | |
| 14 | چونڊ نثر ۽ نظم | مضمون | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 15 | اسلامي المسائل | مذهبيات | |
| 16 | خلفاءِ راشدين (چار جلد) | | |
| 17 | فلسفه روزه | (اسلامي موضوعن جو ڪتاب) | |
| 18 | گلدستہ اقوال | | 1950ع |
| 19 | شاهه جو رسالو | مرتب | 1950ع |
| 20 | روحاني راز | | 1964ع |
| 21 | اسلامي مضمون | مضمون | 1964ع |
| 22 | سچل جو رسالو | | |

غلام محمد شاهواڻي (معروضي سوالن جا جواب)

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 1(1) | 3(2) | 1(3) | 3(4) | 1(5) |

## غلام مرتضيٰ شاهه مرتضائي
## (1844ع_1905ع)

1. سيد غلام مرتضيٰ شاهه مرتضائي 09 صفر 1259 هجريءَ مطابق ڪهڙي عيسوي سال ۾ پيدا ٿيو؟

(1) 1840ع (2) 1844ع (3) 1850ع (4) انهن مان ڪوبه نه

2. سيد غلام مرتضيٰ شاهه مرتضائي جي والد جو نالو ٻڌايو جو پڻ نادرالڪلام شاعر هو؟

(1) سيد روشن علي شاهه روشن (2) امام بخش شاهه قدوي (3) محمد امين ٺٽوي (4) انهن مان ڪوبه نه

3. سيد غلام مرتضيٰ شاهه مرتضائي ڪنهن وٽان مختلف ٻولين جي تعليم حاصل ڪئي؟

(1) سيد روشن علي شاهه (2) امام بخش شاهه قدوي (3) حامد تخرائي (4) انهن مان ڪوبه نه

4. ديوان مرتضائي ۾.....سنڌي.....فارسي ۽.....اردو غزل شامل آهن؟

(1) 460 سنڌي 24 فارسي ۽ 3 اردو (2) 300 سنڌي 30 فارسي ۽ 50 اردو (3) 510 سنڌي 50 فارسي ۽ 40 اردو (4) انهن مان ڪوبه نه

5. سيد غلام مرتضيٰ شاهه مرتضائي ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 1910ع (2) 1915ع (3) 1920ع (4) انهن مان ڪوبه نه

6. سيد غلام مرتضيٰ شاهه مرتضائي جي آخري آرامگاهه ڪٿي آهي؟

(1) حيدرآباد (2) مڪلي (3) سيوهڻ (4) انهن مان ڪوبه نه

## غلام مرتضيٰ شاهه مرتضائي (معروضي سوالن جا جواب)

| 2(1) | 1(2) | 2(3) | 1(4) | 1(5) | 2(6) |
|---|---|---|---|---|---|

## سيد غلام مرتضيٰ شاهه مرتضائي جي ڪتابن جو تفصيل

1. مثنوي يوسف زليخان
2. مثنوي سڪندر نامه
3. شاهنامه فردوسي (ڪن حصن جو ترجمو).
4. طوطي نامه
5. ڪريمانيچري
6. فارسي ڪتاب نورالهديٰ جو ترجمو
7. ديوان مرتضائي (2005ع).
8. مرثيا نگاري (اڻ ڇپيل).

# فاضل شاهه

## (1836ع 1900ع)

1. سيد فاضل شاهه جا وڏا ڪهڙي ترخان جي زماني ۾ ايران مان لڏي اچي ٽٽي ۾ آباد ٿيا؟

(1) مرزا عيسيٰ (2) مرزا باقي (3) ترخان بيگ (4) انهن مان ڪوبه نه

2. سيد فاضل شاهه حيدرآباد ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 1816ع (2) 1826ع (3) 1836ع (4) انهن مان ڪوبه نه

3. سيد فاضل شاهه جي والد جو نالو ڇا آهي؟

(1) سيد حيدر شاهه (2) سيد غلام مرتضيٰ (3) سيد غلام مصطفيٰ (4) انهن مان ڪوبه نه

4. سيد فاضل شاهه پيشي جي حوالي سان ڇا هو؟

(1) استاد (2) وڪيل (3) مئجسٽريٽ (4) انهن مان ڪوبه نه

5. ڪهڙو وڏو شاعر، سيد فاضل شاهه جو علم عروض ۾ شاگرد هو؟

(1) ڪشنچند بيوس (2) محمد صديق مسافر (3) مير عبدالحسين سانگي (4) انهن مان ڪوبه نه

6. ديوان فاضل (شرح ۽ معنيٰ سميت) 1937ع ۾ ڪنهن ترتيب ڏيئي سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد پاران ڇپرائي پڌرو ڪيو؟

(1) ماستر محمد صديق گلاب خان مسافر (2) مرزا قليچ بيگ (3) ڪلياڻ آڏواڻي (4) انهن مان ڪوبه نه

7. سيد فاضل شاهه جو اصولي تنقيد جو پهريون ڪتاب ميزان الشعر ڪڏهن شايع ٿيو؟

(1) 1870ع (2) 1875ع (3) 1880ع (4) انهن مان ڪوبه نه

8. جوڳ ڪتابن ۽ قرآن شريف جو سنڌيءَ ۾ تفسير ڪنهن جون تصنيفون آهن؟

(1) سيد فاضل شاهہ (2) محمد قاسم هالائي (3) الهہ بخش ابوجهو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. سيد فاضل شاهہ ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) ڊسمبر 1899ع (2) ڊسمبر 1900ع (3) ڊسمبر 1902ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

### سيد فاضل شاهہ (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 3(2) | 1(3) | 2(4) | 2(5) |
|---|---|---|---|---|
| 1(6) | 2(7) | 1(8) | (9) | |

## ڪشنچند بيوس
## (1885ع_1947ع)

1. جديد سنڌي شاعريءَ کي نئون موڙ ڪنهن ڏنو؟

(1) ڪشنچند بيوس (2) مير عبدالحسين سانگي (3) مرزا قليچ بيگ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. ڪشنچند بيوس لاڙڪاڻي ۾ ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 25 جنوري 1885ع (2) 25 فيبروري 1885ع (3) 25 مارچ 1885ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. ڪشنچند بيوس جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) تيرٿ داس کتري (2) دولت رام کتري (3) تولارام کتري (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. ڪشنچند بيوس شاعريءَ جي شروعات ڪڏهن ڪئي؟

(1) 1895ع ڌاري (2) 1901ع ڌاري (3) 1910ع ڌاري (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. ڪشنچند بيوس شاعريءَ ۾ ڪهڙو تخلص استعمال ڪندو هو؟

(1) کتري (2) ڪشنچند (3) بيوس (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. درسي نصاب ۾ شامل ٻارن لاءِ ڪن نظمن ڳيتن جي جهونگارن ۽ ڏورن وارا جو ليکڪ ڪير آهي؟

(1) ڪشنچند بيوس (2) امداد حسيني (3) نثار بزمي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. ڪشنچند بيوس سنڌي شاعريءَ ۾ ڪهڙي صنف جو باني آهي؟

(1) نظم (2) چوسٽو (3) گيت (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. ڪشنچند بيوس لاءِ هي سٽون ڪنهن چيون آهن تہ ڪشنچند بيوس سنڌي شاعريءَ جو اهو ڀريون شجاڳ ڪوي آهي، جنهن جي ڪوتا شاعريءَ سان سنڌي شاعريءَ جي نئين پرپات ڦُٽندي

(1) شيخ اياز (2) هري دلگير (3) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. ڪشنچند بيوس کي ويهين صديءَ جو وهائو تارو ڪنهن سڏيو آهي؟

(1) شيخ اياز (2) محمد ابراهيم جويو (3) تاج جويو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. ڪشنچند بيوس ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 23 سيپٽمبر 1947ع (2) 23 آگسٽ 1947ع (3) 23 آڪٽوبر 1947ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## ڪشنچند بيوس جي ڪتابن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب جو نالو | موضوع | سال |
|---|---|---|---|
| 1 | شيرين شعر | ٻارن لاءِ شاعري | 1929ع |
| 2 | سامونڊي سيپون | شاعري | 1929ع |
| 3 | گرو نانڪ جيون ڪٿا | سوانح | 1935ع |
| 4 | موجي گيت | شاعري هري دلگير سان گڏ | 1935ع |
| 5 | ڦولداني | شاعري، مرتب: محمد صديق مسافر سان گڏ | 1939ع |
| 6 | شعر بيوس | شاعري | 1951ع |

| 7 | بيوس گيتا انجلي | مرتب: ليل ڪمل ۽ جهامنداس مسافر | 1960ع |
|---|---|---|---|
| 8 | سڌ ٻڌ ڪو ساڳيو | بيوس جي شاعريءَ جو ڳنڍيل ڪتاب | 1984ع |
| 9 | ڪليات بيوس | مرتب: سيد محمود شاهه بخاري | 1991ع |
| 10 | ڇهه ڇهه پئسا پهه پايون | ٻاراڻي شاعري مرتب نصير مرزا | 2001ع |

## ڪشنچند بيوس جي ڪن مشهور ڊرامن جو تفصيل

| نمبر | ڊرامي جو نالو | نوعيت | سال |
|---|---|---|---|
| 1 | خوبصورت بلا (حشر) | | 1907ع |
| 2 | بلوا منگل | ترجمو | 1908ع |
| 3 | راجا هرشچندر | مها ڀارت تان ورتل | 1909ع |
| 4 | هار جيت | مها ڀارت تان ورتل | 1925ع |
| 5 | پرت پوڄارڻ | مها ڀارت تان ورتل | 1925ع |
| 6 | منوهر ناٽڪ | اصلوڪو | 1925ع |
| 7 | دروپدي | مها ڀارت تان ورتل | 1925ع |
| 8 | شڪ جو شڪار | اصلوڪو | 1931ع |
| 9 | جگري قرباني | پنا لال جي نصي تي ٻڌل | 1939ع |
| 10 | انارڪلي | هڪ فصلا ناٽڪ | 1939ع |
| 11 | پوڙهي جو پرڻو | اصلوڪو | 1939ع |
| 12 | نل دميتي | سنسڪرت هرشچندر تان ورتل | 1940ع |
| 13 | بهارستان | اصلوڪو | |
| 14 | ريجهو مل لاهوري | اصلوڪو | |

## ٻيوس جي شخصيت ۽ فن تي ڇپيل ڪتاب

1. ٻيوس ۽ نئون دور (ارجن شاد، 1970ع)
2. ٻيوس هڪ اڀياس (ٻلديو گاجرا، 1972ع)
3. شاعر ٽ ٻيوس (ٻلديو گاجرا، 1972ع)
4. ڪشنچند ٻيوس (مرتب: هري دلگير، 1982ع)
5. ٻيوس جي ڪوتا جو جائزو (مرتب: هري دلگير، 1993ع)

## ڪشنچند ٻيوس (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 1(2) | 1(3) | 2(4) | 3(5) |
|---|---|---|---|---|
| 1(6) | 3(7) | 2(8) | 3(9) | 1(10) |

# ڪوڙومل ڪلناڻي
## (1844ع_ 1916ع)

1. ديوان ڪوڙومل ڪلناڻي ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) پريا، نوشهروفيروز (2) تلڪ چاڙهي، حيدرآباد (3) سيوهڻ (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. ديوان ڪوڙومل ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 05 آڪٽوبر 1840ع (2) 05 آڪٽوبر 1844ع (3) 05 آڪٽوبر 1845ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. ديوان ڪوڙي مل تي جنم وقت ڪهڙو نالو رکيو ويو هو؟

(1) پريتم (2) دليپ (3) سريچند (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. ديوان ڪوڙو مل سنڌي ۽ فارسي ڳوٺ [illegible] لباڻي ۾ ڪنهن وٽ پڙهيو؟

(1) آخوند عزيز الله (2) آخوند قاضي محمد سليمان (3) آخوند محمد علي قاضي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. پڪو پهہ ڪتاب ڪنهن جي تصنيف آهي؟

(1) مرزا قليچ بيگ (2) ديوان ڪوڙومل کلناڻي (3) ڏيارام گدومل (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. ديوان ڪوڙي مل ڪڏهن وفات ڪئي؟

(1) 16 ڊسمبر 1916ع (2) 20 ڊسمبر 1917ع (3) ڊسمبر 1920ع (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## ديوان ڪوڙومل جي ڪتابن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|
| 1 | پڪو پهہ (زناني تعليم بابت) | 1862ع |
| 2 | ڪولمبس جي تاريخ | 1862ع |
| 3 | اقليدس (جاميٽري ڪتاب پهريون) | 1863ع |
| 4 | علم ڪيميا | 1864ع |
| 5 | اقليدس (ڪتاب ٻيو) | 1865ع |
| 6 | اقليدس (ڪتاب ٽيون) | 1866ع |
| 7 | اصول علم طبعي (درسي) | 1868ع |
| 8 | امليہ علم ڪيميا (درسي) | 1868ع |
| 9 | وهنواري رواج | 1870ع |
| 10 | چندر ڪنگي (ناول) | 1870ع |
| 11 | اپديسي ٻوٽي (گرمکي، ناٽڪ) | 1871ع |
| 12 | درسي ڪتاب (ڪتاب چوٿون) | 1873ع |
| 13 | ساميءَ جا سلوڪ | 1873ع |

| 14 | درسي ڪتاب (پنجون) | 1874ع |
|---|---|---|
| 15 | پڪو پهه | 1874ع |
| 16 | درسي ڪتاب (ڪتاب ڇهون) | 1875ع |
| 17 | درسي ڪتاب (ڪتاب ستون) | 1876ع |
| 18 | کيتيءَ جو ڪتاب | 1879ع |
| 19 | ساميءَ جا سلوڪ (ٻيو ڀاڱو) | 1885ع |
| 20 | آغاز علم حڪمت | 1886ع |
| 21 | رتناولي (ناٽڪ) | 1888ع |
| 22 | سنڌي پهاڪا | 1888ع |
| 23 | سنڌي ڳجهارتون | 1888ع |
| 24 | سينئري پرائمري (درسي) | 1880ع |
| 25 | اخلاقي آوازي پهاڪا | 1890ع |
| 26 | ٻارڙا شعر (ٻارن لاءِ پهريون شعري ڪتاب) | 1891ع |
| 27 | پراڻي شاستر | 1891ع |
| 28 | ٻارڙيون آکاڻيون | 1891ع |
| 29 | ساميءَ جا سلوڪ (ڀاڱو ٽيون) | 1892ع |
| 30 | علم ڪيميا (پروفيسر راسڪر جي ڪتاب تان ورتل) | 1892ع |
| 31 | زاهده رابعا بصري | 1893ع |
| 32 | ڀڄن مالا (ڌرم بابت) | 1894ع |
| 33 | سنتيا (ڌرم بابت) | 1894ع |
| 34 | نئون سنتيا (ڌرم بابت) | 1894ع |
| 35 | جاميٽريءَ جو پهريون ڪتاب | 1897ع |
| 36 | کيتي (زراعت، ڀاڱو پهريون) | 1897ع |
| 37 | مهاڦريءَ تنهن مان ڪيهڙي مت سري | 1897ع |
| 38 | سيتلا جي ٽڪن ڏيارڻ بابت (صحت) | 1897ع |

| | | |
|---|---|---|
| 39 | سنگ جو پرسنگ (ڇهڇٽو) | 1899ع |
| 40 | ڦول مالا (ڊرمي) | 1898ع |
| 41 | پريم مالا (ڊرمي) | 1900ع |
| 42 | جيون اندري شاستر (حيوانات ۽ نباتات جي بناوت جو علم) | 1900ع |
| 43 | پدارٿ سکيا | 1900ع |
| 44 | ساوتري (ناول) | 1900ع |
| 45 | ڪوريڙو ۽ مک (قصو) | 1900ع |
| 46 | ڪيتي (پاڳو پيو) | 1901ع |
| 47 | ڦول مالا (ٻارن لاءِ ڪهاڻيون) | 1902ع |
| 48 | آريہ ناري چريتر | 1905ع |
| 49 | نؤ منيپتا (نئون نيايو) | 1905ع |
| 50 | ريوتي (اٺوا آپنا ڪال ۾ ڏيہ جي ٻيءَ سان سهاڻتا) | 1905ع |
| 51 | هندستان جي تاريخ | 1906ع |
| 52 | قصو مک ۽ ڪوريڙي جو | |
| 53 | ڀڄن مالا | |
| 54 | بارٿا ڀڄن ۽ پرارٿنا | |
| 55 | سنت جڳديو جو جيون چريتر | 1906ع |
| 56 | ٽهڪ تي ٽهڪ (ٽوٽڪا ۽ لطيفا) | 1906ع |
| 57 | مهاتمائن جا درشن | 1907ع |
| 58 | راجا رام موهن راءِ جو جيون چريتر | 1907ع |
| 59 | پلمانسي ۽ پنتچاتون چو ڦٽيون آهن؟ (هڪ مضمون) | 1907ع |
| 60 | ڀڳت جيوتيون | 1908ع |
| 61 | سنت نامديو جو جيون چريتر | 1908ع |
| 62 | ڀڳتن جون ساکيون | 1908ع |
| 63 | چيتن ديو جو جيون چريتر | 1912ع |

| نمبر | ڪتاب | سال |
|---|---|---|
| 64 | راج رشي ڀيشم پتامهه جو جيون چريتر | 1914ع |
| 65 | راڌا راڻي (بنڪم چٽرجيءَ جي بنگالي ڪتاب جو ترجمو) | 1914ع |
| 66 | دادو سنت جو جيون چريتر | 1914ع |
| 67 | ڪبير جو ڪبير باڻيءَ جو باڻي (بنگاليءَ تان ترجمو) | 1915ع |
| 68 | ٻه مُنڊيون (بنڪم چٽرجيءَ جي ڪتاب جو ترجمو) | 1916ع |
| 69 | ندورو هار (ٽئگور جي پيءُ گهوشال جي ڪتاب جو ترجمو) | 1916ع |
| 70 | اندرا آڪاڻي (بنڪم چٽرجيءَ جي ڪتاب جو ترجمو) | 1916ع |
| 71 | چندر مکي (ناول) | 1918ع |
| 72 | هري درشن (ديوندرناٿ ٽئگور جون روحاني سمجهاڻيون) | 1930ع |
| 73 | رامکلي (ناول) | |
| 74 | ميران ٻائي (ناول) | |
| 75 | ٽڙندڙ مکڙيون | |

## ڪوڙومل کلناڻي (معروضي سوالن جا جواب)

| 1(1) | 2(2) | 1(3) | 2(4) | 2(5) | 1(6) |
|---|---|---|---|---|---|

## لالچند امرڏنومل جڳتياڻي
## (1885ع_1954ع)

1. لالچند امرڏنو مل ڪٿان جو رهاڪو هو؟

(1) حيدرآباد (2) سيوهڻ (3) لاڙڪاڻو (4) انهن مان ڪوبہ نہ

2. لالچند امرڏنو مل ڪڏهن پيدا ٿيو؟

(1) 25 جنوري 1885ع (2) 25 جنوري 1886ع (3) 25 جنوري 1887ع.

(4) انهن مان ڪوبہ نہ

3. لالچند امرڏني مل جي والد جو نالو ڇا هو؟

(1) جڳت سنگهه (2) جيٺمل (3) امر ڏنو مل جڳتياڻي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

4. لعلچند امر ڏنو مل ڪهڙي ڪاليج ۾ پروفيسر طور پنهنجون خدمتون سرانجام ڏنيون؟

(1) سنڌ مدرسة السلام (2) ڊي جي ڪاليج (3) اين جي وي اسڪول (4) انهن مان ڪوبہ نہ

5. لعلچند جي ان ڪهاڻيءَ جو نالو ٻڌايو جنهن بعد سنڌي ڪهاڻيءَ جديد ادب ۾ پير پاتو؟

(1) حرمکيءَ جا (2) ڏکن ڏڌي زندگي (3) لڄاوتي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

6. لعلچند جو ناول چوٽ جو چنڊ 1905ع ڌاري ڪهڙي رسالي ۾ قسطوار ڇپبو رهيو؟

(1) سنڌو (2) (3) سرسوتي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

7. لعلچند 1922ع ڌاري ڪهڙي ڏوهہ جي پاداش ۾ جيل ويو؟

(1) ادب جي ڪري (2) آزادي هلچل ۾ حصو وٺڻ ڪري (3) ذاتي مسئلي سبب (4) انهن مان ڪوبہ نہ

8. لالچند امرڏني مل ڪنهن سان گڏجي 1930ع ڌاري سنڌي ساهت سوسائٽي جو بنياد رکيو؟

(1) جيٺمل پرسرام (2) پير حسام الدين راشدي (3) پير علي محمد راشدي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

9. 1923ع ۾ ڊاڪٽر ٽيل رابيندر ناٿ ٽئگور ناٽڪ منڊلي حيدرآباد جو اڳواڻ ڪير هو؟

(1) جيٺمل پرسرام (2) لعلچند امرڏنو مل (3) کانچند درياڻي (4) انهن مان ڪوبہ نہ

10. سنڌي ادب لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ جي 1940ع ۾ قيام بعد لالچند ڪهڙي عهدي تي مقرر ٿيو؟

(1) اسسٽنٽ (2) اسسٽنٽ سيڪريٽري (3) چيئرمين (4) انهن مان ڪوبہ نہ

## علي دوست عاجز

(1964ع)

پورو نالو: علي دوست

ولد: محمد خان گاتنجو

تخلص: عاجز

جنم: 02 سيپٽمبر 1964ع

جنم هنڌ: فريدآباد تعلقو ميهڙ ضلعو دادو

تعليم: ايم اي (رياضي)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، نقاد، خاڪا نويس

نوڪري: ڊپٽي ڪمشنر (انليند روينيو ڪاتو حيدرآباد)

**ڇپيل ڪتاب:**

1. خوشبو خوشبو خواب (شاعري: 2000ع).
2. جهڙا تارا جرڪنا (ٻارن لاءِ شاعري: 2002ع).
3. اڃن پوئر پنيوليا (2003ع).
4. سوني باگو (2004ع).
5. آديسي استاد (استاد بخاري: فن ۽ شخصيت: 2005ع).
6. رنگ رتو آڪاس (شاعري: 2009ع).
7. ساڻر جو سوداءُ (شاعري: 2013ع).
8. رتا روهيڙا (شاعري: 2017ع).
9. ڪونجان (اوپيرا: 2018ع).
10. ٽانڊاٽا ٽانڊاٽا رات (ٻارن لاءِ شاعري: 2018ع).
11. موتيءَ چڙن چوريو (گيت: 2019ع).
12. مٽي ڪلهن ڪيترا (خاڪا: 2020ع).
13. خوبصورت خيال جا سپنا (استاد بخاري جا غزل، مرتب).
14. گونڌر منهنجي گود ۾ (استاد بخاري جي لنڊن جي ڊائري ۽ شاعري).

## علي زاهد
(1973ع)

پورو نالو: زاهد علي

ولد: غلام محمد عباسي

جنم: 15 آگسٽ 1973ع

جنم هنڌ: خانپور، تعلقو خيرپور ناٿن شاهه ضلعو دادو

تعليم: گريجوئيشن

ادبي سڃاڻپ: شاعر، مترجم، ڪالم نگار، صحافي، اداڪار

ڇپيل ڪتاب:

1. ناچڻي (شاعري:2011ع).

## علي محمد سولنگي
(1965ع)

پورو نالو: علي محمد

ولد: مير محمد سولنگي

جنم: 21 نومبر 1965ع

جنم هنڌ: ڳوٺ قاضي پير محمد، قلجي اسٽيشن، ضلعو دادو

تعليم: ايم اي

ادبي سڃاڻپ: شاعر، نثر نويس

صحافتي خدمتون: ايڊيٽر (رسالو خوشبوءِ، نئين خوشبوءِ)

ڇپيل ڪتاب:

1. ٻار گلن جا هار (ٻارن لاءِ شاعري: 2005ع).
2. چاهتن جا گلاب (شاعري: 2006ع).
3. چاهتن جي موٽ (شاعري: 2008ع).

4. هڪ شام جو الميو (ڪهاڻيون: 2012ع).
5. سهڻا يار (ٻارن لاءِ شاعري: 2012ع).
6. موتين داڻا (ٻارن لاءِ شاعري: 2017ع).
7. ڪاش (شاعري: 2019ع).
8. قلم جنين جي هٿ ۾ (خاڪا: 2020ع)

## علي محمد شاهه لڪياري
## (1954ع_2020ع)

پورو نالو: سيد علي محمد شاهه

ولد: سيد عمر شاهه لڪياري

جنم: 03اپريل 1954ع

جنم هنڌ: ڳوٺ سيد جادل شاهه ضلعو نوابشاهه (شهيد بينظير آباد)

تعليم: ايم اي (بين القوامي تعلقات)

ادبي سڃاڻپ: نثر نويس، صحافي

وفات: 21 جون 2020ع

**چيل ڪتاب:**

1. ڪايا منجهه ڪڙن (جيل ڊائري: 2009ع).
2. اڄ ٿر پسان مي (مضمون).
3. ڇٽيون چنڊن واس (جيل ۾ آيل خط: 2011ع).

## علي محمد ڪاڪيپوٽو
## (1900ع_1967ع)

پورو نالو: علي محمد

ولد: بهادر خان ڪاڪيپوٽو

جنم: 1900ع

جنم هنڌ: ڳوٺ مارو ڪاڪيپوٽا، تعلقو ڳڙهي ياسين، ضلعو شڪارپور

تعليم: مولوي فاضل، منشي فاضل

ادبي سڃاڻپ: فلسفي، عالم، اسڪالر

نوڪري: فيلو (اورينٽل ڪاليج لاهور)

خدمتون: فلسفي ۾ علامه اقبال ۽ اينمري شمل جو استاد

وفات: 01 مارچ 1967ع

## علي محمد مجروح
## (1926ع_1997ع)

پورو نالو: علي محمد

ولد: خير محمد پنهور

تخلص: مجروح

جنم: 1926ع

جنم هنڌ: ڪراچي

سڃاڻپ: شاعر، صحافي، ڊراما نويس

نوڪري: اطلاعات کاتي ۾ ملازمت

ايوارڊ: صدارتي ايوارڊ (حڪومتِ پاڪستان: 1995ع)

وفات: 06 فيبروري 1997ع

**ڇپيل ڪتاب:**

1. سڪ جو سمونڊ (شاعري: 1993ع).

ڊرامن جو تفصيل

1. ٿان جي شوخائي (پي ٽي وي: 1974ع).
2. مهمان (پي ٽي وي: 1974ع).
3. روپ (پي ٽي وي: 1977ع).
4. جوڳيءَ جا ڳايوس (پي ٽي وي: 1983ع).

# ڊاڪٽر علي مرتضيٰ ڌاريجو
(1950ع)

پورو نالو: علي مرتضيٰ

ولد: علي حسن ڌاريجو

جنم: 02 سيپٽمبر 1950ع

جنم هنڌ: لاڙڪاڻو

تعليم: پي ايڇ ڊي (زولاجي)

ادبي سڃاڻپ: مترجم، مضمون نگار

نوڪري: پروفيسر (زولاجي)

خدمتون: چيئرمين (زولاجي شعبو سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو)

**ڇپيل ڪتاب:**

1. انوکا گرهہ (1982ع).
2. ڪينسر (1982ع).
3. فرسٽ ايڊ (1983ع).
4. هيلٿ ٽيڪنيشن ٽريننگ گائيڊ بوڪ (ٽي ڀاڱا: 1990ع).
5. جنس جي سائنسي ڄاڻ (1991ع).
6. ڇاتين جي سائنسي ڄاڻ (1994ع).
7. ڪينسري بيماريون (1995ع).
8. سنڌ هڪ نظر ۾
9. سرير جي آتم ڪهاڻي (1996ع).
10. قرآن ۽ سائنس (2006ع).
11. تحفظ ماحول ۽ اسلام (2009ع).
12. سنڌ ۾ ماحولي خطو
13. ناياب جهنگلي وسيلن کي بچائڻ ۾ فخر محسوس ڪريو (2009ع).

14. موسمي تبديلي جا آهي (2010ع).
15. جتي وڃ ت طبيب (2011ع).
16. تپندڙ ڌرتي ۽ مٽجندڙ ڦندون (2011ع).
17. ڪائنات جو مڪمل نظريو (اسٽيفن هاڪنگ جي ڪتاب جو ترجمو: 2019ع).

## علي نواز آريسر
## (1982ع)

**نالو:** علي نواز

**ولد:** محمد قاسم آريسر

**جنم:** 03 مارچ 1982ع

**جنم هنڌ:** انڙ آباد ضلعو عمرڪوٽ

**تعليم:** ايم فل (سنڌي ادب)

**ملازمت:** پروگرام اسسٽنٽ (سنڌي لئنگيج اٿارٽي)

**خدمتون:** سنجها پبليڪيشن، ماهوار ڪينجهر حيدرآباد (سب ايڊيٽر)

**ڇپيل ڪتاب:**

1. زندگي، آزادي ۽ محبت (ليکڪ عبدالواحد آريسر، ترتيب: 2009ع)
2. مانجهي مٺيادار (سوانح: 2011ع)
3. قومي تحريڪ جا شهيد (خاڪا، 2014ع)
4. جي مون سانديا ساهه (خاڪا، 2014ع)
5. بهار آندا پٽن جا لاشا (مرتب: 2014ع)
6. چڱو ڀتائي آئون هلان ٿو (راڳي صادق فقير بابت، مرتب: 2015ع)
7. سنڌي ادب ۾ عورتن جو حصو (ادبي تاريخ: 2016ع)
8. عشق ۽ محبت جو سفير (مرتب: 2016ع)
9. سنڌ هِتي، سنڌ هُتي (ادبي تاريخ: 2017ع)
10. ويو وڻجارو اوهري (چاچا قاسم سومرو بابت، ترتيب: 2018ع)
11. سنڌي ٻولي ۽ لاڙي لهجو 2019ع

# پروفيسر علي نواز حاجن جتوئي
## (1914ع_1996ع)

پورو نالو: علي نواز

ولد: حاجن خان

جنم: 11 جولاءِ 1914ع

جنم هنڌ: پراڻا جتوئي، تعلقو مورو، ضلعو نوشهرو فيروز

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: لسانيات ماهر، محقق، شاعر

نوڪري: پروفيسر (سنڌي شعبو سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو)

وفات: 29 سيپٽمبر 1996ع

ڇپيل ڪتاب:

1. ميان عبدالرحيم گرهوڙيءَ جو سنڌي ڪلام (ترتيب: 1956ع).
2. ديوان حافظ
3. سياست نامو (ترجمو: 1957ع).
4. اخلاق محسن (ترجمو: 1957ع).
5. سنڌي صحيفو (مقالو: 1962ع).
6. غزلن جو غنچو (عبدالجبار جوڻيجي سان گڏ ترتيب: 1963ع).
7. لطيفي لهرون.
8. علم اللسان سنڌي زبان (لسانيات: 1968ع).
9. ويرون ۽ وهڪرا (مقالا: 1993ع).
10. ميڪده مصطفائي
11. رنگ رباني

## علي نواز وفائي
## (1925ع_2000ع)

پورو نالو: علي نواز

ولد: دين محمد وفائي

جنم: 24 مئي 1925ع

جنم هنڌ: سکر

تعليم: فائينل

ادبي سڃاڻپ: مضمون نگار، صحافي

صحافتي خدمتون: ماهوار رسالو توحيد، هفتيوار اخبار آزاد

وفات: 28 مئي 2000ع

**ڇپيل ڪتاب:**

1. سورهين ڏاڍهن سنيهو (سياسيات).
2. پلئه پايو سچ (مضمون).
3. رتيءَ جي رهاڻ (مضمون: 1979ع).
4. وفائيءَ جا خط (مولانا دين محمد وفائيءَ ذي خط مرتب: 1982ع).

## علي گل سانگي
## (1952ع_2014ع)

پورو نالو: علي گل

ولد: روشن علي سانگي

جنم: 14 سيپٽمبر 1952ع

جنم هنڌ: ڳوٺ دودائي، ضلعو لاڙڪاڻو

تعليم: گريجوئيشن

ادبي سڃاڻپ: عوامي شاعر، صحافي

وفات: 29 اپريل 2014ع

چيل ڪتاب:

1. پير پرينگھه (شاعري: 1992ع).
2. ڪنڌيءَ ٿمريا ڪانھ (شاعري: 1994ع).
3. پيرين پنڌ ڪنديانس (شاعري: 1995ع).
4. نيڻ ڳالهائن ٿا (شاعري: 1997ع).
5. ڳجر پاڻي گج (لوڪ گيت: 1998ع).

## عمر الدين بيدار
## (1929ع_2004ع)

پورو نالو: عمرالدين

ولد: محمد آچر سهتو

تخلص: بيدار

جنم: 10اپريل 1929ع

جنم هنڌ: ڳوٺ دليپوٽا، ضلعو نوشهرو فيروز

تعليم: بي اي

ادبي سڃاڻپ: ناول نگار، شاعر، ڪهاڻيڪار، صحافي

نوڪري: استاد .

صحافتي خدمتون:

باني ايڊيٽر: ماهوار بادل (1965ع)، اديون ۽ انڊس ڊائجسٽ، سنڌ رسالو

وفات: 11مئي 2004ع

چيل ڪتاب:

1. وساريان نه وسرن (ناول: 1962ع).
2. ماحول جي مهرباني (شاعري: 1962ع).
3. ماهرو (ناول: 1967ع).
4. ڪچڪول (ڪهاڻيون: 1973ع).

5. نارو شاهه چنگيزي (ناول).
6. حقيقت حال (شاعري: 1988ع).
7. اڪوڻا ناميارا سنڌي

## عنايت بلوچ
## (1941ع)

پورو نالو: عنايت الله

ولد: غلام نبي ادامي ڪوسو

جنم: 03 آڪٽوبر 1941ع

جنم هنڌ: ڳوٺ حاجي يارمحمد ڪوسو لڳ احمد پور، ضلعو خيرپور ميرس

تعليم: ايم اي (اسلامڪ هسٽري)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، محقق، مترجم

نوڪري: ڪنٽرولر (ريڊيو پاڪستان)

ڇپيل ڪتاب:

1. سڀ پرٿون پاڻ (مير سڪندر خان ڪوسي جو ڪلام، ترتيب: 1974ع).
2. ڪنارو ڪنڌ (شاعري: 1981ع).
3. ڪي پڙاڏا، ڪي سڏ (جي الانا جي شاعري، ترتيب: 1981ع).
4. پرين جي پرديس (سفرنامو: 1984ع).
5. پرديسي ڪهڙا پرين (سفرنامو: 1987ع).
6. سهسين ٿيا سارنگ (سفرنامو: 1995ع).
7. پيارن جا پيغام (ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا خط ترتيب: 2008ع).
8. روم جي شهنشاهت جو زوال ۽ خاتمو (پهريون ڀاڱو ترجمو: 2010ع).
9. روم جي شهنشاهت جو زوال ۽ خاتمو (ٻيو ڀاڱو ترجمو: 2012ع).
10. ماڻگين سنيارون (ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڏي خط ۽ جواب، سهيڙ: 2013ع).
11. ساهان اوڏا سُپرين (ٻه گڏيل سفرناما: 2016ع).
12. سنڌ جي تاريخ (ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا تحقيقي مقالا، ترجمو،

## عيسيٰ ميمڻ
(1985ع)

اصل نالو: محمد عيسيٰ

ولديت: الله ڏنو ميمڻ

جنم: 9 جولاءِ 1985ع

جنم هنڌ: ڳوٺ ڪوهارا، تعلقو باقراڻي، ضلعو لاڙڪاڻو

تعليم: ايم فل (جيل پر سرجيل سنڌي ادب)

نوڪري: استاد

**ڇپيل ڪتاب:**

1. سياست، تاريخ ۽ ڪردار (مضمون ۽ مقالا: 2013ع)
2. سنيها سپرين جا (خط: 2017ع)
3. سنڌي ادبي سنگت شاخ ڏوڪري ۽ لاڙڪاڻي جي ڪارڪردگي رپوٽ (2018ع)
4. سرت سنڌو سوجهرو (مضمون ۽ مقالا: 2019ع)

## پروفيسر ڊاڪٽر غفور ميمڻ
(1962ع)

پورو نالو: عبدالغفور

ولد: محمد اسماعيل ميمڻ

جنم: 25 آگسٽ 1962ع

جنم هنڌ: دڙو ضلعو سجاول

تعليم: پي ايڇ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايڇ ڊيءَ جو موضوع: سنڌي ادب جو فڪري پس منظر (2000ع)

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، محقق

نوڪري: پروفيسر (سنڌي شعبو ڪراچي يونيورسٽي)

خدمتون: چيئرمين سنڌي شعبو (ڪراچي يونيورسٽي: 2014ع)
چيئرمين: سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد (2016ع)

چيل ڪتاب:

1. جتي نيڻهن اُجل (ڪهاڻيون: 1995ع).
2. سنڌي ادب جو فڪري پس منظر (پي ايچ ڊي: 2002ع).
3. گلدستو (نصابي ڪتاب: 2004ع).
4. انسان سماج ۽ فطرت (مضمون: 2005ع).
5. شاهه لطيف جا فڪري رخ (لطيفيات: 2015ع).
6. جديديت پڇاڻان (تنقيد: 2016ع).
7. سنڌي سماج: نفسياتي اصطلاحن جي آئيني ۾ (2017ع).

## پروفيسر ڊاڪٽر غلام حسين پناهڻ
## (1935ع)

پورو نالو: غلام حسين

جنم: 20 ڊسمبر 1935ع

جنم هنڌ: پناهڻ ڳوٺ، حسين آباد، حيدرآباد

تعليم: پي ايچ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايچ ڊيءَ جو موضوع: سنڌي ناول جي ارتقائي تاريخ (1977ع)

ادبي سڃاڻپ: محقق

نوڪري: پروفيسر (سنڌي شعبو سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو)

چيل ڪتاب:

1. سنڌي ناول جي ارتقائي تاريخ (1982ع).
2. تحقيق جو فن (1983ع).
3. شاهه جي ڪلام ۾ هدايتون (لطيفيات: 2007ع).

# پروفيسر غلام حسين جلباڻيؒ
## (1914ع_1989ع)

پورو نالو: غلام حسين

ولد: نظر محمد جلباڻي

ڄم: 02 فيبروري 1914ع

ڄم هنڌ: جلباڻي ڳوٺ، ضلعو نوشهروفيروز

تعليم: ايم اي (عربي)

ادبي سڃاڻپ: محقق

نوڪري: پروفيسر (سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو)

خدمتون: چيئرمين (عربي شعبو سنڌ يونيورسٽي)

وفات: 1989ع

**چيل ڪتاب:**

1. ڪاميابي (ابن طفيل جي ڪتاب 'حَيّ بن يقظان' جو سنڌي ترجمو: 1959ع).
2. چونڪارو (امام غزالي جي ڪتاب جو ترجمو: 1959ع).
3. ڪيمياءِ سعادت (امام غزالي جي ڪتاب جو ترجمو: 1960ع).
4. شاهه ولي الله جي تعليم (1961ع).
5. پکين جي پارليامينٽ (شيخ فريد الدين عطار جي ڪتاب 'منطق الطير' جو سنڌي ترجمو: 1962ع).
6. خوابنامو (ابن سيرين جي ڪتاب جو ترجمو: 1962ع).
7. سلامان ۽ ابسال (جامي جي ڪتاب جو ترجمو: 1963ع).
8. تاويل الاحاديث (1964ع).
9. عقد الجيد (1966ع).
10. نهج الجديد (1972ع).
11. شاهه ولي الله جي زندگي (1973ع).

12. عربي سنڌي ڊڪشنري (ٻاگو ڀاڱو: الف کان ظ، 1988ع).
13. عربي سنڌي لغت (ٻاگو ڀاڱو: ع کان ي، 1990ع).
14. سطعات.
15. لمحات.
16. الطاف القدس.
17. Life of the Holy Prophet
18. Teaching of Shah Wali ullah Delhi

## غلام حسين رنگريز
(1945ع)

پورو نالو: غلام حسين
ولد: شفيع محمد کٽي
جنم: 18 اپريل 1945ع
جنم هنڌ: ميرپور بٺورو ضلعو ٺٽو
تعليم: ايم اي (پوليٽيڪل سائنس)، ايل ايل بي
ادبي سڃاڻپ: شاعر، مترجم
نوڪري: ليڪچرار (ر)
خدمتون: سيڪريٽري جنرل (سنڌي ادبي سنگت سنڌ: 1988ع)
ڇپيل ڪتاب:

1. سرمد ڇا ٿو سوچي (مضمون).
2. وکر سو وهاءِ (مضمون: 1989ع).
3. غلام جا ٽهڪڙا (ناٽڪ، ترجمو: 1990ع).
4. اکين اُڃ اپار (شاعري: 2005ع).
5. ورق ورق زندگي (ڊائري: 2010ع).
6. سونهن، سهائي، سوچ (مضمون: 2014ع).

7. تصوف هڪ تحريڪ (2016ع).
8. خانا بدوش روح جي ڪٿا (آتم ڪٿا: 2017ع).
9. رهيو روح رباب (آتم ڪٿا: 2019ع).
10. فن تحرير جي تاريخ (ترجمو).

## غلام رباني آگرو
## (1933ع_2010ع)

پورو نالو: غلام رباني

ولد: عبداللطيف آگرو

جنم: 05 نومبر 1933ع

جنم هنڌ: ڳوٺ محمد خان آگرو تعلقو ڪنڊياري ضلعو نوشهروفيروز

تعليم: بي اي

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، خاڪا نويس.

خدمتون: ايڊيٽر: ماهوار گل ڦل (1959ع کان 1964ع)

سيڪريٽري: سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو (1959ع)

پرو وائيس چانسلر: سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو (1976ع)

سيڪريٽري: سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو (1980ع)

ڊائريڪٽر جنرل: اڪادمي ادبيات پاڪستان، اسلام آباد (1984ع)

چيئرمين: اڪادمي ادبيات پاڪستان، اسلام آباد (1990ع).

اعزازي چيئرمين: اردو سائنس بورڊ لاهور

چيئرمين: سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو (13 جولاءِ 2002ع کان سيپٽمبر 2003ع تائين)

ايوارڊ: تمغہ امتياز (حڪومتِ پاڪستان: 1986ع)

حُسن ڪارڪردگي ايوارڊ (حڪومتِ پاڪستان)

وفات: 18 جنوري 2010ع

چيدهه ڪتاب:

1. چونڊ آمريڪي افسانا (سراج سان گڏ: 1958ع).
2. آب حيات (ڪهاڻيون: 1960ع).
3. سنڌ ۾ پکين ۽ جانورن جو شڪار (محمد اسماعيل عرساڻي سان گڏ: 1961ع).
4. جهڙا گل گلاب جا (خاڪا، ٻه جلد: 1991ع).
5. سنڌ جا بر، بحر ۽ پهاڙ (سوانح: 1997ع).
6. سنڌي ڪلچر (تاريخ: 2011ع).
7. ماٺيون شهر ڀنڀور جا (سوانح: 2012ع).
8. هنگلاج ۾ چانڊوڪي (سفرنامو: 2012ع).
9. سنڌي ادب تي ترقي پسند تحريڪ جو اثر (2013ع)
10. ٿيا قلب قرار (مضمون ۽ مقالا، مرتب: نصير مرزا، 2013ع).

غلام رباني جي شخصيت تي ڪتاب

1. ڏور ٻه اوڏا سڄڻين (مرتب: الطاف آگرو: 2014ع).
2. سڏ پڙاڏو (جهڙا گل گلاب تي همعصرن جا مقالا، مرتب: نصير مرزا: 1993ع).

## غلام رسول ڪلهوڙو
## (1941ع_2013ع)

پورو نالو: غلام رسول

جنم: 03 جنوري 1941ع

جنم هنڌ: جيڪب آباد

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، مزاح نگار

وفات: 03 جولاءِ 2013ع

چيدهه ڪتاب:

1. ويرن ۽ لهرن (ڪهاڻيون).
2. زندگي هڪ مرڪ (ڪهاڻيون: 2000ع).
3. آئينو ۽ تصوير (ڪهاڻيون).
4. سنڌ سڄي آهي سرهاڻ (2005ع).

# ڊاڪٽر غلام علي الانا
## (1930ع)

پورو نالو: غلام علي الانا

والد: الهڏنو خواجا

جنم: 15 مارچ 1930ع

جنم هنڌ: ڳوٺ ٽڙ خواجا، تعلقو جاتي، ضلعو سجاول

تعليم: پي ايڇ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايڇ ڊيءَ جو موضوع: لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ (1971ع)

خدمتون: جولاءِ 1963ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جو اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ۽ پوءِ پروفيسر انچارج، سنڌ يونيورسٽيءَ جي آرٽس فئڪلٽيءَ جو ڊين، سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائس چانسلر، علامه اقبال اوپن يونيورسٽيءَ اسلام آباد جو وائيس چانسلر، سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جو چيئرمين.

ايوارڊ: ستاره امتياز (حڪومتِ پاڪستان: 1993ع)

**ڇپيل ڪتاب:**

1. لاٽ (ناول:1952ع).
2. چور (ڪهاڻيون: 1954ع).
3. ناصر خسرو ايراني (سوانح:1961ع).
4. منتخب ديوان فاضل (ترتيب: 1964ع).
5. سنڌي صورتخطي (لسانيات: 1964ع).
6. سنڌي نثر جي تاريخ (ادبي تاريخ: 1966ع).
7. ادبي اوسر (ترتيب: 1967ع).
8. سنڌي صوتيات (لسانيات:1967ع).
9. سنڌ جي ديني ادب جو ڪئٽلاگ (مرتب:1971ع).
10. علمي آئينو (ترتيب:1971ع).
11. سنڌي زبان جي بنيادي لغت (ساٿي ايڊيٽر: 1973ع).
12. سنڌي زبان جي وڏايل بنيادي لغت (1973ع).

13. سنڌي زبان جي ڪاروباري لغت (ساٿي ايڊيٽر: 1973ع).
14. سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بنياد (لسانيات: 1974ع).
15. سنڌي ليکڪن جي ڊائريڪٽري (1974ع).
16. سنڌي پهريون ڪتاب (1974ع).
17. لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ (1977ع).
18. سنڌ جي لساني جاگرافي (1979ع).
19. سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس (1987ع).
20. زبان اور ثقافت (1987ع.
21. سنڌي معلم (1991ع).
22. سنڌي صورتخطي (لسانيات: 1993ع).
23. ثقافتي ورثو (1999ع).
24. سنڌي لنگافون (1999ع).
25. سنڌي درسي ڪتاب (پاڱو پهريون: 2000ع).
26. سنڌي درسي ڪتاب (پاڱو ٻيو: 2000ع).
27. سنڌي لنگافون پيڪيج (2001ع).
28. سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا (2006ع).
29. استادن لاءِ هدايتون (ٻه جلد: 2000ع.
30. سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا (2007ع).
31. سنڌي صوتيات (2009ع).
32. سنڌي ٻوليءَ جو تشريحي گرامر (2010ع).
33. تحريڪِ پاڪستان ۾ سنڌ ڪا حصا (اردو).
34. Introduction of Sindhi literature (1991)
35. Linguistic & Papers on Sindhi Language
36. History of Sindhi Language and Literature at a Glance
37. Sindhi Society and culture (2010ع).

**ناٽڪن جو تفصيل**

1. ماستر (اصلاحي ناٽڪ: 1958ع).

## غلام فاطمہ شيخ
## (1887ع_1981ع)

پورو نالو: غلام فاطمہ

والد: شيخ عبدالرحيم سنڌي

مڙس جو نالو: ڊاڪٽر شيخ شمس الدين

جنم: 1887ع

جنم هنڌ: حيدرآباد

تعليم: نرسنگ (طبيہ ڪاليج دهلي)

ادبي سڃاڻپ: نثر نويس

نوڪري: ڊاڪٽر

وفات: 13 اپريل 1981ع

**ڇپيل ڪتاب:**

1. شيخياڻيءَ جي ڊائري (آتم ڪٿا: 1965ع).

## ڊاڪٽر غلام قادر سومرو
## (1933ع_2005ع)

پورو نالو: غلام قادر

ولديت: نبي بخش سومرو

جنم: 15 فيبروري 1933ع

جنم هنڌ: ڳوٺ ڏيتا، تعلقو ڪنڊيارو، ضلعو نوشهروفيروز

تعليم: پي ايچ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايچ ڊيءَ جو موضوع: سنڌي ادب ۾ طنز ۽ مزاح

ادبي سڃاڻپ: محقق، مترجم، ڪهاڻيڪار، لسانيات ماهر

نوڪري: پرنسپال (سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي)

وفات: 09 آڪٽوبر 2005ع

چيل ڪتاب:

1. مانئوع (راٿيبو هيگرڊ جي ڪتاب جو ترجمو: 1961ع).
2. ...ع ڏوڙيا پنهنجي ويا (مزاحيا ڪهاڻيون: 1965ع).
3. سهڻا توهه (1975ع).
4. ور چڙهي وڃڻ جي پيڙا (آفريڪي ناول جو ترجمو).
5. سنڌي ٻٽن لفظن جي لغت (1996ع).
6. سنڌي ٻوليءَ ۾ انگن جو ڪارج (2003ع).
7. سنگيت آچاريا ماستر چندر (2007ع).
8. سنڌي ادب ۾ طنز ۽ مزاح (2013ع).
9. English to Sindhi Dictionary

## غلام محمد غازي
## (1958ع)

پورو نالو: غلام محمد

ولد: محمد سومر مهر

تخلص: غازي

جنم: 09 اپريل 1955ع

جنم هنڌ: عبدي ضلعو شڪارپور

تعليم: ايم اي (آئي آر)

ادبي سڃاڻپ: ٻارن جو ليکڪ

نوڪري: استاد (ر)

ايوارڊ: سيرت ايوارڊ (حڪومتِ پاڪستان: 2019ع)

ڇپيل ڪتاب:

1. ٻار گلن جا هار (ٻارن لاءِ شاعري: 1992ع).
2. سائينءَ بخشي سونهن (ٻارن لاءِ شاعري: 1993ع).

3. مرڪندڙ مکڙيون (ٻارن لاءِ شاعري: 1997ع).
4. سائنس پڻ سمجهاڻي (ٻارن لاءِ شاعري: 1999ع).
5. وطن گل آ مون لئه (ٻارن لاءِ شاعري: 2002ع).
6. سائنس پڻ سمجهاڻي (ٻارن لاءِ شاعري: 2003ع).
7. رانديڪن سان راند (ٻارن لاءِ شاعري: 2003ع).
8. گيت پنهنجي ديس جا (ٻارن لاءِ شاعري: 2004ع).
9. رنگا رنگي گيت (ٻارن لاءِ شاعري: 2006ع).
10. پنپوري (ٻارن لاءِ: 2007ع).
11. ڌرتيءَ تارا (نثار بزمي جي ٻارن لاءِ شاعري، مرتب: 2008ع).
12. مرڪون (ٻارن لاءِ: 2009ع).
13. سنڌي گيت (ٻارن لاءِ شاعري: 2014ع).
14. اسان جي ڌرتي (ٻارن لاءِ شاعري).
15. تند تنوار (شاعري: 2015ع).
16. زنجير ٽُٽي پوندا (شاعري).
17. محبوب مٺا (مذهبي شاعري: 2019ع).

## غلام محمد گرامي
## (1920ع_1976ع)

پورو نالو: غلام محمد

ولد: جاڙو خان لغاري بلوچ

جنم: 20 ڊسمبر 1920ع

جنم هنڌ: ميهڙ ضلعو دادو

ادبي سڃاڻپ: شاعر، عالم، صحافي.

ادبي خدمتون: چيئرمين (سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو: 1978ع کان 1989ع تائين)

چيئرمين: شاهه ولي الله اڪيڊمي حيدرآباد

صحافتي خدمتون: ايڊيٽر روزاني آفتاب ڪراچي، عرفانِ لطيف حيدرآباد، پاسبان هالا، الزمان هالا، ترجمان ميرپور خاص، ماهوار رسالو شاعر حيدرآباد، ٽماهي مهراڻ ڄامشورو (1955ع کان 1976ع).

وفات: 15 سيپٽمبر 1976ع

چيل ڪتاب:

1. الله جو وجود (1953ع).
2. رفيقِ حيات (1957ع).
3. ڪلياتِ بلبل (ترتيب: 1969ع).
4. ديوانِ بلبل (ترتيب: 1969ع).
5. اسان جو پيارو دين (1971ع).
6. ويا سي وينجهار (خاڪا: 1977ع).
7. ادبي اهڃاڻ (تنقيد).
8. پاڪ جمهوريت
9. اسلامي تاريخي ڪهاڻيون
10. مزاحيات (مرتب: 1977ع).
11. دينيات (ائين ڪلاس لاءِ).
12. مسلمانن ۾ تعليم (مرتب: 1977ع).
13. جام جم (ترتيب: 1977ع).
14. قائداعظم جون تقريرون
15. مشرقي شاعريءَ جا فني قدر ۽ رجحانات

## ڊاڪٽر غلام محمد لاکو
## (1954ع)

پورو نالو: غلام محمد

ولد: محمد ابراهيم لاکو

جنم: 06 جولاءِ 1954ع

جنم هنڌ: ڳوٺ مٺا خان جوکيو تعلقو دولت پور ضلعو نوابشاهه (شهيد بينظير آباد)

تعليم: پي ايڇ ڊي (تاريخ)

پي ايڇ ڊيءَ جو موضوع: ڪلهوڙا دور حڪومت

ادبي سڃاڻپ: محقق، تاريخدان

نوڪري: پروفيسر (تاريخ شعبو، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو)

**ڇپيل ڪتاب:**

1. سنڌ صدين کان (تاريخ: 1980ع).
2. سنڌي ادب (پير حسام الدين راشدي، ترجمو: 1981ع).
3. تاريخ جو سبق (تاريخ: 1984ع).
4. مياں نور محمد ڪلهوڙو (انگريزي: 1987ع).
5. سمن جي سلطنت (تاريخ: 1987ع).
6. دولهه دريا خان (پارن لاءِ: 1990ع).
7. تفسير آيت الڪرسي (ترتيب: 1990ع).
8. مطالعو سنڌ جو (تاريخ: 1992ع).
9. ڳالهيون منهنجي سنڌ جون (پير حسام الدين راشديءَ جا مقالا، مرتب: 1992ع).
10. سنڌ جو تاريخي ۽ تحقيقي جائزو (مضمون ۽ مقالا: 1997ع).
11. مقالات راشدي (اردو، مرتب: غلام محمد لاکو: 2002ع).
12. سنڌ شناسي (ايڇ ايڇ پنهور مقالا، مضمون، تقريرون ۽ انٽرويو، مرتب: 2018ع).

# ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ سولنگي
(1971ع)

پورو نالو: غلام مصطفيٰ

ولد: غلام حيدر سولنگي

جنم: 01 آگسٽ 1971ع

جنم هنڌ: ڳوٺ سهتا، تعلقو ڳڙهي ياسين، ضلعو شڪارپور

تعليم: پي ايڇ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايڇ ڊيءَ جو موضوع: ٻارڙن جي رسالي گل ڦل جو تحقيقي ۽ تنقيدي جائزو (2019ع)

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، محقق، ٻارن جو ليکڪ

نوڪري: پروڊيوسر (پي ٽي وي)

**ڇپيل ڪتاب:**

1. عقلمند قاضي (ٻارن لاءِ ڪهاڻيون: 1990ع).
2. مايوس ڇوڪريءَ جي آڪاڻي (ٻارن لاءِ: 1992ع).
3. سياڻو شاگرد (ٻارن لاءِ ڪهاڻيون: 2001ع).
4. ٽي ڪارڪون (ٻارن لاءِ: 2001ع).
5. اسلامي رياست ۾ تعليمي نظام (2001ع).
6. عورتن خلاف تشدد (2012ع).
7. ڳائيندڙ ڪنب (ٻاراڻيون ڪهاڻيون: 2014ع).
8. پوپٽ (ٻارن لاءِ ڪهاڻيون: 2019ع).
9. پروفيسر ڀلو (ٻارن لاءِ ڪهاڻيون: 2019ع).
10. موتين هار (2019ع).
11. نرالا مضمون (2019ع).
12. ڏنڊڙي ساٿي ريل (ٻارن لاءِ ناول: 2019ع).

13. بابا جي دعا (بارن لاءِ: 2019ع).
14. آخري ڪلاس (بارن لاءِ: 2019ع).
15. جهرڪي ۽ جو ٻچڙو (بارن لاءِ: 2019ع).
16. ڪارڪ ۽ واليا جي عجيب وغريب مهم (بارن لاءِ: 2019ع).
17. ٻارن سان ڳالهيون (2019ع).
18. اسلام ۾ تفريح جو تصور (2020ع).
19. اسلام ۽ هلندڙ دور جا مسئلا (2020ع).
20. مسلمان عورت (2020ع).
21. Pakistani Ties with central Asia (1994)
22. Sindhica English Sindhi Dictionary (1996)
23. Sindhica Advanced Dictionary (2006)
24. Sindhica Standard English (2008)
25. Sindhica Advanced Dictionary (2013)

## علامه غلام مصطفيٰ قاسمي
## (1924ع_2003ع)

پورو نالو: غلام مصطفيٰ

ولد: حافظ محمود چانڊيو

جنم: 24 جون 1924ع

جنم هنڌ: ڳوٺ پنهو خان چانڊيو ضلعو قنبر شهدادڪوٽ

ادبي سڃاڻپ: عالم، محقق

خدمتون: چيئرمين (سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو: 1978ع کان 1989ع)

ڊائريڪٽر: (شاهه ولي الله اڪيڊمي حيدرآباد)

ڪيترن ئي اسڪالرن کي پي ايڇ ڊي ڪرايائين

ايوارڊ: تمغهء امتياز (حڪومتِ پاڪستان: 1978ع)

يادگار قائم ڪيل چيئر: علامه غلام مصطفيٰ قاسمي چيئر، سنڌ يونيورسٽي
وفات: 09 ڊسمبر 2003ع

چونڊ ڪتاب:

1. شاهه جو رسالو (معنيٰ سميت: 1951ع).
2. مقالات قاسمي (مرتب ڊاڪٽر مظهرالدين سومرو).
3. منو مرسل (سهيڙ).
4. مفيد الطلباء في شرح تعريفات الاشياء (عربي).
5. سطعات (فارسي، شاهه ولي الله، سنڌي ترجمو).
6. ڪچڪول نامه (مخدوم ابوالحسن ڏاهري، مرتب).
7. الانصاف في بيان سبب الاختلاف (شاهه ولي الله، ترجمو).
8. تفسير سورت سبا (مولانا عبيدالله سنڌي، مرتب).
9. المتانت في المرمت عن خزانت (مخدوم محمد جعفر، مقدمو).
10. خُلاصت القرآن (مولانا عبيدالله سنڌي، مرتب).
11. فتوي المائه (علامه بوبڪاني سنڌي).
12. مولانا عبيدالله سنڌي و ديگر مشاهير (اردو، مرتب: محمد حنيف شاهد).
13. التمهيد (عربي، مولانا عبيدالله سنڌي تصحيح ۽ مقدمو).
14. امعان النظر شرح نخبته الفڪر (قاضي محمد اڪرم نصرپوري السنڌي، ايڊيٽنگ، مقدمو).
15. شرح مختصر القدوري (عربي، احمد بن محمد القدوري بغدادي، ايڊيٽنگ، مقدمو).
16. رسالت في مصطلح الحديث و شرح بعض عبارات النخبته (مولانا عُبيدالله سنڌي).
17. مُفيدالطلباء في شرح تعريفاتُ الاشياء (عربي).
18. قرائتي السلام (مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مرتب).

19. بهجة النظر شرح علي نخبة الفكر (عربي، ابو الحسين صغير تحقيق، تصحيح ۽ مقدمو).
20. الهام الرحمان في تفسير القرآن (مولانا عُبيدالله سنڌي، تحقيق ۽ ترتيب).
21. پاره الف لام ميم (شاھ ولي الله دهلوي، ترجمو).
22. پاره عم (شاھ ولي الله دهلوي، ترجمو).
23. سنڌي تفسير قرآن مجيد (شاھ ولي الله دهلوي، ترجمو).
24. قرآن مجيد: سنڌي ترجمي سان (مولانا محمد مدني، ترجمو حاشيا).
25. شاھ جو رسالو (علامه دائود پوٽي وارو 13 سُرن سميت معنيٰ).
26. سنڌي تفسير سورت فاتحه ۽ سورت بقره (مولانا عُبيدالله سنڌي، ترجمو).
27. همعات (عربي، شاھ ولي الله دهلوي، تحقيق ۽ مقدمو).
28. لمعات (عربي، شاھ ولي الله، تحقيق ۽ مقدمو).
29. تاويل الحاديث (عربي، شاھ ولي الله، ترجمو).
30. قصص انبياء: رموز اور ان کي حکمتين (شاھ ولي الله دهلوي، اردو ترجمو).
31. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي (سوانح: 1988ع).
32. سماجي انصاف اور اجتماعيت، شاھ ولي الله کي نظر پر (اردو).
33. قرآن پاڪ: فارسي ترجمو (مخدوم نوح، ايڊيٽنگ ۽ مقدمو).
34. قرآن پاڪ: فارسي ترجمو (شاھ ولي الله دهلوي).
35. فتح الفضل: ملفوظات (خواجا محمد زمان لنواري وارن، سنڌي ترجمو).
36. وسيلت الغريب الي جناب الحبيب (محمد هاشم ٺٽوي، اردو ترجمو).
37. وسيلت الغريب الي جناب الحبيب (محمد هاشم ٺٽوي، سنڌي ترجمو).
38. الخير ڪثير (شاھ ولي الله، اردو ترجمو).
39. غنية البشر (عربي، محمد ابراهيم سنڌي، تحقيق ۽ مقدمو).
40. ذريعة الوصول الي جناب الرسول (عربي، محمد هاشم ٺٽوي، ترتيب ۽ مقدمو).
41. ديني ڪتابن جو ڪئٽلاگ (تحقيق ۽ ترتيب).
42. تمدن عرب (مولانا عُبيدالله سنڌي، ترتيب).

43. قرآن مجيد جون خصوصيتون (مولانا ڪوثر نيازي، سنڌي ترجمو).

44. مقالات سرفراز (2011ع).

45. چونڊ علمي مضمون (مرتب، قاضي خادم: 2018ع).

46. ايڏو شان شعور (الرحيم رسالي جا ايڊيٽوريل).

47. شذرات (اردو رسالي 'الولي' جا ايڊيٽوريل، ڀاڱو پهريون).

48. شذرات (اردو رسالي 'الولي' جا ايڊيٽوريل، ڀاڱو ٻيو).

49. شذرات (اردو رسالي 'الولي' جا ايڊيٽوريل، ڀاڱو ٽيون).

**علامه غلام مصطفيٰ قاسمي جي فن ۽ شخصيت بابت ڪتاب**

1. علامه غلام مصطفيٰ قاسمي (مرتب: ڊاڪٽر مظهرالدين سومرو: 2000ع).
2. عالمن جو آفتاب (مرتب: تاج جويو: 2002ع).
3. علامه غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ سنڌس همعصر (مرتب: قاضي خادم: 2006ع).
4. علامه غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ سنڌس همعصر عالم ۽ اديب (مرتب: قاضي خادم: 2007ع).
5. علامه غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ سنڌس همعصر عالم ۽ مؤرخ (مرتب: قاضي خادم: 2008ع).
6. علامه غلام مصطفيٰ قاسمي، همعصر عالم ۽ صحافي (مرتب: قاضي خادم: 2009ع).
7. علامه غلام مصطفيٰ قاسمي: سوانح ۽ علمي ڪاوشون (مرتب: قاضي خادم: 2011ع).
8. علامه غلام مصطفيٰ قاسمي جون ادبي ۽ صحافتي خدمتون (پي ايڇ ڊي، ڊاڪٽر فرح بلوچ: 2015ع)
9. علامه غلام مصطفيٰ قاسمي سوانح اور علمي ڪارنامي (ايم فل جو مقالو، عرفان سنڌيلو: 2017ع).
10. ڪٿا ڪنيم ڪيچ مان (مضمون، مرتب: 2018ع).

## غلام نبي گل
## (1932ع_2016ع)

پورو نالو: غلام نبي

ولد: عبدالواسع پرڙو

جنم: 10 سيپٽمبر 1932ع

جنم هنڌ: گنهڙ، ضلعو قنبر شهدادڪوٽ

تعليم: گريجوئيشن

ادبي سڃاڻپ: شاعر، ڪهاڻيڪار، ناول نگار

نوڪري: استاد

وفات: 17 نومبر 2016ع

**ڇپيل ڪتاب:**

1. آواز جي خوشبوءِ (شاعري: 1957ع).
2. رات باقي آ (شاعري: 1980ع).
3. جيون پياسو سمنڊ (ناول: 1997ع).
4. آخري شام (شاعري: 2001ع).
5. دعا جا پير (ڪهاڻيون: 2002ع).
6. جوڳي (ناول: 2003ع).
7. لمحن جو درد (2003ع).
8. مان ڪير آهيان (ڪهاڻيون: 2004ع).
9. پيو جنم (ناول: 2004ع).
10. گگن گونگو ڇڏائي ڇا؟ (شاعري: 2013ع).
11. درد جو چنڊ (شاعري).
12. آئينو چپ آ (شاعري).
13. اجا تازي قبر آهي (شاعري).

14. ڏراهون ساٿ ملنديون هن (ناول).
15. تتل شيشو (ناول).
16. خدا جي سرگوشي (شاعري).
17. تنهائي (شاعري).
18. خيالن ۾ سفر (شاعري).
19. بکھري منظر (اردو).
20. ابھي قبر تازه هي (اردو).
21. راستي ساٿ نهي چلتي (اردو).
22. فاصلي (اردو).
23. توبه کي بعد (اردو کهانيون).

## پروفيسر ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو
## (1948ع)

پورو نالو: غلام نبي

ولد: محمد بخش سڌايو

تخلص: صابر

جنم: 01 سيپٽمبر 1948ع

جنم هنڌ: ڳوٺ ڊرب، ضلعو جيڪب آباد

تعليم: پي ايچ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايچ ڊيءَ جو موضوع: حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ علامت نگاري (1989ع)

ادبي سڃاڻپ: محقق، شاعر، تنقيد نگار

نوڪري: پروفيسر (ر)

پهرين ڪهاڻي: آخري سهارو (ماهوار اديون: 1970ع)

ڇپيل ڪتاب:

1. شاھ عبداللطيف جي شاعريءَ ۾ علامت نگاري (پي ايچ ڊي).
2. شاھ عبداللطيف جو عوامي شعور (تحقيق).
3. سفر زندگيءَ جو (عبدالڪريم گدائيءَ بابت، ترتيب: 1985ع).
4. نئين روشني (عبدالڪريم گدائيءَ جي شاعريءَ تي تنقيد).
5. سچ سونهن ۽ وريام جي روتهه (لوڪ ادب).
6. سنگ سچ جو (لوڪ ادب).
7. غريبن جو ورثو: هڪ مطالعو (تنقيد ۽ تحقيق).
8. چونڊ سنڌي افسانا: هڪ مطالعو (تحقيق).
9. سنڌي ادب جي مختصر تاريخ (ادبي تاريخ).
10. سنڌي مضمون نگاري.
11. جيڪب آباد ۽ جان جيڪب (ترتيب).
12. تا چنگ چُرن چاهت جا (نظم، ترتيب).
13. نعرهء حق (صوفي بيدل فقير جي ڪلام جو نثري اردو ترجمو ۽ ترتيب).
14. صحرا صحرا ٿيڻ (ٿر جو سفرنامو: 2017ع).
15. ڪلجُگ جا رنگ (ڪهاڻيون: 2018ع).
16. Jecobstown Jacobabad (ترتيب)

غلام نبي سڏائي جي فن ۽ شخصيت تي ڪتاب

1. پيشي جن پرک: ڊاڪٽر غلام نبي سڏايو علمي ۽ ادبي شخصيت (مرتب: مرتضيٰ لغاري: 2018ع).

## غلام نبي مغل
## (1944ع)

پورو نالو: غلام نبي مغل

جنم: 12 مارچ 1944ع

جنم هنڌ: حيدرآباد

تعليم: بي ايڊ ايل ايل بي

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، ناول نگار، مضمون نويس

نوڪري: ڊپٽي ڊائريڪٽر (خوراڪ کاتو)

پهرين ڪهاڻي: تن (ماهوار روح رهاڻ: 1960ع).

ٻي ڪهاڻي: شيشي جو گهر (1962ع).

خدمتون: اداره ادب نو (پبلشنگ ادارو طارق اشرف سان گڏ: 1959ع)

ڇپيل ڪتاب:

1. نئون شهر (ڪهاڻيون: 1964ع).
2. رات جا نيڻ (ڪهاڻيون: 1969ع).
3. رات منهنجي روح پر (ڪهاڻيون: 1979ع).
4. سٽ سٽر اسي (چونڊ ڪهاڻيون: 1990ع).
5. عورت ۽ پيار (فرينچ ليکڪ پيري لوئي جي ناوليٽ جو ترجمو: 1994ع).
6. اوڙاهه (ناول: 1994ع).
7. قيدي (فخر زمان جي ناول جو ترجمو: 1995ع).
8. دوهانتيل راتيون ۽ رولاڪ (ناول: 1996ع).
9. مونکي ساهه کڻڻ ڏيو (ناول: 2001ع).
10. وطن واويلا (ناول: 2008ع).
11. همه منصور هزار (ناول: 2012ع).

## غمدل فقير

## (1887ع_1972ع)

اصل نالو: عبدالخالق

ولد: پير بخش دايو

جنم: 14 مئي 1887ع

جنم هنڌ: ڳوٺ ڪچا چاچڙ، تعلقو پنو عاقل، ضلعو سکر

ادبي سڃاڻپ: صوفي بزرگ ۽ سچل جي سلسلي جو شاعر

مشهور ڪافي: ٻليان پريم نگر ديان

وفات: 15 مئي 1972ع

آخري آرامگاهه: ڳوٺ نبي شاهه وڳڻ، تعلقو ڪڙهي ياسين

ڇپيل ڪتاب:

1. ديوان گلزار غمدل (مرتب: لطف علي، 1989ع).

## فتاح ملڪ
## (1939ع)

پورو نالو: عبدالفتاح

جنم: 03 مارچ 1939ع

جنم هنڌ: پنو عاقل، ضلعو سکر

تعليم: ايل ايل بي

ادبي سڃاڻپ: شاعر

نوڪري: وڪالت

**ڇپيل ڪتاب:**

1. ڪنول پاڙون پاتال ۾ (شاعري: 1976ع).
2. اسان آونگ چاڙهيا (شاعري).
3. پينڊ هن پنيور ۾ (اخباري ڪالم: 1996ع).
4. جيڪي ياد ڪيوم (آتم ڪٿا).

## فرحان اُچڻ
## (1987ع)

اصل نالو: الاهي بخش

ولد: غلام محمد اُچڻ

جنم: 15 جولاءِ 1987ع

جنم هنڌ: حيدرآباد

تعليم: ايم فل (سنڌي ادب)

ايم فل جو موضوع: قمر شهباز جي تخليقن ۾ قوميت جو نظريو (2020ع)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، محقق

نوڪري: استاد

**ڇپيل ڪتاب:**

1. سار جا رستا (شاعري: 2017ع).

## فرزانه شاهين

(1970ع)

پورو نالو: فرزانه

ولديت: عبدالرشيد مگنيجو

جنم: 28 نومبر 1970ع

جنم هنڌ: سکر

تعليم: ايم اي (صحافت)، ايم ايس سي (ڪيميسٽري)

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، شاعر

نوڪري: ايسوسيئيٽ پروفيسر

**ڇپيل ڪتاب:**

1. نيڻ آسائتا (شاعري: 2016ع).
2. وجود جي ڳولا (ڪهاڻيون: 2016ع).
3. پهڻ پير پٿون ڪيا (شاعري: 2018ع).
4. نينهن جو نوحو (شاعري: 2018ع).
5. مٽي ماٽي لاهيان (ڪهاڻيون: 2019ع).

## فضا غزل
## (1974ع)

پورو نالو: فضا

ولديت: سيد غلام سرور شاهه ڪاظمي

جنم: 22 سيپٽمبر 1974ع

جنم هنڌ: باجاره، تعلقو سيوهڻ، ضلعو ڄامشورو

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)، ايم ايڊ

ادبي سڃاڻپ: شاعر

نوڪري: استاد

**ڇپيل ڪتاب:**

1. چنڊ ۽ چاهتون (شاعري: 2001ع).

## فضل احمد بچاڻي
## (1934ع_1987ع)

پورو نالو: فضل احمد

ولد: محمد چنل بچاڻي

جنم: 11 اپريل 1934ع

جنم هنڌ: ٽنبو الهيار

تعليم: ايم اي (انگريزي ادب)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، ڪهاڻيڪار، ناول نويس، مترجم، صحافي

وفات: 23 آگسٽ 1987ع

**ڇپيل ڪتاب:**

1. سپون (خليل جبران جا چونڊ افسانا: 1961ع).
2. عاشي (هينري رائڊر هيگرڊ جي ڪتاب SHE جو ترجمو: 1961ع).
3. روح جي ڳولا (ترجمو ناول: 1961ع).
4. نازبو (ڪهاڻيون: 1962ع).

5. عجيب اسرار (ترجمو: 1962ع).
6. سڌارٿ (هرمن هيس جي نوبل انعام يافته ناول جو ترجمو: 1982ع).
7. سزا جا مک (آسڪر وائلڊ جي خطن ۽ مضمونن جو ترجمو: 1983ع).
8. آسيه: عاشق جي واپسي (هينري رائڊر هيگرڊ جي ڪتاب Aesha : the Return of She جو ترجمو: 1983ع).
9. تصوير جو خون (آسڪر وائلڊ جي ناول Picture of Dorian Gray جو ترجمو: 1983ع).
10. سورن ماڻدياس (وڪٽر هيوگو جي ناول La_miserable جو ترجمو).
11. اڳي ايئن هياس (يادگيريون: پهريون ڀاڱو: 1984ع).
12. اڳي ايئن هياس (يادگيريون: ٻيو ڀاڱو: 1985ع).

## فقير محمد سنڌي
## (1983ع)

پورو نالو: فقير محمد

جنم: 07 جنوري 1983ع

جنم هنڌ: لاڙڪاڻو

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، محقق، ڪالم نگار

صحافتي خدمتون: ايڊيٽر قلمڪار مئگزين

ڇپيل ڪتاب:

1. وڇن ونا جا (شاعري: 2004ع).
2. جاني جيون جوڙ (2008ع).
3. قلمڪار ڪوي (2009ع).
4. عظيم هستين جا عظيم قول (2012ع).
5. سنڌ جي تاريخ (تحقيق: 2013ع).
6. سونهن سمبارا (ريڊيو اسڪرپٽ: 2016ع).

# فقير محمد لاشاري
## (1951ع_1993ع)

پورو نالو: فقير محمد

ولد: محمد حسن لاشاري

جنم: 04 سيپٽمبر 1951ع

جنم هنڌ: ڳاجي کهاوڙ ضلعو ۽ تعلقو شهدادڪوٽ

تعليم: ايم اي (ايڪنامڪس)، ايل ايل بي

ادبي سڃاڻپ: ڪالم نگار صحافي

صحافتي خدمتون: چيف ايڊيٽر روزاني عوامي آواز (1988ع)، ايڊيٽر روزاني اخبار جاڳو (1991ع)

ايوارڊ: ستاره امتياز (حڪومت پاڪستان: 1994ع)

وفات: 17 جولاءِ 1993ع

**ڇپيل ڪتاب:**

1. سڳهارو هماليا، ميٺا مانهو (نيپال جو سفرنامو: 1985ع).
2. سنڌ جا سور (مضمون: 1986ع).
3. ڌرتيءَ جي دانهن (مضمون: 1988ع).
4. سنڌ پيپلزپارٽيءَ کان ڄام صادق تائين (ايڊيٽوريل ۽ مضمون).
5. رڃ جهڙي سماج ۾ مور جهڙي رڙ (پهريون جلد: 1991ع).
6. ڇپر جا سونهان (مضمون: 1994ع).
7. رڃ جهڙي سماج ۾ مور جهڙي رڙ (ٻيو جلد: 1999ع).

# پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين
(1948ع)

پورو نالو: فهميده

ولديت: محمد يعقوب ميمڻ نياز

جنم: 05 جولاءِ 1948ع

جنم هنڌ: ٽنڊو ڄام ضلعو حيدرآباد

تعليم: پي ايچ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايچ ڊيءَ جو موضوع: شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ عورت جو روپ (1992ع)

ادبي سڃاڻپ: محقق، نقاد، اسڪالر، تنقيد نگار

نوڪري: پروفيسر (سنڌي شعبو ڪراچي يونيورسٽي)

خدمتون: چيئرپرسن: سنڌي شعبو ڪراچي يونيورسٽي

ڊائريڪٽر: شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر، سنڌي شعبو ڪراچي يونيورسٽي

چيئرپرسن: سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد

باني ڪار: سراج انسٽيٽيوٽ ڪراچي

چيف ايڊيٽر: سنڌي انسائيڪلو پيڊيا سنڌيانا (12 جلد)

ڇپيل ڪتاب:

1. هوائن جي آڌار (سفرنامو: 1983ع.
2. پير حسام الدين راشدي (پارن لاءِ: 1990ع.
3. شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ عورت جو روپ (پي ايچ. ڊي ٿيسز: 1993ع
4. ادبي تنقيد، فن ۽ تاريخ (1996ع).
5. شاهه لطيف ڪي شاعري مين عورت ڪا روپ (اردو: 1996ع.
6. شاهه ۽ سنڌ (مرتب، ڀاڱو پهريون: 1998ع).
7. شاهه ۽ سنڌ (مرتب، ڀاڱو ٻيو: 1998ع).

8. برصغير جي ٻولين جو لسانياتي جائزو (جارج گريئرسن جي ڪتاب جي اٺين جلد جو ترجمو، 2000ع).
9. Image of Woman in the Poetry of Shah Latif, 2002 (انگريزي ترجمو: ڊاڪٽر امجد سراج).
10. هڪ جوا ڪٿين ڪهاڻيون (ڪهاڻيون: 2003ع).
11. سنڌي ڪلاسيڪل شاعرن جي لغت (ترتيب: 2005ع).
12. سنڌ، ماضي، حال ۽ مستقبل (ترتيب: 2006ع).
13. دنيا جون شاعر عورتون (سنڌي ترجمو: 2006ع).
14. شاهه عبداللطيف ڀٽائي (زندگي، شاعري ۽ فلسفو: اردو 2008ع).
15. اديون آءُ اچان (لطيفيات: 2012ع).
16. سنڌي ٻولي: مختلف لساني پهلو (مقالا: 2012ع).
17. تعليم ۾ ٻوليءَ جو جبر (ترجمو: 2017ع).

## فياض ڏاهري
## (1971ع)

اصل نالو: غلام حسين

ولد: روشن علي ڏاهري

جنم: 05 جنوري 1971ع

جنم هنڌ: ڳوٺ محمد چنگل ڏاهري، دربيلو ضلعو نوشهرو فيروز

تعليم: گريجوئيشن

ادبي سڃاڻپ: شاعر

نوڪري: ڊي ايس پي (سنڌ پوليس)

ڇپيل ڪتاب:

1. آلا نيڻ بهارن جا (شاعري: 2006ع).
2. هٿنگ اوور (نثري نظم: 2016ع).

# ڊاڪٽر فياض لطيف
## (1972ع)

اصل نالو: بشير احمد

ولد: محمد حسن چانڊيو

جنم: 01 اپريل 1972ع

جنم هنڌ: ڳڙهيلو ضلعو لاڙڪاڻو

تعليم: پي ايڇ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايڇ ڊيءَ جو موضوع: شيخ اياز جي سنڌي شاعريءَ ۾ جماليات (2015ع)

ادبي سڃاڻپ: محقق، شاعر، مترجم، تنقيد نگار

نوڪري: اسسٽنٽ پروفيسر (سنڌي شعبو سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو)

ڇپيل ڪتاب:

1. خدا، زندگي، محبت ۽ موت (رجنيش اوشو جا چونڊ ليڪچر، ترجمو: 2000ع).
2. اڌ چاوَل ٻار ڏانهن خط (اوريانا فلاسيءَ جي ناول جو ترجمو: 2001ع).
3. چنڊ ڪڪر جي اوٽ (شاعري: 2002ع).
4. اوشو جي آتم ڪهاڻي (ترجمو: 2003ع).
5. خط خوشبوءِ خواب (خط: 2010ع).
6. دل جي خانه بدوشي (شاعري: 2013ع).
7. شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ درد جو جمال (مرتب: 2017ع).
8. شيخ اياز جي شاعريءَ جو جديد مطالعو (مرتب: 2017ع).
9. شيخ اياز جي سنڌي شاعريءَ ۾ جماليات (پي ايڇ ڊي: 2018ع).
10. شيخ اياز جا دوها (مرتب: 2018ع).
11. ڪتين جو ڪنمال (تنقيد: 2020ع).

## فيض بخشاپوري
## (1922ع_1992ع)

پورو نالو: فيض الله خان

ولد: مصري خان ٻرڙو

تخلص: فيض

جنم: 13 فيبروري 1922ع

جنم هنڌ: بخشاپور ضلعو جيڪب آباد

ادبي سڃاڻپ: غزل گو شاعر، صحافي

مليل لقب: غالبِ سنڌ (جميعت الشعراءِ ياران)

صحافتي خدمتون: هفتيوار اخبار مساوات جيڪب آباد (1956ع)

ايوارڊ: صدارتي ايوارڊ (حڪومتِ پاڪستان: 1987ع)

وفات: 14 مئي 1992ع

ڇپيل ڪتاب:

1. شعلئہ عشق (شاعري: 1958ع).
2. خمخانئہ فيض (شاعري: 1967ع).
3. گنجينئہ فيض (شاعري).
4. ڪُليات فيض (2010ع)

## ڊاڪٽر قادر بخش مگسي
## (1959ع)

پورو نالو: قادر بخش

ولد: الهہ بخش مگسي

جنم: 01 جنوري 1959ع

جنم هنڌ: ڳوٺ حاجي الهہ بخش مگسي، ضلعو ٽنڊو محمد خان

تعليم: پي ايڇ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايچ ڊي جو موضوع: خليفو نبي بخش قاسم ۽ سندس شاعري(2008ع)
ادبي سڃاڻپ: محقق، شاعر
نوڪري: پروفيسر (ر)
خدمتون: پرنسپال (ڊگري ڪاليج ٽنڊو محمد خان)
ڇپيل ڪتاب:

1. پردن پٺيان (نثري نظم: 1986ع).
2. خليفي نبي بخش قاسم جي مثنوي (سرائڪي ٻولي ۾) (تحقيق: 2015ع).

## پروفيسر ڊاڪٽر قاسم ٻگهيو
(1954ع)

پورو نالو: محمد قاسم
ولد: مراد علي ٻگهيو
جنم: 01 جنوري 1954ع
جنم هنڌ: باڊهه ضلعو لاڙڪاڻو
تعليم: پي ايچ ڊي (لسانيات)
پي ايچ ڊي جو موضوع: شهري ۽ ٻهراڙيءَ جي سنڌي ٻوليءَ جو سماجي لسانياتي تقابلي جائزو (1994ع)
ادبي سڃاڻپ: محقق، لسانيات ماهر
نوڪري: پروفيسر (سنڌي شعبو سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو)
خدمتون: چيئرمين: سنڌي شعبو سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو
چيئرمين: سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد (2001ع کان 2005ع)
ڊين: فيڪلٽي آف آرٽس، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو
چيئرمين: اڪيڊمي آف ادبيات
ڇپيل ڪتاب:

1. مرزا قليچ بيگ (ٻارن لاءِ: 1984ع).

2. مقالا (مرتب ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي سان گڏ: 1988ع).
3. ٽرتي ٽتند ٿياز ميين (مرتب، لطيفيات، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي سان گڏ: 1988ع).
4. ڪلچرل هيريٽيج آف سنڌ (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي سان گڏ ترتيب).
5. سنڌي ٻولي: لسانيات کان سماجي لسانيات تائين (لسانيات: 1998ع).
6. لسانيات تا سماجي لسانيات (اردو ترجمو: 2019ع).

## قاضي خادم
## (1945ع)

پورو نالو: خادم حسين

ولد: محمد لائق قريشي

جنم: 11 نومبر 1945ع

جنم هنڌ: ڳوٺ الهداد چنه، ضلعو حيدرآباد

تعليم: پي ايچ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايچ ڊيءَ جو موضوع: سنڌ جي نثري داستانن جو تنقيدي جائزو (1989ع)

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، ڊراما نگار، محقق.

نوڪري: پروفيسر (ر)

خدمتون: چيئرمين (سنڌي شعبو، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو)

ڇپيل ڪتاب:

1. شمع هر رنگ پر جلتي هي سحر هوني تڪ (اردو ناول: 1962ع).
2. گڏ ٻاءِ مسٽر چپس (جيمز هلٽن جو ناول، ترجمو: 1964ع).
3. زوال (البر ڪامئو جو ناول، ترجمو: 1966ع).
4. سونهن جي ديوي (پيري لوئيءَ جي ناول 'ايفروڊائيٽ' جو ترجمو: 1972ع).
5. جوئاري (دوستو وسڪيءَ جي ناول 'The Gambler' جو ترجمو: 1976ع).
6. پيارا سپنا (ناول: 1977ع).

7. پيار (جان پال سارتر جي ناوليٽ جو ترجمو: 1978ع)
8. درد جي خوشبوءِ (ناول: 1981ع).
9. سمنڊ اپسمنڊ (ڪهاڻيون: 1981ع).
10. شهري حياتي ۽ ڳوٺاڻي حياتي (1981ع).
11. لڙڪ لڙڪ زنجير (ڊراما: 1988ع).
12. سنڌ جا نثري داستان (پي. ايڇ. ڊي جو مقالو: 1990ع).
13. ادب ۽ روايتون (مضمون: 1992ع).
14. The Glorious Past (42 سنڌي آتم ڪهاڻين تي انگريزي ۾ تبصرو: 2006ع).
15. علامه غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ سندس همعصر (مرتب: 2006ع).
16. علامه غلام مصطفيٰ قاسمي: سوانح ۽ علمي ڪاوشون (مرتب).
17. علامه غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ سندس همعصر عالم ۽ اديب (مرتب: 2007ع).
18. مٽيءَ ۾ ملاوٽ (ڪهاڻيون: 2008ع).
19. علامه غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ سندس همعصر عالم ۽ مؤرخ (مرتب: 2008ع).
20. علامه غلام مصطفيٰ قاسمي همعصر عالم ۽ صحافي (مرتب: 2009ع).
21. دل جي دفتر مان (يادگيريون: 2009ع).
22. ساروڻيون (ساروڻيون: 2010ع)
23. علامه غلام مصطفيٰ قاسمي: سوانح ۽ علمي ڪاوشون (مرتب: 2011ع).
24. اندر روح رهيام (ساروڻيون: 2011ع).
25. پيرا اڃا مون پنڌ ۾ (يادگيريون ـ حصو ٽيون: 2012ع).
26. ڳالهڙيون ڪئيون ناهن (يادگيريون، حصو چوٿون: 2014ع).
27. ياد ياد هڪ زندگي (ساروڻيون ـ حصو پنجون: 2014ع).
28. چونڊ علمي مضمون (مرتب، قاسمي صاحب بابت مقالا: 2018ع).
29. اڌورا داستان (يادگيريون: 2018ع).
30. قصو ڪوتاهه (ياگيريون: 2019ع).

ڊرامن جو تفصيل

1. شڪست (پي ٽي وي ڊرامو: 1974ع).
2. موت ۽ فاصلو (پي ٽي وي: 1976ع).
3. ٽڙڪ ٽڙڪ زنجير (پي ٽي وي: 1976ع).
4. موت جا پاڇولا (پي ٽي وي: 1976ع).
5. سک جو سپنو (پي ٽي وي: 1977ع).
6. پرواتو (پي ٽي وي: 1978ع).
7. منزلون ۽ مسافر (پي ٽي وي: 1978ع).
8. وصيت نامو (پي ٽي وي: 1978ع).
9. تلاش (سيريل: 1982ع).

## قاضي فيض محمد
## (1908ع_1982ع)

پورو نالو: فيض محمد

ولد: نبي بخش قاضي

جنم: 23 نومبر 1908ع

جنم هنڌ: هالاڻي، ضلعو نوشهرو فيروز

تعليم: ايل ايل بي

ادبي سڃاڻپ: ناول نگار، شاعر، مترجم

وفات: 13 آڪٽوبر 1982ع

ڇپيل ڪتاب:

1. جنسار (ناول: 1956ع).
2. سورن سنڌي سيج (مضمون ۽ خط: 1970ع).
3. پاويهه سئو پاويهه (ناول: 1979ع).
4. Lateefee Sindh in Search of Truth (1979ع)

5. ڌرتي منڊل داستان (شاعري، حصو پهريون: 1980ع).
6. ڌرتي منڊل داستان (شاعري، حصو ٻيو: 1982ع).
7. علامه آءِ آءِ قاضي (1983ع).
8. هاري ڪميٽي ۽ الائي تحريڪ (1983ع).
9. اڻ چاڻ (ناول: 1993ع).
10. منهنجو سفر (آتم ڪٿا: 1999ع).

قاضي فيض محمد جي فن ۽ شخصيت بابت ڪتاب

1. قاضي فيض محمد (رڪ سنڌي: 2010ع).

## قاضي منظر حيات
## (1967ع)

پورو نالو: قاضي منظر حيات

ولد: قاضي عبدالحئي قائل

جنم: 01 آڪٽوبر 1967ع

جنم هنڌ: رتوديرو ضلعو لاڙڪاڻو

تعليم: ايم بي بي ايس

ادبي سڃاڻپ: شاعر، نثر نويس

نوڪري: چيف ميڊيڪل آفيسر

ڇپيل ڪتاب:

1. هڪڙو پيارو ماڻهو (قاضي عبدالحئي قائل بابت: 1990ع).
2. ناميارا سائنسدان (جلد پهريون، پارن لاءِ ترجمو: 2009ع).
3. ناميارا سائنسدان (جلد ٻيو پارن لاءِ ترجمو: 2009ع).
4. ناميارا سائنسدان (جلد ٽيون پارن لاءِ ترجمو: 2009ع).
5. وقت ۽ امتحان (جي گلينوڊ ڪلارڪ جي ناوليٽ جو ترجمو: 2010ع).
6. سائنسي چاڪ (پارن لاءِ ترجمو: 2012ع).

## قبول ابڙو
## (1948ع_2013ع)

پورو نالو: قبول محمد

جنم: 01 جولاءِ 1948ع

جنم هنڌ: ڳڙهي ياسين، ضلعو شڪارپور

ادبي سڃاڻپ: ناول نگار، ڪهاڻيڪار

وفات: 16 ڊسمبر 2013ع

**چيل ڪتاب:**

1. شڪر آ مڙس نه مليو (ترجمو ڪهاڻيون: 1973ع).
2. ۽ سنڌو وهندو رهيو (ڪهاڻيون: 1974ع).
3. ٻڌل اکين جا خواب (ناول: 1987ع).
4. ڌرتيءَ جي جنگ (ناول: 1987ع).
5. ٽڪنڊو (ناول: 1993ع).
6. جيون سڏڪا سڏڪا (ناول).
7. مون کي مڙس نه کپي (ڪهاڻيون).
8. رات جو ٻارهين وڳي (ڪهاڻيون).
9. پنهنجي گهر ۾ اجنبي (2019ع).

**قبول ابڙي جي فن ۽ شخصيت بابت تحقيق**

1. قبول ابڙو جون سنڌي ادب ۾ خدمتون (رياض کهاوڙ)

## قربان منگي
## (1961ع)

پورو نالو: قربان علي

ولد: حسين بخش منگي

جنم: 01 اپريل 1961ع

جنم هنڌ: خيرپور ميرس

تعليم: ايم اي (ايڪنامڪس)

ادبي سڃاڻپ: سفرناما نگار، مضمون نويس

نوڪري: ڊائريڪٽر اسٽڊ چلڊرينس اڪيڊمي (خيرپور)

باني چيئرمين: پوئٽ پبلشنگ اڪيڊمي خيرپور

ڇپيل ڪتاب:

1. ۽ هوءَ ملي وئي (ڪهاڻيون: 1980ع).
2. راهن جو رولاڪ (ڪهاڻيون ۽ شاعري: 1987ع).
3. مسافر (سفرنامو: 1990ع).
4. هڪ گهڙي پيار جي (سفرنامو: 2004ع).
5. آمريڪا ۾ ايڪيهه ڏينهن (سفرنامو: 2009ع).
6. سچل سرمست يادگار ڪاميٽي: تعارف ۽ پس منظر (تحقيق ۽ ترتيب: 2010ع).
7. هوائن جي هوائن مان (سفرنامو: 2014ع).
8. چائنا ۾ چوويهه ڏينهن (سفرنامو: 2020ع).

## ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي

## (1934ع_2010ع)

پورو نالو: حامد علي

ولد: محمد يعقوب

جنم: 06 جنوري 1934ع

جنم هنڌ: خانواهڻ، ضلعو نوشهروفيروز

تعليم: پي ايڇ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايڇ ڊيءَ جو موضوع: ساهتيءَ جا قديم علمي مرڪز (1986ع)

ادبي سڃاڻپ: محقق، تاريخدان

نوڪري: اسسٽنٽ پروفيسر (ر)

وفات: 15 مارچ 2010ع

ڇپيل ڪتاب:

1. ضلعو نوابشاهه تاريخي شهر ۽ شخصيتون (تحقيق: 1987ع).
2. تذڪره ڪرماني سادات روهڙي (تحقيق: 1998ع).
3. تذڪره پوراني سادات سکر (تحقيق: 2001ع).
4. الزليخا (پير حسام الدين راشديءَ جي ناوليٽ بابت تحقيق: 2003ع).
5. ايم ايچ خواجا: هڪ مثالي استاد (سوانح: 2003ع).
6. مقالاتِ خاناڻي (شخصيات: 2006ع).
7. وڪريل وڻون (عطا حسين شاهه موسويءَ جا مضمون: 2011ع).

## قمر شهباز
## (1938ع-2009ع)

پورو نالو: قمرالدين پگهيو

ولد: محمد مقبول پگهيو

جنم: 13 اپريل 1938ع (نوابشاهه)

تعليم: ايم اي (انگريزي ادب)

نوڪري: ايڪسپو پروموٽنگ زون ۾ بطور چيئرمين تان رٽائر (2005ع)

ايوارڊ: صدارتي ايوارڊ 2010ع

وفات: 05 مئي 2009ع

آخري آرامگاهه: گزري ڪراچي

ڇپيل ڪتاب:

1. قمر شهباز جون چونڊ ڪهاڻيون (1982ع).
2. چنڊ رهين ٿو دور (شاعري: 1988ع).

3. واچوڙن ۾ لاٽ (ڊراما: 1967ع).
4. اڻون گهر (افسانا: 1989ع).
5. ضمير جو موت (خاڪا ۽ ڪالم: 1992ع).
6. آڪيرا آڪاس ۾ (رام بخشاڻيءَ جي انگريزيءَ ۾ لکيل آتم ڪهاڻيءَ جو سنڌي ترجمو: 2005ع)
7. ڳلوانن جون ڳالهيون (مضمون: 2010ع).
8. جي پيار مجي ها پاڇولو (ڪهاڻيون: 2010ع).
9. بهارن کي چنجو (شاعري: 2010ع).
10. چيچ پرائي (ڪالم: 2010ع).

ريڊيو ڊراما:

1. واچوڙن ۾ لاٽ.
2. قرض، مرض ۽ فرض
3. تنهنجون ڳالهيون
4. ڪاري
5. رشتا
6. مان ۽ منهنجو ساٿي ۽ بيا

ٽي وي ڊراما:

1. پاڇا ۽ پڙلاءُ (پي ٽي وي: 1974ع).
2. شڪست (پي ٽي وي: 1975ع).
3. ڪاري (پي ٽي وي).
4. ڪنگلو (پي ٽي وي: 1975ع).
5. واري مندو ڪوٽ (پي ٽي وي: 1976ع).
6. ٻه ۽ ٻه ٻاويهه (پي ٽي وي: 1976ع).
7. دادلو (پي ٽي وي: 1976ع).
8. درد جو شهر (پي ٽي وي: 1976ع).
9. نئون سج (پي ٽي وي: 1976ع).

10. ٻن ۾ دنيا (پي ٽي وي: 1977ع).

11. انٽرويو

12. پٿيل ڳانڍاپو (پي ٽي وي: 1978ع).

13. پاڇي جي تلاش (پي ٽي وي: 1978ع).

14. منشور (پي ٽي وي: 2001ع).

15. پروموشن پارٽي (پي ٽي وي: 2002ع).

16. راهون جدا جدا

## ڊاڪٽر قمر جهان مرزا
## (1952ع)

پورو نالو: قمر جهان

ولديت: مرزا غلام حسين

جنم: 14 آگسٽ 1952ع

جنم هنڌ: حيدرآباد

تعليم: پي ايڇ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايڇ ڊي جو موضوع: حيدرآباد جي ٽالپرن جي علمي، سماجي ۽ سياسي تاريخ ۾ حصو (1983ع)

ادبي سڃاڻپ: محقق

نوڪري: پروفيسر

ڇپيل ڪتاب:

1. حيدرآباد شهر ٽالپرن جي دور ۾ (پي ايڇ ڊي).

## ڪرشن راهي
## (1932ع_2009ع)

پورو نالو: ڪرشن سندرداس وڇاڻي

جنم: 25 مئي 1932ع

جنم هنڌ: ڳوٺ آباد ضلعو لاڙڪاڻو

تعليم: بي اي

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار شاعر

چيدل ڪتاب:

1. لڙڪ ۽ مرڪ (ڪهاڻيون: 1956ع).
2. ڪماچ (شاعري: 1969ع).
3. وسڻ سندا ويس (شاعري: 1987ع).
4. ورق سڀ وسار (تنقيدي مقالا: 2003ع).
5. پيهي پيو پڙلاءُ (شاعري: 2009ع).

## ڪرشن کٽواڻي
## (1927ع_2007ع)

پورو نالو: ڪرشن عيدن داس کٽواڻي

جنم: 07 نومبر 1927ع

جنم هنڌ: ٺارو شاهه ضلعو نوشهروفيروز

ادبي سڃاڻپ: ناول نگار ڪهاڻيڪار

وفات: 11 آڪٽوبر 2007ع

چيدل ڪتاب:

1. ٽٽل تارون (ڪهاڻيون: 1943ع).
2. سياسي مدبر (1943ع).
3. وندري ۽ ٻيون ڪهاڻيون (ڪهاڻيون).
4. امر پيار (ناول: 1961ع).
5. بندري (ڪهاڻيون: 1962ع).
6. منهنجي مٺڙي سنڌ (ناول: 1962ع).
7. مٺڙي تو نه ڄاتو (ناول: 1973ع).
8. آشيانو (ناٽڪ: 1976ع).

9. ياد هڪ پيار جي (ناول: 1978ع).
10. ونڊڙ زندگيون (ناول: 1978ع).
11. پرديس (ڪهاڻيون: 1980ع).
12. اڪيلي (ڪهاڻيون: 1980ع).
13. جياپي جو ساڳر (ڪهاڻيون: 1985ع).
14. ست ڏينهن (ناول: 1985ع).
15. رات کي گذرڻ نه ڏي (ڪونج پر ڪويتائون: 1985ع).
16. سرحد کان هن پار (ناول: 1990ع).
17. پيهري اچونڊ ڪهاڻيون: 1990ع).
18. منهنجا ماروئڙا (1992ع).
19. هڪ ڇوڪري هئي (ڪهاڻيون).
20. هڪ ڏکيي ساعت (ڪويتائون).
21. ترنڊڙ بادل (ناوليٽ: 1996ع).

## ڪريم بخش خالد
## (1928ع_2003ع)

پورو نالو: ڪريم بخش

ولد: محمد عثمان ميمڻ

جنم: 15 ڊسمبر 1928ع

جنم هنڌ: ڳڙهي ياسين، ضلعو شڪارپور

تعليم: بي اي، ڊپلوما (صحافت)

ادبي سڃاڻپ:

نوڪري: ڊائريڪٽر (اطلاعات کاتو)

صحافتي خدمتون: ايڊيٽر ماهوار پيغام ڪراچي

وفات: 17 مارچ 2003ع

ڇپيل ڪتاب:

1. شاه عبداللطيف ڀٽائي (لطيفيات: 1954ع).
2. سنڌ ۾ تعليم ۽ امداد باهمي (سماجيات: 1954ع)
3. سنڌي صحافت (تاريخ: 1955ع).
4. خوشحاليءَ جو دور (عمرانيات: 1955ع).
5. ون يونٽ خلاف جدوجهد (مرتب: 1954ع).
6. خيرپور جو نئون دور (عمرانات: 1959ع).
7. حيدرآباد ڊويزن ۾ انگريزي (عمرانيات: 1961ع).
8. گلستانِ لطيف (مرتب، مقالا: 1962ع).
9. بنيادي جمهوريتون (1964ع).
10. آثار لطيف (انگريزي: 1967ع).
11. سچل سرمست (انگريزي، سوانح: 1971ع).
12. قلندر شهباز (انگريزي: 1971ع).
13. سنڌ جو سالنامو (انگريزي: 1971ع).
14. عوامي دور (ٻارهن ڪتاب: 1972ع).
15. ڳوٺاڻي ترقي (پنج حصا، سماجيات: 1972ع).
16. نظارو نيڻن جو (سيرت حسين ع: 1982ع).
17. سچل سائين (تحقيق: 1983ع).
18. سنڌ صوبائي مسلم ليگ ڪانفرنس (اردو: 1983ع).
19. وتايو فقير (سوانح: 1985ع).
20. جاڳو جاڳو (ثاقب رحيم الدين جي ڪهاڻين جو ترجمو: 1992ع).

## رئيس ڪريم بخش نظاماڻي
## (1909ع_1982ع)

پورو نالو: ڪريم بخش

ولد: غلام محمد نظاماڻي

ڄم: 1909ع

جنم هنڌ: ماتلي، ضلعو بدين

تعليم: چار درجا (انگريزي)

سڃاڻپ: اديب اداڪار

خدمتون: باني: فلم ڪمپني سنڌ ساگر موويٽون

پهرين سنڌي فلم ايڪتا (1942ع)

مليل لقب: بابائو ثقافت

وفات: 31 ڊسمبر 1982ع

چيل ڪتاب:

1. ڪيڏي ڪتاب (آتم ڪٿا، ٻه جلد: 1980ع).
2. آيو تڙ تماچي (رئيس ڪريم بخش نظاماڻي ۽ سائين جي ايم سيد جا خط)

## ڪريم ڏنو راڄپر

پورو نالو: ڪريم ڏنو

ادبي سڃاڻپ: سفرناما نگار، مضمون نگار

نوڪري: زرعي ماهر

چيل ڪتاب:

1. مون وس واڪا (مضمون).
2. آمريڪا جو سفرنامو (سفرنامو: 1961ع)
3. هيئن سان هنباء (مضمون: 1962ع).
4. ڪک هيٺان لک (مضمون: 1966ع).

## ڪلا پرڪاش
## (1934ع _ 2018ع)

پورو نالو: ڪلا پرڪاش

ولديت: پارومل چاندواڻي

جنم: 02 جنوري 1934ع

جنم هنڌ: ڪراچي (سنڌ)

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار شاعر

نوڪري: ليڪچرار

وفات: 05 آگسٽ 2018ع.

ڇپيل ڪتاب:

1. ڏوهي ٻيا ڏوهي (ڪهاڻيون: 1953ع).
2. هڪ دل هزار ارمان (ناول: 1957ع).
3. ممتا جون لهرون (نثري نظم: 1963ع).
4. شيشي جي دل (ناول: 1970ع).
5. هڪ سپنو سکڻ جو (ناول: 1971ع).
6. ڌرتي ۽ ممتا (ڪهاڻيون: 1973ع).
7. حياتي هوتن ريءَ (ناول: 1980ع).
8. هينئڙي منجهه هُرڙ (سفرنامو: سنڌ ۾ ڇپيل 1987ع).
9. وقت وڻيون ۽ وڇوڙيون (ناول: 1988ع).
10. آرسيءَ آڏو (ناول: 1992ع).
11. وارن ۾ گل (ڪهاڻيون: 1993ع).
12. پيار (1997ع).
13. پکن جي پريت (1998ع).
14. ممتا جون لهرون (حصو ٻيو_ نثري نظم: 2006ع).
15. سمنڊ ۽ ڪنارو (ناول: 2006ع).
16. انتظار (ڪهاڻيون: 2007ع).
17. اوڪا پنڌ پيار جا (ناول: سنڌ ۾ ڇپيل 2010ع).
18. پکي، پريت ۽ پيار

# ڪليانڻ آڏواڻي
## (1911ع_1994ع)

پورو نالو: ڪليانڻ بولچند

ولد: چترامداس آڏواڻي

جنم: 10 ڊسمبر 1911ع

جنم هنڌ: حيدرآباد

تعليم: ايم اي

ادبي سڃاڻپ: محقق لطيفيات ماهر

نوڪري: پروفيسر

وفات: 27 مئي 1994ع

**ڇپيل ڪتاب:**

1. شڪنتلا (ترجمو: 1948ع).
2. ڪاليداس (ترجمو ناول: 1951ع).
3. شاهه (تنقيد: 1951ع).
4. سامي (سوانح: 1953ع).
5. سچل (سوانح: 1954ع).
6. شاهه جو رسالو (1958ع).
7. راز و نياز (شاعري: 1960ع).
8. شاهه لطيف (انگريزي مونو گراف: 1970ع).
9. سچل سرمست (انگريزي: 1971ع).
10. سچل جو چونڊ ڪلام (1979ع).
11. روحاني مشاهدا 1979ع).

## ڪليم ٻٽ
(1984ع)

پورو نالو: ڪليم الله

ولد: الهه رکيو ٻٽ

جنم: 07 اپريل 1984ع

جنم هنڌ: ميهڙ

تعليم: ايم فل (ميڊيا اسٽڊيز)

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، ناول نگار

**ڇپيل ڪتاب:**

1. ڏاهر (ناول: 2015ع).
2. وطن جن وساريو (ناول: 2017ع).
3. آزادي جي اُپٽار (ناول: 2017ع).
4. مري نه ٿيا مات (ناول: 2017ع).
5. امن لاءِ اتحاد (سائنسي افسانو: 2018ع).
6. اسپيس اوڊيسي (ترجمو افسانا: 2018ع).
7. راءِ ڏياچ (ناول: 2019ع).

## ڊاڪٽر ڪليم لاشاري
(1953ع)

پورو نالو: ڪليم الله

ولد: محمد علي جوهر

جنم: 03 جون 1953ع

جنم هنڌ: لاڙڪاڻو

تعليم: پي ايڇ ڊي

پي ايڇ ڊي: جو موضوع: اسلامي دور جي قديم عمارت سازي (2006ع)

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، مترجم، محقق، آثار قديمه ماهر

نوڪري: سيڪريٽري

ايوارڊ: ستاره امتياز (حڪومت پاڪستان: 2019ع)

ڇپيل ڪتاب:

1. خطن جي تشريح (1994ع).
2. اوڻويهه سوچوراسي (ڪهاڻيون: 1999ع).
3. عشق ڪيئن اظهار (بيدل جي اينٿالاجي، مرتب: 2001ع).
4. خطن جو سوانحي جائزو (تحقيق).
5. سکر تاريخ ۽ سماج (2001ع).
6. چوکنڊي اور ٿباٿلي قبرين (اردو: 2012ع).
7. مڪلي (2018ع).
8. موهن جو دڙو (2017ع).
9. A Study of Stone carved Graves (1996)
10. Nineteen Eighty_three (1999)
11. Study of mural ceramics of Sukkur Recent Archaeological investigation in umer kot
12. Sukkur History and society (2001)
13. Study of stones carved graves (2012)

## ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو
## (1972ع)

پورو نالو: ڪمال الدين

ولد: لونگ خان ڄامڙو

ڄنم: 01 آگسٽ 1972ع

ڄمڻ هنڌ: ڳوٺ گل محمد چاهڙ، رانيپور، ضلعو خيرپور

تعليم: پي ايڇ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايڇ ڊي جو موضوع: سنڌي لوڪ گيتن جو تحقيقي جائزو (2006ع)

ادبي سڃاڻپ: محقق

نوڪري: پروفيسر

خدمتون: چيئرمين وفاقي اردو يونيورسٽي ڪراچي

چيف ايڊيٽر: ڪارونجهر (سنڌي شعبو اردو وفاقي يونيورسٽي)

ڇپيل ڪتاب:

1. شاهه عبداللطيف ۽ پاڪستاني ٻولين جا صوفي شاعر (طارق عزيز شيخ سان گڏ: 1998ع).
2. سنڌي ثقافت جا امر آواز (2003ع).
3. سنڌوءَ جا گيت (پي ايڇ ڊي: 2010ع).
4. ڪڇهريءَ جا مور (تحقيق: 2013ع).
5. رسالو ڳجهارت (لوڪ ادب: 2015ع).
6. هندي ٻولي ۽ ثقافت (2019ع).
7. پناڻي ۽ پوڙهه (چوڻ بيتن جي سمجهاڻي: 2019ع).
8. سنڌي مادري ٻولي (مرتب: 2020ع).
9. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سگهڙائپ
10. ڪتيم ڪين ڪي
11. سنڌي لوڪ ادب جو تحقيق اڀياس (تحقيق).
12. لطيفي ذهني چٽاڀيٽي (سوال جواب).
13. ڪراچيءَ جا اديب ۽ شاعر
14. سنڌي ثقافت ڪا نيا دور (اردو).
15. پاڪستاني زبانون ڪا لوڪ ادب (اردو).
16. سنڌي لوڪ ادب: مضمون ۽ مقالا (سهيڙ).

17. لوڪ رنگ لقمان جا (سڳهڙ لقمان ڪوڪر جو ڪلام، سهيڙ).
18. عشق بي عنايت (فقير علي گوهر جو ڪلام، سهيڙ).

## ڊاڪٽر ڪملا گوڪلاڻي
## (1950ع)

پورو نالو: ڪملا

ولديت: نارائڻداس ڏنجاڻي

جنم: 16 جون 1950ع

جنم هنڌ: اجمير (راجستان)

تعليم: پي ايڇ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايڇ ڊيءَ جو موضوع: سنڌي شاعريءَ ۾ قدرت جو چٽ (1993ع)

ادبي سڃاڻپ: محقق، ڪهاڻيڪار.

نوڪري: ليڪچرار

ڇپيل ڪتاب:

1. حادثي کانپوءِ (ڪهاڻيون: 1984ع).
2. راجستان جي سنڌي ساهتيه جو جائزو (تنقيد: 1985ع).
3. فيصلو ٿيڻ تائين (ڪهاڻيون: 1986ع).
4. هوندا سي حيات (سوانح: 1987ع).
5. اپني اپني رواستا (ڪهاڻيون، سنڌيءَ مان هندي ترجمو: 1987ع).
6. نظرثاني (تنقيد: 1989ع).
7. سنڌي درسي ڪتاب (ڇهين ڪان اٺين تائين: 1991ع).
8. مخروت مئون (هندي ڪهاڻيون: 1992ع).
9. ڊائريا جو سچ (تنقيد: 1993ع).
10. سنڌي ڪوتا ۾ ويدانيت (سنڌيءَ مان هنديءَ ۾ تحقيقي مقالا ترجمو: 1993ع).

11. نظر ثاني (مضمون: 1995ع).
12. اظهار (مضمون: 1996ع).
13. ادبي تاثرات (تنقيد: 1998ع).
14. سنڌي ساهتيه ۾ سمپردائڪ سدڀاو (هندي ۾ تحقيق: 1999ع).
15. سنڌي ڪوتا ۾ قدرت جو چٽ (پي ايڇ ڊي: 2001ع).
16. ادبي ڪٿ (تنقيد: 2002ع).
17. سائو ٿيل گاهه (ڪهاڻيون: 2003ع).
18. ڪبير وچناولي (هنديءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو: 2004ع).
19. سنڌي ڪهاڻي (ڪي آر ملڪاڻي، ترجمو: 2005ع).
20. شاهه جو شعر (ادبي تنقيد: 2007ع).
21. ساهتيڪ ڪهاڻيون (2007ع).
22. اولهه راجستاني ۽ سنڌي (ادبي تنقيد: 2010ع).
23. تون نه اڪيلي (شاعري: ديوناگري شاعري: 2011ع).
24. سنت ڪبير (هنديءَ مان سنڌي ترجمو: 2011ع).
25. سائو ٿيل گاهه (ديوناگري ڪهاڻيون: 2012ع).
26. شهيد هيمون ڪالاڻي (سنڌيءَ مان هندي ترجمو: 2012ع).
27. متان ڪرين مات (ديوناگري ۽ سنڌي ڪهاڻيون: 2014ع).

## ڪوثر ٻرڙو
(1958ع)

اصل نالو: غلام قاسم

ولد: نبي بخش ٻرڙو

جنم: 01 سيپٽمبر 1958ع

جنم هنڌ: ڳوٺ جاني ٻرڙو، تعلقو ڪوٽڏيجي، ضلعو خيرپور ميرس

تعليم: ايم اي (بين الاقوامي تعلقات)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، محقق، مرتب ۽ براڊڪاسٽر

نوڪري: ڊائريڪٽر پروگرام (ڊي پي، ريڊيو پاڪستان)

ڇپيل ڪتاب:

1. اوجاڳا ۽ خواب (شاعري: 2000ع).
2. ياد گهر (ساروڻين ۾ خط: 2002ع).
3. تنهن عشق کي شاباس (لوڪ داستان: 2004ع).
4. تون منهنجو صنم آهين (شاعري: 2005ع).
5. امر راڳي امر گيت (سرمد سنڌي جا ڳايل ڪلام ترتيب: 2005ع).
6. فن ۽ فنڪار (حصو پهريون انٽرويو: 2007ع).
7. اڌورا احساس (ريڊيو اسڪرپٽ: 2009ع).
8. استاد منظور علي خان: فن ۽ شخصيت (سهيڙ: 2010ع).
9. سفر چاهتن جو (مشتاق بخاريءَ سان گڏ شاعري: 2012ع).
10. فن ۽ فنڪار (حصو ٻيو انٽرويو: 2012ع).
11. سرجڻهار (خيرپور جا شاعر: 2013ع).
12. پيشڪار (براڊڪاسٽرن جا انٽرويوز: 2013ع).
13. ڳليان پريم نگر ديان (سهراب فقير بابت سهيڙ: 2014ع).
14. لفظ آوارا بادل (ريڊيو اسڪرپٽ: 2016ع).
15. پنهنجون پرايون ڳالهيون (ساروڻيون: 2016ع).
16. ڪيڏو مان اڪيلو تو بن (شاعري: 2018ع).
17. سرجڻهار (حصو ٻيو خيرپور جا شاعر: 2019ع).
18. ادب سراءِ (نثري تحريرون: 2019ع).
19. سرمد جون ساروڻيون (سرمد سنڌيءَ بابت: 2020ع).

## مختيار سمون
(1960ع)

پورو نالو: مختيار احمد

ولد: يارمحمد سمون

ڄمڻ: 18 آگسٽ 1960ع

ڄمڻ هنڌ: ڏوڪري، ضلعو لاڙڪاڻو

ادبي سڃاڻپ: شاعر، مضمون نويس

نوڪري: پروفيسر

باني ڪار: ناليج سينٽر (لاڙڪاڻو)

ڇپيل ڪتاب:

1. دنيا آهي گول (ٻارن لاءِ شاعري: 1985ع).
2. ڌرتي روشن ٿيندي (ٻارن لاءِ شاعري: 1991ع).
3. وفائون منتظر آهن (شاعري: 1997ع).
4. دنيا جون درسگاهون (پاڱو پهريون: 2018ع).
5. دنيا جون درسگاهون (پاڱو ٻيو: 2020ع).

## مختيار ملڪ
(1959ع)

پورو نالو: مختيار حسين

ولد: شفيع محمد ملڪ

ڄمڻ: 21 ڊسمبر 1959ع

ڄمڻ هنڌ: خيرپور

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب ۽ صحافت)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، براڊڪاسٽر

نوڪري: ڪنٽرولر (ريڊيو پاڪستان)

خدمتون: سيڪريٽري جنرل سنڌي ادبي سنگت سنڌ (1999ع)

ڇپيل ڪتاب:

1. ترنم ٽانڊاڻا (ٻارن لاءِ شاعري: 1981ع).
2. اماس پر به سوجهرو (شاعري: 2001ع).

## مخدوم امين فهيم
## (1939ع_2015ع)

پورو نالو: محمد امين

ولد: مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ

جنم: 04 آگسٽ 1939ع

جنم هنڌ: هالا، ضلعو مٽياري

تعليم: ايم اي ايل ايل بي

ادبي سڃاڻپ: شاعر

سجاده نشين: مخدوم نوح سرور درگاهه هالا (سترهون)

وفات: 21 نومبر 20015ع

ڇپيل ڪتاب:

1. پيغام (شاعري: 1990ع)
2.

## مخدوم جميل الزمان
## (1961ع)

پورو نالو: مخدوم جميل الزمان

ولد: مخدوم امين فهيم

جنم: 27 جولاءِ 1961ع

جنم هنڌ: هالا، ضلعو مٽياري

سڃاڻپ: شاعر، سياستدان

خدمتون: چيئرمين (سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو)

**ڇپيل ڪتاب:**

1. اتر لڳا آءُ پرين (شاعري).
2. دلربا دلربا (شاعري).
3. سنڌ جي واقعاتي تاريخ (تحقيق).
4. تذڪره مخدومانِ هالا (تحقيق: 2001ع).
5. خير شيرازي (لغت).
6. ملاقات (شاعري).
7. محبت پاڻي من پر (شاعري: 2006ع).
8. سيد فتح محمد شاهه اجناڻي (سوانح ۽ ڪلام: 1993ع).
9. انهن سنڌي ڳالهڙي (ترتيب).
10. مُنهنجو تنڌيڙ (مخدوم طالب المولىٰ جي آتم ڪٿا: ترتيب ايڊيٽنگ).
11. صبوحي (ترتيب).
12. سچ وڙاءِ (شاهه جي بيتن جو انتخاب، ترتيب).
13. ٿانيا ڪوش (لغت: 2010ع).
14. The days dates (2010)

## ڊاڪٽر مخمور بخاري
## (1979ع)

اصل نالو: سيد رُشدالله

ولد: سيد ممتاز حسين شاهه

جنم: 30 مارچ 1979ع

جنم هنڌ: هالا نوان، ضلعو مٽياري

تعليم: پي ايڇ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايڇ ڊي، جو موضوع: سچل سرمست جي شاعريءَ جو همعصر شاعرن تي اثر (2008ع)

ادبي سڃاڻپ: محقق

نوڪري: اسسٽنٽ پروفيسر (سنڌي شعبو سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو)

ڇپيل ڪتاب:

1. هالا جي ادبي تنظيمن جو تحقيقي ۽ تنقيدي جائزو (2004ع).
2. سچل، ساڃاهه، شعور (سچليات: 2011ع).
3. علم جي دولت (ترتيب: 2011ع).
4. سچل سرمست: سچ جو شاعر (تحقيقي مقالا: 2012ع).
5. رسالو سچل سرمست (محمد صادق رانيپوري جي مرتب جو مرتب ۽ مقدمو: 2012ع).
6. سچل سرمست جو آفاقي پيغام (ڊاڪٽر عطا محمد حامي ترتيب: 2013ع).
7. سچل سرمست جي شاعريءَ جو همعصر شاعرن تي اثر (پي ايڇ ڊي: 13-ع).
8. قلندر ۽ قلندري فڪر (2014ع).
9. سچل سرمست جو مرثيو (تحقيق: 2014ع).
10. نانڪ يوسف جو ڪلام (ڊاڪٽر تنوير عباسي، ترتيب: 2014ع).
11. لڙج لات لطيف جي (2014ع).
12. جلي منهنجي جاڳ (تحقيقي مضمون: 2015ع).

# مدد علي سنڌي
(1950ع)

پورو نالو: مدد علي

ولد: الله بخش قريشي

تخلص: سانگي

جنم: 12 آڪٽوبر 1950ع

جنم هنڌ: حيدرآباد

تعليم: بي اي

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار ناول نگار مضمون نويس.

خدمتون:

ايڊيٽر: ماهوار اڳتي قدم (1970ع)

ايڊيٽر: روزاني سنڌ نيوز (1980ع)

ايڊيٽر: روزاني بختور

ڊائريڪٽر: سنڌي ڊڪشنري بورڊ (سنڌي لئنگيج اٿارٽي)

ڇپيل پهرين ڪهاڻي: ويا گذري ڏينهڙا (ماهور سهڻي: 1970ع)

ڇپيل ڪتاب:

1. دل اندر درياءُ (ڪهاڻيون: 1980ع).
2. هستيءَ جي اجاڙ جيون پر (ڪهاڻيون).
3. هوجي مٿا ماڳ پر (ناوليٽ).
4. پنر ملن (شاعري: 1982ع).
5. شهر صحرا پاڻيان (سفرنامو: 2003ع).
6. قلندر (قرت العين جون ڪهاڻيون، ترجمو).

7. دل اندر درياءُ (مضمون ڪتاب ڪڏهن: 2008ع).
8. حشو ڪيولرامائي: نه وسرندڙ شخصيت (سوانح: 2016ع).
9. منصوريءَ جي موج ۾ (سچل سرمست بابت مقالا، ترتيب: 2017ع).
10. گونج ۾ ڪاني ڪونج (شيخ اياز بابت ساروڻيون: 2017ع).
11. شڪارپور: هڪ شهر هڪ تهذيب (مرتب: 2018ع).

**مدد علي سنڌيءَ جي شخصيت ۽ فن بابت ڪتاب**

1. اداس روح ازل کان (ترتيب، حبدار سولنگي: 2014ع).

## مراد علي مرزا
## (1929ع_2011ع)

**پورو نالو:** مراد علي مرزا

**ولد:** مهر علي بيگ

**جنم:** 27 آگسٽ 1929ع

**جنم هنڌ:** ٽنڊو آغا، حيدرآباد

**تعليم:** ايم اي (سنڌي ادب)

**ادبي سڃاڻپ:** ڊراما نويس، مترجم، ڪهاڻيڪار

**نوڪري:** پروگرام مئنيجر (ريڊيو پاڪستان)

**خدمتون:** سيڪريٽري: سنڌي لئنگيج اٿارٽي حيدرآباد (1991ع)

سيڪريٽري: سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو (1995ع)

**ايوارڊ:** صدارتي ايوارڊ (حڪومتِ پاڪستان: 1994ع)

**وفات:** 01 مارچ 2011ع

**ڇپيل ڪتاب:**

1. عالمي افسانا (ترجمو: 1968ع).

2. ٻارن لاءِ آکاڻيون (1977ع).
3. شاهه عبداللطيف ڀٽائي (ٻارن لاءِ: 1984ع).
4. ايشيا جون لوڪ ڪهاڻيون (ترجمو: 1984ع).
5. اڪيلائيءَ جا سئو سال (گارسيا مارڪوئيز جي ناول Hundred years of Solitude جي ناول جو ترجمو: 2000ع).
6. سامي سچ وڙاءِ (ناول: 2008ع).
7. پورب جائي (شهيد بينظير ڀٽي جي ڪتاب جو ترجمو).
8. تنقيد جا اصول
9. موئنجهارو (مصري ناٽڪ).
10. ڊاڪٽر رٿ فائو جي سوانح حيات
11. بينظير ڀٽو جون تحريرون ۽ تقريرون

ڊرامن جو تفصيل:

1. اداس ڇاڇا (پي ٽي وي: 1970ع).
2. ناسور (پي ٽي وي: 1971ع).
3. سچ جنين جو سير (پي ٽي وي: 1974ع).
4. سنئين هنيائون سچ جي (پي ٽي وي: 1974ع).
5. آئينو (پي ٽي وي: 1974ع).
6. زندگيءَ جو سفر (پي ٽي وي: 1974ع).
7. ڪهاڙو ۽ ڪنڌ (پي ٽي وي: 1975ع).
8. زخم زندگيءَ جا (پي ٽي وي: 1975ع).
9. نتيجو (پي ٽي وي: 1975ع).
10. گنهگار (پي ٽي وي: 1975ع).
11. اجرو من (پي ٽي وي: 1978ع).

12. دنيا ديواني (پي ٽي وي ڊگهو سيريل: 1979ع).
13. قيدخانو (ريڊيو ڊرامو).
14. زنجير (ريڊيو ڊرامو).
15. پنگار ڪئمپ (ريڊيو ڊرامو).
16. اداس پاڇا (ريڊيو ڊرامو).
17. چوراهو (ريڊيو ڊرامو)

**مراد علي مرزا جي فن ۽ شخصيت بابت ڪتاب:**

1. مراد صاحب (نصير مرزا: 2014ع).

## ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي
## (1930ع)

پورو نالو: مرليڌر
ولد: ڪشنچند جيٽلي
جنم: 07 نومبر 1930ع
جنم هنڌ: حيدرآباد (سنڌ)
تعليم: پي ايچ ڊي (لسانيات)
پي ايچ ڊي ۽ جو موضوع: سنڌي ٻوليءَ لفظن جي بناوت (1965ع)
ادبي سڃاڻپ: لسانيات ماهر، محقق
نوڪري: پروفيسر

**چيل ڪتاب:**

1. لالچند امرڏنو مل جڳتياڻي (سوانح: 1965ع).
2. ساهتيه جو اتهاس (1972ع).
3. ميگهه دوت (ڪاليداس جي ڪوتا جي وياکيا: 1981ع).
4. هوتچند مولچند گربخشاڻي (موتي لال جوتواڻيءَ سان گڏ: 1985ع).

5. اوائلي شاعر ٽيل سنڌي لوڪ ڪهاڻيون (1986ع).
6. سنڌوءَ جون لهرون (سنڌو رسالي جا ليک: 1989ع).
7. جيٺمل پرسرام گلراجاڻيءَ جو جيون ۽ رچناتون (1990ع).
8. شاهه جي رسالي جو اڀياس (لطيفيات: 1992ع).
9. سنڌي ٻهاڪا ۽ محاورا (1993ع).
10. سنڌي ڀاشا وياڪرڻ (هندي: 1997ع).
11. سنڌي ٻوليءَ جو سرشتو ۽ لکاوٽ (1999ع).
12. سنڌي ڀڳت (هندي: 1999ع).
13. سنڌي ساهت جي جهلڪ (تنقيدي مضمون: 2000ع).
14. سنڌي ڌوني وگيان (لسانيات: 2000ع).
15. ڀارتي ساهتيه ڪوش (سئو سنڌي ليکڪن جا پروفائيل).
16. ڀارتيه ڪهاوت (وشوناٿ دنڪر نروڻيءَ جي ايڊيٽرشپ ۾ تيار ٿيل ٽن ڀاڱن واري هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر مرليڌر سنڌيءَ جا 1200 ٻهاڪا هندي ۽ انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري ڏنا آهن).
17. هندي- سنڌي شبد ڪوش

## مريم مجيدي
## (1943ع)

پورو نالو: مريم

ولديت: محمد خان مجيدي

جنم: 15 جون 1943ع

جنم هنڌ: ميرانپور، تعلقو ميرپور بٺورو

تعليم: ايم اي، بي ايڊ

ادبي سڃاڻپ: شاعر

نوڪري: ايس ڊي او (تعليم کاتو)

چيل ڪتاب:

1. مروم دکم دکم (شاعري).
2. نيراناٿي نيڻ (شاعري: 2012ع).
3. مان برچي مان گهاءِ (ڪالم: 2018ع).

## مسرور پيرزادو
## (1976ع)

اصل نالو: گلزار علي

ولد: محمد سليمان پيرزادو

جنم: 15 مئي 1976ع

جنم هنڌ: پلهڙيجي، تعلقو ڏوڪري، ضلعو لاڙڪاڻو

تعليم: ڊي وي ايم

ادبي سڃاڻپ: شاعر

نوڪري: وٽنري ڊاڪٽر

ڇپيل ڪتاب:

1. چانڊوڪي تو سوا نہ ٿيندي (شاعري: 2001ع).
2. سرور (شاعري: 2008ع).
3. منفرد (شاعري: 2014ع).
4. سپون سوجهي ڪڍيون (دنيا جي عظيم شاعرن جي شاعريءَ ترجمو: 2015ع).

## مشتاق باگائي
## (1949ع)

پورو نالو: مشتاق احمد

ولد: گل حسن لغاري

جنم: 12 اپريل 1949ع

جنم هنڌ: ڳوٺ حاجي علي بخش لغاري، تعلقو مورو، ضلعو نوشهرو فيروز

تعليم: پي ايڇ ڊي (سوشيالاجي)

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، شاعر

نوڪري: ليبر آفيسر (مزدورن جو کاتو)

ڇپيل ڪتاب:

1. اجهايل آس (ڪهاڻيون: 1973ع).
2. هُو جي ٻول ٻريا (شاعري: 1980ع).
3. لڙهندڙ ونجهه اُڀريون لهرون (شاعري: 1982ع).
4. هُو جي پهڻ پٻ جا (شاعري: 1982ع).
5. لاڙ جا ڏينهن لاڙ جون راتيون (يادگيريون: 1983ع).
6. ڪاري رات اتر ۾ ڪانيو (اڻ ڇپيل).

## مشتاق بخاري
(1969ع)

پورو نالو: سيد مشتاق احمد شاهه

ولد: غلام علي شاهه

جنم: 27 آڪٽوبر 1969ع

جنم هنڌ: ڳوٺ لونگائي، لڳ ڍڪڻ، تعلقو ڳڙهي ياسين، ضلعو شڪارپور

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، محقق، مضمون نويس

خدمتون: جوائنٽ سيڪريٽري (سنڌي ادبي سنگت، سنڌ)

نوڪري: استاد (ر)

خدمتون: جوائنٽ سيڪريٽري: سنڌي ادبي سنگت سنڌ

ايڊيٽر: ماهوار همڪار، نئون چنڊ

باني ڪار: آجيان پبليڪيشن ڏڪڻ

ڇپيل ڪتاب:

1. گيتن جهڙا پار (ٻارن لاءِ شاعري: 1998ع).
2. پيار جي موٽ ۾ (شاعري: 1999ع).
3. سونهن سنسار جي (ٻارن لاءِ شاعري: 2001ع).
4. سار جي خوشبوءِ (شاعري: 2004ع).
5. هڪ وجود ڪيئي وجود (ڪوثر ٻرڙي بابت: 2009ع).
6. سفر چاهتن جو (ڪوثر ٻرڙي سان گڏ: 2012ع).
7. هليو وڃبو هاڻ (نامور شاعر قمر ڪوسي بابت، مرتب: 2019ع).
8. باجارا جا تخليقڪار ۽ مان (2019ع).

مشتاق بخاريءَ جي فن ۽ شخصيت بابت ڪتاب:

1. من گهريو مشتاق بخاري (مرتب، احسان راهوجو: 2017ع).
2. تنهنجو مشتاق ديد ماري ٿو (مرتب، غلام مصطفيٰ سولنگي).
3. مشتاق جي پارت ٿو (مرتب، ساجده جبين: 2019ع).

## مشتاق پرگڙي
## (1974ع_2007ع)

پورو نالو: مشتاق علي

ولد: محمد ڇٽل پرگڙي

جنم: 16 سيپٽمبر 1974ع

جنم هنڌ: الڻين شاخ، لڳ جوهي، ضلعو دادو

تعليم: ايم اي (بين القوامي تعلقات)

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، ڪالم نويس، ايڊيٽر

ايڊيٽر: ماهوار رم جهم دادو

وفات: 2007ع

چيل ڪتاب:

1. پاڇي (ڪهاڻيون: 1999ع).
2. لفظ ناهن ڪيڏوڻا (ڪالم: 2005ع).
3. موڪيءَ مٽ اُپٽيا (ٽن شاعرن سان گڏ ڪلام: 2005ع).
4. سفر (ڪهاڻيون: 2009ع).

## مشتاق شورو
## (1952ع)

پورو نالو: مشتاق احمد

ولد: عبدالڪريم شورو

جنم: 10 مئي 1952ع

جنم هنڌ: ڳوٺ حاجي نور محمد شورو ضلعو سجاول

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار

چيل ڪتاب:

1. ٽڪل جذبن جو موت (ڪهاڻيون: 1978ع).
2. ٻئل نهندڙ پاڇولا ( ڪهاڻيون: 2003ع).
3. هستيءَ جو گم ٿيل ٽڪرو (ڪهاڻيون).

## ڊاڪٽر مشتاق ڦل
## (1966ع)

پورو نالو: مشتاق حسين

ولد: خان محمد ڦل

جنم: 20 اپريل 1966ع

جنم هنڌ: ٺاليو واڙا، ضلعو خيرپور

تعليم: ايم بي بي ايس

ادبي سڃاڻپ: شاعر، مضمون نويس

نوڪري: ڊاڪٽر

خدمتون: سيڪريٽري جنرل (سنڌي ادبي سنگت سنڌ، ٽي دفعا)

ڇپيل ڪتاب:

1. هوءِ مان ۽ ڄامشورو (شاعري: 2000ع).
2. دل ته چوي ٿي (شاعري:2010ع).
3. ڪلنگي جو ڪپار (ترتيب، مضمون: 2012ع).
4. شاعر جي اک سان آمريڪا جا عڪس (سفرنامو: 2016ع).
5. تخليقڪارن سان ڪچهري پل (مرتب: 2018ع).
6. رستي ۾ آهيان (شاعري: 2019ع).

## مشتاق گبول
## (1977ع)

پورو نالو: مشتاق احمد

ولد: گل محمد گبول

جنم: 01 جنوري 1977ع

جنم هنڌ: ميرپور ماٿيلو ضلعو گهوٽڪي

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، محقق، نثر نويس

نوڪري: ليڪچرار (فيڊرل گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد)

ڇپيل ڪتاب:

1. چوڙين جو سڏڪو (شاعري: 2006ع).

2. خوابن جا رنگ (شاعري: 2010ع).
3. شاعريءَ جون صنفون (تحقيق: 2017ع).
4. سنڌ جي صوفياڻي شاعري (ترتيب: 2017ع).
5. سنڌي مضمون (ترتيب: 2018ع).

## مظهر ابڙو
## (1971ع)

پورو نالو: مظهر حسين

ولد: منظور حسين ابڙو

جنم: 25 اپريل 1971ع

جنم هنڌ: ڪولاب جيئل، ضلعو خيرپور ميرس

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، ڪهاڻيڪار، ناول نگار، ڊراما نويس

نوڪري: ليڪچرار

ڇپيل ڪتاب:

1. ڌرتيءَ تي وکريل ٽانڊا (ڪهاڻيون: 1993ع).
2. خواب ڪوڙا سڪا (ڪهاڻيون: 1998ع).
3. جيون اُجاڙ رستا (ناول: 2000ع).
4. سرد خاني ۾ رکيل خواب (ڪهاڻيون: 2000ع).
5. درد جي آس پاس (شاعري: 2001ع).
6. خوابن جو سفر (ناول: 2009ع).
7. سڪل ندي جا نشان (ناول: 2020ع).

## معمور يوسفاڻي
## (1929ع_1993ع)

اصل نالو: محمد عمر

ولد: محمد يوسف پلي

تخلص: پلي

جنم: 28جنوري 192' ع

جنم هنڌ: ڳوٺ نبي بخش پلي، تعلقو عمرڪوٽ

تعليم: ايم اي (سنڌي)

ادبي سڃاڻپ: محقق، تاريخدان

نوڪري: استاد (ر)

وفات: 24 ڊسمبر 1993ع

ڇپيل ڪتاب:

1. آڏي ڀال مُرڌار (شاعري: 1966ع).
2. سُتا اُٿي جاڳ (شاعري: 1967ع).
3. پکن منجهه پساهه (شاعري: 1967ع).
4. ڏاهر (مثنوي).
5. ست سورهيه ڏهه ڏاتار (تحقيق).
6. لطيف جا تِر تان پيرا (لطيفيات: 2001ع).
7. ڍوليو ڍٽ ڌڻي (مرتب: اسد جمال پلي: 2003ع).
8. سنڌ ۾ شاهه ولي الله جا همعصر بزرگ (2004ع).
9. ڀٽائي جو مطالعو (لطيفيات، مرتب: اسد جمال پلي: 2005ع).
10. ڪانئر ڪمايوم (تحقيقي مقالا).
11. ٿرائي جا مور (عمرڪوٽ جي ادبي تاريخ).
12. ٿرائي جو مير (راضي شاهه لڪياري جي سوانح ڪلام).

13. مذهب ۽ تخليق ڪائنات
14. پنهوارن پچار (شاعري: 2014ع).

معمور يوسفاڻي جي فن ۽ شخصيت بابت ڪتاب

1. بيباڪ شخصيت: معمور يوسفاڻي (الهه بچايو مشتاق آريسر: 2014ع).

## مقصود گل

## (1950ع_2014ع)

پورو نالو: قاضي مقصود حيات

ولد: قاضي عبدالحئي قائل

جنم: 15 اپريل 1950ع

جنم هنڌ: رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب ۽ اقتصاديات)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، مترجم، محقق، ڪهاڻيڪار

نوڪري: مئنيجر (شگر مل نئون ديرو)

خدمتون: سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو

وفات: 14 فيبروري 2014ع

ڇپيل ڪتاب:

1. وکريل موتي (عطامحمد حامي ءَ جا مضمون، مرتب: 1983ع).
2. زندگيءَ ڏي موٽ (ڪرشن چندر جي ڪهاڻين جو ترجمو، مختار گهمري سان گڏ: 1985ع).
3. ڪرڻا ڪرڻا (ٻارن لاءِ شاعري: 1986ع).
4. رت پنا رابيل (شاعري: 1991ع).
5. هنيلي هرڻي (ٻارن لاءِ ڪهاڻيون: 1993ع).
6. اندر روح رهيام (عطامحمد حامي بابت مضمون ۽ مقالا: 2002ع).
7. رتوديرو: مختصر تاريخ (2002ع).

8. عشق سمندر (سچل سرمست جي فارسي مثنوين جو اردو ترجمو: 2003ع).
9. اي آهو چشم ڪدهر (شيخ اياز جي ٻن ڪتابن ”هرڻ اکين ڪيڏانهن ويا“ ۽ ”پتڻ تي پور ڪري“ جو اردو ترجمو: 2010ع).
10. اڪرين نيل ڪنول (شاعري: 2014ع).

مقصود گل جي فن ۽ شخصيت بابت ڪتاب

1. گل چنو گرنار جو (مرتب: ياسر قاضي: 2014ع).

## ملڪ آگاڻي
## (1951ع_2002ع)

پورو نالو: ملڪ داد آگاڻي

جنم: 01 جنوري 1951ع

جنم هنڌ: ڳوٺ آگاڻي ضلعو لاڙڪاڻو

تعليم: ايم اي

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، ناول نويس، ڊراما نويس

شهادت: 12 نومبر 2002ع

ڇپيل ڪتاب:

1. نيرولي ۽ جو گُن (ناول: 1985ع).
2. هاري جي بغاوت (مائوزي تنگ جي رپورٽ جو ترجمو).
3. سچ جا پاڇا (ناول: 2005ع).
4. لڄارو عشق (ڪهاڻيون: 2018ع).
5. وڇايل راهون (ڪهاڻيون: 2020ع).

ڊرامن جو تفصيل:

1. سچ جني نڪتي (پي ٽي وي: 1980ع).
2. لڙي ۽ کي ڪاڪتو (پي ٽي وي: 1980ع).

3. چنڊ گرهڻ (پي ٽي وي: 1980ع).
4. تڙپ (پي ٽي وي: 1980ع).
5. منزل ڪانهي (پي ٽي وي: 1981ع).
6. وڃايل راهون (پي ٽي وي: 1986ع).

## ڊاڪٽر ملڪ نديم
## (1946ع_2010ع)

اصل نالو: عبدالرزاق

ولد: موريو خان

جنم: 08 اپريل 1946ع

جنم هنڌ: ڪنڊڪوٽ

لکڻ جي شروعات: 1960ع

تعليم: پي ايڇ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايڇ ڊيءَ جو موضوع: سچل سرمست جي شاعريءَ جو جائزو

نوڪري: پروفيسر (سنڌي شعبو شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور)

خدمتون: چيئرمين (سنڌي شعبو شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور)

چيف ايڊيٽر: ڀٽائي تحقيقي جرنل، سنڌي شعبو لطيف يونيورسٽي

سربراهه: شيخ اياز چيئر، شاهه لطيف يونيورسٽي

موجد: تجريدي نظم

وفات: 09 مارچ 2010ع

ڇپيل ڪتاب:

7. سچل سرمست (هارن لاءِ: 1990ع).
8. شاعر جي خوابن جي خوشبو (شيخ اياز بابت: 1998ع).
9. سوديس مسافر منهنجو ڙي (شيخ اياز مرتب: 2001ع).

10. سچل جي سيني ۾ سنگرام (سچليات: 2005ع).
11. شيخ اياز ڏوهي آهي (مقالا: 2006ع).
12. ڀٽائي بڪ هڙتال تي (مضمون: 2006ع).
13. تجريدي نظم.
14. منهنجي جواني ڪنهن ڀ مومن نہ چوراڻي (ترتيب سڪندر مهراڻ).

## ملهار سنڌي
(1978ع)

اصل نالو: محمد ڇٽل

ولد: دودو خان بوزدار

جنم: 01 جنوري 1978ع

جنم هنڌ: رتوديرو ضلعو لاڙڪاڻو

تعليم: ايم فل (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، مضمون نگار

نوڪري: ليڪچرار

خدمتون: جوائنٽ سيڪريٽري (سنڌي ادبي سنگت سنڌ: 2013ع)

**ڇپيل ڪتاب:**

1. رانديڪو (ٻارن لاءِ شاعري: 2003ع).
2. ماڪ موتي ياد جا (شاعري: 2004ع).
3. ٻالڪ چنڊ ستارا (ٻارن لاءِ شاعري: 2006ع).
4. عقيدت جا گلدستا (مرتب: 2009ع).
5. ڌرتي جا ٽانڊاڻا (ٻارن لاءِ شاعري: 2014ع).
6. آس جا گل ٽيڙس تي (شاعري: 2017ع).
7. ميڻ ۾ ميڻ (مضمون: 2020ع).

# ممتاز مرزا
## (1940ع_1997ع)

اصل نالو: توسل

ولد: مرزا گل حسن (احسن ڪربلائي)

جنم: 29 نومبر 1940ع

جنم هنڌ: ٽنڊو آغا، حيدرآباد

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: لطيف شناس، مضمون، ڪمپيئر، ڊراما نويس

نوڪري: ڊائريڪٽر جنرل (ثقافت کاتو)

ايوارڊ: صدارتي ايوارڊ (حڪومتِ پاڪستان)

وفات: 06 جنوري 1997ع

**ڇپيل ڪتاب:**

1. آخري رات (ڊرامو: 1979ع).
2. سپرين سنڌي ڳالهڙي (حيدرآباد ۽ راڳي محمد يوسف بابت: 1991ع).
3. سنڌ صدين کان (مقالا، ترتيب: 1982ع).
4. وساريان نه وسرن (لطيفيات: 1988ع).
5. لطيفي لاٽ (شاهه لطيف بابت مقالا، ترتيب: 1992ع).
6. گنج (1995ع).
7. سدا سوئيتا ڪاپڙي (يادگيريون: 1996ع).
8. پريان سنڌي ڳالهڙي (خاڪا).
9. نڪر لڏا نف (لطيفيات: 1991ع).

10. مٿين عيسى جا پيٽ (تحقيق: 1993ع).
11. شاهه جو رسالو (1996ع).

**ريڊيو ۽ ٽي وي ڊرامن جو تفصيل:**

1. تعبير (ريڊيو: 1963ع).
2. سورج مکي (1964ع).
3. آخري رات (ريڊيو: 1965ع).
4. موت کان پوءِ (1965ع).
5. مي ٽي جوين ڏينهن (1967ع).
6. واٽون ۽ ٿيڙ (1967ع).
7. پٿر ويڙهاڻ (1968ع).
8. ستارن ڀنا رات (1979ع).
9. ريت (1970ع).
10. پڙاڏو سوئي سڏ (1970ع).
11. سچائي جو عڪس (1971ع).
12. اندر جنين اڃ (1974ع).
13. سر ۽ جوين (بانو قدسيه جي ڪهاڻي ڊراماٽائيز).
14. فيصلو (نادر بيگ جي ڪهاڻي ڊراماٽائيز: 1976ع).
15. ڪي ڏور ٻه اوڻا شپرين (1979ع).
16. لاڪو ٺلاڻي (1979ع).
17. ماءُ ۽ محبت (1979ع).
18. سچائي جو عڪس

**ممتاز مرزا جي فن ۽ شخصيت بابت ڪتاب:**

1. سهڻو يار سڏائي ويا (نصير مرزا: 2005ع).

# ممتاز بخاري
## (1968ع)

پورو نالو: سيد ممتاز علي

جنم: 01 جون 1968ع

جنم هنڌ: ڳوٺ جهانپور شريف، ضلعو گهوٽڪي

تعليم: ايم اي (بين القوامي تعلقات)

ادبي سڃاڻپ: ناول نويس، ڪهاڻيڪار، ڪالم نويس

خدمتون: جوائنٽ سيڪريٽري: سنڌي ادبي سنگت سنڌ (1994ع)

باني ڪار: ماء پبليڪيشن سکر

ڇپيل ڪتاب:

1. انتخابِ انور (انور علي شاه جو ڪلام ترتيب).
2. روپ بهروپ (بين ڪهاڻيڪارن سان گڏ ڪهاڻيون: 1992ع).
3. تون خدا آهين (ڪهاڻيون:1992ع).
4. ڪن پل جو ڇانورو (ناوليٽ: 1997ع).
5. چونڊ نوبل ڪهاڻيون (حبيب ساجد سان گڏ، ترجمو: 1998ع).
6. بيو چنڊ به ٻڏي ويو (1998ع).
7. سوفي جي دنيا (جوسٽين گارڊر جي ناول جو ترجمو: 2000ع).
8. سنڌي ڪنڌ جا وڏا سياسي تنل (2008ع).
9. چور ۽ ڪتا (نجيب محفوظ جي ناول جو ترجمو: 2012ع).
10. ڪلاس فور جي محبوبا (ناول: 2013ع).
11. تنهنجو انتظار ڪرڻو آهي (ناول: 2018ع).
12. سنڌي ناول جو سفر (تحقيق: 2020ع)

ڪي مشهور ڊراما:

1. ٻالي (سيريل، ڪي ٽي اين).
2. آخري ميار (ڪي ٽي اين).
3. اڪيلايون (سيريل، ڪي ٽي اين).
4. نازو (سيريل، ڪي ٽي اين).

## ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ
## (1927ع_1993ع)

پورو نالو: ممتاز حسين

ولد: عبدالرحمان

جنم: 1927ع

جنم هنڌ: حيدرآباد

تعليم: پي ايڇ ڊي (اسلامي تاريخ)

پي ايڇ ڊيءَ جو موضوع: Arab Kingdom of Al_mansurah (1962ع)

ادبي سڃاڻپ: محقق

نوڪري: پروفيسر (اسلامي تاريخ شعبو سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو)

خدمتون: چيئرمين (اسلامي تاريخ شعبو سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو)

وفات: 14 سيپٽمبر 1993ع

ڇپيل ڪتاب:

1. نئين مصر جا پراڻا ورق (اي بي ايسٽوڪ جي ڪتاب جو ترجمو: 1973ع).
2. المنصوره واري عرب حڪومت (پي ايڇ ڊي: 1974ع).
3. تاريخ سنڌ: عرب دور (1978ع).

## ممتاز مهر
## (1942ع)

پورو نالو: ممتاز مهر

ولد: محمد سليمان

جنم: 09 مارچ 1942ع

جنم هنڌ: سکر

تعليم: ايم اي (لسانيات)

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، صحافي

**ڇپيل ڪتاب:**

1. زندگيءَ جو وهڪرو (ڪهاڻيون: 1977ع).
2. ويچار (تنقيدي مضمون: 1980ع).
3. سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر (1983ع).
4. منزل (ڪهاڻيون: 1983ع).
5. جڏهن مان چوهٽ جو هوندس (ڪهاڻيون: 2010ع).

## منٺار سولنگي
## (1967ع_2011ع)

پورو نالو: منٺار علي

ولد: غلام مرتضيٰ سولنگي

جنم: 15 جون 1967ع

جنم هنڌ: ٺٽون ديرو ضلعو لاڙڪاڻو

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: شاعر

نوڪري: تپيدار (روينيو کاتو)

خدمتون: مرڪزي جوائنٽ سيڪريٽري (سنڌي ادبي سنگت سنڌ: 1992ع)

وفات: 18 جنوري 2011ع

چونڊ ڪتاب:

1. آءُ به جيڪر پڙهي وڃان هان (ٻارن لاءِ شاعري).
2. آءُ اڪيلو راهن پر (شاعري: 2019ع).

## منصور قادر جوڻيجو
## (1958ع)

پورو نالو: عبدالقادر جوڻيجو

ولد: محمد يوسف جوڻيجو

جنم: 15 مئي 1958ع

جنم هنڌ: ڳوٺ گهاڙي، تعلقو ميهڙ ضلعو دادو

چونڊ ڪتاب:

1. سنڌي شهيدن جي تحريڪ (1980ع).
2. فلسطين جي قومي جنگ (1982ع).
3. عظيم بنگالي شاعر رابندر ناٿ ٽئگور (1983ع).
4. لطيف سنڌ آهي (1983ع).
5. ڪوڙي دنيا سچا ماڻهو (ٻوبي سينڊس، هوچي منهه پبلو نرودا جي آتم ڪٿائن جو ترجمو: 1984ع).
6. سنڌ جا شهيد (1984ع).
7. حڪمران ۽ غلامي (نڪولو ميڪاولي جي ڪتاب جو ترجمو: 1984ع).
8. بغاوت ۽ آزادي (خليل جبران جون سياسي لکڻيون، ترجمو: 1985ع).
9. سنڌي ٻوليءَ جا شهيد (1985ع).

10. سچ وڏو ڏوهاري آهي (1987ع).
11. منهنجي ڌرتي منهنجا گيت (قاضي نذرالاسلام جي شاعريءَ ترجمو: 1987ع).
12. عظيم جنرل شهيد هوش محمد شيدي (سوانح).
13. گيتانجلي (رابندر ناٿ ٽئگور جي شاعري، ترجمو).
14. سنڌ، سيد ۽ پيتو (2019ع).
15. رابندرناٿ ٽئگور (2019ع).

## منصور ويراڳي
## (1930ع_2008ع)

اصل نالو: عبدالرئوف

ولد: جان محمد اشعف ا

جنم: 08 آڪٽوبر 1930ع

جنم هنڌ: مانجهند، ضلعو ڄامشورو

ادبي سڃاڻپ: شاعر، ڪهاڻيڪار، ناول نگار

وفات: 13 فيبروري 2008ع

ڇپيل ڪتاب:

1. شام ۽ سحر (ناول: 1960ع).
2. وطن جي راهه ۾ (ناول: 1964ع).
3. سوريءَ جهڙين سيج (ناول: 1965ع).
4. صداءِ وطن (شاعري: 1967ع).
5. ڪاڪ نه ڪاپڙي (شاعري: 1968ع).
6. رت جا ڳوڙها (ناول: 1971ع).
7. جيون ساٿي (ڪهاڻيون).

8. غيرت (ڪهاڻيون).
9. اندر جا آلاپ
10. مزدور جو لاش
11. من يار
12. سچو سفر هليا
13. عاشق عزائيل
14. زندگي هڪ خواب
15. سانگي ۽ سور
16. هيرا جواهر
17. ڪنول جي ڪهاڻي
18. وڳر ڪيو وتن
19. عوام جي دولت
20. دو آنسو (اردو).

## ڊاڪٽر منظور علي ويسريو
## (1977ع)

پورو نالو: منظور علي

ولد: محمد بخش ويسريو

جنم: 15 مئي 1977ع

جنم هنڌ: حاجي احمد ويسريو تعلقو ٽنڊو محمد خان

تعليم: پي ايچ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايچ ڊي جو موضوع: سنڌي ادبي تاريخون: تحقيقي ۽ تنقيدي جائزو (2015ع)

ادبي سڃاڻپ: محقق، مضمون نويس

نوڪري: اسسٽنٽ پروفيسر (سنڌي شعبو قائد عوام يونيورسٽي اسلام آباد)

چيل ڪتاب:

1. جمال ابڙو: شخصيت اور فن (اردو:2006ع).
2. پاڪستاني زبانون پر لسانيءَ هم آهنگي (اردو: 2007ع).
3. علامہ اقبال: شخصيت اور فن (اردو: 2009ع).
4. شاهہ عنايت شهيد: شخصيت اور فن (اردو: 2010ع).
5. ترقي پسند تحريڪ ڪي سنڌي ادب پر اثرات (اردو: 2010ع).
6. سنڌي زبان ڪا مطالعا (اردو: 2018ع).
7. پهريون قدم (ادبي تاريخ: 2018ع).

## م ن محزون
## (1933ع_1995ع)

اصل نالو: محمد نواز

ولد: شفيع محمد پٽي

جنم: 10 جولاءِ 1933ع

جنم هنڌ: ميهڙ ضلعو دادو

تعليم: ايم اي

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار مترجم، محقق، مصور

نوڪري: استاد

وفات: 08 نومبر 1995ع

ڇپيل ڪتاب:

1. درس محبت (ابوالڪلام آزاد جي ڪتاب جو ترجمو: 1961ع).
2. پڳل ڪنيڙائون (خليل جبران جي ڪتاب جو ترجمو:1965ع).
3. بائيبل قرآن ۽ سائنس (ماريس بوڪائي جي ڪتاب جو ترجمو: 1989ع).

4. ڪنوار جي مسيح (خليل جبران جي ڪتاب جو ترجمو: 1991ع).
5. پيغامبر (خليل جبران جي ڪتاب جو ترجمو: 1991ع).
6. مرشد جو نيتهن ۽ نياپو (خليل جبران جي ڪتاب جو ترجمو: 1993ع).
7. پرنس (ميڪا ولي جي ڪتاب جو ترجمو: 1993ع).
8. هڪڙي هئي ڇوڪري (ترجمو ڪهاڻيون: 1993ع).
9. لڙڪ ۽ مرڪ (خليل جبران جي ڪتاب جو ترجمو: 1994ع).
10. زميني ديوتا (1996ع).
11. اڳواڻ (1996ع).
12. خالد بن وليد
13. سلطان صلاح الدين ايوبي
14. سائين جو سوڳنڌ
15. خليل جبران جا ناوليٽ (2012ع).
16. خليل جبران جون ڪهاڻيون (2012ع).
17. هڪڙي هئي سارا (امرتا پريتم، ترجمو).
18. وطن مٽي ۽ خوشبو (ابوالڪلام آزاد جي ڪتاب جو ترجمو: 2014ع).

## منظور ڪوهيار
## (1955ع)

پورو نالو: منظور حسين

ولد: ولايت خان

جنم: 02 جون 1955ع

جنم هنڌ: لاڙڪاڻو

تعليم: ايم اي (سوشيالاجي)، ايل ايل بي

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، ڊراما نويس

نوڪري: ڊپٽي ڊائريڪٽر (سنڌ بلڊنگ ڪنٽرول اٿارٽي لاڙڪاڻو)

چيل ڪتاب:

1. سچ لهڻ ڪانپوءِ (ڪهاڻيون: 1995ع).
2. فراق جي منزل (ڪهاڻيون: 2007ع).
3. فڪر ڦرهي هٿ ۾ (ڪالم: 2007ع).
4. سچا ڪوڙا رشتا (ڪهاڻيون: 2009ع).
5. ڪي ڪي ماڻهو وڏيا ساگر (خاڪا: 2010ع).
6. پوئشرن جي انتظار ۾ (ڪهاڻيون: 2012ع).
7. راڄ ڪرتهه (اسٽيج ڊراما: 2013ع).
8. ماهتاب (ناٽڪ: 2014ع).
9. طريقيت جو سچ (ناول: 2020ع).

ڊرامن جو تفصيل:

1. جرنل شاهه بهارو
2. جُهڪر
3. آواز
4. رسمن جي انگاس تي
5. وفائون منتظر آهن
6. ڪارا ڪڪر
7. سياست
8. رواج
9. روش
10. تپش

## منير چانڊيو
(1983ع)

پورو نالو: منير احمد

جنم: 08 آڪٽوبر 1983ع

جنم هنڌ: قنبر، ضلعو قنبر شهدادڪوٽ

تعليم: ايم اي (سنڌي)

ادبي سڃاڻپ: ناول نويس، مضمون نگار

نوڪري: ليڪچرار (ڪيڊٽ ڪاليج پيٽارو)

ڇپيل ڪتاب:

1. پاڪستان جا بحران ۽ انهن جو حل (ڊاڪٽر مبشر حسن جي ڪتاب جو ترجمو: 2009ع).
2. انساني حقن جا معاهدا (ترجمو: 2009ع).
3. ڪيف ڏاران ڪوڪ (ناول: 2011ع).
4. تون چانڊاڻان (ناول: 2013ع).
5. ٻري هن پنهور ۾ (ناول: 2017ع).

## منير سولنگي
(1935ع)

پورو نالو: منير احمد

ولد: پليڏنو سولنگي

جنم: 01 جنوري 1935ع

جنم هنڌ: پير جو ڳوٺ، ضلعو خيرپور ميرس

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب).

ادبي سڃاڻپ: شاعر، مترجم

نوڪري: استاد (ر)

ڇپيل ڪتاب:

1. مشرق جو درويش گوتم ٻڌ (محمد حفيظ سيد، ترجمو: 2000ع).
2. منهنجو سچ (اندرا گانڌيءَ جي آتم ڪٿا، ترجمو).
3. زندگي هڪ ناچ هڪ نغمو
4. سنڌارٿ (ترجمو).
5. مجاز کان حقيقت تائين
6. تنهنجوا وسيئڙو ايجان (شاعري: 2004ع).

## موتي پرڪاش
## (1931ع_2015ع)

پورو نالو: موتي

ولد: سکرام داس شرما

تخلص: موتي

جنم: 15 مئي 1931ع

جنم هنڌ: ڳوٺ دڙو ضلعو سجاول

تعليم: پي ايچ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايچ ڊيءَ جو موضوع: سنڌي شاعريءَ ۾ استريءَ جو چٽ (1981ع)

ادبي سڃاڻپ: شاعر

خدمتون: ڊائريڪٽر (انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، آديپور)

وفات: 04 آگسٽ 2015ع

ڇپيل ڪتاب:

1. ڪالندي (تارا شنڪر بئنرجيءَ جي بنگالي ناول جو ترجمو: 1952ع).

2. آدينا (صدرالدين عيني جي تاجڪستاني ناول جو ترجمو: 1953ع).
3. انڌيرو اجالو (ناول: 1954ع).
4. ادبي گل (مضمون: 1957ع).
5. ڪاڪوڪلو (انگريزي جي مشهور مزاحيا ناول ٿري مين ان آبوٽ جو ترجمو: 1957ع).
6. آءُ ته چوريون چنگ (شاعري: 1959ع).
7. انڊر سيڪريٽري (رميش مهتا جي هندي ناٽڪ جو ترجمو: 1960ع).
8. رات هڪ طوفان جي (ناٽڪ: 1963ع).
9. دل جون ڳالهيون (يادگيريون: 1972ع).
10. پردي اڳيان پردي پٺيان (ناٽڪ: 1975ع).
11. چٽنگ وڄ چولي (شاعري: 1983ع).
12. ڏٺي ڏيهه ٿيام (خاڪا: 1986ع).
13. سي سپ سانڍيم ساهه سين (سنڌ جو سفرنامو: 1987ع).
14. سنڌي شاعري ۾ استريءَ جو چٽ (پي ايڇ ڊي ٿيسز: 1988ع).
15. گومي ڀائي جو سنسار (ننڍا ناٽڪ).
16. گلڙن جا گيت (ٻال ڪوتائون).
17. جيءُ اندر جهاتيون (مذاقي اخباري ڪالم).
18. منهنجي ڳليءَ جو ڳالهڙيون (شاعري: 2006ع).
19. وقت ۽ ويچار (ادبي مضمون: 2010ع).

## مولائي ملاح
## (1969ع)

پورو نالو: مولائي ملاح

ولد: حسين بخش ملاح

جنم: 06 آگسٽ 1969ع

جنم هنڌ: محرابپور، ضلعو نوشهرو فيروز

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: مضمون نگار، ڪالم نويس

نوڪري: انسپيڪٽر (مارڪيٽ ڪاميٽي)

چپيل ڪتاب:

1. شير مير بحر: فن ۽ شخصيت (مرتب: 2014ع).
2. پرهه جا پياڪ (مضمون: 2015ع).
3. محرابپور جي عزاداري (2017ع).
4. ملهه جو عالمي فاتح: شير مير بحر (مرتب: 2018ع).
5. مون پريان سين نينهن (2019ع).
6. چارڻ چوريو چنگ (2019ع).

## موهن ڪلپنا
## (1930ع_1992ع)

پورو نالو: موهن مولچند لالا

ولد: مولچند منگهارام لالا

جنم: 24 نومبر 1930ع

جنم هنڌ: ڪوٽڙي، ضلعو ڄامشورو (سنڌ)

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، ناول نگار

پهرين ڪهاڻي: آتم هتيا (1948ع)

وفات: 19 جون 1992ع (الهاس نگر: هندستان)

چپيل ڪتاب:

1. لڳن (ناول: 1954ع).
2. اڃا رات باقي آ (1955ع).

3. عورت (ناول: 1956ع).
4. زندگي (ناول: 1957ع).
5. سرڳ جي ڳولا (پارن لاءِ ناول: 1958ع).
6. پٿر جو جگر، ميڻ جي دل (ناول: 1958ع).
7. وشواس (ناول: 1959ع).
8. موهي نه موهي (ڪهاڻيون: 1961ع).
9. سنڌي اديبن ۾ نظرياتي ڪشمڪش (مقالو: 1963ع).
10. چانڊني ۽ زهر (ڪهاڻيون: 1964ع).
11. رڃ ۽ پاڇا (ناول: 1966ع).
12. فرشتن جي دنيا (ڪهاڻيون: 1967ع).
13. پيار جي پڇاڙي (ناول: 1969ع).
14. فنڪار ۽ فيلسوف (جيوني: 1973ع).
15. جلاوطني (ناول: 1975ع).
16. تون منهنجي سندرتا جو آرنيہ آهين (ناول: 1975ع).
17. منهنجا همر وطني (خط: 1975ع).
18. آفتابِ انقلاب (جيوني: 1975ع).
19. پيار ۽ پاپ (ڪهاڻيون: 1977ع).
20. ماءُ (ناول: 1979ع).
21. اما شام (ڪهاڻيون: 1981ع).
22. ڪانءُ ۽ سمنڊ (ناول: 1981ع).
23. جهاز ۾ ديڪ تي (شاعري: 1983ع).
24. بک، عشق ۽ ادب (آتم ڪٿا: 1984ع).
25. زندگي سنڌ ۾ (ناول: 1985ع).
26. انين ڪٿا (ڪهاڻيون: 1991ع).

27. تاريخ مان موڪل (ناول: 1991ع).

28. درد جو درياھ (ناول: 1992ع).

29. آوارا (ناول: 1993ع).

## مهتاب اڪبر راشدي
(1947ع)

پورو نالو: مهتاب چنا

ولديت: محمد عيسيٰ چنا

جنم: 03 مارچ 1947ع

جنم هنڌ: نئون ديرو ضلعو لاڙڪاڻو

تعليم: ايم اي (سياسيات)

ادبي سڃاڻپ: نثر نويس، ڪمپيئر

نوڪري: پروفيسر (آئي آر شعبو سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو)

خدمتون: ڊائريڪٽر: سنڌالاجي ڄامشورو

چيئرپرسن: آئي آر شعبو سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو

سيڪريٽري: ثقافت کاتو، سنڌ

**ڇپيل ڪتاب:**

1. مهتاب: شخصيت، ڪردار ۽ ميڙتا (مرتب، آفتاب ابڙو: 2015ع).

## مهدي شاھ
(1968ع)

پورو نالو: سيد مهدي شاھ

ولد: علي نواز شاھ

جنم: 13 آڪٽوبر 1968ع

جنم هنڌ: ڳوٺ لونگائي، لڳ ڏکڻ، تعلقو ڳڙهي ياسين، ضلعو شڪارپور

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)، بي ايڊ

ادبي سڃاڻپ: محقق، شاعر، مضمون نويس

نوڪري: استاد (ر)

**ڇپيل ڪتاب:**

1. انباھ ۾ آڙاھ (داتا ولايت شاھ جو ڪلام، ترتيب: 1990ع).
2. پاراٿيون لوڪ ڪهاڻيون (تحقيق: 2000ع).
3. اٻڙو وڏو وڙو (تحقيق: 2005ع).

## مهرالنساءِ لاڙڪ

## (1954ع_2016ع)

پورو نالو: مهرالنساءِ

ولديت: علي محمد لاڙڪ

جنم: 15 جنوري 1954ع

جنم هنڌ: پٽ شاھ ضلعو مٽياري

تعليم: ايم فل (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، مرتب

نوڪري: پروفيسر

خدمتون: جوائنٽ سيڪريٽري (سنڌي ادبي سنگت سنڌ)

وفات: 02 مارچ 2016ع

**ڇپيل ڪتاب:**

1. رنگن جا اوجاڳا (شاعري: 2010ع).
2. شمشيرالحيدري: فن ۽ شخصيت (مرتب: 2013ع).
3. ڏور ٻه اوڏا شهرين (هندستان جو سفرنامو: 2014ع).

# ڊاڪٽر مهر خادم
## (1965ع)

اصل نالو: رحيم بخش

ولد: شعبان مهر

جنم: 10 سيپٽمبر 1965ع

جنم هنڌ: ڳوٺ جيئو مهر، تعلقو لکي غلام شاهه ضلعو شڪارپور

تعليم: پي ايڇ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايڇ ڊي جو موضوع: سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ انسان شناسيءَ واريون ڪيفيتون: تحقيقي ۽ تنقيدي مطالعو" (2013ع)

ادبي سڃاڻپ: محقق، شاعر

نوڪري: اسسٽنٽ پروفيسر (سنڌي شعبو شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور)

**ڇپيل ڪتاب:**

1. منهنجي من ۾ ڪوئي سپنو (شاعري: 1992ع)
2. اڪيوٽ (ٻارن لاءِ شاعري: 2003ع)
3. سچل سائين (سوال جواب: 2003ع)
4. سچل سرمست دا اردو ڪلام (ترتيب: 2005ع)
5. "تنوير عباسيءَ جون ادبي خدمتون" (تحقيق: 2011ع)
6. سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ انسان شناسيءَ واريون ڪيفيتون: تحقيقي ۽ تنقيدي مطالعو (سچليات: 2016ع)
7. تصوف ۽ ڪلاسيڪي سنڌي شاعري (رشيد ڀٽي، مرتب: 2016ع)
8. سچل چيئر ۾ موجود قلمي نسخا (2018ع)

## مير حاجن مير
## (1979ع)

اصل نالو: حاجي خان

ولد: محمد سليمان پنهور

جنم: 03 ڊسمبر 1979ع

جنم هنڌ: ڳوٺ محمد يعقوب پنهور، لڳ لڪي شاهه صدر، تعلقو سيوهڻ، ضلعو ڄامشورو

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، محقق، ڪهاڻيڪار

ڇپيل ڪتاب:

1. رنگ خوشبوءِ گل (شاعري: 2008ع).
2. نيرا خواب (شاعري: 2012ع).
3. سيوهڻ جون ادبي شخصيتون (تحقيق: 2014ع).
4. سڄڻ ياد ڪيوم (خط: 2016ع).
5. موتي ميڙيا مون (تحقيق: 2018ع).
6. سيوهڻ جون تاريخي درگاهون (تحقيق: 2019ع).

## مير محمد پيرزادو
## (1944ع_2019ع)

پورو نالو: مير محمد

ولد: رحمت الله پيرزادو

جنم: 19 جون 1944ع

جنم هنڌ: پلهڙيجي، تعلقو ڏوڪري، ضلعو لاڙڪاڻو

تعليم: بي ايس سي

ادبي سڃاڻپ: گيت جو شاعر، محقق

نوڪري: ريسرچ اسسٽنٽ (زرعي ڪاليج سڪرنڊ)

وفات: 08 جنوري 2019ع

چونڊ ڪتاب:

1. مڪڙيون ماڪ ڦڙا (شاعري: 1981ع).
2. لياڙ ٿيڻ پر ڏنا (شاعري: 1999ع).
3. ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌي ادب (حضرت سلطان اولياء محمد زمان جن جي حيثيت: 2011ع
4. جي تو سنڌ سڪڻ جي (مضمون: 2012ع)
5. سارس سارونڻين جا (يادگيريون، مرتب، محمد حنيف سومرو: 2016ع).
6. ڪنول ٻڪ ۾ چنڊ (شاعري: 2017ع).
7. ڪاموڙا ڪرا (جي ايم سيد ۽ امداد شاهه بابت 2017ع)
8. نياز همايوني جي شاعري جي لغت (2018ع)
9. پٿائي جي ٻگولا (ڪهاڻيون: 2019ع).

مير محمد پيرزادي جي فن ۽ شخصيت بابت ڪتاب

1. جوڳيءَ تي جڙاءُ (سوانح، جيئڻ خان ڪيريو: 2019ع).
2. ڪير چوي ٿو سپ ۾ ناهين (سهيڙ: محمد حنيف سومرو 2019ع)

## ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي
## (1939ع_2004ع)

پورو نالو: عبدالغفور

ولد: حاجي عبدالرحيم ميمڻ

جنم: 01 سيپٽمبر 1939ع

جنم هنڌ: لاڙڪاڻو

تعليم: پي ايچ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايچ ڊي جو موضوع: اڻويهين صديءَ جا نثر نويس (1985ع)

ادبي سڃاڻپ: محقق

نوڪري: پروفيسر (ر)

وفات: 2004ع

**چيل ڪتاب:**

1. ملان نصير الدين هدي (1961ع).
2. شاهه عبداللطيف ڀٽائي (1969ع).
3. تذڪره غفوري (1972ع).
4. هيرا لعل جواهر (بي اي فائينل لاءِ: 1976ع).
5. اسان جا اديب ۽ اسان جا شاعر (1980ع).
6. سنڌي انسائيڪلوپيڊيا (پنج جلد: 1980ع).
7. غفور سنڌي گرامر (1981ع).
8. عظيم سنڌي انسان (1981ع).
9. قائداعظم محمد علي جناح (1982ع).
10. ادبي خزانو (1983ع).
11. ادبي شخصيتون (1990ع).
12. ادبي اکيڙ (ڪتابن تي تبصرا).
13. اڻويهين صديءَ جا نثر نويس (1985ع).
14. سنڌي سنڌ سپوت (1994ع).
15. ميمڻ قوم جي تحقيقي تاريخ
16. نواز علي نياز جعفريءَ جي شاعري (ايم فل جو مقالو).
17. مضامين عبدالغفور سنڌي
18. سچا موتي (مضمون).

19. سنڌي ادب جي مختصر تاريخ
20. رسالي اديب سنڌ جو سنڌي علم ادب ۾ حصو (ايم اي جو مونو گراف).

ميمڻ عبدالغفور سنڌي: جي فن ۽ شخصيت بابت ڪتاب:

1. سنڌي سڀاجهڙو انسان (منظور سولنگي: 2008ع).

## ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي
## (1930ع_1996ع)

پورو نالو: عبدالمجيد

ولد: غلام حسين ميمڻ

جنم: 01 جنوري 1930ع

جنم هنڌ: ڳوٺ ماڙي، تعلقو لکي غلام شاهه ضلعو شڪارپور

تعليم: پي ايچ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايچ ڊيءَ جو موضوع: بيان العارفين_سنڌي: جي ترتيب ۽ ايڊٽ (1974ع)

ادبي سڃاڻپ: محقق، تاريخدان.

نوڪري: پرنسپال (ر)

ايوارڊ: صدارتي تمغہ امتياز (1982ع)، ستاره امتياز (حڪومتِ پاڪستان)

وفات: 11 فيبروري 1996ع

ڇپيل ڪتاب:

1. ملان نصيرالدين جا لطيفا
2. ڏور (لوڪ ادب: 1961ع).
3. مائڪ موتي لعل (ٻه ڀاڱا: 1962ع).
4. تذڪره شعره سڪر (تحقيق: 1965ع).

5. تذڪره شهباز (1964ع).
6. سکر جو سوڪڙي (مختلف سلسلن پر: 1965ع).
7. تاريخ قوم هڪڙا (1966ع).
8. ديس ديس جون ڪهاڻيون (مرتب: 1966ع).
9. ذڪرِ اشرف (ترجمو:1966ع).
10. فڪرِ لطيف (1967ع).
11. سنڌي ڪلاسيڪي شاعري (مرتب: 1967ع).
12. رس مَر رسج گهوريو (شاعري، ترتيب: 1968ع).
13. سکر جهڙي سونهن (ترتيب: 1970ع).
14. پرک ۽ پروڙ (تنقيد: 1971ع).
15. جوتيون جواهرن جون (چونڊ ڪافيون:1971ع).
16. سنڌي علم ادب اصول ۽ اهڃاڻ (تنقيد: 1971ع).
17. ڪريم جو ڪلام (1976ع).
18. فڪرِ بيدل (1971ع).
19. سنڌي ادب جو تاريخي جائزو (1972ع).
20. سُر ڏهر (الطيفيات: 1978ع).
21. لطيف جو پيغام (1979ع).
22. سنڌيءَ ۾ نعتيه شاعري (1980ع).
23. سُر ڪلياڻ (1983ع).
24. شڪارپور: ماضي_حال (سهيڙ: 1984ع).
25. سنڌي علم ادب
26. سچل جو سنيهو (1984ع).
27. لاڙڪاڻو: سانڊ سيباڻو (مرتب: 1984ع).
28. سيرت نبي صہ (1986ع).

29. واحد سنڌي گرامر (1987ع).
30. سنڌي ثقافت تي اسلامي اثرات (1989ع).
31. سنڌي شرح برده شريف (1990ع).
32. تفسير هاشمي (1991ع).
33. سُر سارنگ (لطيفيات: 1991ع).
34. لطيفي لاٽ ۽ سنڌي شاعري جو گڏيل اڀياس (1991ع).
35. شڪارپور جي ٻولي (لسانيات:1993ع).
36. ڪلامِ بشير (ماستر قادر بخش بشير جو ڪلام، سهيڙ: 1994ع).
37. سچل جو پيغام (تحقيق: 1995ع).
38. سنڌي ادب جو تنقيدي اڀياس (تنقيد: 1996ع).
39. سنڌ جي تاريخ جا وکريل ورق
40. سنڌ سياحن جي نظر ۾ (2001ع).
41. بيت: سناءِ ۽ اوسر (2002ع).
42. شهري حياتي ۽ ڳوٺ (ٻارن لاءِ).
43. پورهئي جو مانُ (ٻارن لاءِ).
44. ڏوهاري ڪير (ترجمو).
45. قوتِ العاشقين (معجزا).
46. پاڪستان ۾ صوفيانا تحريڪين (اردو).

## ميمڻ غلام مصطفيٰ مشتاق
## (1943ع_2003ع)

پورو نالو: غلام مصطفيٰ

ولد: عبدالرحيم ميمڻ

جنم: 15 آڪٽوبر 1943ع

جنم هنڌ: لاڙڪاڻو

تعليم: بي اي، بي ٽي

ادبي سڃاڻپ: مترجم، نثر نويس

باني: الرحيم پبليڪيشن لاڙڪاڻو (1978ع)

نوڪري: استاد (ر)

وفات: 2003ع

**ڇپيل ڪتاب:**

1. مخدوم بلاول (ٻارن لاءِ: 1990ع).
2. مستو خون مهانگا جذبا (ڪهاڻيون).
3. معلوماتِ مهراڻ (سوال جواب).
4. سچو سرواڻ صہ (سيرت).
5. مسلمانن جا سائنسي ڪارناما (سوانح).
6. ملا شمن جو وظيفو (ٻارن لاءِ).
7. مديني جو مير صہ (سيرت).
8. ڳالهيون شاهه لطيف جون (لطيفيات: 1998ع).
9. لغت شاهه جو رسالو
10. شاهه جو رسالو (الف ب وار: 2000ع).
11. الله جو شينهن (ٻارن لاءِ).
12. سنڌي شاعريءَ ۽ علم عروض (ترتيب: 2001ع).
13. سنڌي پنجون ڪتاب
14. سنڌي ڇهون ڪتاب
15. سنڌي ستون ڪتاب
16. تاريخ اسلام (چار حصا).
17. شرح آسان اردو (ڏهين ڪلاس لاءِ).
18. دنيا جا آئين (بي اي لاءِ).

## نارائڻ شيام
## (1922ع_1989ع)

پورو نالو: نارائڻ داس

ولد: گوڪلداس ناگواڻي

جنم: 25 جولاءِ 1922ع

جنم هنڌ: ڳوٺ ڪاهي قاسم، ضلعو نوشهرو فيروز

تعليم: بي اي

ادبي سڃاڻپ: شاعر، مترجم

نوڪري: ڪلارڪ (ٽيليگراف کاتو)

وفات: 10 جنوري 1989ع

چپيل ڪتاب:

1. ماڪ ڦڙا (شاعري هري دلگير سان گڏ: 1953ع).
2. پنکڙيون (رباعيون ۽ هڪ نظم: 1955ع).
3. رنگ رتي لهر (غزل: 1956ع).
4. روشن ڇانورو (شاعري: 1961ع).
5. واريءَ ڀريو پاند (غزل: 1968ع).
6. ماڪ ڀنا رابيل (شاعري: 1971ع).
7. آڇيندي لڄ مران (غزل: 1971ع).
8. ڪبير (پرڀاڪر ماچوي جي انگريزي مونوگراف جو سنڌي ترجمو: 1980ع).
9. مهڪي ويل صبح جي (غزل: 1983ع).
10. غالب (ايم مجيب جي انگريزي مونوگراف جو سنڌي ترجمو: 1986ع).
11. نه سو رنگ نه سا سرهاڻ (شاعري: 1987ع).
12. بوند لهرون ۽ سمنڊ (غزل: 1987ع).

13. ڏات ۽ حيات (شاعري: 1988ع).
14. راهون پنڌ پيون (غزلن جو ڪليات، مرتب، مصطفيٰ ناڱراج: 1998ع).
15. نڪريو آهي نينهن (چونڊ شاعري، مرتب، مصطفيٰ ناڱراج: 1999ع).

## ناز سنائي
(1959ع)

اصل نالو: محمد عثمان

ولد: محمد خان ميمڻ

جنم: 02 آڪٽوبر 1959ع

جنم هنڌ: مانجهند، ضلعو ڄامشورو

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: تنقيد نگار، مترجم، پبلشر

نوڪري: ڊائريڪٽر (هائوسنگ ڪوآپريٽو سوسائٽي)

خدمتون: بانيڪار: سنڌي ساهت گهر حيدرآباد

ايڊيٽر: ماهوار ڪينجهر حيدرآباد

چيل ڪتاب:

1. ڏکيون جان نه مڙن (انٽرويو: 1981ع)
2. ڪچان ته ڪانئر (تنقيدي مضمون: 1983ع)
3. ماءِ ڪاهوڙي مليا (خاڪا: 1984ع)
4. رچي جي ريتو ٿيا (سوانح، ترجمو: 1984ع)
5. ڏونگر جن ڏوريا (سوانح، ترجمو: 1984ع)
6. دادر پل جا پار (ناول، ترجمو: 1987ع)
7. حفيظ شيخ (سوانح ۽ ڪهاڻيون، مرتب: 1987ع).
8. منهنجو عزم فولاد.

9. سنڌ جو سفر (ترتيب)
10. تيڊ جي ڪهاڻي (اجيل باڻري: 1987ع)
11. ٿوان چار درويش (سوانح: 1989ع)
12. سچ مان ڊوڪو (ڪهاڻيون: 1989ع)
13. سنڌ جي تاريخ جا تحقيقي مسئلا (مرتب: 1989ع)
14. بوهيي جون تحريرون (ترتيب: 1994ع)
15. آريسر پنهنجي تحريرن جي آئيني ۾ (1997ع)
16. تو پڇاڻان سپرين (سائين جي.ايم سيد بابت: 1998ع)
17. تو پڇاڻان سپرين (جي. ايم .سيد بابت، سهيڙ: 1998ع)
18. شيخ اياز: هڪ شاعر، هڪ عاشق (ترتيب، خط)
19. ٿي چڻنگ ڪري چمڪات اچا (2000ع)
20. مان پڙاڏو سڏ جو (ادبي مقالا: 2001ع)
21. اسان جو لطيف (ترتيب)
22. ماڻڪ مٽ سندوم (ماڻڪ جون ڪهاڻيون، ترتيب)
23. ورهاڱي کان اڳ ڇپيل سنڌي ڪتاب (تحقيق: 2011ع)
24. آتم ڪٿائون چار پاڱا، تنقيد)

## ناياب سرڪش سنڌي
## (1965ع)

اصل نالو: رضيه

ولديت: سرڪش سنڌي

جنم: فيبروري 1965ع

جنم هنڌ: ڳوٺ سيد واهڻ، لڳ ڊکري، تعلقو ڳڙهي ياسين، ضلعو شڪارپور

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)، بي ايڊ

ادبي سڃاڻپ: شاعر، ڪالم نويس

نوڪري: استاد

ڇپيل ڪتاب:

1. مون آهين تون (شاعري: 2012ع).
2. ڇا ڇا پڇوٿ ڇا ڇا هيو اسرڪش سنڌيءَ بابت، ساجد چانڊيو سان ڪڏ: 2013ع.
3. ڍڪ پاڻيءَ ۾ ٻڏي مران (نثري ٽڪرا، ڪالم).

## ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
## (1917ع_2011ع)

پورو نالو: نبي بخش

ولد: علي محمد لغاري

جنم: 16 ڊسمبر 1917ع

جنم هنڌ: ڳوٺ جعفر خان لغاري ضلعو سانگهڙ

تعليم: پي ايڇ ڊي (تعليم جي موضوع تي ڪولمبا يونيورسٽي نيويارڪ :1949ع)

ادبي سڃاڻپ: لوڪ ادب پارکو اسڪالر، لطيف شناس، لغت نويس

خدمتون: پروفيسر: سنڌ يونيورسٽيءَ جي انسٽيٽيوٽ آف ايڊيوڪيشن (سيپٽمبر 1951ع).

ڊائريڪٽر ۽ ڊين فيڪلٽي آف ايڊيوڪيشن.

وائيس چانسلر: سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو (ڊسمبر 1973ع کان جنوري 1976ع).

وفاقي سيڪريٽري: تعليم ۽ ثقافت (جنوري 1976ع کان 09 مارچ 1979ع).

وائيس چانسلر: اسلامي يونيورسٽي اسلام آباد (22 نومبر 1980ع کان آگسٽ 1983ع).

باني چيئرمين: سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد (1991ع کان 1993ع).

نگران صوبائي وزير: تعليم، زراعت ۽ جهنگلي جيوت (1993ع).

اعزازي ڊائريڪٽر: علامه آءِ. آءِ قاضي چيئر، سنڌ يونيورسٽي 1991ع کان 2011ع
ملڻ ايوارڊ: تمغهٔ امتياز 1962ع ۽ 1968، ستاره قائد اعظم، پرائيڊ آف پرفارمنس 1979ع، صدارتي ايوارڊ: اعزاز ڪمال 1991ع، صدارتي ايوارڊ: ستاره امتياز 2001ع
وفات: 06 اپريل 2011ع

## ڇپيل ڪتابن جو موضوع وار تفصيل

لوڪ ادب:

1. بيلاين جا ٻول (1951ع).
2. لاڪو ڦلاڻي (1958ع).
3. مداحون ۽ مناجاتون (1959ع).
4. مناقبا (1960ع).
5. معجزا (1960ع).
6. ٽيهه اکريون (پاڱو پهريون: 1960ع).
7. مولود (1961ع).
8. ٽيهه اکريون (پاڱو ٻيو: 1961ع).
9. هفتا، ڏينهن، راتيون ۽ مهينا (1961ع).
10. واقعاتي بيت (1961ع).
11. مناظرا (1961ع).
12. ڳيچ (جلد پهريون ۽ ٻيو: 1963ع).
13. لوڪ گيت (1965ع).
14. پروليون، ڏٺ، معمائون ۽ ٻول (1965ع).
15. ڳجهارتون (1969ع).
16. ڏور (1970ع).

17. بيت (1971ع).
18. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون_1 (بادشاهن ۽ راڻين، شهزادن ۽ شهزادين جون ڳالهيون:1960ع).
19. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون_4 (بادشاهن، شاهوڪارن، ڌاڙهن، ٺڳن ۽ ٻين جون ڪهاڻيون: 1961ع).
20. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون_5 (ٻاراڻيون آکاڻيون: 1962ع).
21. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون_6 (جانورن ۽ پکين جون آکاڻيون:1964ع).
22. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون_7 (ڳاهن سان ڳالهيون:1964ع).
23. مشهور سنڌي قصا: سنڌ جا عشقيه داستان_1 (موکي متارا، مري ۽ مگ ٺڙ، اُڍو ڪيهر ۽ هوٿل پري، ڦل وڏڻو ۽ پوري، لاکو ڦلاڻي: 1964ع).
24. مشهور سنڌي قصا_7 (ٻاهريان قصا ۽ عشقيه داستان:1964ع).
25. سنڌ جي سورهيائي ۽ هنرمنديءَ جو داستان (مورڙو ۽ مانگر مڇ: 1967ع).
26. مشهور سنڌي قصا ۽ عشقيه داستان_8 (ڍول مارو: 1969ع).
27. مشهور سنڌي قصا ۽ عشقيه داستان_3 (ليلان چنيسر: 1971ع).
28. مشهور سنڌي قصا: سنڌ جا عشقيه داستان_2 (سهڻي ميهار، نوري ڄام تماچي:1972ع).
29. مشهور سنڌي قصا: عشقيه داستان_5 (مومل راڻو: 1975ع).
30. مشهور سنڌي قصا ۽ عشقيه داستان_6 (سورٺ راءِ ڏياچ ۽ هير رانجهو: 1976ع).
31. مشهور سنڌي قصا ۽ عشقيه داستان_7 (سنڌ جي حب الوطنيءَ جو داستان عمر مارئي:1976ع).
32. مشهور سنڌي قصا: رزميه داستان_1 (دودو چنيسر، جُلد پهريون:1976ع).
33. مشهور سنڌي قصا: عشقيه داستان_4 (سسئي پنهون: 1976ع).
34. مشهور سنڌي قصا: رزميه داستان_2 (دودو چنيسر، جُلد ٻيو:1977ع).
35. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون_2 (بادشاهن، وزيرن ۽ سوداگرن جون ڳالهيون: 1977ع).

36. رسمون، رواج ۽ سونهن سانت (1978ع).
37. جنگناما (1984ع).
38. ٿانيون (جلد پهريون: 1985ع).
39. سنڌي سينگار شاعري (1986ع).
40. سنڌي سينگار شاعري (1986ع).
41. ٿانيون (جلد ٻيو: 1987ع).
42. سنڌي لوڪ ڪهاڻيون 3 (پرين، ديون، جادوگرن، ڏائڻن ۽ نجومين جون ڳالهيون: 1987ع).
43. ٿانيون (جلد ٽيون: 1990ع).
44. سنڌي هنر شاعري (1991ع).
45. هنر (1991ع).
46. هر گنيو (آخوند عبدالرحيم وفا عباسي، مقدمو ۽ ايڊيٽنگ: 1993ع).
47. ٽڙجا بيت (سانوڻ فقير ۽ سنڌس ساٿاري)

سنڌي اساسي /ڪلاسيڪي شاعرن جو ڪلام

1. ڪلياتِ حمل (1953ع).
2. سيف الملوڪ عرف سيف نامو (مولوي لطف عليءَ جو سرائڪي ڪلام: 1960ع).
3. ميين شاهه عنات جو ڪلام (1963ع).
4. خليفي صاحب جو رسالو (خليفو نبي بخش لغاري: 1966ع).
5. شاهه لطف الله قادريءَ جو ڪلام (1968ع).
6. ڪلام نواب ولي محمد خان لغاري (1968ع).
7. ڪليات سانگي (مير عبدالحسين سانگي: 1969ع).
8. شاهه شريف پاڏائيءَ جو رسالو (1972ع).
9. راڳنامو (صوفي صادق فقير سومري جو ڪلام: 1981ع).

10. رسالو غلام محمد خانزئيءَ جو (1985ع).
11. قاضي قاضن جو رسالو (1999ع).
12. رسالو پير غوث محمد شاهه ڪڇ واري جو (مهيش ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو).

**لطيفيات**

1. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام ۾ اسلامي قدر (مرتب: 1967ع).
2. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام ۾ انساني اخلاق ۽ ڪردار جو معيار (مرتب: 1968ع).
3. حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي: سنڌي ٻوليءَ جو معمار (مرتب: 1969ع).
4. سُر ڪليان جو مطالعو (مرتب: 1970ع).
5. سُر يمن جو مطالعو (مرتب: 1971ع).
6. سُر کنڀات جو مطالعو (مرتب: 1972ع).
7. سُر سريراڳ جو مطالعو (مرتب: 1973ع).
8. سُر سسئي آبري جو مطالعو (مرتب: 1976ع).
9. سُر سسئي معذوري جو مطالعو (مرتب: 1977ع).
10. شاهه جو رسالو (جلد پهريون: 1989ع).
11. شاهه عبداللطيف ڀٽائي (مقالا، مرتب ڊاڪٽر بشير احمد شاد: 1990ع).
12. شاهه جو رسالو (جلد ٻيو: 1992ع).
13. شاهه جو رسالو (جلد ٽيون: 1994ع).
14. شاهه جو رسالو (جلد ڇهون: 1995ع).
15. شاهه جو رسالو (جلد چوٿون: 1997ع).
16. شاهه جو رسالو (جلد پنجون: 1997ع).
17. شاهه جو رسالو (جلد ستون: 1998ع).

18. شاهه جو رسالو (ڇهون جلد: ٻاويهون ۽ ٽيويهون، شاهه جي ڪلام جو مڪمل متن: 1999ع).
19. شاهه جو رسالو (جلد ڏهون: 1996ع).
20. شاهه جي رسالي جي ترتيب (2008ع).
21. شاهه جو رسالو (هڪ جلدي: 2009ع).
22. لطيف سالگرهه مخزن (جلد پهريون: 1960ع کان 1964ع، مرتب ڊاڪٽر مخمور بخاري: 2012ع).
23. شاهه عبداللطيف (حياتيءَ جو احوال ۽ رسالي جي تاريخ: 2012ع).

لغتون

1. سنڌي اردو لغت (غلام مصطفيٰ خان سان گڏ: 1959ع).
2. جامع اردو لغات (ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان سان گڏ: 1959ع).
3. جامع سنڌي لغات (جلد پهريون: 1960ع).
4. جامع سنڌي لغات (جلد ٻيو: 1981ع).
5. جامع سنڌي لغات (جلد ٽيون: 1984ع).
6. جامع سنڌي لغات (جلد چوٿون: 1985ع).
7. جامع سنڌي لغات (جلد پنجون: 1988ع).
8. هڪ جلدي لغت (1998ع).
9. روشني (شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي ڪلام جي لغت: 2002ع).

سنڌي ٻولي، ادب ۽ موسيقيءَ بابت

1. سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ (1962ع).
2. سنڌي موسيقيءَ جي مختصر تاريخ (1978ع).
3. سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي (1992ع).
4. سنڌي ٻوليءَ جو آڳاٽو منظوم ذخيرو (1993ع).
5. جتڪي ٻولي (2003ع).

سنڌ جي تاريخ

1. تاريخ معصومي (فارسي متن جو سنڌي ترجمو: مخدوم امير احمد. تحقيق وضاحتي نوٽ ۽ مقدمو: 1953ع).

2. فتح نامو عرف چچنامو (فارسي متن جو سنڌي ترجمو: مخدوم امير احمد. مقدمو حواشي: 1954ع).

3. تحفته الڪرام (فارسي متن جو سنڌي ترجمو: مخدوم امير احمد. ايڊيٽنگ ۽ مقدمو: 1957ع).

4. سومرن جو دور (دودي چنيسر جي ڳالهه ۽ ٻئي روايتي ذخيري جي روشنيءَ ۾: 1980ع).

5. باقيات از احوال ڪلهوڙا (2017ع).

**متفرق ڪتاب**

1. ڪڏهن (افسانو: 1946ع).
2. سپ رنگ (1968ع).
3. سنڌ جي مڇي: مٺي جي مڇيءَ جو مطالعو (1993ع).
4. سنڌ جي مڇي: کاري جي مڇيءَ جو مطالعو (1995ع).
5. منهنجو ڳوٺ: جعفر خان لغاري (يادگيرون: 1999ع).
6. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد پهريون: 2000ع).
7. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد ٻيو: 2001ع).
8. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد ٽيون: 2002ع).
9. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد چوٿون: 2003ع).
10. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد پنجون: 2003ع).
11. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد ڇهون: 2005ع).
12. عالمي تاريخ جو مختصر خاڪو (2005ع).
13. علم موسيقي (رمضان واڍو: 2006ع).

14. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جُلد ستون:2006ع).

15. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جُلد اٺون:2008ع).

16. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جُلد نائون:2010ع).

17. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جُلد ڏهون:2010ع).

18. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جُلد يارهون، پهريان پنج گڏيل جُلد:1 2011ع).

19. رهاڻ هيرن ڪاڻ (جُلد ٻارهون، پويان پنج گڏيل:2012ع).

20. سنڌ جا قديم آثار ۽ تاريخ (مرتب: ڊاڪٽر محمد علي مانجهي:2012ع).

21. سانگين سنڀارون (ڊاڪٽر بلوچ ۽ ٻين اديبن جا خط مرتب، عنايت بلوچ:2013ع).

22. ڊاڪٽر بلوچ جا مقالا (سهيڙ ارشد بلوچ:2014ع).

23. خط ۽ خيال (سائين جي ايم سيد ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جا خط، مرتب، ڊاڪٽر آزاد قاضي:2015ع).

اردو ڪتاب

1. سنڌ ۾ اردو شاعري (سترهين صدي کان 1930ع تائين، ترتيب ۽ تدوين: 1967ع).

2. طلب اور تعليم (قائد اعظم نې ڪيا سوچا اور ڪيا ڪها: 1976ع).

3. ديوانِ شوق افزا عرف ديوانِ صابر (اوائلي اردو شاعر: 1984ع).

4. مولانا آزاد سبحاني (تحريڪِ آزاديءَ جا رهنما: 1989ع).

5. ديوانِ ماتم (فضل محمد طبيب حيدرآبادي، اٺويهين صديءَ جو شاعر: 1990ع).

6. ڪابل ڪي ڊائري (مولانا عبيدالله سنڌي).

7. لوڪ ڪهانيان (ڊاڪٽر سعديہ نسيم آرا: 2007ع).

8. سنڌي زبان و ادب ڪي تاريخ (شذره صديقي:2009ع).

فارسي ڪتاب

1. ديوانِ غلام (نواب غلام محمد خان لغاريءَ جو ڪلام: 1959ع).

2. لبِ تاريخ سنڌ (فارسي متن، مصنف، خداداد خان، ايڊيٽنگ ۽ حواشي: 1959ع).

3. تاريخ طاهري (فارسي متن: مصنف طارق محمد نسيياني: حاشيا، وضاحتون ۽ مقدمو: 1964ع).

4. حاصل النهج (فارسي متن: مصنف: محمد جعفر بوبڪائي: ايڊيٽنگ ۽ انگريزي مقدمو: 1969ع).

5. فتح نامہ سنڌ (اصل فارسي متن، تفصيلي انگريزي مقدمو ۽ وضاحتون: 1983ع).

6. باقيات از ڪلهوڙا (فارسي متن، تحقيق، ترتيب ۽ مقدمو: 1996ع).

7. تاريخ بلوچي (فارسي متن، مصنف عبدالمجيد جوکيو اردو ترجمو خضر نوشاهي، مقدمو: 1996ع).

عربي ڪتاب (ايڊيٽنگ ۽ مقدما)

1. نتف من شعر ابي عطا (1961ع).

2. غرت الزيجات (البيروني، مقدمو ۽ ايڊيٽنگ: 1973ع)

ڊاڪٽر بلوچ جي فن ۽ شخصيت بابت ڪتاب

1. ڊاڪٽر بلوچ: هڪ مطالعو (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو: 1998ع).

2. ڊاڪٽر بلوچ جون ترب جون ڪچهريون (مرتب، سگهڙ عبدالرحمان مهيسر: 2001ع).

3. ڊاڪٽر بلوچ ـ هڪ مثالي انسان (جلد پهريون، ترتيب: تاج جويو: 2001ع).

4. ڊاڪٽر بلوچ ـ هڪ مثالي انسان (جلد ٻيو، ترتيب: تاج جويو: 2002ع).

5. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: تعزيتي تاثرات (2011ع).

6. سنڌ جو ڌهين ٻار: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (محمد عمر چند).

7. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي سگهڙائپ (ڊاڪٽر ڪمال جامڙو: 2018ع).

# نثار بزمي
## (1924ع_2000ع)

اصل نالو: قلندر بخش

ولد: محمد حسن خان جوڻيجو

جنم: 13 جون 1924ع

جنم هنڌ: مرزاپور، تعلقو ڳڙهي ياسين، ضلعو شڪارپور

تعليم: اديب فاضل

ادبي سڃاڻپ: شاعر، ڪهاڻيڪار

نوڪري: ٽپيدار

وفات: 07 جولاءِ 2000ع

ڇپيل ڪتاب:

1. اوڪو پنڌ پهاڙ جو (شاعري)،
2. جذباتِ نثار (شاعري)،
3. سنڌڙي (شاعري: 1971ع)،
4. عشق نه پڇي ذات (شاعري:1972ع)،
5. سورن جي سوغات (شاعري)،
6. وڇن وراڪا (شاعري: 1980ع)،
7. ڏکن آءُ ڏڏي (شاعري: 1986ع)،
8. تاجدارِ حرم (شاعري)،
9. رت جا ڳوڙها (شاعري)،
10. ناز و نياز (شاعري)،
11. جلترنگ (شاعري)،
12. پول نثار بزميءَ جا (شاعري: 2006)،

13. ترڪي؛ تارا (ٻارن لاءِ شاعري، مرتب: غلام محمد غازي، 2008ع).
14. ڪليات نثار بزمي (مرتب: ساجد چانڊيو، سنڌي ادبي بورڊ وٽ پيل).

ڊرامن جو تفصيل

1. بيداري (ڊرامو).
2. غريبن جي آهه (ڊرامو)
3. البيلي (سنڌي فلم لاءِ گيت).
4. سنڌڙي؛ تان صدقي (سنڌي فلم لاءِ گيت).

## ڊاڪٽر نجم نور ڦلپوٽو
## (1958ع)

پورو نالو: نجم

ولديت: نور محمد ڦلپوٽو

جنم: 19 جون 1958ع

جنم هنڌ: خيرپور ميرس

تعليم: پي ايچ ڊي (سوشيالاجي)

پي ايچ ڊي؛ جو موضوع: سنڌ ۾ ڪاروڪاري

ادبي سڃاڻپ: شاعر، ڪالم نگار

نوڪري: پروفيسر (ر)

خدمتون: چيئرپرسن (سوشيالاجي شعبو خيرپور يونيورسٽي)

ڇپيل ڪتاب:

1. چنڊ ۾ اجرڪ (شاعري: 2000ع).
2. نورالوري (نعتيه شاعري: 2013ع).
3. صبح جو سلام (اخباري ڪالم).

## نجم عباسي
## (1927ع_1995ع)

پورو نالو: نجم الدين

ولد: الهندو خان عباسي

جنم: 18 آڪٽوبر 1927ع

جنم هنڌ: خانواهڻ، ضلعو نوشهرو فيروز

تعليم: ايم بي بي ايس

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، ناول نويس، مضمون نويس، مترجم

پهرين ڪهاڻي: همت ۽ ڪوشش (1944ع)

وفات: 25 آڪٽوبر 1995ع

ڇپيل ڪتاب:

1. طوفانن جي تمنا (ڪهاڻيون: 1969ع).
2. پٿر تي ليڪو (ڪهاڻيون: 1973ع).
3. ڳاڙهي لالٽين (ترجمو ناول: 1974ع).
4. جيڪي منهنجي من ۾ آهي (ڪهاڻيون: 1977ع).
5. ناچڻي (ڪهاڻيون: 1978ع).
6. ايڏو سور سهي (ڪهاڻيون: 1978ع).
7. مون پڻ ڳايو هو (شاعري:1979ع).
8. ڏنگر ائين ڏٿل (آتم ڪٿا:1980ع).
9. رشتا ناتا (ڪهاڻيون: 1981ع).
10. سورج هوندي مرجهايل (ڪهاڻيون: 1982ع).
11. للڪار (ڪهاڻيون: 1983ع).
12. پيار ڪهاڻي (ناول: 1984ع).

13. ٿلهيون (ناول: 1984ع).
14. پروفيسر (ڪهاڻيون: 1984ع).
15. ڪهاڻيءَ جو ڏاڏلو (تنقيد: 1986ع).
16. گانڌي (ترجمو سوانح: 1987ع).
17. تصوف جي ڇيڙ ڇاڙ (مضمون: 1987ع).
18. تلاش (ناول:1987ع).
19. مٺي سنڌ سڪار (ڪهاڻيون: 1988ع).
20. لينن جي انقلابي ڪهاڻي (ترجمو:1989ع).
21. ماسترياڻي (روسي ناول جو ترجمو: 1988ع).
22. منهنجون بهترين ڪهاڻيون (چونڊ ڪهاڻيون: 1991ع).
23. پاڻ پرينا آهيون (ڪهاڻيون: 1992ع).
24. اوچا ڳاٽ پهاڙن جا (ڪهاڻيون، انٽرويو: 1993ع).
25. جبل مٿي باهڙي (خط مرتب، يوسف سنڌي: 2007ع).
26. دل وارن جي دنيا (ڏه ماهي مهراڻ ۾ ڇپيل ڪهاڻيون مرتب، يوسف سنڌي: 2009ع).
27. ڪرفيو ۾ لکيل ڊائري (2011ع).

## نذير ناز
## (1953ع)

پورو نالو: نذير بيگم

ولديت:امير بخش پيرزادو

جنم: 15 مارچ 1953ع

جنم هنڌ: حيدرآباد

تعليم: ايم اي (سوشيالاجي)

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، شاعر، پبلشر

خدمتون: ٻاتيڪار (ناري پبليڪيشن حيدرآباد)

چپيل ڪتاب:

1. هيلوڪو وري آ (ڪهاڻيون:1985ع).
2. جهرٽا (ڪالم: 1986ع).
3. غزل چونڊ چوان (شاعري:2004ع).
4. لهرن لک شاباس (مقالا ۽ مضمون).
5. ٿيندو تن طبيب (صحت بابت).
6. هڪ ڇوڪري عجيب ملڪ ۾ (ٻارن لاءِ).

## نسرين سيد
## (1978ع)

پورو نالو: نسرين سيد

جنم: 17 ڊسمبر 1978ع

جنم هنڌ: خيرپور ناٿن شاهه

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، شاعر

نوڪري: ليڪچرار

چپيل ڪتاب:

1. ڪنهن ڪنهن جي ننڊ چورائي (شاعري).
2. حويليءَ ۾ گم ٿيل وجود (ڪهاڻيون).
3. اسان جي ڳلين ۾ اوهان جا حوالا (شاعري: 2004ع).
4. من اندر ڪير ته آهي (شاعرائو نثر: 2006ع).
5. درد جي پاڇي ۾ (ڪهاڻيون: 2015ع).

# نسيم کرل
## (1939ع_1978ع)

پورو نالو: نسيم احمد

ولد: عبدالڪريم کرل

جنم: 29 جون 1939ع

جنم هنڌ: ڳوٺ کرل، تعلقو گمبٽ ضلعو خيرپور ميرس

تعليم: بي اي ايل ايل بي

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار

ڇپيل پهرين ڪهاڻي: مور سمجهي ڪو (1958ع)

وفات: 14 جولاءِ 1978ع

ڇپيل ڪتاب:

1. اکيون آرسيون (ڪهاڻيون: 1968ع)،
2. ڪڙندا ڪنڌار (ڪهاڻيون: 1968ع)،
3. چوٽيهون در (ڪهاڻيون: 1973ع)،
4. شبنم شبنم ڪنول ڪنول (ڪهاڻيون: 1976ع)،
5. ڊمي (ڪهاڻيون ۽ مضمون: 1984ع)،
6. وڏو ڪهاڻيڪار وڏو انسان- نسيم کرل (ترتيب: تاج جويو)،
7. نسيم کرل جون ڪهاڻيون (مرتب، دانش نواز: 2007ع)،

نسيم کرل جي فن ۽ شخصيت بابت ڪتاب

1. نسيم کرل ۽ سندس فن پروفيسر ڪشمير سومرو: 2014ع)،
2. نسيم 1 (مرتب، ابراهيم کرل: 2019ع)،
3. نسيم کرل جي ڪهاڻين جو تنقيدي جائزو (پي ايڇ ڊي جو موضوع ابراهيم کرل: 2020ع)

## نصرت حسين ابڙو
## (1938ع_2004ع)

پورو نالو: نصرت حسين

جنم: 01 ڊسمبر 1938ع

جنم هنڌ: مدئجي، ضلعو شڪارپور

تعليم: ماسٽرس

ادبي سڃاڻپ: نثر نويس، لطيف شناس، مزاح نگار

نوڪري: ڊائريڪٽر (اطلاعات کاتو سنڌ)

وفات: 22 جنوري 2004ع

ڇپيل ڪتاب:

1. ڪراچي: روشنين جو شهر (مضمون).
2. سنڌ جا ڪالم نگار (تحقيق: 1998ع).

## نصير مرزا
## (1956ع)

پورو نالو: نصير علي بيگ

ولد: ناصر علي بيگ

جنم: 20 جولاءِ 1956ع

جنم هنڌ: ٽنڊو نور محمد حيدرآباد

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب، صحافت)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، ڪالم نويس، سوانح نگار، براڊ ڪاسٽر

نوڪري: ڪنٽرولر (ريڊيو پاڪستان حيدرآباد)

ڇپيل ڪتاب:

1. ڌرتيءَ جا تارا (ٻارن لاءِ شاعري: 1979ع)
2. خوشبوءِ جي سنگ سنگ (شاعري: 1980ع)
3. سفر من اندر (سفرنامو: 1985ع)
4. ويرانين جو اوپن ايئر ٿيئٽر (سفرنامو: 1989ع)
5. نادر بيگ مرزا جون ڪهاڻيون (مرتب: 1992ع)
6. سڏ پڙاڏو (غلام رباني بابت، مرتب: 1993ع)
7. ڌرتي سارو ديس (مختلف اديبن جا چونڊ سفرناما، مرتب: 1994ع)
8. اڃو پکي واءُ ۾ (شيخ حفيظ جون ڪهاڻيون، سوانح: 1997ع)
9. سامي سچ وڙاءَ (شيخ اياز بابت، مرتب: 1998ع)
10. خيمي ۾ شام (انٽرويو، مهاڳ ۽ سفرنامو: 2001ع)
11. ڇهه ڇهه پشا ڀر پايون (ڪشنچند بيوس جي ٻارن لاءِ شاعري، مرتب: 2001ع)
12. سهڻو پاڙ سڏائي ويا (ممتاز مرزا بابت: 2004ع)
13. جيجي (جيجي زرينه بلوچ جي اينٿالاجي، مرتب: 2006ع)
14. شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ (سوانح: 2006ع)
15. ٿي سگهيس نه شاعر (شاعري: 2007ع)
16. منهنجو خواب محل (زاهده ابڙو جون ڪهاڻيون ۽ شاعري، سهيڙ: 2008ع)
17. قليچ البم (مرزا قليچ بيگ جو تصويري البم: 2009ع)
18. ع ق شيخ: ڪوهه ڪاف شيخ (ع ق شيخ بابت، مرتب: 2010ع)
19. ديلي ٿي ٽڪي (ٻارن لاءِ ريڊيائي گيت، مرتب: 2010ع)
20. ريڊيو حيدرآباد (ترتيب: 2010ع)
21. ڇيو روئي ٿي هيئنڻ صغري ھ (سنڌي مرثيو، مرتب)
22. استاد بلاول بيلجم (اينٿالاجي: 2011ع)
23. طارق ڪتاب (طارق عالم ابڙي بابت، مرتب: 2011ع)

24. ريڊيو حيدرآباد ڪئٽلاگ (ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي موجود ڪلامن جو رڪارڊ: 2012ع)
25. نيا قلب قرار (غلام رباني آگري جا مضمون، يادگيريون، ترجما، مرتب: 2013ع)
26. مراد صاحب (مراد علي مرزا بابت: 2014ع)
27. ڊپٽي صاحب (غلام محمد ميمڻ جي انتالاجي: 2014ع)
28. ڪڏهن ڪڏهن (ڪاوش ۾ ڇپيل ڪالم: 2015ع)
29. منهنجو سائين (نثار حسيني جي اينٿالاجي: 2015ع)
30. جيئڻ سو تارو صبح جو (آغا سليم جي اينٿالاجي، مرتب: 2016ع)
31. حميد سنڌي: هڪ اٽل انسان (مرتب: 2016ع)
32. پيڙا جو پڙلاءُ (خيرالنساءَ جعفري جي اينٿالاجي: 2017ع)
33. خاتونِ اول ڪهاڻيڪاره ثميره زرين (اينٿالاجي: 2018ع)
34. قليچ ڊراما (مرزا قليچ بيگ جي ڊرامن جو ڪليات، سهيڙ 2020ع)

## نگر چنا
## (1968ع)

پورو نالو: ضياءُ المصطفيٰ

ولديت: مولانا غلام حسين چنا

جنم: 22 فيبروري 1968ع

جنم هنڌ: نصير آباد، ضلعو قنبر شهدادڪوٽ

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: مترجم، ڪهاڻيڪار

ڇپيل ڪتاب:

1. سنده ڪي پسماندگي- اسباب اور حل (نصير ميمڻ جي مضمونن جو ترجمو: 2007ع

2. وقت جي طاقت (2011ع)
3. نوحه گر (يوسف سنڌيءَ جي ڪهاڻين جي اردو ترجمو: 2011ع
4. چلو چلين پنجاب (سفرنامو ترجمو: 2012ع)
5. مسافر مڪراڻي (شيخ اياز جي ڪهاڻين جو ترجمو: 2012ع)
6. مسافتين ياد ڪي (ناول، ترجمو: 2015ع)
7. اسان جي زماني جو سورمو (ناول، ترجمو: 2016ع)
8. وڻا جو رڻ پٽ (ناول، ترجمو: 2016ع)
9. سائي مين دهوپ (اخلاق انصاري جي ڪهاڻين جو ترجمو: 2017ع)
10. شهنشاهه اڪبر (تاريخ، ترجمو)
11. ذهن جي ڪرشماتي طاقت (نفسيات، ترجمو: 2017ع)
12. روشني ڪي تلاش (آغا سليم جي ناوليٽ جو ترجمو: 2017ع)
13. غدار (ناول، ترجمو: 2017ع)
14. شرم ٻوٽي (ناول، ترجمو: 2017ع)
15. هندستان: تاريخ، تهذيب، تمدن ۽ فلسفي جو داستان (تاريخ: 2017ع)
16. سرمائي (انور شيخ جي ڪهاڻين جو ترجمو: 2017ع)
17. ماتم هڪ عورت جو (ناول، ترجمو: 2018ع)
18. دروازا کهول (روشن علي ٽنيو جي ڪهاڻينجو ترجمو: 2019ع)
19. واٽ اوائي (ناول، ترجمو: 2020ع
20. تيسرا لباس (ڪهاڻين جو ترجمو: 2010ع)
21. مان (موهن ڪلپنا جي ناوليٽ جو ترجمو)

## نماڻو فقير
## (1888ع_1963ع)

اصل نالو: هاسي ٻائي، رکي ٻائي

ولديت: ڏوڏارام

جنم: 1888ع

جنم هنڌ: شڪارپور

سڃاڻپ: سچل سرمست درگاھ جي مريدياڻي

وفات: 23 مارچ 1963ع

ڇپيل ڪتاب:

1. سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام (1952ع).

## نواز خان زئور
## (1971ع)

پورو نالو: نواز خان

جنم: 30 آگسٽ 1971ع

جنم هنڌ: ڳوٺ احمد خان زئور، تعلقو ميرپور بٺورو

تعليم: ايم اي (سنڌي)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، ناول نگار، ڪالم نگار، قومپرست

ڇپيل ڪتاب:

1. ڪالهہ گڏيوسون ڪاپڙي (جي. ايم. سيد تي مضمون: 1997ع).
2. وڇون اتر واءُ (شاعري: 2005ع).
3. ڦيدي تخت لاهور جو (جيل ڊائري: 2005ع).
4. خماريل هوا گلابي ڳليون (سنڌ يونيورسٽيءَ جون يادگيريون: 2008ع).

5. ڪٽيون ڪيئي قيد ۾ گذريون (جيل ڊائري:2009ع).
6. قومي آزادي (سياسي مضمون:2009ع).
7. رنگ رتو آڪاس (نثري ٽڪرا: 2010ع).
8. ڪو ڪيئن نہ ڀورڙي مقتل ڏي (خاڪا: 2012ع).
9. دل جو غبار (مولانا ابوالڪلام آزاد جي ڪتاب غبار خاطر جو سنڌي ترجمو).
10. يارنهن منٽ (پائلو ڪوهلو جي مشهور ناول Eleven Minutes جو ترجمو).
11. لاڙ لهرون سمنڊ (شاعري: 2012ع).
12. جوين ۾ ٽي ڏينهڙا (ناول:2014ع).
13. روپوش ليينن (ناول، ترجمو).
14. تقرير جا گر (شورش ڪاشميري جي ڪتاب جو ترجمو:2014ع).
15. سنڌ، هاجا ۽ هيٺا ماڻهو (مضمون).
16. آزاد رواداري جمهوري سنڌ (مضمون: 2015ع).
17. سنڌ ڪي صدائين (اردو: 2019ع).
18. سنڌو نديءَ جو مقدمو (2019ع).

## ڊاڪٽر نواز علي شوق
## (1940ع)

پورو نالو: نواز علي

ولد: تاج محمد سهرياڻي

جنم: 01 جولاءِ 1940ع

جنم هنڌ: ڳوٺ رحمت خان سهرياڻي، ضلعو ڪنڊڪوٽ ايٽ ڪشمور

تعليم: پي ايچ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايچ ڊيءَ جو موضوع: فقير هدايت علي نجفي جو سنڌي ڪلام (1977ع)

ادبي سڃاڻپ: محقق، مرتب

نوڪري: پروفيسر (سنڌي شعبو ڪراچي يونيورسٽي)

خدمتون: چيئرمين: سنڌي شعبو ڪراچي يونيورسٽي

چيئرمين: سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد 1994ع کان 1995ع

چيل ڪتاب:

1. ڪلامِ حضرت سچل سرمست (مرتب: 1981ع).
2. وڏن جو ادب (ٻارن لاءِ: 1981ع).
3. سامي سغر هليا (سفرنامو: 1981ع).
4. آديسي آئي ويا (غزلن جي شاعرن جو تذڪرو: 1981ع).
5. نينهن جا نعرا (سچل سرمست جي فارسي مثنوين جو سنڌي منظوم ترجمو: 1983ع).
6. شر ڏهر (لطيفيات، مرتب: 1989ع).
7. سچل سارو سچ (مرتب: 1989ع).
8. ديوان تارڪ (مرتب: 1989ع).
9. شمس العلماء مرزا قليچ بيگ (1990ع).
10. گيتن جي گلزاري (مرتب).
11. سچل سرمست جو طالب (تحقيق: 1992ع).
12. فقير محمد ملاح (سوانح: 1992ع).
13. هندستان جي ٻولين جو جائزو (ترجمو: 1994ع).
14. شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ منظر نگاري (ايم اي جو مونو گراف: 1994ع).
15. قلندريءَ ان سان لاڳاپيل منسلڪ (سائمن ڊگبي، ترجمو: 1997ع).
16. ڪلام فقير عبدالله ڪاتيار (مرتب: 1998ع).
17. سنڌ جو عطار (سچل سرمست بابت: 1999ع).
18. ڪرڙي جي جنگ (مرتب).

19. مسڪر، بکر ۽ روهڙي: تاريخي مطالعو (مرتب: 2001ع).
20. صوفي روحل فقير (مرتب: 2001ع).
21. سدا سرها گل (مرتب: 2001ع).
22. ڪلام شاهه نصير (مرتب:2004ع).
23. ڪلام عثمان فقير سانگي (2004ع).
24. ٿر ۽ پارڪر جو احوال (ايس اين رئڪس جي ڪتاب جو سنڌي ترجمو: 2005ع).
25. ڪليات علوي (مرتب).
26. سنڌ جا هنر (مرتب).
27. ملاوٽ جا ماهر (مزاحيه مضمون، ڊراما، ڪهاڻيون).
28. ونڊر ۽ وٽڪار (مقالا، مضمون ۽ شاعري).
29. هيڪار (مختلف ليکڪن جا چونڊ مضمون).
30. ادبي اشارا (تنقيدي مضمون).
31. معلوماتي مٺيا (ٻارن لاءِ).
32. سياڻو سهو (ٻارن لاءِ).
33. بيوقوف بگھڙ (ٻارن لاءِ).
34. مڪلي نامه (پير حسام الدين راشدي، اردو: 2011ع).
35. مير معصوم بکري (پير حسام الدين راشدي، اردو: 2011ع).
36. قلندر، صوفي ۽ ملامتي (2011ع).
37. فقير هدايت علي نجفي جو سنڌي ڪلام (2012ع).
38. فيض جي آسپاس (پروفيسر سحر انصاري جي ڪتاب جو ترجمو: 2013ع).
39. احوال و آثار لعل شهباز قلندر رح (مرتب: 2014ع).
40. مڪلي تڪري (انئميري ميري شمل جي مقالي جو ترجمو: 2019ع)

# نور احمد جنجهي
(1968ع)

پورو نالو: نور احمد

ولد: غلام محمد جنجهي

جنم: 30 نومبر 1968ع

جنم هنڌ: ڳوٺ وڪڙيو ضلعو ٿرپارڪر

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: محقق، لسانيات ماهر، مضمون نويس

نوڪري: اسسٽنٽ پروفيسر

ڇپيل ڪتاب:

1. ٿر ۾ ڳائجندڙ داستان (ترجمو: 2008ع).
2. ويجها ٿيا وصال ڪي (سهيڙ: 2010ع).
3. سماجي جاڳرتا بابت مددي ڪتاب.
4. ڳوٺاڻن جي سيڙپڪاري فنڊ بابت مددي ڪتاب.
5. يونين ڪائونسل غربت گهٽايو رٿا بابت مددي ڪتاب.
6. مقامي سهڪاري تنظيم جي تنظيمي اوسر بابت مددي ڪتاب.
7. ٿر ڪي پانيون ٿوڪ (مضمون: 2016ع).
8. مون ۾ ڏسي پاڻ کي. (اياز شناسي).
9. ڪارونجهر تي ٻاهڙي (اياز شناسي: 2016ع).
10. واريءَ تي وس. (اياز شناسي: 2017ع).
11. سنڌ جي سينڌ ميري نه ٿئي (مضمون: 2017ع).
12. ڏور تنائين ڏس (لطيفيات: 2018ع).

13. جاڳ جا پاڳ آهيون اسين (اياز شناسي).
14. پوڙهو ٿئي نہ سچ (خاڪا: 2019ع).
15. ميوزنگس (انگريزي تصوف بابت:2019ع).
16. سامين سفر ڪِنيو (سهيڙ:2019ع).
17. مون پر ڏسي پاڻ کي (اياز شناسي: 2019ع).

## ڊاڪٽر نور افروز خواجا
(1953ع)

پورو نالو: نور افروز

ولديت: احمد علي خان خواجا

جنم: 05 جولاءِ 1953ع

جنم هنڌ: حيدرآباد

تعليم: پي ايڇ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايڇ ڊي جو موضوع: ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ناول جي اوسر (1997ع)

ادبي سڃاڻپ: محقق

نوڪري: پروفيسر (سنڌي شعبو سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو)

خدمتون: چيئرپرسن (سنڌي شعبو سنڌ يونيورسٽي:2005ع کان 2011ع)

**ڇپيل ڪتاب:**

1. پرڏيهي آڪاڻيون (1978ع)
2. ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ناول جي اوسر (تحقيق: 1999ع)
3. پائي پٽ ڪٿا (مضمون: 2005ع)
4. اڳهيا سٽ سندا (لطيفيات، مرتب: 2007ع)
5. مشڪ ڪتوري مٿ (تنقيدي ۽ تحقيقي مضمون: 2010ع)

6. نوجوان ٿي لاحد ۾ (لطيفيات، مرتب: 2010ع)
7. ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ناول جي اوسر (تحقيق: 2010ع)
8. آگهر ڪيو اچن (مضمون: 2019ع)

## نورالدين سرڪي
## (1927ع_2007ع)

پورو نالو: نورالدين

ولد: ڪمال الدين سرڪي

جنم: 05 مارچ 1927ع

جنم هنڌ: شڪارپور

تعليم: ايل ايل بي

سڃاڻپ: شاعر، لطيف شناس، نثر نويس، مترجم، وڪيل

وفات: 26 سيپٽمبر 2007ع

ڇپيل ڪتاب:

1. تيئن ڇا ڪجي؟ (ٽالسٽاءِ جي ڪتاب جو ترجمو: 1957ع).
2. جي تو بيت پانيان (شاهه لطيف جا چونڊ بيت: 1990)،
3. ڪي وسرن نه مور (اديبن جا خط: 2001ع)،
4. پهاڪا: ڪلام جا ڏيئا (شاهه لطيف جا بيت: 2006ع)،

## نورالهديٰ شاهه
## (1957ع)

نالو: سيد نور الهديٰ شاهه

والد جو نالو: عبدالهادي شاهه

جنم: 22 جولاءِ 1957ع

جنم هنڌ: حيدرآباد

تعليم: بي اي

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، ناول نگار، ڊراما نگار

پهريون افسانو: حويلي شريف (هلال پاڪستان جي صفحي مگهڙين سٽ ۾)

مشهور ڪهاڻيون: جلاوطن ، پاروٿو گوشت ، دوزخي ، ٽوٽ ڀاٽ ، شريف زادي ، ڪربلا وغيره

**ڇپيل ڪتاب:**

1. جلاوطن (ڪهاڻيون: 1979ع)
2. ڪربلا (ڪهاڻيون: 1981ع)
3. رڻ ۾ رڃ جو اتهاس (ڪهاڻيون: 1988ع)
4. قيدياڻيءَ جون اکيون ۽ چنڊ (نثري نظم: 1992ع)
5. گرڀ وتي (ناول)
6. ڪيڏارو (ڪتابن جي ڪليات: 2014ع)

**ڊرامن جو تفصيل**

1. ڪارو چنڊ (پي ٽي وي: 1982ع).
2. واپسي (پي ٽي وي: 1982ع).
3. زندگيءَ جي رڻ ۾ (پي ٽي وي، سيريل: 1983ع).
4. مارئي (پي ٽي وي، سيريل: 1991ع).
5. غلام (پي ٽي وي: 1993ع).
6. جنگل (اردو پي ٽي وي).
7. اب ميرا انتظار ڪر (اردو).
8. عجائب خانه (ٽي وي ڊرامو).
9. اجنبي راستہ (اردو).

10. يې هي تو هي زندگي (اردو).
11. آدم زادي (اردو).
12. صحرا اور تپش (اردو).
13. شمن ساٿين (پي ٽي وي).
14. تپش
15. حوا کي بيٽي (اردو).
16. آسمان تڪ ديوار (اردو).
17. اڌورا وطن (اردو).
18. فاصلي (اردو).
19. عشق گمشده

## نور شاهين
## (1936ع_1995ع)

اصل نالو: بخت بلند

ولديت: شاهه محمد خان علي زئي پٺاڻ

جنم: 18 آگسٽ 1936ع

جنم هنڌ: شڪارپور

تعليم: گريجوئيشن

ادبي سڃاڻپ: نثر نويس، مترجم، شاعر

وفات: 20 سيپٽمبر 1995ع

ڇپيل ڪتاب:

1. ديار غير (ڪريم ڏني راڄپر جي سفرنامي جو اردو ترجمو).
2. رُس مَ رُسڻ گهوريو (شاعري: 1968ع).

## نور گهلو
## (1949ع_2019ع)

پورو نالو: نور نبي

ولد: محمد عالم گهلو

جنم: 01 جنوري 1949ع

جنم هنڌ: دادو

تعليم: ماسٽرس

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار

نوڪري: استاد

وفات: 14 جون 2019ع

**ڇپيل ڪتاب:**

1. ٽٽل شيشا ۽ آڱريون (ڪهاڻيون: 1981ع).
2. جميلا (روسي ليکڪ چنگيز اعتماتوف جي ناول جو ترجمو: 1984ع).
3. مان زنده رهندس (ڪهاڻيون: 2016ع).

**ڪي مشهور ڊراما**

1. روشني (پي ٽي وي: 1979ع).
2. ڪي ويجها ٿي ڏور (پي ٽي وي: 1980ع).
3. هار جيت (پي ٽي وي: 1981ع).
4. سوچون جيون سپنا (پي ٽي وي: 1981ع).
5. شوپيس (پي ٽي وي: 1981ع).
6. جنين دود درد جو (پي ٽي وي: 1982ع).
7. اڌورا خواب (پي ٽي وي: 1982ع).
8. لمحن جون سرحدون (پي ٽي وي: 1982ع).

9. گهڙيءَ پر شال (پي ٽي وي: 1982ع).
10. ڀرم (پي ٽي وي: 1982ع).
11. رنج پريان رسيو (پي ٽي وي: 1983ع).
12. مڙيل رستا (پي ٽي وي: 1984ع).
13. ڳولا (پي ٽي وي: 1984ع).
14. عيد جو تحفو (پي ٽي وي: 1984ع).
15. ٽڪنبا رشتا (پي ٽي وي: 1984ع).
16. خالي منظر (1985ع).
17. زمانو (پي ٽي وي: 1985ع).
18. روشن اونداهي (پي ٽي وي جو سيريل: 1985ع).
19. معاف (پي ٽي وي: 1987ع).
20. شڪليون (پي ٽي وي جو سيريل: 1989ع).
21. عيد ۽ بچت (پي ٽي وي: 1989ع).
22. ثبوت (پي ٽي وي: 1998ع).

## نياز پنهور
## (1963ع)

اصل نالو: ذوالفقار علي

ولد: محمد ابراهيم پنهور

جنم: 15 جولاءِ 1963ع

جنم هنڌ: شادي پلي، ضلعو عمرڪوٽ

تعليم: ايم اي (صحافت)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، ڪالم نگار، صحافي

نوڪري: اسسٽنٽ پروفيسر

خدمتون: نيوز ايڊيٽر روزاني ڪاوش حيدرآباد

چيل ڪتاب:

1. ڪوڙ ۽ سچ (پارن لاءِ شاعري: 1981ع).
2. داستانِ حيات_قصہ مختصر (حميد سنڌي ڪالم، سهيڙ: 2020ع)

## نياز سرور
## (1965ع)

پورو نالو: نياز سرور بدوي

ولد: رحيم بخش

جنم: 01 اپريل 1965ع

جنم هنڌ: شڪارپور

تعليم: ايم اي (سوشيالاجي)

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، مترجم

نوڪري: استاد

ڇپيل ڪتاب:

1. آخر ڪيستائين (پارن لاءِ ترجمو ڪهاڻيون: 2007ع).
2. جيڏي وڏي سوچ، تيڏي وڏي ڪاميابي (ترجمو خالد پٺاڻ سان گڏ: 2012ع).
3. ڳولا (پارن لاءِ ڪهاڻيون: 2019ع).

## نياز ملاح
## (1969ع)

پورو نالو: نياز احمد

ولد: امير بخش ملاح

جنم: 01 سيپٽمبر 1969ع

جنم هنڌ: اگڙا، ضلعو خيرپور ميرس

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: شاعر

نوڪري: ليڪچرار

**ڇپيل ڪتاب:**

1. پيار جي پاڇي پر (شاعري: 2003ع).
2. خالي رستا (شاعري: 2003ع).
3. چنڊ هوا ۽ نياز (شاعري: 2006ع).
4. سرءَ جي تنهائي (شاعري: 2007ع).
5. اسين ناهيون اوپرا (شاعري: 2009ع).
6. سپنن جي جلاوطني (شاعري).
7. هوائون گيت ڳائن ٿيون (شاعري: 2018ع)
8. اسان جو عشق آوارا (شاعري: 2020ع)

## نياز همايوني
## (1930ع_2003ع)

اصل نالو: مشتاق احمد

ولد: قائم الدين ميمڻ

جنم: 12 اپريل 1930ع

جنم هنڌ: ڳوٺ همايون، ضلعو شڪارپور

ادبي سڃاڻپ: شاعر، مترجم، حڪيم

وفات: 03 جنوري 2003ع

**ڇپيل ڪتاب:**

1. فرهنگ جعفري (حڪيم محمد جعفر جي قديم طب جي تاريخ تي فارسي ڪتاب جو ترجمو ٻُجلد ڀهريون: 1960ع).

2. فرهنگ جعفري (حڪيم محمد جعفر جي قديم طب جي تاريخ تي فارسي ڪتاب جو سنڌي ترجمو ڄلد پهريون: 1960ع).

3. فرهنگ جعفري (حڪيم محمد جعفر جي قديم طب جي تاريخ تي فارسي ڪتاب جو سنڌي ترجمو ڄلد ٻيون: 1961ع).

4. ديوانِ مفتون (مولانا عبدالغفور همايونيءَ جو ڪلام ترتيب:1973ع).

5. هفت زباني لغت (1974ع).

6. سانٺيهه جي ساک (ڏوڏي چنيسر جو داستان. شاعري:1975ع).

7. سنڌ جي طبي تاريخ (ٻه جلد:1976ع).

8. ڌرتيءَ جا گيت (قومي شاعري: 1978ع).

9. ملوڪ الڪلام (خواجه محمد زمان لنواريءَ واري جي ڪلام جو سوانح سميت، منظوم فارسي ترجمو:1977ع).

10. سنڌي نامه (اردو:1978ع).

11. تاريخ مظهر شاهجهاني (يوسف ميرڪ جي فارسيءَ مان سنڌي ترجمو: 1979ع).

12. انتخابِ سنڌي شاعري (1987ع.

13. آهوانِ صحرا (قاضي قادن جي ڪلام جو اردو ترجمو:1988ع).

14. تاريخ طاهري (سيد طاهر محمد نسياني جي فارسيڪتاب جو سنڌي ترجمو: 1988ع).

15. تصوف جو ڪتاب ۽ شيخ مغل پيرءَ جي سوانح (1989ع).

16. مقصود العارفين (فارسيءَ مان سنڌي ترجمو: 1988ع).

17. آءُ ڪانگا ڪر ڳالهه (دريا خان زنگيجي جو ڪلام: 1992ع).

18. راهِ عشق (علامه خمينيءَ جي فارسي رومانوي شاعريءَ جو سنڌي ترجمو:1993ع).

19. ڪلياتِ پير محمد اشرف ڪاماري وارو (1994ع).

20. تازن معرڪن جي تاريخ (منشي عطامحمد شڪارپوري جي ڪتاب تاريخ تازه نواءِ معارڪ جو فارسيءَ مان سنڌي ترجمو:1995ع).

21. فرهنگِ همايوني (طِبي لغت:1996).

22. رسالہ اويسيہ (شاهہ لطيف ۽ مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جي وچ ۾ خط ڪتابت: فارسيءَ مان ترجمو:1996ع).

23. دل ۽ ڌرتيءَ جا گيت (سائيهہ جي ساک ۽ ڌرتيءَ جا گيت گڏيل ڇپيو ڇاپو: 2009ع).

24. مخدوم نوح جو قرآن پاڪ (فارسيءَ مان سنڌي ترجمو).

## واجد

## (1952ع_1995ع)

اصل نالو: شعبان علي منگي

تخلص: ناز

جنم: 03 جنوري 1952ع

جنم هنڌ: لاڙڪاڻو

تعليم: انٽر

ادبي سڃاڻپ: شاعر، ڪهاڻيڪار

وفات: 02 مارچ 1995ع

ڇپيل ڪتاب:

1. منهنجا گيت زهر جي گيت (شاعري).
2. سوريءَ مٿي سيڄ (شاعري).
3. آءُ اوهان جو آهيان (شاعري).

## واحد سوز ملاح
## (1973ع)

پورو نالو: عبدالواحد

ولد: محمد موسيٰ ملاح

جنم: 16 اپريل 1973ع

جنم هنڌ: ڳوٺ ڪوڙو ڪاڙڪ، تعلقو ميرپور بٺورو

تعليم: ماسٽرس

ادبي سڃاڻپ: شاعر، مرتب

**ڇپيل ڪتاب:**

1. سڏڪا سڏڪا سارون (شاعري: 2012ع).
2. وڇايل مرڪ جي ڳولا (شاعري: 2013ع).
3. سوچون ساگر ويرون (2014ع).
4. سڪ ۽ سوز (شاعري: 2014ع).
5. گيڙوءَ رتا خواب (شاعري: 2016ع).
6. سنڌ ۾ گهرجي امن (شاعري: 2017ع).
7. بالي ووڊ جون بانوريون (مرتب: 2019ع).
8. مهڪيا گل گلابي (شاعري ۽ مرتب: 2019ع).

## ڊاڪٽر وحيد جتوئي
## (1977ع)

پورو نالو: عبدالوحيد

جنم: 31 جنوري 1977ع

جنم هنڌ: ڳوٺ ماڇي، ضلعو لاڙڪاڻو

تعليم: پي ايچ ڊي (انگريزي ادب)

ادبي سڃاڻپ: محقق، نقاد، مضمون نويس

نوڪري: ڊپٽي ڊائريڪٽر (سنڌالاجي ڄامشورو)

ڇپيل ڪتاب:

1. سنڌي شاعري: فن کان فڪر تائين (1998ع).
2. وجوديت ۽ سنڌي ادب (2001ع).
3. Evening Shadows (انگريزي شاعري: 2004ع).
4. Phoenix Will Rise Again (انگريزي شاعري: 2007ع).

## وحيد محسن
## (1968ع)

اصل نالو: عبدالوحيد

ولد: عبدالقادر سومرو

جنم: 01 ڊسمبر 1968ع

جنم هنڌ: رستم، تعلقو لکي غلام شاھ، ضلعو شڪارپور

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، ڪهاڻيڪار، مترجم

ڇپيل ڪتاب:

1. سرد لاش (ٻارن لاءِ شاعريءَ گڏيل: 2002ع).
2. ٻرانئي جو بدلو (ٻارن لاءِ ڪهاڻيون: 2003ع).
3. مهمان جهرڪي (ٻارن لاءِ ڪهاڻيون: 2016ع).
4. ٻالڪ ڌرتيءَ تانبانا (ٻارن لاءِ شاعري: 2017ع).
5. راندين جو هفتو (ٻارن لاءِ ڪهاڻيون: 2018ع).
6. ڪورونا جنگ جهڙي آ (شاعري: 2020ع).

## وسيم سومرو
## (1963ع)

اصل نالو: محمد خان

ولد: محمد حسن سومرو

جنم: 16 نومبر 1963ع

جنم هنڌ: ٽنڊو آدم ضلعو سانگهڙ

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: شاعر

نوڪري: استاد

**ڇپيل ڪتاب:**

1. ياد جي نيري ندي (شاعري: 1996ع).
2. سچ جي چاندي (شاعري:1997ع).
3. سپنا ساڳيءَ مند جا (نوابشاهه جي شاعرن بابت، بخشل باغيءَ سان گڏ سهيڙ: 2003ع).
4. پاڻي (هائيڪا: 2005ع).
5.

## وشال امير
## (1973ع)

اصل نالو: امير بخش

ولد: ممتاز علي ابڙو

جنم: 02 آڪٽوبر 1973ع

جنم هنڌ: ڳوٺ ڪولاب جيٺل، تعلقو ڪنگري، ضلعو خيرپور ميرس

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، ڪالم نگار

نوڪري: وفاقي اطلاعات کاتي ۾ ملازمت

خدمتون: ايڊيٽر ماهوار نئين زندگي حيدرآباد

**ڇپيل ڪتاب:**

1. نشانا چپن جا (شاعري: 2005ع)،
2. يادون ۽ عڪس (ڪالم: 2009ع)،
3. ريشم جهڙا خواب (شاعري: 2009ع)،
4. خوابن جي پنڌ ۾ (شاعري: 2017ع)،

**وشال امير جي فن ۽ شخصيت بابت ڪتاب**

1. دل وراڪو دوست سين (مرتب: انور سومرو: 2018ع)،

## وفا مولابخش
## (1980ع)

پورو نالو: مولابخش

ولد: گل محمد قنبراڻي

جنم: 18 جون 1980ع

جنم هنڌ: ڳوٺ پيندو شريف، تعلقو حيدرآباد

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: شاعر

نوڪري: ليڪچرار

**ڇپيل ڪتاب:**

1. پوپٽ رنگ رنگيلا (ٻارن لاءِ شاعري: 2013ع)،

## وفا ناٿن شاهي
(1943ع_2005ع)

اصل نالو: مشتاق علي

ولد: خيرات علي قريشي

تخلص: وفا

جنم: 15 مئي 1943ع

جنم هنڌ: بنڊيالا، ضلعو امرتسر (هندستان)

تعليم: ايم اي (پوليٽيڪل سائنس)

ادبي سڃاڻپ: شاعر

نوڪري: جانورن جو ڊاڪٽر

وفات: 03 جنوري 2005ع

ڇپيل ڪتاب:

1. اکين پر اماس (غزل: 2000ع).
2. وفا (شاعري: 2004ع).
3. اوجاڳن جو انت (شاعري: 2006ع).

## ولي رام ولڀ
(1944ع)

پورو نالو: وليرام ولڀ

ولديت: ڪيول رام لوهاڻو

جنم: 16 مارچ 1944ع

جنم هنڌ: مٺي، ضلعو ٿرپارڪر

تعليم: ايم اي (سوشيالاجي ۽ صحافت)

ادبي سڃاڻپ: مترجم، ڪهاڻيڪار

چيل ڪتاب:

1. غدار (ڪرشن چندر جي ڪتاب جو ترجمو: 1968ع).
2. سيتاهرڻ (قرت العين حيدر جي ناول جو ترجمو: 1977ع).
3. اقبال (احمد نديم قاسمي جي علامه اقبال تي لکيل ڪتاب جو سنڌي ترجمو: 1977ع).
4. بند دروازو (امرتا پريتم جي پنجابي ناول تان سنڌي ترجمو: 1978ع).
5. ٽين دنيا جون ڪهاڻيون (پرڏيهي ڪهاڻيون، ترجمو: 1980ع).
6. ٽڪل شريت (البرٽو موراويا جي ڪهاڻين جو ترجمو: 1983ع).
7. پار سنڌي ڪهاڻي پر (مرتب: 1984ع).
8. سدا ساوا پن (سوانح مضمون، ترجمو: 1984ع).
9. سنڌ ڪهاڻي (ڪيول ملڪاڻي جي ڪتاب جو ترجمو: 1992ع).
10. ڀڳوت گيتا جو ابياس (1992ع).
11. ڌاريو (البير ڪاميو جي ڪتاب جو ترجمو: 1993ع).
12. زندگي سي ڪتا هوا ٽڪڙا (اردو انٽرويو ۽ ڪهاڻيون: 2001ع).
13. پوين پهر جا پانڌيئڙا (قرت العين حيدر جي ناول جو ترجمو: 2003ع).
14. من جي شانتي (2003ع).
15. بهشت ۽ دوزخ (پرڏيهي ڪهاڻيون، ترجمو: 2004ع).
16. نيڻ تارا ۽ ٻيون ڪهاڻيون (اردو ۽ هندي ڪهاڻين جو سنڌي ترجمو: 2004ع).
17. ڪوتا ڦلواڙي (2006ع).
18. منڙا پاءِ (2007ع).
19. ڪير ڌارا (پرڏيهي اديبن جا انٽرويو ترجمو).
20. ڪهاڻي هنن جي (امرتا پريتم جي پنجابي ناول جو ترجمو).

21. سهيل پاٽي (سروشر ديال سڪسينا جي هندي ناول جو سنڌي ترجمو).
22. چڻ ڪڻ جو مسيحا (سروشر ديال سڪسينا جي هندي ناول جو سنڌي ترجمو).
23. ڪارو ڪتاب (عابد سورتي جي هندي ناول جو سنڌي ترجمو).
24. لٺو (شمشير الحيدري جو ڪتاب لاٽ جو اردو ترجمو).

## ڊاڪٽر ومي سدارنگاڻي
(1971ع)

پورو نالو: ومي

ولديت: رامچند سدارنگاڻي

جنم: 15 آگسٽ 1971ع

جنم هنڌ: اجمير (هندستان)

تعليم: پي ايڇ ڊي (سنڌي ادب: 2010ع)

ادبي سڃاڻپ: شاعر

نوڪري: ايسوسيئيٽ پروفيسر

ڇپيل ڪتاب:

1. سنڌي پهريون ڪتاب (1994ع).
2. سنڌي ٻيو ڪتاب (1994ع).
3. مُکڙيون (ٻارن لاءِ ريڊيو ناٽڪ: 1995ع).
4. سُنهري رنگ جي ڪارڻ (شاعري: 1996ع).
5. سنڌي اکر مالا-1 (1997ع).
6. سنڌي اکر مالا-2 (1997ع).
7. سنڌي پاٺ مالا-1 (1997ع).
8. ٻلي؛ جو اسڪول (ٻارن لاءِ شاعري: 1998ع).

9. سپاجهي راتي (ٻارن لاءِ ڪهاڻيون: 1998ع).
10. مئي ايئن ڇو آهي؟ (مونولاگ: 2000ع).
11. سچ الاءِ ڪٿي ڪري پيو (شاعري: 2004ع).
12. سوال کي تلاش پر (هندي شاعري: 2011ع).

## وينا شرنگي
## (1948ع)

پورو نالو: وينا شرنگي

ولديت: مهاراج گوپي ڪرشن

جنم: 16 فيبروري 1948ع

جنم هنڌ: شهدادڪوٽ

تعليم: بي اي

ادبي سڃاڻپ: شاعر، ڪهاڻيڪار

**ڇپيل ڪتاب:**

1. ڪيئن وساريان ويڙهيچن (يادگيريون: 1984ع).
2. منهنجي پيشي جا گل ۽ خار (يادگيريون: 1986ع).
3. پکا ۽ پنهوار ڏٺي مون ڏيئهن ٿيا (سفرنامو: 1987ع).
4. زندگي هڪ ناٽڪ (ڪهاڻيون: 1988ع).
5. منهنجا معصوم سپنا (ناول: 1989ع).
6. واسنا جو واسينگ (ڪهاڻيون: 1996ع).
7. اجنا جي مورت (شاعري: 1997ع).
8. ريکا جي ريکا (ڪهاڻيون).
9. ڪڃان تان ڪانر.
10. اڌ ڪُليون اکيون (ڪهاڻيون).

11. پاڻ سڃاڻڃ سيرين (مقالا).
12. غيرت بي غيرت (ڪهاڻيون).
13. بختاور (ڪهاڻيون).
14. بدلو (ڪهاڻيون).
15. پٽ سوچڻو پيو (ڪهاڻيون).
16. پڇتاءُ (ڪهاڻيون).
17. ڏاهيون ڏک ڏسن (ڪهاڻيون).
18. وارث لا وارث (ڪهاڻيون).
19. آهه غريبان ٿهر خدائي (ڪهاڻيون).
20. رن ڏاتيون (ڪهاڻيون).
21. بهشت جي بهار (ڪهاڻيون).
22. مهاتما گانڌيءَ جي جيون جون ڪهاڻيون
23. بابو جي جيون مان (آکاڻي ترجمو ڪيل).
24. سنڌو جوت

## ڊاڪٽر هدايت پريم
## (1946ع)

پورو نالو: هدايت الله آخوند

جنم: 24 مارچ 1946ع

جنم هنڌ: اوباوڙو ضلعو گهوٽڪي

تعليم: پي ايچ ڊي (لسانيات)

پي ايچ ڊيءَ جو موضوع: سنڌي ٻوليءَ جو تاريخي پسمنظر (1995ع)

ادبي سڃاڻپ: محقق

نوڪري: پروفيسر (سنڌي شعبو سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو)

چيئرمين، سنڌي شعبو سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو

چيدهہ ڪتاب:

1. ترجي ٻولي (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي سان گڏ: 1995ع).
2. اترادي ٻولي (1996ع).
3. شيخ اياز: هڪ منفرد قلمڪار (مرتب انور فگار هڪڙي سان گڏ: 2005ع).
4. ازابيل (ناول: 2006ع).
5. سنڌي ٻوليءَ جا محقق (2007ع).

## هدايت منگي
## (1946ع_1999ع)

پورو نالو: هدايت الله

ولد: غلام رسول منگي

جنم: 18 آڪٽوبر 1946ع

جنم هنڌ: ٻلهڙيجي، تعلقو ڏوڪري، ضلعو لاڙڪاڻو

تعليم: ايم اي (انگريزي ادب)

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، لطيف شناس، صحافي

نوڪري: استاد

وفات: 22 ڊسمبر 1999ع

چيدهہ ڪتاب:

1. هاريا وڃ ٿيا ٿي (ڪهاڻيون، شاعري: 2017ع).
2. سڀ پسندا پاڙ (لطيفيات: 2018ع).
3. ڇن جي گوڏڙين ۾ گل (خاڪا، تقريرون، مرتب عزيز منگي: 2019ع).

# ڊاڪٽر هرومل خادم سدارنگاڻي
## (1913ع_1992ع)

پورو نالو: هرومل

ولد: ايسرداس سدا رنگاڻي

جنم: 22 آڪٽوبر 1913ع

جنم هنڌ: شهدادپور ضلعو سانگهڙ

تعليم: پي ايچ ڊي (سنڌي ادب)

پي ايچ ڊيءَ جو موضوع: Persian Poets of Sindh (1956ع)

ادبي سڃاڻپ: محقق، لطيف شناس، مترجم

خدمتون: پهريون ايڊيٽر ٿه ماهي مهراڻ ڄامشورو (1946ع)

وفات: 06 ڊسمبر 1992ع

ڇپيل ڪتاب:

1. رنگين رباعيون (شاعري: 1959ع).
2. روح ڏنو ريلو (شاعري: 1964ع).
3. بابر نامو (1964ع).
4. ڪک ۽ ڪانا (مضمون: 1966ع).
5. گرو گوبند سنگهه (1967ع).
6. پرهه جي باک (شاعري: 1972ع).
7. چيخ (شاعري: 1977ع).
8. خوشبوءِ جو سفر (شاعري).
9. پرشين پوئٽس آف سنڌ (1976ع).
10. ڪنور پاڙون پاتار ۾ (لطيفيات: 1984ع).

# هري دلگير
## (1916ع_2004ع)

پورو نالو: هريرام

ولد: گرڌنو مل دريائي

تخلص: دلگير

جنم: 15 جون 1916ع

جنم هنڌ: لاڙڪاڻو (سنڌ)

تعليم: بي.اي (انجنيئرنگ)

ادبي سڃاڻپ: شاعر

نوڪري: ايگزيڪيوٽو انجنيئر

وفات: 12 اپريل 2004ع

چيپل ڪتاب:

1. ڪوڏ (شاعري: 1941ع).
2. هرشچندر جيون ڪوتا (1942ع).
3. موجي گيت (ڪشنچند بيوس سان گڏ: 1942ع).
4. ماڪ ڦڙا (نارائڻ شيام سان گڏ: 1953ع).
5. موج ڪئي مهراڻ (شاعري: 1966ع).
6. ڪهاڻي ڪرم يوگيءَ جي (1975ع).
7. پل پل جو پڙلاءُ (1977ع).
8. امر گيت (1981ع).
9. مزيدار گيت (ٻارن لاءِ: 1983ع).
10. رولو آواز (شاعري: 1984ع).
11. گيت گلابي (ٻارن لاءِ شاعري: 1987ع).

12. چولو منهنجي چڪ ۾ (آتم ڪٿا: 1987ع).
13. جهنگلي گُل (1988ع).
14. بيوس جو چونڊ ڪلام (مرتب: 1988ع).
15. پرولبيون (ٻارن لاءِ شاعري: 1991ع).
16. جپ صاحب (شاعري ترجمو: 1991ع).
17. لهرن لڪ لباس (شاعري: 1993ع).
18. بيوس جي ڪوتا جو جائزو (مرتب: 1993ع).
19. آزادي آندولن گيت (مرتب: 1994ع).
20. اڪيلو چنڊ (شاعري: 1998ع).
21. صبح جو سهاڳ (شاعري: 2001ع).
22. گند منهنجي گوڏ ۾ (آتم ڪٿا: ٻاگو ڀيو: 2003ع).
23. جيءُ جيءُ جيءُ ڙي جيءُ (2003ع).
24. گاهه ڪليا گس گس (ترائيل: 2004ع).

## هري موٽواڻي
## (1929ع_2006ع)

پورو نالو: هري نارائڻ سنگهه موٽواڻي

جنم: نومبر 1929ع

جنم هنڌ: ڳوٺ ڏامراهه لاڙڪاڻو

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار صحافي

باڻيڪار: رسالو ڪونج (1960ع)

وفات: 07 مئي 2006ع

**چونڊ ڪتاب:**

1. هڪ لهر (ڪهاڻيون: 1975ع).

2. ڌرتي (ڪهاڻيون: 1983ع).
3. جڙيل جن سان جند (سفرنامو: 1988ع).
4. ابو (ناول: 1988ع).
5. اجهو (ناول: 1990ع).
6. خوددار (ڪهاڻيون: 1991ع).
7. پاڻيارا پکي (ناول: 1993ع).
8. اچا وار ڪارا پونئر (ڪهاڻيون: 1994ع).
9. باهر نڪرڻ جو رستو (ناول: 1995ع).
10. آخري پنا (آتم ڪٿا: 1997ع).

## همير چانڊيو
## (1979ع)

پورو نالو: همير علي

ولد: اعتبار علي چانڊيو

جنم: 02 فيبروري 1979ع

جنم هنڌ: ڳوٺ مور خان چانڊيو تعلقو ڳڙهي ياسين، ضلعو شڪارپور

تعليم: ايم اي (انگريزي ادب)

ادبي سڃاڻپ: نقاد، ڪالم نگار

خدمتون: رابطه سيڪريٽري (سنڌي ادبي سنگت سنڌ: 2018ع)

ڇپيل ڪتاب:

1. اداس شهر جي لٽيل تاريخ (ڪالم: 2017ع).

## هوش محمد ڀٽي
(1986ع)

پورو نالو: هوش محمد

ولد: نظام الدين ڀٽي

جنم: 08 مئي 1986ع

جنم هنڌ: باڊهه تعلقو ڏوڪري ضلعو لاڙڪاڻو

تعليم: پي ايچ ڊي (سنڌي ادب، هلنڊ)

پي ايچ ڊيءَ جو موضوع: شاهه لطيف جي ڪلام ۽ شيخ اياز جي شاعريءَ جون فڪري آراڏايون

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار، ناول نگار، شاعر، ايڊيٽر

خدمتون: ايڊيٽر ماهوار سلتنا

ڇپيل ڪتاب:

1. انگن جي رانڊ (ڪهاڻيون: 2010ع)،
2. سنڌي وياڪرڻ (2014ع)،
3. پوپٽ ڏاڍا پيارا آهن (ٻارن لاءِ شاعري: 2016ع)،
4. ڀٽائي جو عشق (ناول: 2017ع)،
5. ڪوءِ ڳنڍيندڙ هوءَ (ڪهاڻيون: 2019ع)،

## هوندراج دکايل
(1908ع_2003ع)

پورو نالو: هوند راج

ولد: ليلارام ڪتري

جنم: 11 جنوري 1918ع

جنم هنڌ: لاڙڪاڻو (سنڌ)

تعليم: پي ايڇ ڊي (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، محقق

وفات: 03 ڊسمبر 2003ع

چيل ڪتاب:

1. جهونگار (شاعري: 1946ع).
2. سنگيت ڦول (شاعري: 1946ع).
3. سائنٽيفڪ سوپ (1946ع).
4. قومي للڪار
5. لاهوتي لهر
6. سنگيت ورڪا
7. پڙلاءُ
8. گل ٿا روئن تنهنجي ياد جا
9. سنگيت انجلي (ستن مجموعن جو ڪليات).

## هيرو ٺڪر
## (1943ع)

پورو نالو: هيرو ٺڪر

جنم: 02 مارچ 1943ع

جنم هنڌ: حيدرآباد (سنڌ)

تعليم: گريجوئيشن

ادبي سڃاڻپ: محقق، شاعر.

چيل ڪتاب:

1. گوليون (شاعري: 1962ع).
2. قاضي قادن جو ڪلام (1978ع).

3. پيرومل مهر چند آڏواڻي (سوانح: 1991ع).
4. بهترين سنڌي مضمون (مرتب: 1991ع).
5. تحقيق ۽ تنقيد (مضمون: 1997ع).
6. انڊلٺ
7. دادا هيرانند ڪرمچند (سوانح).
8. سنڌي اخبار نويسي (تحقيق).

## پروفيسر هيرو شيوڪاڻي
(1935ع)

پورو نالو: هيرو ٺيڪمداس شيوڪاڻي

جنم: 06 جنوري 1935ع

جنم هنڌ: چوهڙ جمالي، ضلعو ٺٽو (سنڌ)

تعليم: ايم اي

ادبي سڃاڻپ: محقق، نقاد، مترجم

نوڪري: پروفيسر

ڇپيل ڪتاب:

1. جدت جو مفهوم ۽ سنڌي ڪهاڻي (تحقيق: 1975ع).
2. زندگي ۽ ڪشمڪش (ڪهاڻيون: 1981ع).
3. جائزو (1982ع).
4. نقطه نظر (1992ع).
5. سنڌي ادب جي تاريخ (لعل سنگهه اجواڻي، جي انگريزي ڪتاب جو سنڌي ترجمو: 1997ع).
6. گورو پرسڪار (ادب جي تاريخ: 2000ع).
7. ادب جا معيار ۽ سنڌي ادب (2013ع).

## يار محمد چانڊيو
(1978ع)

پورو نالو: يار محمد

ولد: دين محمد چانڊيو

جنم: 02 فيبروري 1978ع

جنم هنڌ: ڳوٺ عالم خان چانڊيو ڏڪڻ تعلقو ڳڙهي ياسين، ضلعو شڪارپور

تعليم: ايم فل (سنڌي ادب)

ايم فل جو موضوع: زخمي چانڊيي جي لکڻين جو تحقيقي ۽ تنقيدي جائزو (2019ع)

ادبي سڃاڻپ: ڪهاڻيڪار شاعر، محقق

نوڪري: استاد

ڇپيل ڪتاب:

1. جنم جنم الميو (ڪهاڻيون: 2014ع)،
2. اجري ڌرتي ميرا ماڻهو (ناول: 2014ع)،
3. جيجل منهنجي تسمت (دلبر چانڊيي جون ڪهاڻيون مرتب: 2015ع)،
4. عشق جي آخري سرحد (ڪهاڻيون: 2016ع)،

## ياسر قاضي
(1979ع)

پورو نالو: عبدالحق ياسر

ولد: مقصود گل

جنم: 17 جنوري 1979ع

جنم هنڌ: رتوديرو

تعليم: بي اي (اليڪٽريڪل)، ايم فل (سنڌي ادب)

ادبي سڃاڻپ: شاعر، ڪالم نگار، ڪمپيئر

ڇپيل ڪتاب:

1. پيڙهه پر چنڊ (ٻارن لاءِ شاعري: 2012ع).
2. اُٺ ماما گوگڙو (ٻارن لاءِ شاعري: 2014ع).
3. گل چنو گرنار جو (مقصود گل بابت: 2014ع).
4. لولو ڏنم ڪانوَ کي (ٻارن لاءِ شاعري: 2017ع).
5. جيون بحر شهباز جو (قلندر شهباز کي منظوم پيشڪش: 2018ع).

## ياسين ڪنير
## (1979ع)

پورو نالو: محمد ياسين ڪنير

ولد: شاهه محمد ڪنير

جنم: 01 آڪٽوبر 1979ع

جنم هنڌ: سلطانپور، تعلقو پنوعاقل

ادبي سڃاڻپ: نعتيه شاعر

تعليم: ايم اي (سنڌي ادب).

پيشو: استاد

ايوارڊ: ٻه دفعا مذهبي اُمور پاران صدر هڪ سيرت ايوارڊ (2017ع ۽ 2019ع)

ڇپيل ڪتاب:

1. منهنجو دلبر (نعتيه شاعري: 2003ع).
2. منهنجو رهبر (نعتيه شاعري: 2009ع).

3. ساهه پر سوچھرو (نعتيه شاعري: 2013ع).
4. شرهاڻ (نعتيه شاعري: 2015ع).
5. راهن پرابيل (نعتيه شاعري: 2016ع).
6. آبو صَدقي آمان صَدقي (شاعري: 2017ع).
7. جانانِ جان (نعتيه شاعري:2018ع).
8. درود توتي سلام توتي (نعتيه شاعري:2019ع).
9. جاني لاثاني (نعتيه شاعري: 2019ع).

## يوسف سنڌي
## (1964ع)

پورو نالو: محمد يوسف

ولد: محمد هاشم ميمڻ

جنم: 01 آڪٽوبر 1964ع

جنم هنڌ: دڙو ضلعو ٺٽو

تعليم: ايم اي (پوليٽيڪل سائنس)

ادبي سڃاڻپ: مترجم.

نوڪري: استاد

ڇپيل ڪتاب:

1. منهنجي زندگي ۽ جدوجهد (خان عبدالغفار خان جي آتم ڪهاڻي، ترجمو: 1987ع).
2. چي گويرا جي ڊائري (ترجمو: 1987ع).
3. ڏونگر ڏک ڏنام (اوريانا فلاسي پاران ورتل ٻڌپ ڊوم هلڊر ڪيمارا جي انٽرويو جو ترجمو: 1988ع).
4. جنين لوهه لڳن پر (علي هينري جي جيل ڊائري ترجمو:1990ع).

5. سنڌ ۾ قومي مسئلي جو اقتصادي جائزو (روسي ليکڪ ٽروٽنينڪو جي مضمون جو ترجمو: 1990ع).
6. شهيد جي ماءُ (هارن لاءِ اصلوڪيون ۽ ترجمو ڪيل ڪهاڻيون: 1990ع).
7. بک، عشق ۽ آزادي (پرڏيهي ڪهاڻيون، ترجمو:1990ع).
8. سدا سرها گل (پرڏيهي اديبن جي سوانح، ترجمو: 1991ع).
9. ويٽنام مان فرار (نصير ميمڻ سان گڏ ترجمو ڪيل ڪهاڻيون:1996ع).
10. بُک (نٽ همسن جي ناول جو ترجمو:1998ع).
11. نيلسن منڊيلا جي ڪهاڻي (ترجمو: 1999ع).
12. قديم يونان جون ديون ۽ ديوتا (ترجمو: 2000ع).
13. اونداهيءَ ۾ سوجهرو (خاڪا ۽ مضمون: 2002ع).
14. نجم عباسي: فن ۽ شخصيت (سوانح: 2002ع).
15. پسي تنهنجي تجلي (سوانح: 2003ع).
16. سنڌي ادب جا سرچشما (ادبي تاريخ: 2004ع).
17. اسامہ بن لادن جي پُر اسرار دنيا (ترجمو:2004ع).
18. حياتيءَ جي ٿاڪل ورقن جون ڪتائون (ڪهاڻيون: 2005ع).
19. محمد رسول الله (ترجمو:2006ع).
20. سنڌي ادبي سنگت هڪ جائزو (2006ع).
21. تو جو پيار ڪيئن؟ (ناول: 2007ع).
22. سدائين سفر ۾ (سفري ياد گيريون: 2009ع).
23. هڪ سئو تاريخ ساز شخصيتون (مائيڪل هارٽ جي ڪتاب جو ترجمو: 2010ع).
24. سنڌ پاڪستان کان پوءِ (پروفيسر عزيز الدين احمد جي ڪتاب جي ٻن بابن جو ترجمو: 2010ع).
25. نہ وڃڻ جو پڇتاءُ (ڪهاڻيون:2011ع).

26. سنڌي ادب (2011ع).
27. ڳوهاري (خليل جبران جون ڪهاڻيون، ترجمو).
28. بغاوت (خليل جبران جو ناول، ترجمو).
29. پورو بگهڙ (ڪمال اتا ترڪ جي سوانح، ترجمو).
30. ڏيئو ۽ درياءُ (ترجمو ناول:2011ع).
31. انقلابيءَ جو موت (ترجمو ناول:2011ع).
32. گولڊ فنگر (ترجمو ناول:2011ع).
33. زندگيءَ جا گر ٽيل ڏينهن (ترجمو:2011ع).
34. سنڌ صوبائي خود مختياري جو مسئلو (ترجمو:2011ع).
35. ادب، اديب ۽ ڪتاب (ترجمو:2011ع).
36. هيوگو شاويز: نئون دور (ترجمو:2011ع).
37. خدا جي تاريخ (ڪيرن آرمسٽرانگ جي ڪتاب جو ترجمو:2011ع).
38. اهو سچ آهي ته (اوشو جي آتم ڪهاڻي، ترجمو: 2011ع).
39. لينن جي مختصر ڪهاڻي (ترجمو:2011ع).
40. ڪيٽن، ڪڏهن ۽ ڪٿي (شخصيتون، ترجمو:2012ع).
41. چگو تاسم موڪلاڻي ناهي (تاسم پٽر جي سوانح: 2012ع).
42. هڪ سنڌ ۽ نظام (2013ع).
43. اڏ مهينو ايران ۾ (سفرنامو: 2013ع).
44. تاريخ جون نراليون شخصيتون (ترجمو: 2014ع).
45. ڳجهو دستاويز (ترجمو ناول: 2014ع).
46. اقرار ۽ انڪار ۽ (آتم ڪٿا: 2016ع).
47. اوپارا عبير جا (آتم ڪٿا: 2017ع).
48. عمر خيام جون رباعيون (ترجمو).

## يوسف شاهين
## (1939ع)

پورو نالو: محمد يوسف

ولد: عبدالله خان دائودپوٽو

جنم: 03 اپريل 1939ع

جنم هنڌ: ڪراچي

ادبي سڃاڻپ: محقق، شاعر، مترجم، صحافي

باني چيف ايڊيٽر: روزاني برسات ڪراچي

ڇپيل ڪتاب:

1. اندر ۾ اُهاءُ ٿيو (شاعري).
2. يوناني ڏند ڪٿائون
3. اناالحق
4. فاتحن جي دنيا
5. شعور جو سفر
6. حق موجود
7. شاهه عبداللطيف: آزاديءَ جو علمبردار
8. شاهه عبداللطيف: سنڌ جي آزاديءَ جو پهريون عظيم شاعر (2015ع).
9. انگريز سرڪار ۽ شاهه عبداللطيف آف ڀٽ
10. Rise and fall of gods 2005
11. William the Bastered 2008
12. Save Nations under British Monarchs
13. Artificial Borders of the worlds
14. The story of The Ancient Indus People
15. Land of wisdom

## ڪي اهم ڪتاب

### آفتاب ادب

مختلف مضمونن تي مشتمل هن ڪتاب جو ليکڪ نامور اديب حڪيم فتح محمد سيوهاڻي آهي. ڪتاب ۾ مختلف موضوعن تي مضمون شامل آهن. ان کان علاوه ڪجهه مضمون ترجمو ڪري شامل ڪيل آهن. هي ڪتاب 1956ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

### ادبي آئينو

مختلف مضمونن تي مشتمل هي ڪتاب نامور اديب، ڊراما نويس ۽ مضمون نگار ليکراج ڪشنچند عزيز جو لکيل آهي. ڪتاب ۾ مختلف موضوعن تي ڪُل 29 مضمون شامل آهن. شامل مضمونن ۾ تعليم، اخلاق، فلسفو، محبت، سچ، ڏک، سک جا موضوع شامل آهن. هي ڪتاب 1941ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

### انڪوائري آفيسر

هي ڊرامو روسي ٻوليءَ جي نامور اديب ۽ ڊراما نگار گوگول جي مزاحيه ڊرامي The Government Inspector جو سنڌي ترجمو آهي. هي ڊرامو پهريان انگريزي ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿيو جتان ان ڊرامي کي سنڌي ويس مرزا قليچ بيگ پهرايو آهي پر مرزا صاحب هن ڊرامي بلڪل ئي مقامي رنگ ڏنو آهي. جنهن کي ڏسڻ سان اهو هرگز نه لڳندو ته ڪو هي ڊرامو ترجمو ٿيل آهي. ڊرامي ۾ ڏيکاريل آهي ته ڪجهه ڪامورا هڪ اخباري نمائندي کي غلطيءَ وچان انڪوائري آفيسر سمجهن ٿا ۽ خوف ۾ هراسجي وڃن ٿا. جنهن جي آڏو پنهنجي ڏوهن جو اقرار ڪن ٿا. ان دوران انڪوائري آفيسر سمجهندڙ اخباري صحافيءَ کي پاڻ ڏانهن مائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. آخر ۾ مٿن حقيقت ظاهر ٿئي ٿي. جنهن تي کين پشيماني ٿئي ٿي. هي ڊرامو مرزا قليچ بيگ 1896ع ۾ ترجمو ڪيو جنهن

کي سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي ڪراچيءَ اسٽيج تي پيش پڻ ڪيو هو. ڊرامو ڪتابي صورت ۾ 1966ع ۾ ڇپيو.

## اونداهي ڌرتي روشن هٿ

هن تاريخي ناول جو ليکڪ ٽاليپارو اديب آغا سليم آهي. هن ڪتاب ۾ ليکڪ سنڌ جي تاريخ کي قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هن ناول ۾ تاريخي ڪردارن ۽ واقعن کي هڪ نئين روپ ۾ پيش ڪيو آهي. هن ناول ۾ آغا سليم جي فني طرز ۽ شعور جو رهڪرو خاص طور تي ورجينيا وولف ۽ قرت العين حيدر جي ناول 'آگ ڪا دريا' تان متاثر ٿيل لڳي ٿو پر هن ۾ ٽيڪنيڪ جو استعمال آغا سليم جي پنهنجي ڪاوشن ۽ اصلي محسوس ٿئي ٿي. هن ناول ۾ انساني تهذيب ۽ تاريخ جي شعور، جذبن ۽ احساسن جي ترجماني، مشاهدي جي قوت، تجربن ۽ تخيل جي -ڪشيوطي، ڪردارنگاري ۾ جوبن ۽ اسلوب جي روشني آغا سليم جي هن لکڻي کي ڪمال بخشيو آهي. آغا سليم جو هي ناول سنڌ جي پنج هزار سالہ تاريخ جي پس منظر ۾ انساني تهذيب، فرد ۽ سوسائٽيءَ جي ازلي ۽ ابدي ڪشمڪش جو داستان آهي. موهن جي دڙي کان وٺي، ننڍي کنڊ جي ورهاڱي تائين. هن ناول جو ڪينواس اسان کي پکڙيل نظر ايندو. هي ناول 1984ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

## اهي ڏينهن اهي شينهن

هي ڪتاب نامور صحافي ۽ اديب پير علي محمد شاهہ راشديءَ جي يادگيرين تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ پير صاحب سنڌ جي سياست، صحافت، ادب ۽ ٻين شعبن جي شخصيتن بابت پنهنجي مائيدار ٻوليءَ ۾ ذڪر ڪيو آهي. پير صاحب جي ڪتاب ۾ استعمال ڪيل ٻولي نهايت ئي وڻندڙ ۽ دلفريب آهي. هن شخصيتن جو ذڪر تاثراتي انداز ۾ ڪيو آهي. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ ٽن جلدن ۾ 1966ع، پيو 1980ع ۽ ٽيون 1981ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو.

## ٻاٻنامو

هيءَ ڪتابڙو موجوده سنڌي الف ـ ب جي مقرريءَ کان پوءِ سنڌي لپيءَ ۾ ڇپيل پهريون ڪتاب آهي. هن ڪتاب جو ليکڪ ديوان ننديرام ميوهاڻي آهي. هن ڪتاب ۾ 32 صفحا آهن، جن مان 23 صفحا هڪجهڙن لاءِ ڪم آيل آهن ۽ باقي ڏهن صفحن ۾ 8 سبق ڏنل آهن، جن ۾ ڪل 70 جملا ڏنل آهن. انگريزن جي اوائلي دور ۾ سنڌيءَ عربي صورتخطي لکڻ ۽ پڙهڻ سيکارڻ جي شروعات هن ڪتاب کان ٿي ٿي.

## بدنصيب ٿري

هي ڊرامو محمد اسماعيل عرساڻيءَ جو لکيل آهي، جيڪو ٿر جي پسمنظر ۾ آهي. هن ڊرامي ۾ ٿر جي علائقي جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي، گذر معاش، تعليم سميت ٻيا موضوع شامل آهن. هن ڊرامي ۾ ٿر جي ماڻهن جي مسئلن کي طنزيه ۽ مزاحيه انداز ۾ پيش ڪيو ويو آهي. هي ڊرامو پهريون دفعو 1939ع ۾ مدرسه هاءِ اسڪول ميرپورخاص ۾ پيش ڪيو ويو جنهن کي بعد ۾ سنڌي ادب لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ 1939ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو.

## ٻيلاين جا ٻول

لوڪ ادب بابت هيءَ ڪتاب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ لس ٻيلي جي عام سنڌي شاعريءَ، اتي جي قومن ۽ قبيلن ۽ سنڌي ٻوليءَ، ٻيلي جي شاعريءَ خاص ڪري ڪبير شاهه، شيخ ابراهيم، سيد احمد شاهه شاعر ٿر ۽ ٻين لسٻيلي جي شاعرن جي شاعريءَ جو تفصيلي ذڪر موجود آهي. 516 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب کي زيب ادبي مرڪز حيدرآباد 1951ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو.

## تذڪره لطفي

هيءَ ڪتاب ٽن جلدن ۾ پروفيسر لطف الله بدويءَ جو لکيل آهي. جيڪو سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو هڪ جامع ڪتاب آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي تاريخ سان گڏ، سنڌي ادب ۽ شاعريءَ جي تاريخ به لکيل آهي. مصنف هن

ڪتاب ۾ نهايت سهڻي پيرايي ۾ سنڌ جي تاريخ جو پس منظر ڏنو آهي. ڪتاب جو انداز بيان روايتي آهي. ڪتاب جي ٽنهي جلدن ۾ 87 شخصيتن جو ذڪر مليل آهي. ڪتاب ٽن جلدن ۾ ترتيب وار 1943ع 1946ع ۽ 1953ع ۾ شايع ٿيو.

## تذڪره مشاهير سنڌ

هي ڪتاب مولانا دين محمد وفائيءَ، ورهاڱي کان اڳ لکي تيار ڪيو هو جنهن ۾ سنڌ جي عالمن، درويشن ۽ بزرگن تي تحقيق سان سوانح عمريون ۽ واقعا شامل آهن. مولانا صاحب هن ڪتاب جي ترتيب ڏيڻ کان اڳ ئي گذاري ويو جنهنڪري مسودي تي نظرثاني نه ٿي سگهي. ان کان پوءِ ڪتاب جو مسودو سنڌي ادبي بورڊ جي حوالي ٿيو. جنهن طرفان هي تذڪرو ٽن جلدن ۾ شايع ڪيو ويو جنهن جي پهرين ڀاڱي ۾ ڪل 124 سوانح عمريون ڏنل آهن. هن جلد کي پير حسام الدين راشديءَ ايڊٽ ڪيو. جيڪو ترتيب، مقدمي ۽ حاشين سان سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري 1974ع ۾ شايع ڪيو. ڪتاب جو ٻيو ڀاڱو 1985ع ۾ ڇپيو جنهن ۾ سنڌ جي 170 مشاهيرن جي سوانح عمريون شامل آهن. ڪتاب جو ٽيون ڀاڱو 1986ع ۾ ڇپايو ويو. هن ڀاڱي ۾ 148 سوانح عمريون، حاشين ۽ فهرستن سميت شامل آهن. مولانا دين محمد وفائي صاحب هن ڪتاب کي وسيع پيماني تي لکڻ ٿي چاهيو ان لاءِ هن سڄيءَ سنڌ ۾ گشت ڪري مواد حاصل ڪرڻ لاءِ وڏي جاکوڙ ڪئي، پر ڪيس زندگيءَ وڌيڪ مهلت نه ڏني.

## ٻڙاڏو سوئي سڏ

هي ناول نامور صحافي ۽ ناول نگار سراج ميمڻ جو لکيل آهي. مصنف جي لفظ ۾ ڄاڻائي ٿو ته: سنڌ جي تاريخ هونئن ته هر مظلوم قوم جي تاريخ وانگر ظلم جي داستانن سان ڀري پيئي آهي. پر ان تاريخ ۾ ترخانن جو دؤر سنڌ جي ماضيءَ جو بدترين دؤر آهي. جڏهن شاهه بيگ ارغون سنڌ تي قبضو ڄمايو. تڏهن هن ايترا ته ظلم ڪيا. جو ڪنهن شاعر ان وقت جي حملي جي تاريخ "خرابي سنڌ" مان ڪڍي هئي. ترخانن ۾ مرزا باقي ترخان جو دؤر سڀ کان اونداهو ۽ سڀ کان روشن دؤر

آهي. سپ کان اونداهو ان ڪري جو هن کان وڌيڪ ظالم ٻيو حاڪم نه ٿيو ۽ سپ کان روشن ان ڪري جو ان ظلم خلاف سنڌي قوم منظم ٿي بغاوت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. سنڌ جي تاريخن ۾ ان بغاوت جي پڳڪي ۽ سرپرستي ڪهاڻي لڪيل ڪانهي. پر مختلف تاريخن ۾ مختلف شاعرن جي شعرن ۾ ننڍا ننڍا واقعا بيان ٿيل آهن. جن ۾ مون کي هڪ عظيم سلسلو ٿو نظر اچي. انهن ئي واقعن جي هيءَ ڪهاڻي آهي. مرزا باقيءَ جي ظلمن جي رد عمل طور سنڌين ڪئين شورشون ڪيون. جنجو هڪ مقصد هو. هڪ آدرش هو. ان آدرش کي اجاگر ڪرڻ لاءِ ئي مون ان کي ناول جي صورت ڏني آهي. سراج ميمڻ جو هي ناول ترخانن جي ظلمن جي عڪاسي ڪري ٿو. هي ناول 1970ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

## پڳڙا ۽ پنهوار

هيءَ ڪتاب سنڌ جي عوامي ۽ انقلابي شاعر عبدالڪريم گدائيءَ جي شاعريءَ تي مشتمل آهي. هن مجموعي جي غزلن، گيتن، نظمن ۽ بيتن ۾ سال 1958ع کان وٺي مارشل لا جي تيرهن سالن جي عرصي ۾ مادر وطن سنڌ جي سپاجهڙن، سانگيئڙن جي حقن تي جيڪي ڌاڙا لڳا، ناانصافيون ۽ ڏاڍ ٿيا. سنڌي نوجوان شاگردن ۽ شاگردياڻين پنهنجي مٽن سان ڪنڌ ۾ هڏي سنڌ جي سيني کي سرخي ڏني ۽ انهن سان گڏوگڏ سنڌ ڌرتيءَ جي جيالن هارين جيڪي جيلن جون سختيون سٺيون. انهيءَ دور جي ماحول جي جهلڪ نظر ايندي. هي ڪتاب فيبروري 1975ع ۾ ڇپيو.

## جنب گذاريم جن سين

هيءَ ڪتاب جديد قومپرستي جي باني مفڪر ۽ اديب سائين جي ايم سيد جو تحرير ٿيل آهي. هن ڪتاب ۾ سائين جي ايم سيد پنهنجي دور جي سياسي، سماجي اڳواڻن، ورڪرن ۽ سماج سڌارڪن کان سواءِ پنهنجن واقفڪارن رفيقن جي زندگيءَ جو تفصيلي احوال لکيو آهي. جنهن ۾ نه رڳو انهن شخصيتن جي زندگيءَ جو احوال آهي پر گڏوگڏ سنڌ جي سياسي، سماجي، علمي ۽ ادبي تاريخ جو ڀرپور ۽ غير جانبدار تجزيو ڏنل آهي. هيءَ ڪتاب اهم شخصيتن بابت

حوالاجاتي ڪتاب آهي. ڪتاب جو پيش لفظ مصنف خود لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ 176 شخصيتن جو ذڪر آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ سال 1967ع ۾ شايع ڪيو.

## جهان آرا

هي ناول عبدالرزاق عبدالسلام ميمڻ جو لکيل آهي. هي ناول بنيادي طور هڪ رومانوي ناول آهي. جنهن ۾ جهان آرا ۽ جهان خان جو پاڻ ۾ عشق ٿي پوي ٿو.هي ڪتاب ٻارهين ڪلاس نصاب تي رکيل آهي. ڪتاب ۾ ڪل سورنهن باب آهن.هي ناول معاشي، سماجي ۽ رومانوي پسمنظر ۾ سٺو لکيل آهي.هي ناول 1931ع ۾ پهريون دفعو ڇپيو.

## چار مقالا

هي ڪتاب محمد اسماعيل عرساڻيءَ جو لکيل آهي. جيڪو چئن تحقيقي مقالن: (1) ناول، (2) ڊرامي، (3) افسانې ۽ (4) مضمون تي مشتمل آهي. هي مقالا موضوع جي اعتبار کان سنڌي ادب ۾ اهم جاءِ والارين ٿا. جيڪي ڇاڻايل نثري صنفن جي ارتقا، وصف، پسمنظر ۽ تاريخ بابت لکيل آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1974ع ۾ ڇپيو.

## حسنا دلدار

هي شيڪسپيئر جي انگريزي ڊرامي Merchant of Venice جو سنڌي ترجمو آهي. جنهن کي مرزا قليچ بيگ سنڌي ويس ڍڪايو آهي. هي ڊرامو شيڪسپيئر جو پهريون ڊرامو آهي. جيڪو سيرت جي موضوع تي لکيل آهي. ڊرامي ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته هڪ عاشق پنهنجي محبوبه کي ماڻڻ لاءِ مختلف امتحانن مان گذري ٿو ٿي پر پوءِ به سچائيءَ جو دامن نه ٿو ڇڏي، هُو سون جي صندوق کي ڇڏي شيهي جي صندوق کڻڻ پسند ڪري ٿو جنهن جي بدولت کيس محبوبه ملي ٿي. جنهن سان هو شادي ڪري پنهنجي سڪون واري زندگي گذاري ٿو ڊرامي ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته هڪ وياج خور پئسي جي لالچ ۾ ڪاهي پوي ٿو جنهن سبب سندس زندگي تباهه ٿي وڃي ٿي ٻي طرف هڪ عاشق دلدار جي ايمانداري کيس سهڻي معشوقه حُسنا

سان ملائي ٿي. هي ڊرامو مرزا صاحب 1897ع ۾ ترجمو ڪيو، جيڪو سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي ڪراچيءَ ۾ پيش ڪيو ويو. هي ڊرامو ڪتابي صورت ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري 1960ع ۾ شايع ڪيو.

## دلارام

سنڌي ادب جو هي پهريون طبعزاد ناول آهي، جيڪو مرزا قليچ بيگ 1887ع ڌاري لکيو. مرزا صاحب هن ناول بابت لکي ٿو ته: هيءُ قصو دلئون جوڙيل نه آهي ۽ نه ڪنهن ٻئي ڪتاب تان ورتل آهي. هن ۾ ڪا ڪوڙي آڳاٽي يا نئين جهڙي ڳالهه به بيان ٿيل نه آهي. نه ڪو هن ۾ ديو نه وري ڪاپڙي آهي. رواجي اتفاقن ۽ دنيائي رهنوار ۽ هلت چلت جو هن ۾ ذڪر ٿيل آهي. نيڪي بدي ڪرڻ مان جي نتيجا نڪرن ٿا، سي چڱيءَ طرح هن ۾ ڏيکاريل آهن. مرزا صاحب هيءُ قصو نهايت ئي سليس عبارت ۽ عام اصطلاحن سان لکيو آهي. هن ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ هڪڙي ننڍي نصيحت به ڏني وئي آهي. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ ڄام شوري 1957ع ۾ ڇپرايو.

## دنيا دورنگي

سنڌي ادب جي هن مشهور ڊرامي/ ناٽڪ جو مصنف غلام نبي آغا آهي. هيءُ ڊرامو بنيادي طور اسٽيج ڊرامي طور لکيل آهي، جيڪو الڳ پردن تي مشتمل آهي. مصنف ڪمال فن سان هيءُ ڊرامو نظم جي دلڪش پيرايي ۾ لکيو. هيءُ ڊرامو/ ناٽڪ سماجي پسمنظر ۾ هڪ رومانوي داستان سان گڏ هيٺين طبقي جي احساس ڪمترين جي مڪمل تصوير آهي. نظم ۾ سرجيل هن ڊرامي ۾ ليڪ بيت، غزل، نظم، آزاد نظم ۽ نظميہ نثر جو استعمال ڪيو آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1960ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

## زينت

هيءُ شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ جو ٻيو طبعزاد ناول آهي، جنهن ۾ مسلم گهراڻي جي گهريلو زندگي، رهڻي ڪهڻي، زماني جي حالات جو بيان ۽ ناول جي سورمي زينت جي سيرت کي نهايت سهڻي انداز ۾ بيان ڪيو ويو آهي.

هن ناول ۾ ڪيترن ئي سنڌي اصطلاحن ۽ پهاڪن جو به استعمال ڪيو ويو آهي. مرزا قليچ هي ناول 37 سالن جي عمر ۾ 1890ع ڌاري لکيو

## سانگھڙ

هي نامور اديب محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو سرجيل تاريخي ناول آهي. جيڪو هن انگريز دور ۾ حرن جي جدوجهد تي لکيو ويو آهي. هن ناول ۾ انگريز راڄ جي ظلمت ۽ آزاديءَ جي متوالن جي ڀرپور نموني ڪردار نگاري ٿيل آهي. هي ناول ڏيپلائي صاحب، 1961ع ۾ حيدرآباد سينٽرل جيل جي سي ڪلاس ۾ 40 ڏينهن جي قيد دوران لکيو. جتي سي ڪلاس جي قيدي حرن جا داستان ٻڌي کيس هن ناول لکڻ لاءِ اتساهه مليو. حرن بابت انگريزن ۽ سنڌن درٻارين جيڪا غلط پروپيگنڊا ڪئي هئي. هي ناول ان جو توڙ ثابت ٿيو ۽ عوام آڏو حرن جي وطن دوستيءَ جي حقيقت سامهون آئي. هي ناول حر تحريڪ جي جدوجهد، دليري، جوانمردي، وفاداري ۽ سچائيءَ جو شاهڪار داستان آهي.هن ناول ۾ سورهيه بادشاهه جي جدوجهد سان گڏ انهن لاتعداد حر مجاهدن مردن ۽ خصوصاً عورتن جي قربانين جو ذڪر آهي. جن پنهنجيون جانيون گهوري انگريزن جا پير ڪڍيا. ناول ۾ مجاهدن مان ڪيترن جا نالا وٺي سنڌن جدوجهد جي تصوير ڪشي ڪئي وئي آهي. هن ناول جو پهريون ڇاپو 1963ع ۾ ڇپيو.

## سائو پن يا ڪارو پنو

هي ڪتاب مرزا قليچ بيگ جي آتم ڪٿا تي مشتمل آهي. جنهن ۾ هن پنهنجي زندگيءَ سميت مٽن مائٽن ۽ دوستن بابت يادگيريون قلمبند ڪيون آهن. هي ڪتاب ٻارهن بابن ۾ ورهايل آهي. جنهن جي پهرين باب ۾ مرزا قليچ بيگ جي اصل نسل وڏن جو احوال. باب ٻئي ۾ ٻاراڻي وهيءَ، ننڍپڻ ۽ ابتدائي زندگيءَ جو احوال. باب ٽئين ۾ جوانيءَ ۽ اعليٰ تعليم. باب چوٿين ۾ نوڪريءَ جي ڏينهن جو احوال. باب پنجين ۾ پيريءَ ۽ گوشه نشينيءَ جو احوال. باب ڇهين ۾ مشهور ماڻهو ۽ معزز دوست. باب ستين ۾ ڪم ۽ قدرشناسي. باب اٺين. نائين ۽ ڏهين ۾ عادتون، خواهشون، خيال ۽ رايا. باب يارهين ۾ پنهنجي احوال ۽ راين بابت شعر ثابتي لاءِ ۽ باب ٻارهين ۾ ڪتب

۽ نسب بابت رايا وغيره شامل آهن. آخر ڪتاب جي آخر ۾ روزنامچو ۽ مرزا قليچ بيگ جو خاندان جو شجرو پڻ ڏنل آهي. مرزا صاحب جي هي ڪتاب ان وقت جي حالتن جو هڪ دستاويز آهي. هي ڪتاب 1923ع ۾ لکيو جيڪو سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري 1964ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو.

## سنڌري

سنڌي ٻوليءَ جو هيءُ آڳاٽو نهايت پرلطف دلچسپ تاريخي ناول حڪيم عبدالخالق خليق مورائيءَ جو لکيل آهي.هيءُ ڪتاب هڪ واقعي قصي تي مشتمل ڪتاب چچ نامي جي جواب ۾ لکيو ويو جنهن ۾ سنڌ جي تاريخمتعلق بي شمار مفروضا بيان ڪيا ويا هئا. خليق مورائيءَ، فتح سنڌ جي سچي تاريخي واقعي کي افسانوي پيرايي ۾ لکي ماهوار هڪ باب ترقي رسالي ۾ شايع ڪرايو بعد ۾ هن افساني کي مڪمل ڪتابي صورت ۾ ڇاپيو ويو.هيءُ افسانو/ ناول مشرقي طرز تي لکيل آهي ۽ سچو تاريخي افسانو آهي. انهيءَ ڪري حسن ۽ عشق، هجر ۽ وصال، رزم ۽ بزم جي چاشنيءَ سان گڏ انهيءَ زماني جي تاريخي روايتن، جذبن، احساس، اخلاق، معاشرت، تهذيب، تمدن، زبان ۽ طرز بيان جو گهڻو لحاظ رکيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ 33 مختلف موضوعن تي مشتمل ڊيڍ سو صفحن جا مختصر تاريخي قصا شامل ڪيا ويا آهن. جن کي بيانيه ۽ مڪالمن جي صورت ۾ بيان ڪيو ويو آهي. هيءُ ڪتاب رفاه عام پريس، لاهور مان 1928ع ۾ ڇپيو.

## سون ورنيون دليون

هي مشهور ناول جرمن زبان جي ناول Hearts of Gold جو سنڌي ترجمو آهي. جنهن کي سنڌي ويس نامور اديب لالچند امر ڏنومل ڍنو آهي. هي ناول معاشري جي اهڙن ڪردارن جي نشاندهي ڪري ٿو جن تي زماني جي نفسانفسي جو ڪو اثر ڪونهي. هُو پنهنجي سون جهڙين دلين ۾ هر ڪنهن لاءِ پيار ۽ محبت رکن ٿا. نفرت، ڪدورت سندن دلين ۾ ڪٿي به نٿي ملي. ڏک جي گهڙين ۾ هڪ ٻئي جي مدد ڪن ٿا. هن ناول جي ٻولي نهايت ئي سليس ۽ وڻندڙ آهي. ناول 1925ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

## سير ۽ سفر

هي ڪتاب برک تعليمي ماهر پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهه جي خطن تي مشتمل آهي ڪتاب ۾ شامل خط مصنف آمريڪا جي تعليمي دوري وقت سنڌ جي مختلف تعليمي ماهرن ڏانهن لکيا هئا. جيڪي مشهور سنڌي اخبار روزاني الوحيد ۾ قسطوار ڇپيا هئا. بعد ۾ انهن خطن کي احسان بدويءَ سهيڙي ڪتابي صورت ڏني.پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهه جا لکيل هي خط تعليمي خدمتن واري وچئين دور سان تعلق رکن ٿا. هنن خطن جي اڀياس ڪرڻ کان پوءِ اڄ جي تعليمي ادارن جي ماهرن, استادن ۽ شاگردن کي رهنمائي ملي ٿي. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ ڄام شوري 1962ع ۾ شايع ڪيو.

## سير ڪوهستان

نامور اديب الهه بچايو يار محمد سمي جو هيءُ ڪتاب ڪوهستان جي سير تي مشتمل آهي, جنهن ۾ ليکڪ مضمونن کي ويهن عنوانن ۾ ورهايو آهي. ڪتاب ۾ ڪوهستان جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻيءَ, تهذيب, تمدن ۽ ثقافت تي روشني وڌي وئي آهي. ڪتاب جي آخر ۾ ڏکين لفظن جي معنيٰ پڻ ڏني وئي آهي.هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1942ع ۾ سنڌي ادب لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ, ڪراچيءَ ڇپرائي پڌرو ڪيو.

## شاهه ايليا

هي ڪتاب انگريزي ٻوليءَ جي جڳ مشهور ڊرامانگار شيڪسپيئر جي ڊرامي King lear جو سنڌي ترجمو آهي, جنهن جو سنڌيڪار مرزا قليچ بيگ آهي. هن هي ترجمو 1900ع ۾ ڪيو. هن ڪتاب ۾ ڪل پنج باب آهن. هن ڊرامي ۾ سيرت جي هيٺائي کي ڪنيو ويو آهي.

## شهزادو بهرام

مرزا قليچ بيگ هيءُ ڊرامو وليم شيڪسپيئر جي مشهور ڊرامي Hamlet تان ترجمو ڪيو. هيءُ ڊرامو زندگيءَ جي فلسفي, انساني ڪردار انساني چالاڪين ۽ حماقتن جو صحيح عڪس پيش ڪري ٿو ۽ پيشڪش جي لحاظ کان شيڪسپيئر جي المئي ڊرامن ۾ وڏي اهميت رکي ٿو. مرزا صاحب هن ڊرامي کي سنڌي ماحول ۾ شهزادو بهرام جي عنوان

سان 1914ع ۾ ترجمو ڪيو. هي ڊرامو بادشاهن جي روايتي دشمني، قتل ۽ تخت جي قبضي سان شروع ٿئي ٿو ۽ خون جي بدلي تي ڪهاڻي ٻڌل آهي. ان جنگ جي آخر ۾ پاڻ به مارجي وڃي ٿو. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري 1961ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

## غلاميءَ کان مٿي چڙهو

هي ناول نامور انگريز ناولنگار بڪر واشنگٽن جو انگريزيءَ ۾ لکيل ناول Up from Slavery جو سنڌي ترجمو آهي، جنهن کي سنڌي ويس غلاميءَ کان مٿي چڙهو جي نالي سان نامور اديب مرزا قليچ بيگ ڏنو آهي. مرزا قليچ بيگ ان حوالي سان لکي ٿو ته: هي ڪتاب امريڪا جي مشهور تعليم يافته ۽ تعليم ڏيندڙ ۽ فصاحت ۽ بلاغت واري استاد بڪر واشنگٽن جو لکيل آهي، جنهن ۾ هُن پنهنجي حياتيءَ جو سمورو احوال حجاب کان سواءِ ڏنو آهي..

## ڪچ ڪوڏيون

مختلف مضمونن تي مشتمل هن ڪتاب جو ليکڪ نامور اديب ۽ تعليمدان سيد عطا حسين موسوي آهي. ڪتاب ۾ شامل مضمونن جي ٻولي نهايت ئي وڻندڙ ۽ عام فهم آهي. مضمونن ۾ ڪٿي ڪٿي طنز به ڪيل آهي ته ڪٿي اصلاحي موضوع پڻ ملن ٿا. ڪتاب ۾ ڪُل سترنهن مضمون شامل آهن. مضمون نگاريءَ ۾ هي ڪتاب نهايت ئي اهميت جو حامل آهي. هي ڪتاب 1950ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

## ڪيٽي ڪتاب

هيءَ آتم ڪٿا مشهور فلمي اداڪار، سنڌ جي ثقافت سان پيار ڪندڙ رئيس ڪريم بخش نظامائيءَ جي لکيل آهي. جنهن ۾ ليکڪ موصوف پنهنجي زندگيءَ سان وابسطه ڪيترين ئي يادن کي قلمبند ڪري هڪ تاريخي حيثيت ڏني آهي. ڪتاب ۾ ڪيترن ئي هند توڙي سنڌ جي اداڪارن، شاعرن، فنڪارن جو ذڪر آهي. هن ڪتاب جو پهريون جُلد 1980ع ۽ ٻيو جُلد 1986ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

## گل ڦل

مختلف چوندڊ مضمونن تي مشتمل هن ڪتاب جو ليکڪ نامور اديب پرمانند ميوارام آهي. ڪتاب کي ليکڪ ٻن ڀاڱن ۾ ڇپرايو هو. ڪتاب جي پهرين ڀاڱي ۾ 60 مضمون ۽ ٻئي ڀاڱي ۾ 73 مضمون شامل آهن. ڪتاب جو پهريون ڀاڱو 1925ع ۽ ٻيو 1936ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ڪتاب ۾ شامل مضمون تعليم، اخلاق، تاريخ، سائنس ۽ ٻين موضوعن تي مشتمل آهي. ڪتاب ۾ ڪجهه مضمون ترجمو پڻ ڪيل آهن.

## گلن جي ٽوڪري

هي ناول نامور جرمن ليکڪ ڪرسٽاف وان شمڊ جي ناول The Basket of Flowers جو سنڌي ترجمو آهي، جنهن کي سنڌي ويس نامور اديب مرزا قليچ بيگ گلن جي ٽوڪري جي نالي سان ڍڪايو آهي. ناول ۾ ناول نگار سيرت جي موضوع کي اڀاريو آهي. جنهن ۾ مالهيءَ جي حوالي سان ڪيتريون نصيحتون ۽ مٺا سخن ڏنل آهن. هن ناول ۾ مالهي جو ڪردار نڀائيندڙ جيڪب بظاهر ته گلن سان دلچسپي رکي ٿو پر هُو روحانيت واري دنيا ۾ رهڻ کي پسند ڪري ٿو اهو ئي سبب آهي جو هُو پنهنجي ڌيءَ ميريءَ کي به هر وقت نيڪي ۽ پرهيزگاريءَ جي تلقين ڪندو رهي ٿو. هي ناول 1912ع ۾ ڇپيو. ترجمي نگار هن ناول جو ترجمو نهايت ئي سليس ٻوليءَ ۾ ڪيو آهي.

## گليور جو سير ۽ سفر

هي آئرلينڊ جي هڪ پادري ۽ مصنف ڊاڪٽر سئفٽ جي ڪتاب Gulliver s Travels جو سنڌي ترجمو آهي، جنهن جو سنڌيڪار مرزا قليچ بيگ آهي. هي ڪتاب ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي، جن مان پهرين ڀاڱي ۾ ڇهه باب ۽ ٻئي باب ۾ چار باب آهن. ڪتاب جي آخر ۾ ليکڪ جو

تعارف ڏنل آهي. هي ڪتاب مرزا قليچ بيگ 1920ع ۾ ترجمو ڪيو جنهن کي سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري 1969ع ۾ ڇپرايو.

## مقالات الحڪمت

هي ڪتاب انگلينڊ جي انگريزي ادب جي ليکڪ لارڊ فرانسس بيڪن جي مضمونن جي ڪتاب Becons Essays جو سنڌي ترجمو آهي، جنهن جو سنڌيڪار مرزا قليچ بيگ آهي. هن ڪتاب ۾ مضمونن کي مختلف گفتارن ۾ ورهايو ويو آهي. هڪ گفتار کي هڪ مضمون سان رکيو ويو آهي. ڪل اٺيتاليهه گفتارون درج آهن. ڪتاب ۾ شامل ڪيل مضمونن ۾ زندگيءَ جي گوناگون نقطن کي ڏاهپ پرئي رنگ ۽ ڍنگ ۾ سمجهايو ويو آهي. هي ڪتاب سنڌي مضمون نگاريءَ جي ترجمي ۾ پهريون ڪتاب آهي. جيڪو مرزا قليچ بيگ 1877ع ۾ ترجمو ڪيو جيڪو سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري 1958ع ۾ ڇپيو.

## مقدمه لطيفي

لطيفيات جي موضوع تي مشتمل هي ڪتاب نامور اديب ۽ لطيف شناس ڊاڪٽر هوتچند مولچند جو شاهه جي رسالي جو مهاڳ آهي. جنهن کي مقدمه لطيفيءَ جي نالي سان شايع ڪيو ويو. ڪتاب ۾ ڪل باب آهن. جن ۾ شاهه جي سوانح عمري، شاهه جي صورت ۽ سيرت، شاهه جو مذهب، ويدانت ۽ تصوف، شاهه جو شعر ۽ شاعري، شاهه جي شعر جو مضمون ۽ عبادت، شاهه جو نظم، شاهه جي سنڌي، شاهه جون نحوي بناوٽون ۽ رسالي جي تصنيف ۽ تاليف شامل آهن. هي ڪتاب 1936ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

## منهنجي مختصر آتم ڪهاڻي

هن آتم ڪهاڻيءَ جو ليکڪ نامور اديب شمس العلماءُ ڊاڪٽر علامه دائودپوٽو آهي. علامه صاحب جي هيءَ آتم ڪٿا دراصل 1957ع ڌاري ماهوار نئين زندگيءَ ۾ قسطوار ڇپجڻ شروع ٿي، جيڪو سلسلو ڊاڪٽر صاحب جي وفات تائين (1958ع) جاري رهيو. ڊاڪٽر صاحب جي هيءَ آتم ڪٿا اڌ ۾ رهجي وئي. سندس هن آتم ڪٿا کي 1959ع ۾ ڪتابي صورت ۾ ڇپرايو ويو.

## ھڪار

مختلف مضمونن تي مشتمل ھن ڪتاب جو ليکڪ نامور اديب ڊاڪٽر نواز علي شوق آھي. ڪتاب ۾ مضمون جي ٽيڪنڪ ۽ تاريخ تي پڻ روشني وڌل آھي. ھي ڪتاب 1975ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

## ھمه اوست

ھن تاريخي ناول جو ليکڪ نامور اديب آغا سليم آھي. دراصل ھي ناول ڪلهوڙا دور نامور صوفي شاھ عنايت شهيد جي پس منظر ۾ لکيل آھي. جيڪو ان دور جي مزاج ۽ وحدت الوجود جي فلسفي جي ڀرپور عڪاسي ڪري ٿو. ھن ناول جو مقصد تصوف کي اجاگر ڪرڻ آھي. ھي ناول 1985ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

## نورجهان

ھي تاريخي ناول نامور اديب ۽ لطيف شناس ڊاڪٽر ھوتچند مولچند گربخشاڻيءَ جو لکيل آھي. جنهن ۾ ھُن تاريخي عشقيه قصي شهنشاھ جهانگير ۽ نورجهان جي قصي کي قلمبند ڪيو آھي. ھي ناول موضوع، فن، فڪر ۽ اسلوب بيان ڪري پنهنجي الڳ سڃاڻپ قائم ڪئي آھي. ناول ۾ مغل گهراڻي جي بادشاھ جهانگير ۽ سندس راڻي نورجهان جي محبت کي اجاگر ڪيو آھي. ناول جي ٻولي نهايت ئي سليس ۽ سادي آھي. پڙهندڙ کي ڪٿهن به نه لڳندو ته ڪو ھي قصو تاريخي آھي. ھي ناول 1915ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

# ادبي اصطلاح

## آتم ڪٿا

ليکڪ جي پنهنجي لکيل سوانح/جيونيءَ (حياتيءَ جي احوال) کي آتم ڪٿا يا آتم ڪهاڻي چئبو آهي. آتم ڪٿا جو ليکڪ جيئن ته خود لکندڙ ٿي هوندو آهي، ان ڪري اها جيوني/سوانح وڌيڪ سچي ۽ اعتبار جوڳي ٿئي ٿي. آتم ڪٿا لکڻ جا ٻه مقصد ٿي سگهن ٿا: ليکڪ جي من ۾ ماضيءَ جي يادگيرين کي ٻيهر زنده جاويد ڪرڻ جو موهه. آتم ڪٿا لکڻ جو ٻيو مقصد آهي ته ليکڪ جي زندگيءَ جي آزمودن مان ٻيا به فيض حاصل ڪن.

## آزاد نظم

آزاد نظم سنڌي شاعريءَ ۾ انگريزي ادب جي ذريعي آيو. آزاد نظم تي اهو ڳالهه مخصوص فني سٽاءَ جي ڪري پيو. فني حوالي سان آزاد نظم هڪ ئي بحر تي مبني هوندو آهي، پر بحر جي رڪنن جي تقسيم، شاعريءَ جي صوابديد تي هوندي آهي. آزاد نظم ۾ ڪڏهن ڪڏهن هڪ رڪن ٻن مصرعن/ سٽن ۾ تقسيم ٿي ويندو آهي، ڪا مصرع/ سٽ وڏي يا ڪا مصرع/ سٽ ننڍي هوندي آهي. هن جا گهڻا شاعر آهنگ ۾ صوتي تاثر جو خاص خيال رکندا آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن قافيا به استعمال ڪندا آهن. آزاد نظم لکڻ لاءِ ضروري آهي ته اهو ڪنهن به بحر ۾ لکيو وڃي، بحر کان سواءِ لکيل آزاد نظم کي معياري آزاد نظم ته ٿو چئي سگهجي.

## آکاڻي

آکاڻي جي معنيٰ آهي ڳالهه. آکاڻيءَ کي هندي ٻوليءَ ۾ ڪهاڻي، عربيءَ ۾ قصہ، فارسيءَ ۾ داستان ۽ سنڌيءَ ۾ ڳالهه چوندا آهن.

## اٺ سٽا

اٺ سٽا استاد بخاريءَ جي تجرباتي هيئتي نواڻ جو انوکو مثال آهن. هن صنف جو نالو ان جي سٽن جي ترتيب جي نسبت سان آهي. هن صنف ۾ اٺ سٽون هونديون آهن. استاد بخاريءَ پنهنجي اٺ سٽن مان هر هڪ ۾ سٽاءَ

نرالو رکيو آهي. هنن اٺ سٽن ۾ استاد بحرن کي ڪوڙيه توڙي انهن جي ڪجهه رڪنن کي جيئن جو تيئن، ته ڪٿي وري مٿائي سٽائي ۽ انهن مان پنهنجي رنم، لئه ۽ رواني‌ءَ جو ڪم ورتو آهي. استاد پنهنجي ترائيل کي ٻه اٺين ئي اٺ سٽن جي فارم ۾ شامل ڪيو آهي.

## ادب

ادب پنهنجي وجود ۾ وسيع معنيٰ ۽ مفهوم رکي ٿو. ادب لفظ جي اوسر جڏهن سرزمين عرب ۾ ٿي، تڏهن يورپ وارن ان جو مفهوم Enlightened Literature يا Polite Literature ڪري ورتو. جنهن مان اهو علم يا تحرير ظاهر ٿي ٿي، جيڪا، لطافت ۽ عملي زيب ۽ زينت ڏانهن اشارو ڪري ۽ انهن قدرن جي حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪري پين لفظن ۾ ائين چئجي ته اها تحرير يا تخليق، جيڪا انساني طبيعت ۾ لطف، سڪون يا سرور پيدا ڪري. انسائيڪلو پيڊيا برٽينيڪا مطابق لٽريچر (Literature) هڪ عام لفظ آهي، جيڪو اهو مفهوم ڏئي ٿو ته خيال جو اظهار جيڪو تحرير هيٺ اچي سو لٽريچر آهي. اها لکت، جنهن ۾ زيب، زينت، حسن ۽ رعنائي هجي ادب. لطافت ۽ زندگي‌ءَ جي گوناگون حقيقتن جي ترجماني ڪري ۽ انهن خوبين جي حاصل ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي. ادب جو بنيادي ڪم جمالياتي خوشي ڏيڻ آهي. ادب ۾ نثر توڙي شاعري‌ءَ جون سڀ صنفون اچي وڃن ٿيون. جهڙوڪ: ڊراما، ڪهاڻيون، ناول تنقيد، آتم ڪهاڻيون، سوانح عمريون، سفرناما، نظم، غزل، وايون، بيت، دوها وغيره وغيره.

## اساسي شاعري

اساسي شاعري‌ءَ جو بنياد يا اساس اعليٰ انساني قدرن واري فهم ۽ فڪر تي رچيل شاعري. اهڙي شاعري‌ءَ ۾ ڪنهن قصي ۽ واقعي جي بيان يا فقط شاعرائين خوبين جي اظهار بدران ڪا اعليٰ مقصد واري معنيٰ سمايل هوندي آهي. دنيا جي هر ٻي‌ءَ زبان وانگر سنڌي زبان جي اساسي شاعري‌ءَ جو اساس/بنياد ڪائنات جي خالق جي وحدانيت ۾ ڪامل يقين. انسان ذات سان محبت ۽ انساني وحدت ۾ ويساهه. ۽ معاشري ۾ اعليٰ خوبين واري ڪردار جي مفهوم تي ٻڌل آهي. مجموعي طور، سنڌي اساسي شاعري انسان

جي ايمان ۽ ارادي جي سچائي ۽ عملي ڪردار جي اعليٰ معيارن جي تشريح ۽ تعبير آهي. سنڌي اساسي شاعري ۾ صوفين سالڪن ۽ وڏي نظر ۽ وڏي دل وارن داناءُن ۽ دردمندن جو ڪلام ۽ پيغام آهي جنهن ۾ انسان جي عارضي زندگي ۽ سندس دائمي بقا سان لاڳاپيل حقيقتن جا اهجاڻ مسايل آهن قاضي قادن اساسي شاعري جي عمارت جو باني سمجهيو وڃي ٿو.

## استعارو

استعاري جي لفظي معنيٰ آهي اڌارو وٺڻ. اصطلاحي معنيٰ آهي ڪنهن لفظ جي حقيقي معنيٰ بدران اڌاري معنيٰ آڻڻ. تشبيهه ۽ استعاري ۾ هي فرق آهي ته تشبيهه ۾ هڪڙي شيءِ جي ٻيءَ شيءِ سان ڀيٽ ڪبي آهي. جيئن احمد شينهن جهڙو مڙس آهي . پر استعاري ۾ احمد شينهن آهي جو فقرو ڪم ايندو آهي. هن ۾ احمد لاءِ شينهن واريون خوبيون اڌاريون ورتيون ويون آهن. استعاري ۾ حرف تشبيهه جهڙوڪ وانگر، جيان وغيره ڪم نه آڻبو آهي.

## اشباع

شعر ۾ زير، زبر ۽ پيش کي پڙهڻ ۾ ڊگهو ڪرڻ (جيئن زبر وڏي الف، زير وڏي ي ۽ پيش وڏي و ٿئي). سنڌي ۾ اوائلي مذهبي شاعري الف اشباع جي نموني جي چٽي وٺي آهي. ان قسم جي شاعري ۾ هڪ صنف کي ڪبت پڻ چيو ويندو آهي.

## افسانو/مختصر ڪهاڻي

فارسيءَ ۾ فسانه جو مطلب آهي دليان جوڙيل يا ڪوڙي ڳالهه. جڏهن اسان لفظ افسانو استعمال ڪندا آهيون. ته ان مان اسان جو مقصد مختصر افسانو يا مختصر ڪهاڻي هوندو آهي. اوڻهين صديءَ عيسوي ۾ افساني لکڻ جو رواج پنهنجي چڪو هو ۽ ٿوري عرصي ۾ هن صنف ايتري ته ترقي ڪئي جو دنيا جي ادب تي ڇانئجي ويئي. شاعري وانگر افساني جي ڪا جامع ۽ مڪمل تعريف ناممڪن آهي بنيادي طور افساني ۾ ڪو هڪ مکيه واقعو رکندڙ پلاٽ هوندو آهي ان کان پوءِ 20 صديءَ ۾ ان ۾ تبديليون ڪئي وئي. چيخوف ان کي عروج تي پهچايو. افسانو انساني مسئلن، جذبن، محبتن، نفرتن، خواهشن وغيره جو ترجمان هوندو آهي.

## الف اشباع

قديم مذهبي ۽ ٻي سنڌي شاعري الف اشباع وارن قافين تي لکي ويندي هئي يعني شعر جي سٽ جي آخري قافيي واري لفظ جي آخر ۾ الف شامل ڪيو ويندو هو عام طور چيو وڃي ٿو ته ترخانن جي دؤر ۾ مخدوم پير محمد لکوي؛ (1532 –1600) الف اشباع واري قافيي جو آغاز ڪيو. ٺٽي جي عالم مخدوم ابوالحسن سنڌي زبان ۾ 1700ع ۾ پهريون ڪتاب مقدمة الصلوات . الف اشباع وارن قافين تي مشتمل لکيو. جنهن ۾ قافيي واري لفظ جي پويان الف (ا) شامل ڪري، ان جو ڊگهو آواز ڪڍيو ويندو هو جنهن کي الف اشباع وارو قافيو چيو ويندو هو.

## بلاغت

بلاغت عربيءَ جي لفظ بليغ سان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، پورو، ڪامل، موقعي مطابق . اصطلاحي معنيٰ موجب بلاغت شعر جي اُها خاصيت آهي، جنهن موجب، شعر ۾ موقعي مطابق موزون لفظن جي جڙاوت ٺيل هجي ۽ ان ۾ اهڙي ته صفائي ۽ چٽائي هجي، جو پڙهندڙ جو ڌيان هڪدم اوڏانهن ڇڪجي وڃي.

## بيت

بيت عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي گهر. سنڌي ادب ۾ بيت، ڏوهيڙي مان اُسريو جنهن جي سٽاءَ ۾ ساڳي ڏوهيڙي وارو رکيو ويو يعني منجهس قافيو پنهنجي سٽن جي پڇاڙيءَ ۾ آندو ويو. نه رڳو ايترو پر ان ۾ خيال ۽ مضمون به ساڳيا پيش ڪيا ويا. وقت گذرندي بيت ۾ ڪجهه ردو بدل ڪري، منجهس سٽن جو انداز ڪافي وڌايو ويو ۽ ان جي قافيي ۾ به ڦير ڦار ڪئي وئي. اها شاعرائي صنف پنهنجي فن، هيئت، معنيٰ ۽ مقصد جي لحاظ کان ارغونن ۽ ڪلهوڙن جي دور حڪومت ۾ عروج کي پهتي، جنهن جا اوائلي امڃاڻ شاهه عنات رضوي ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي رسالن مان ملن ٿا.

## ٻي سري ڳجهارت

اها ڳجهارت جيڪا ڪنهن به سر تي ٻڌل نه هجي، پر سگهڙ ڪابه ڳالهه خيال ۾ آڻي، لڪ رکي هجي. مثال طور: ڪيڙي کي ذات ڪائي ته/ هٿجي

گھوڙي جي (بند: ڪپڙو - ڪوٽ، ذات جا - ڪلر، گھوڙي جي - پستي)
پيچڻي: ڪوٽ کي ڪلر ڪاني ته هيٺ جي پستي

## ٻاونجاهه اکري:

ٻاونجاهه اکريون سنڌي الف ب يعني ٻاونجاهه اکرن مان شروع ٿيندڙ بيتن يا نظمن جي بندن هيئت طويل نظماڻي صورت ۾ لکيون وينديون آهن. ٻاونجاهه اکريءَ ۾ ڱ ، ڻ ۽ الف حمزي (ء) جهڙا اکر جيڪي ڪنهن به لفظ جي منڍ ۾ نٿا اچن ، تن جي ڏکيائيءَ سبب ۽ طويل نظم جي ڪري تمام گهٽ لکيون ويون آهن.

## تجريدي نظم

تجريدي نظم اصطلاحي طور ان نظم کي چئبو آهي، جنهن ۾ ڪوبه موضوع اهڙيءَ طرح بيان ڪيو وڃي، جڻ ته اهو بي ربط خيال هجي. هي هڪ راز ۾ پيو نثراڻو نظم هوندو آهي، جنهن ۾ بيان هڪڙو ۽ مقصد ٻيو هوندو آهي. تجريدي نظم، شاعريءَ جو هڪ قسم آهي. تجريدي نظم جو پهريون نمونو پيراڻي پنيري جي شاعري ۾ ملي ٿو پر تجريدي نظم سنڌي ادب ۾ متعارف ڪرائڻ وارو ڊاڪٽر ملڪ نديم آهي .

## تجنيس تام

تام معنيٰ مڪمل. ڪلام ۾ ٻه اهڙا لفظ آندا وڃن، جي لکڻ توڙي پڙهڻ ۾ هڪجهڙا هجن. پر انهن جي معنيٰ مختلف هجي. مثال تجنيس تام:

چا هڻ اندر جيءَ، سا هڻ ڏني ساهه کي،
سا هڻ پڇڙي ته ساهه جي، ساهڻ ساهڙ ريءَ،
ساهڙُ ميڙ سميع ته سا هڻ پڇڙي ساهه جي. (شاهه)

هن بيت ۾ ساهڻ لفظ جون ٻه معنائون آهن: هڪ جي معنيٰ آهي ساهڻ، يعني ميهار ۽ ٻيو لفظ آهي، سا هڻ يعني اها ڳنڍ. هن کي تجنيس لفظي به چئبو آهي.

## تجنيس حرفي

تجنيس عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لفظي معنيٰ آهي هڪجهڙو هجڻ، مطابقت هجڻ ۽ حرف جي لغوي معنيٰ آهي اکر. تنهن ڪري تجنيس حرفي جو مطلب ٿيندو اکرن جي هڪجهڙائي يا مطابقت هجڻ. علم بيان ۾ تجنيس حرفي جو مطلب آهي، شعر جي ڪنهن مصرع ۾ ساڳئي يا هڪجهڙي اکر سان شروع ٿيندڙ ڪيترائي لفظ اچن. سنڌيءَ ۾ ورجاءُ به تجنيس ۾ شامل ٿئي ٿو جنهن سان بيتن جي مضمون ۾ سهڻائپ، رنگيني، تسلسل ۽ هم آهنگي پيدا ڪجي ٿي. شاهه لطف الله قادري سڀ کان پهرين پنهنجي شاعريءَ کي وڌيڪ دلڪش بنائڻ لاءِ تنين ٽيڪنڪ وارڻ يا ورجاءُ جو استعمال ڪيو آهي. حسن حبيبن جو پسين جي ميڪان، ته توکي سڀ چمار، وڃي اچ ورهن جي تجنيس جا خوبصورت مثال شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ ملن ٿا:

ملهه مهانگو قطري مسڪڻ شهادت،
اسان عبادت، نظر ناز پرينءَ جو!

## تجنيس خط

ڪلام ۾ اهڙا لفظ آڻڻ، جيڪي صورت ۾ هڪجهڙا هجن، مگر انهن جي نقطن ۾ فرق هجي. ٻين لفظن ۾ ائين چئبو ته ساڳئي آواز سان شروع ٿيندڙ لفظ هڪٻئي جي ڀرسان رکڻ. شاهه جو سڄو رسالو انهيءَ صنعت سان سينگاريل آهي. مثال:

دهشت، دم، درياهه ۾،
جت، لڙ لهريون، لس ليٽڻ (شاهه)

هن مصرع جي پهرئين اڌ وارا لفظ د سان شروع ٿين ٿا، اهڙيءَ طرح ٻئي اڌ ۾ ل سان شروع ٿيندڙ لفظ هڪ ٻئي جي ڀرسان رکيا ويا آهن.

## تجنيس زائد

شعر جي مصرع ۾ اهڙن لفظن جو استعمال، جن مان هڪڙي جي اڳ ۾ اکر وڌيل هجي. جيئن: وڏيو ڌن، مال، رتبو، شان شاهوڪار جو تيئن وڏيو دنيا جي باعث زار جي آزار جو.

## تجنيس مڪرر

شعر ۾ ساڳئي لفظ جي ٻه دفعا اچڻ واري صنعت. مثال: گرچ گل لاءِ پريشان هزار هزار، مون لاءِ مگر هڪ تون نگار نگار.

## تجنيس ناقص

ڌَرَ ۾ ڪونهي ڌُرُ ڏيرن ڌُرُ وڌو ڪيو. (شاهه)

هن مصرع ۾ پهريون ڌَرَ لفظ جي ر تي زبر آهي، جنهن جي معنيٰ آهي مڙس، خاوند ۽ ٻي ڌر لفظ جي رُ تي پيش آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڏنگ. مٿين ٻه مصرع ۾ لفظ ته هڪجهڙا آهن، پر انهن جي اعرابن ۾ تفاوت آهي، تنهن ڪري ان کي تجنيس ناقص چئبو. ناقص معنيٰ اڻپورو ڪلام يا اهڙا لفظ جيڪي لکڻ ۾ هڪجهڙا هجن، پر اعرابن ۾ تفاوت هجي ته ان کي تجنيس ناقص چئبو آهي. مثال: جَتَنَ ڪيا جَتَنِ، آيا ڪي ايندا. جَتَنَ= ڪوششون جَتَنِ=اوٺارن

## تخلص

تخلص عربي جي لفظ خلاصه مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، مختصر. اصطلاحي معنيٰ موجب، تخلص شاعر جو مختصر نالو هوندو آهي. جيڪو هو سڃاڻپ لاءِ شعر يا نظم جي آخري بند يا آخري سٽ ۾ ڪم آڻيندو آهي. مطلب ته تخلص هڪ شاعراڻو نالو آهي، جو شعر جي پڇاڙيءَ ۾ استعمال ڪيو ويندو آهي.

## ترائيل

ترائيل اصل ۾ فرانسيسي شاعريءَ جي صنف آهي، جيڪا لفظ Triolet/ ترايوليٽ مان ورتل آهي، جنهن جو مقصد آهي ته سرو فني لحاظ کان چئن چئن سٽن جي ٻن بندن واري هن صنف ۾ ڪل اٺ سٽون ٿين ٿيون، جنهن جي پهرين، ٽين ۽ پنجين سٽ هم قافيه ۽ ٻي ۽ ڇهين سٽ پاڻ ۾ هم قافيه هونديون

آهن. پهرين سٽ، چوٿين ۽ ستين سٽ ۾ ۽ ٻين سٽ اٺين سٽ ۾ ورجاءُ طور ورجايون وينديون آهن. هن صنف ۾ ساڳي سٽ کي ٽي ڀيرا ورجائي، مضمون کي هڪ جاءِ تي سلهاڙيو ويندو آهي. ان ڪري ۾ مرڪزي سٽن جي وري ورجاءُ سان نه رڳو فني گهرج پوري ٿئي ٿي پر منجهس خوبصورتي به پيدا ٿئي. شيخ اياز ترائيل جي باري ۾ لکي ٿو ته ترائيل جو گهاڙيٽو فرينچ مان اردوءَ ۾ ورتو ويو ۽ اردوءَ تان سنڌيءَ ۾ آيو. هن صنف کي سنڌي زبان ۾ متعارف ڪرائڻ جو سهرو سنڌيءَ جي نامور شاعر نارائڻ شيام تي آهي.

## ترقي پسند تحريڪ ۽ سنڌي ادب

1936ع ۾ لنڊن ۾ ترقي پسند تحريڪ جو بنياد پيو. انهيءَ زماني ۾ ئي هندستان جي ترقي پسند اديب سجاد ظهير (1905_1973ع) يورپ ۾ رهائش دوران رالف فاڪس (1913_1373ع) ۽ لوئيس آراگون (1897_1982ع). جهڙن اديبن سان ملاقات ڪئي. لنڊن ۾ هندستاني ترقي پسند اديبن 1936ع ۾ پنهنجي تحريڪ جو پهريون مينيفيسٽو/منشور تيار ڪيو جنهن تي ڊاڪٽر ملڪ راج آنند، سجاد ظهير، ڊاڪٽر جيوتي گهوش، ڊاڪٽر ڪي اي ڀٽ، ڊاڪٽر ايس سنها ۽ ڊاڪٽر محمد دين تاثير جون صحيون هيون. اهڙيءَ ريت اپريل 1936ع ۾ انجمن ترقي پسند مصنفين جي پهرين ڪانفرنس لکنؤ ۾ ٿي. جنهن ۾ مدراس، گجرات، مهارشٽر پنجاب، سنڌ، بهار ۽ يوپيءَ جي نمائندن شرڪت ڪئي. شاگردن دفترن ۾ ڪم ڪندڙ نوجوانن، استادن، وڪيلن، ڪميونسٽ ۽ سوشلسٽ پارٽين جي ادب سان شوق رکندڙ فردن ۽ اديبن جي وڏي انگ هن ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي. سنڌي ادب به ترقي پسند تحريڪ کان نه رڳو متاثر رهيو، پر مجموعي طرح سنڌي ادب خاص ڪري شاعري ڪلاسيڪي دور کان وٺي ترقي پسند رويـن ۽ لاڙن جي حامل رهي آهي. شاهه لطيف جي شاعري پنهنجي دور جي جاگيرداري لاڙن جي مخالف هئي. 1920ع کان سنڌي ادب ۽ شاعريءَ ۾ ڪشنچند بيوس جو نالو ترقي پسند ۽ جديد خيالن جو حامل نظر اچي ٿو. ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ٻين سينيئر اديبن 1940ع جي ڏهاڪي ۾ سنڌي ادبي سرڪل قائم ڪيو جنهن ۾ 194:_1942ع ڌاري رام

پنجواڻي، لعلچند امر ڏنو مل، شيخ اياز ۽ ٻين اديبن حصو ورتو. انهيءَ سرڪل ئي اڳتي هلي، سنڌي ادبي سنگت جي صورت اختيار ڪئي. جنهن جي باقاعدي تنظيم ڪاري ورهاڱي کان اڳ اپريل 1947ع ۾ ٿي. جنهن جو پهريون سيڪريٽري جنرل گوبند مالهي ۽ جوائنٽ سيڪريٽري شيخ اياز ٿيو. 1954ع ۾ ترقي پسند مصنفين تنظيم تي سرڪار پاران پابندي وڌي وئي. پر ان کان اڳ 53_1951ع ڌاري سنڌي اديبن هڪ ڀيرو ٻيهر ماني ٿيل سنڌي ادبي سنگت کي ڪراچيءَ ۾ جياريو احسان بدوي، نورالدين سرڪي، محمد ابراهيم جويو جمال ابڙو، شيخ اياز، غلام رباني آگري ۽ ٻين وغيره ميٺارام هاسٽل ۾ ٻين هنڌن تي گڏجاڻيون ڪيون. انجمن ترقي پسند مصنفين تي پابنديءَ بعد اهو ڪردار سنڌي اديبن وٽ سنڌي ادبي سنگت جاري رکيو. جنهن جي مرڪزي تنظيم ڪاري 1956ع ۾ ٿي. جنهن ۾ سنڌ جي 12 شاخن شرڪت ڪئي. آئين منظور ٿيو ۽ باقاعدي مرڪزي باڊي چونڊي وئي. اهڙيءَ طرح سنڌي ادبي سنگت اڄ تائين پنهنجو سفر جاري رکندي اچي پئي. سنڌي ادبي سنگت ون يونٽ دور کان وٺي اڄ تائين پنهنجي روشن خيال ۽ ترقي پسند سوچ سان اڳتي وڌي رهي آهي.

## تشبيهه

تشبيهه عربي لفظ آهي. جنهن جي لفظي معنيٰ آهي، مشابهت، پيٽ، تمثيل. علم بيان جي اصطلاح موجب، شعر يا نثري عبارت ۾ ڪنهن هڪ شيءِ کي ٻيءَ شيءِ جي برابري ڪرڻ. يعني ٻن مختلف لفظن يا شين جي هڪ ٻئي سان ڀيٽ ڪري، منجهن ڪنهن خاص ڳالهه يا گڻ جي هڪ جهڙائي ڏيکارڻ کي تشبيهه چئبو آهي. انهن شين جي ڀيٽ ڪرڻ لاءِ وانگر، وانگيان، وانگي، مثل، جهڙو جيان، جان، طرح،جڻ، وغيره مان ڪو به هڪ لفظ استعمال ٿيل هوندو آهي ڪجهه مثال ڏجن ٿا:_ (i) حفيظ چوڏهينءَ جي چنڊ جهڙو سهڻو آهي. (ii) وسيم جا اکر موتين جهڙا آهن.

## تصوف

تصوف لفظ صوف (پشم)، صفا (صاف)، اهل صفہ (اصحابي) سان جوڙيو ويندو آهي. بنياد ڪجهه به هجي، تصوف ۾ اصل مقصد هيڪڙائي ڪي حاصل ڪرڻ لاءِ مختلف ڏاڪا مقرر ڪيا ويا آهن، جن کي سلوڪ جون منزلون چئجي ٿو. مشرق ۾ خصوصاً برصغير ۾ تصوف وحدت الوجود ۽ وحدت الشهود جي صورتن ۾ نظر اچي ٿو جيڪو مختلف مذهبن ۾ نظر اچي ٿو. وحدت الوجود نظرئي جو باني محي الدين ابن العربي (1165ـ 1240ع) هو جڏهن ان جي ابتڙ ٻيو نظريو وحدت الشهود جو آهي جنهن کي مجدد الف ثاني زور ورتايو هو فڪري مڪتب مطابق، انسان ذاتي حيثيت ۾ تسخير ڪائنات ڪري سگهي ٿو ۽ جُز جي صورت ۾ ڪُل جون خوبيون پاڻ ۾ پيدا ڪري سگهي ٿو. تصوف جي فلسفي جي انهن ٻنهي مڪتبن تي ناقدن تنقيد ڪئي آهي مثلاً: وحدت الوجود جي نظرئي موجب ماڻهوءَ قدرت جو پرتوو آهي، ان ڪري ناقدن جو خيال آهي ته ڪيس قدرت تي پاڙڻو پوي ٿو. وحدت الشهود جو نظريو ماڻهوءَ کي ڪُل اختيار جو مالڪ بڻائي ٿو جنهن سان طاقت ۽ سرڪشي جنم وٺي ٿي، جيڪا انسان ذات لاءِ ناڪاري سماجي روين کي جنم ڏئي ٿي، جهڙوڪ: فسطائيت وغيره. وحدت الشهود موجب انسان هن ڪائنات ۾ اشرف آهي ۽ مخصوص عقيدي موجب هو دنيا تي اختيار حاصل ڪرڻ جو حقدار آهي. انهيءَ فلسفي جي مڪتب ڪامل انسان (Superman) ۽ مرد مومن جي تصور کي جنم ڏنو. ان تصور اڳتي هلي چونڊ قومن (Selected Nations) ۽ چونڊ قوم جي حاڪميت کي جنم ڏنو. اهو تصور جرمن فلسفي نتشي (Nietzsche) جو آهي. خاص ماڻهو خاص قوم، خاص الخاص عقيدي جي بالادستي ۽ انهيءَ جي حصول لاءِ طاقت جو استعمال، انهيءَ زمري ۾ اچي وڃن ٿا. تصوف جو لاڳاپو انسان ذات ۽ انساني سماج سان آهي. تصوف انساني سماج جي ٻهرئين باشعور گروهه ۾ موجود هو جن وٽ راڄنيتيءَ جا سادا ۽ عام اصول هئا. ان ريت تصوف، شڪاري دور کان وٺي زرعي سماج کان ٿيندو جديد دنيا ۾ پهچي

پنهنجو سماجي ڪارج ادا ڪري ٿو. تصوف تي جرمن خاتون ميڊم بلوسڪي جون تحريرون نهايت آهن. جن کي سيڪريٽ ڊاڪٽرائن (Secret Doctrine) سڏيو ويو آهي. جنهن ۾ خدا، ڪائنات ۽ انسانذات تي سائنسي انداز ۾ بحث ٿيل آهي. هن تحريڪ سڄي يورپ ۾ ٿياسافيڪل سوسائٽين کي جنم ڏنو. سنڌ جي ٿياسافيڪل سوسائٽي به انهي سلسلي جي هڪ ڪڙي رهي آهي. تصوف/وحدت الوجود جاگيرداري ۽ اجاره داريءَ جي خلاف انسانن ۾ برابريءَ جي فلسفي کي هٿي ڏني. تصوف، تعصب جو رد آهي.

## ٽه سٽا

ٽن سٽن تي مشتمل صنف ٽه سٽا به آهي. جنهن تي تمام گهڻو ڪم پريو وتا ڪيو آهي. جنهن کانپوءِ شيخ اياز، اسحاق سميجي ۽ ڪن ٻين به ٽه سٽا لکيا آهن. پر انهن سڀني جا بحر وزن توڙي گهاڙيٽا الڳ الڳ آهن. پريو وتا پنهنجي ٽه سٽن جي پهرين ۽ ٽين سٽ جو وزن هائيڪو جي يعني فعلن فعلن فاع رکيو آهي. جڏهن ته وچينءَ سٽ جو وزن چار دفعا فعلن استعمال ڪيو اٿائين. ۽ قافيا هائيڪو جيان رکيا ويا آهن. جڏهن ته شيخ اياز جي ٽه سٽن ۾ قافيه سازي ٻي انداز ۾ استعمال ٿيل ٿا. پر ان پنهنجي وزن بحر کي پريو وتا کان الڳ رکيو آهي. سنڌ ۾ اڪثر ٽه سٽا شيخ اياز واري گهاڙيٽي تحت لکجن ٿا. پر نامور شاعر اسحاق سميجي پنهنجي ٽه سٽن ۾ اڪثر ٻين ۽ ٽين سٽ کي هم قافيه رکيو آهي. پهرين کي آزاد ڇڏيو آهي. جڏهن ته ڪجهه ٽه سٽن ۾ هن ڪو به قافيو استعمال نه ڪيو آهي. هن صنف جو مثال هن ريت آهن:

اڄ اڄ ياڪر پاءِ<br>
هڪ ٻئي کان اڄ جدا ٿيون ٿا،<br>
وري ملڻ جي لاءِ<br>
(پريو وتا)

ٽيڙو

ٽيڙو، سنڌي زبان جو لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي ٽي. اصطلاحي معنيٰ موجب آسمان تي پور وچوٽيءَ تي ٻيهل ٽن تارن کي ٽيڙو چئبو آهي. هائيڪو کان متاثر ٿي سنڌيءَ ۾ هيءَ صنف امداد حسينيءَ متعارف ڪرائي. هن صنف ۾ ڪل 35 ماترائون ٿينديون آهن، يعني هائيڪو کان هڪ ماترا وڌيڪ، ڇوته هائيڪو ۾ 11-13-11 ماترائون ڪم اينديون آهن. ٽيڙو ۾ به پهرين ۽ ٽين سٽ هم قافيه هوندي آهي ۽ وچين سٽ آزاد هوندي آهي. ٽيڙو نموني طور هيٺ ڏجي ٿو.

آءُ دراز هل!

تنهنجا سارا مولويءَ

منهنجو هڪ سچل (اياز)

## ٽيهه اکري

ٽيهه اکري، عربي ٻوليءَ جي الف-ب جي اٺاويهن اکرن ۽ لا ۽ ء جي اضافي اکرن سان لکيون وينديون آهن. ٽيهه اکري نج سنڌي لکت آهي. جڏهن ته سرائيڪي ۽ فارسيءَ ۾ سي حرفي لکي ويندي آهي ۽ سنڌيءَ ۾ ٽيهه اکري لکي وڃي ٿي. ٽيهه اکري فني سٽاءَ موجب بيت يا نظم جي فارم ۾ 30 مصرعن تي مشتمل نظم آهي، جنهن جو هر هڪ بند الف-ب جي ترتيبوار اکر/حرف سان شروع ٿيندو آهي.

## پرولي

پرولي هڪ ڳجهارتي فن آهي، اهڙو وسيلو جنهن ۾ ڳالهائيندڙ ڪا معنيٰ رکي جيڪا سندس ذاتي معنيٰ کان ڳجهي هجي ۽ جنهن ٻاهريون ۽ اندريون مطلب ڪڍيو وڃي. پرولي لفظ پروڻ مان نڪتل لڳي ٿو جنهن جي معنيٰ آهي موتين جي لڙهي. پرولي سنڌي لوڪ ادب جي هڪ پراڻي صنف آهي. ويچار کان پوءِ ڪنهن شيءِ جو پتو لڳائڻ کي پرولي ڀڃڻ چئبو آهي. پروليون ڪيئن نهيون ۽ ڪهڙي وقت کان مروج ٿيون ان جو پورو پتو نٿو پوي ته ڀراڙين ۾ عام

طرح ڪجهرين ۾ پروليون ڏيڻ جو جهجهو لڳندو آهي. پروليون ۾ ڪيترين ئي ڳجهين معنائون ۽ راز رکيل هوندا آهن، جي سگهڙ ۽ سمجهدار پروڙي ۽ سمجهي سگهندا آهن. پروليون، سوليون ڳجهارتون آهن.

## پنج سٽا

سنڌيءَ ۾ هيءَ صنف پنجن گهاڙيٽن ۾ لکي وئي آهي. هر پنج سٽي جون سٽون يا بند ته پنج ئي آهن، پر ٿوري ڦيرگهير سان ان کي پنجن فارمن ۾ ورهايو ويو آهي. جيڪي استاد بخاريءَ جي شاعريءَ ۾ ملن ٿا. ناماياري شاعر مير محمد پيرزادي، استاد بخاريءَ جي ڪتاب ميلا ملهالا جي مهاڳ ۾ استاد بخاريءَ جي مٿي ڄاڻايل پنجن ئي گهاڙيٽن وارن پنج سٽن جو تعارف ائين ڪرايو آهي ته: فارم جي لحاظ کان پنج سٽا پنجن فارمن هيٺ لکيا وڃن ٿا. پنج سٽن جي بحر وزن جي ڪا به مخصوصيت نه آهي . يعني ڪهڙي به بحر وزن تي انهن کي لکي سگهجي ٿو. پنجن ئي سٽن جو وزن ڪهڙو به هجي، پر سڀ سٽون هڪڙي ئي وزن تي هئڻ گهرجن. باقي قافيي کي الڳ الڳ فارمن ۾ مختلف انداز ۾ ڪتب آندو ويندو آهي.

## پنجڪڙا

شاعريءَ جي هيءَ صنف سنڌي شاعرن هري دلگير، پريو وفا ۽ ٻين متعارف ڪرائي. سنڌ ۾ به ڪيترن شاعرن پنجڪڙا لکيا آهن. جن ۾ راشد مورائي، تاج جويو، وسيم سومرو، سعيد ميمڻ ، خاڪي جويو، اسحاق سميجو ايوب گل ۽ خالد چانڊيو جا نالا قابل ذڪر آهن. هن صنف جو وزن بحر ڪجهه هن ريت آهي ته. هن جي هر سٽ جون ماترائون 15_16 ماترائن کان وڌائي نه ٿيون سگهجن ۽ ان تحت ئي لکي وڃي ٿي. پنجڪڙا جي پهرين سٽ ۽ چوٿين سٽ پاڻ ۾ هم قافيا هونديون آهن ۽ ٻين ۽ ٽين سٽ پاڻ ۾ هم قافيه هونديون آهن. جڏهن ته پنجين سٽ ۾ پهرين سٽ ورجائي ويندي آهي. ڀارت ۾ هن صنف تي پريو وفا جو ڪتاب سرخ گلاب سرها خواب . جڏهن

ته سنڌ ۾ سعيد ميمڻ جو ڪتاب ڪاري ٻو ۾ چنڊ، جيڪو هڪ طويل نظم کان سواءِ رڳو پنجڪڙن تي مشتمل آهي. سنڌ ۾ نئين ٽهيءَ ۾ هيءَ صنف تيزيءَ سان پنهنجون پاڙون پختيون ڪري رهي آهي.

## پهاڪو

پهاڪو سنڌي لفظ پهه مان ورتو ويو آهي، جنهن جون معنائون آهن خيال ڪرڻ، فيصلو ڪرڻ، صلاح ڏيڻ/وٺڻ سوچڻ ۽ نبرڻ وغيره. پهاڪا، چوڻيون ۽ ٻهڳڻ جا ٻول، سنڌي سياڻپ جو آئينو آهن. منجهن سنڌي رهڻي ڪهڻي ۽ ڪڻ ڪوت جي گهڻي ياڳي جيڙي جاڳندي تصوير چٽيل آهي. جيتوڻيڪ پهاڪا مختصر آهن، مگر چوڻ وقت مطلب کي مفصل ڪن ٿا. اهڙي طرح پهاڪن مان ماڻهن جي عادتن ۽ اتوارن، رفتار ۽ گفتار، رسم ۽ رواج، ڪمال ۽ زوال، حرڪت ۽ بدعت وغيره جو پتو پوي ٿو. سنڌي ٻوليءَ ۾ پهاڪا ۽ اصطلاح ڪافي آهن. انهن ۾ اڪثر نج ۽ ٺيٺ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪم آيل آهن. اهي سنڌي ادب توڙي معياري ادب جا عام جز آهن.

## جديد ادب

جديد ادب مان مراد اهو ادب آهي، جيڪو پنهنجي دور جي جديد لاڙن سان هم آهنگ هجي ۽ پراڻي ادب جي بنسبت ان ۾ نواڻ هجي. پر ان هوندي به ساڳئي دور ۾ ڪن ادبي فن پارن ۾ جدت ۽ انفراديت آهي. ته ڪن ۾ وري قدري شعري روايتن جي پابندي ڪئي ويجي ٿي، يعني هر دور ۾ قديم ادب جا رجحان به قائم رهن ٿا ۽ جديد لاڙا به ملن ٿا.

## جديديت پڄاڻان يا بعد جديديت

جديديت پڄاڻان (Post Modernism) کي جديديت (Modernism) جو ابتڙ يا ان جو تسلسل يا ان جو عمل يا ان جو رد عمل چئي سگهجي ٿو. هڪڙي حوالي سان چئي سگهجي ٿو ته Post معنيٰ ان کانپوءِ اچڻ يا ان جو تسلسل يعني جديديت کي رد ڪندي ان جي ابتڙ پيش ڪرڻ پوسٽ

ماڊرنزم جو لفظ زندگيءَ سان واسطيدار هر ڪيتر سان جڙيل آهي. پوءِ ادب هجي، فنون لطيفہ هجي، نقش، هجي، فلم، ناٽڪ موسيقي، سماجي رهنوار هجي يا ٽيڪنالاجي هجي. پوسٽ ماڊرنزم بنيادي طور تي هڪ لاڙو آهي. جديديت وارو ادب يا فن جديديت واري اثر هيٺ سرجيل تخليق کي چيو ويندو آهي. جيڪا هڪ هلچل يا تحريڪ هئي، جيڪا يورپ ۾ روشن خياليءَ (Enlightenment) جي نالي سان 18 صديءَ ۾ شروع ٿي. جڏهن تہ بعد جديديت ، جديديت جو تسلسل آهي. پر ان جا اصول ۽ مقصد مختلف آهن. جديديت پڄاڻان جي ادبي نظرئي کي ٺاهڻ ۾ سوسيئر، فوڪو دريدا، لاڪان، پال دي مان، رولان بارٿ، جوليا ڪرسٽيوا ۽ ٻين جي فڪر ۽ نظرين جو وڏو ڪردار آهي. جديديت پڄاڻان ، دراصل ساختيات ۽ رد ساختيات (Structuralism and Post Structuralism) جي نظرين کان بنيادي استفادو حاصل ڪيو آهي.

## جرنل

هڪ قسم جو رسالو جنهن ۾ اڪثر ڪري تحقيقي مقالا گڏ ڪري شايع ڪيا آهن پي ايڇ. ڊي يا ڪنهن لاڳاپيل مضمون سان وابستگيءَ وارن کي تاڪيد ڪيو ويندو آهي تہ ڪنهن مشهور جرنل ۾پنهنجا پيپر شايع ڪرائين. سنڌ ۾انگريزن جي دور ۾ انگريزي زبان ۾ڪيترائي جرنل شايع ٿيندا هئا. 20 صديءَ ۾ سيد مصطفيٰ غلام شاھ Sindh Quarterly نالي هڪ جرنل شايع ڪندو هو. انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌي شعبو سنڌ يونيورسٽي، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، سچل چيئر خيرپور ۽ شاھ عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي طرفان بہ جرنل شايع ٿيندا رهندا آهن. جن ۾ ڀٽائي، ڪينجهر، ڪلاچي، آشڪار ۽ سنڌي ٻولي اهم آهن.

## جمالو

جمالو سنڌ جو مشهور ۽ محبوب لوڪ گيت آهي. جنهن جي ڳائڻ وقت ناچ ٿيندو آهي. جنهن کي جمالو ناچ چوندا آهن. جمالو گيت تي اهو نالو ڪيئن پيو؟ ان بابت اديبن مختلف رايا ڏنا ويا آهن. جن جو تت اهو آهي تہ

جمالو ڪو شخص هو جيڪو ڪنهن سبب گهر کان ٻاهر ويل هو ۽ جڏهن واپس آيو ته سندس اچڻ جي خوشيءَ ۾ گيت ڳايا ويا. جمالو گيتن مان معلوم ٿئي ٿو ته هو پهلوان ۽ قداور هو جيئن: جنهن جا پير پنج سير هو جمالو. جمالي ۾ ڪيترن شاعرن وقت به وقت نيون ڳالهيون به شامل ڪيون آهن. جهڙوڪ جيڪو سڪر واريءَ پل تي هو جمالو وغيره وغيره. هڪ روايت مطابق جمالي جو واقعو ميرن جي دور جو آهي.

## جماليات

جماليات جي معنيٰ آهي، سونهن يا سونهن واري شيءِ يا وجود جي ڀُوجهه پرک ۽ انهن جو ماخذ. سونهن فطرت ۾ به هوندي آهي ته فن ۾ به. فطرت ۽ ان جا سمورا مظاهر قدرت جي عطا آهن. هي اپرندڙ لهندڙ سج واري ويل: شفق ۽ سنڌيا، پونم جو چنڊ، چانڊوڪيءَ جو اُهاءُ، سمنڊ جي ويڙ، درياهه جون ڇوليون، ڏکڻ جي هير، سنڌوءَ ۾ ترڳندڙ چنڊ ۽ ان جو ٿهليل عڪس، وُٺي کان پوءِ ڌرتيءَ مان ايندڙ مٽيءَ جي سڳنڌ، ملهار، ڪڪرن جي لس، وُٺي کان پوءِ ڌوتل وڻ ٽڻ ۽ گهرو نيرو آڀ، وسڪاري کان پوءِ واري اوپڙ، تاڙي جي تنوار، بلبلين جو ٻُٽڪن ڪويل جي ڪوڪ، ماڪ جي شفافيت ۽ ٽڏيرو ڇهاءُ، گلن جي سُرهاڻ ۽ ڪوملتا، مٽيءَ جي عظمت، ٻيل جو ٽلڻ، ڪبوتر جي اڏام اِهي سڀ فطري سونهن جا مظهر آهن، پر انهن مڙني کان اعليٰ ۽ سونهن جو عظيم تر مظهر آهي خود انسان. اٿين سُر به سونهن آهي ته لفظ ۽ رنگ به سونهن آهن ته تند ۽ تنوار ۾ به حسن موجود آهي، جنهن کي جماليات ڇنڊبو آهي.

## جنگ ناما

جنگ ناما واقعاتي شاعريءَ جو اهو نمونو آهي، جن ۾ ڪنهن جنگ جي يادگيريءَ منظر نگاريءَ جيت يا هار جو نقشو چٽيل هجي. جنگ ناما، اصل ۾ رزميه شاعري هوندا آهن. سنڌي لوڪ ادب سلسلي جو ڪتاب جنگ ناما ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو ترتيب ڏنل آهي.

## جهولڻو

ڏکڻ هندستان جي تامل ٻوليءَ جي شاعريءَ جي هڪ صنف اوشل. جنهن

جي معنيٰ آهي جهولڻو. هن صنف جو تعلق تامل ٻوليءَ واري علائقي جي رهڻي ڪهڻيءَ سان آهي. اتي سيٺي ذاتين ۾ رواج آهي ته شادي واري رات جوٺ. ۾ ڏيٺهن جو ٿيندي آهي. اتي هڪ جهولي جو بندوبست ڪيو ويندو آهي. جنهن ۾ گهوٽ ڪنوار لڏندا آهن. ان موقعي تي جيڪي گيت ڳايا ويندا آهن، انهن کي اوشل چيو ويندو آهي. دکن جي صوفي شاعرن ان رسم مان فائدو ورتو. تنهن دؤر جي اردوءَ ۾ انهيءَ قسم جا گيت لکڻ شروع ڪيا، ۽ انهن نظمن کي هنن پنهنجي ٻوليءَ جي لحاظ کان جهولڻو سڏيو. دکن جو پهريون جهولڻو چوندڙ شاعر شاهه علي جيو گامڌني هو. پاڪستان واري خطي ۾ سڀ کان پهرين پنجاب جي قادري بزرگ حضرت نوشه گنج بخش جا جهولڻا ملن ٿا. اتر هندستان جي اردو شاعرن ۾ هن صنف جو رواج اٺويهين صدي عيسويءَ تائين نظر اچي ٿو. ان زماني جي ڪن داستانن ۾ به جهولڻا نقل ڪيا ويا آهن. حضرت سچل سرمست ۽ روحل فقير دکني شاعري ۽ ان وقت سنڌ ۾ مروج هندي/ اردو شاعريءَ مان هن صنف کي سنڌيءَ ۾ پنهنجي انداز سان آندو. سچل جي جهولڻي بيتن ۽ جهولڻو ڪافين ۾ وچوڙي جا ورلاپ ملن ٿا ۽ پرينءَ تائين پهچڻ جي تانگهه ۽ طلب ڏيکاريل آهي. سچل سرمست جي ڪلام کان سواءِ روحل فقير جي هندي ۽ سرائڪي جهولڻي ۽ سچل جي سنڌي جهولڻي ۾ فرق آهي. روحل جي جهولڻي ۾ اڪثر چار سٽون ٽين ٽيون ۽ هر سٽ جو وزن عام بيت کان وڌو ٿئي ٿو. سچل سرمست جي جهولڻي جو هر بند. گهڻو ڪري اٺن سٽن جو ٿئي ٿو ۽ تائين سٽ ورائيءَ جي اچي ٿي.

## چوسٽو

چئن سٽن وارو شعر/نظم، جنهن جي پهرين، ٻي ۽ چوٿين سٽ هم قافيه ٿيندي آهي. ڪنهن به عروضي وزن يا ڇند وديا موجب لکي سگهبو آهي ۽ ان ۾ موضوعن جي فراواني هوندي آهي. سنڌ جي ڪيترن شاعرن چوسٽا لکيا آهن. پر استاد بخاري، سرڪش سنڌي، شمشيرالحيدري، پرواني ڀٽي، راشد موراني، امداد حسيني وغيره جا چوسٽا مشهور آهن.

## چوسٽا آواز

سنڌي ٻوليءَ ۾ چار اهڙا آواز آهن، جن کي اُچارڻ سان هوا کي واٽ ۾ اندر ڇڪڻو پوندو آهي. انهيءَ ڪري لسانيات جي ماهرن انهن کي چوسٽا آواز سڏيو آهي. هي آواز ٻ، ڏ، ڄ ۽ ڳ جي حرفن سان لکندا آهن. هنن اکرن جي خوبي اها آهي ته انهن جي جاءِ تي ڪوبه حرف نعم البدل طور استعمال ڪري نه ٿو سگهجي. اگر اکرن جي جاءِ تي سنڌن ويجهن هم آوازن جهڙوڪ ب، د، ج ۽ گ جو استعمال ڪبو ته اچارن جي معنيٰ تبديل ٿي وينديءَ. مثال طور: ٻ = ٻار، ب = بار ڏ = ڏسان، د = دسان ڳ = ڳلي، گ = گلي ڄ = ڄار، ج = جار

## چونڪ

چونڪ جي لغظي معنيٰ آهي، چئن جو ميڙ، يعني اُها جاءِ جتي چار شيون اچي پاڻ ۾ گڏ ٿين يا اُهو هنڌ، جتي چئني طرفن کان رستا يا واٽون اچي هڪ ٻئي سان ملن. اصطلاحي معنيٰ موجب، چونڪ هڪ شعر جو قسم آهي، جنهن ۾ چار هم وزن سٽون گڏ ٿين ٿيون. اُنهن مان پهرين ۽ چوٿين سٽ جو قافيو هڪ جهڙو ٿيندو آهي ۽ باقي وچ واريون ٻه سٽون (ٻي ۽ ٽين سٽ) قافيي کان بلڪل آزاد هونديون آهن. چونڪ جي شروعات سنڌ ۽ هند جي شاعريءَ ۾ ٿيل محسوس ٿئي ٿي. سنڌي شاعرن به هن صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي. چونڪ ۾ اڪثر تشبيهي ۽ اخلاقي مضمون پيش ڪيا ويندا آهن.

## چوٽي

اهو مروج استعمال، جيڪو بيان ۾ الڳ استعمال ٿيندڙ هڪ پورو جملو يا ايڪو هوندو آهي ۽ پنهنجي لفظي معنيٰ ۾ ڪو به ڪتب ايندو آهي. اها ڪنهن مشهور ماڻهوءَ جي نسبت سان ڀاڪي طور استعمال ٿيندي آهي جيئن ڏک سکن جي سونهن انهيءَ کي چوٽي سڏبو آهي.

## چيئر

ڪنهن يونيورسٽيءَ ۾ ادب ۽ تحقيق واري شعبي ۾ منسوب ۽ مخصوص ڪيل ان حصي کي چيئر سڏبو آهي، جنهن ۾ ڪنهن هستيءَ جي فن، فڪر،

متعلق تحقيق ڪئي ويئي ۽ ان سان لاڳاپيل ساهتي ۽ مواد کي يڪجا ۽ محفوظ ڪيو ويئي. سنڌ جي مختلف يونيورسٽين ۾ هيٺيون چيئرون قائم آهن: علامه آءِ آءِ قاضي چيئر، سنڌ يونيورسٽي، ڄام شورو. علامه غلام مصطفيٰ قاسمي چيئر، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشورو. ٿليچ چيئر، سنڌ يونيورسٽي، ڄام شورو. شهيد بينظير ڀٽو چيئر، سنڌ يونيورسٽي، ڄام شورو. ايم. ايڇ. پنهور چيئر، سنڌ يونيورسٽي، ڄام شورو. سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور. شيخ اياز چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور. شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽي، ڪراچي. سيرت چيئر، ڪراچي يونيورسٽي، ڪراچي. شهيد بينظير ڀٽو چيئر، ڪراچي يونيورسٽي، ڪراچي.

## ڇتارا

ڇتارو ڇهن سٽن تي مبني اهڙي شعري صنف آهي، جنهن جون ٻه ٻه سٽون هم قافيا هونديون آهن. پهريون ٻه سٽون هم قافيا، بند جو آخري لفظ ٽيون سٽ/ ٻئي بند جو پهريون حصو ٿي ڪم ايندو آهي. اهڙي ريت ٻيون ٻه سٽون/بند پاڻ ۾ هم قافيا هوندو آهي ۽ ٽيون حصو/ ٻه سٽون بند/ آخري بند پاڻ ۾ هم قافيا هوندو آهي. ان بند جو آخري لفظ قافيو ۽ هن سڄي ڇتاري جو پهريون لفظ ساڳيو هوندو آهي. سنڌيءَ ۾ ڇتارا مختيار ملڪ، مير محمد پيرزادي، تاج جويو، ج. ع. منگهاڻي لکيا آهن. ڇتارو اصل ۾ هندي شعري صنف ڪنڊلي جو جديد ۽ سڌريل روپ آهي.

## ڇلڙو

ڇلو هٿ جو زيور آهي، جيڪو ڪڙي ٻه آڱر ۾ پائي سگهجي ٿو ۾ خصوصاً عورت ڇيچ ۾ پائيندي آهي. ڇلو لوهه، پتل، ٽامي، چانديءَ ۽ سون جو ٺهندو آهي. دوست هڪٻئي کي سوکڙيءَ طور ڇلو ڏيندا آهن. ۾ ٻهراڙيءَ ۾ ايجا تائين ڇلي کي نينهن جي نشاني سمجهيو ويئي ٿو. ڇلو - هندي ڇلا، سن ڇَل =منڊي؛ جو قسم لوڪ شاعريءَ ۾ جانب جي جدائيءَ ۾ ڇلو ٿي روح ريجهائيندڙ ۽ تسڪين قلب ڏيندڙ چيز آهي. ڇلڙو اهو گيت، جنهن ۾ ڇلي جو ذڪر هجي مفهوم جي خيال کان شعر ۾ محبت جون ميارون، قرب جي

پچارون ۽ نوري نشانيون چاتو آهي. سٽاءَ جي لحاظ کان ٽلهه کان علاوه هر مصرع ڏيڍ سٽي به ٿئي ٿي.

## ڇندوديا

هندي شاعريءَ جي وزن جو علم. هندي ڇند وديا ۾ دوها ڇند، سورٺا ڇند ۽ ٻيا ڪيترا ڇند ٿيندا آهن. دوها ڇند ٻن مصرعن تي مشتمل آهي. هر هڪ سٽ ۾ ٻه پد يا چرڻ ٿين. پهرئين پد ۾ 3 ۽ ٻئي پد ۾ 11 ماترائون ٿينديون آهن. سورٺا ڇند اصل ۾ ابتو دوهو آهي، جنهن ۾ قافيي وارين ماترائن (11) جون بند وچ ۾ ايندو آهي، ۽ پيو پد (13 ماترائن وارو) سٽ جي آخر ۾ ايندو آهي. دوها- سورٺا ڇند جديد شاعرن مٿين ڇند وديا جي اصولن ۾ ڦيرگهير ڪري هڪ سٽ دوهي جي ۽ ٻئي وري سورٺي جي ڪتب آندي آهي، ان کي دوها سورٺا ڇند چئبو آهي. ڇند جا ٻيا به ڪوڙ قسم آهن. ڇند وديا شاعريءَ جي مخصوص وزن جي نظام (Prosodic System) کي چئبو آهي. جيڪو ان ۾ موسيقيت ۽ نغمگي پيدا ڪري ٿو ان ڪري شعر ٻڌڻ وقت متاثر ڪري ٿو. هن علم ۾ اهي سڀ اصول، قاعدا، قانون اچي وڃن ٿا، جيڪي قديم دور کان هندي شاعريءَ ۾ ملندڙ آهن.

## ڇهه سٽا

ڇهن سٽن تي مشتمل شعري صنف قديم روايتي شاعريءَ ۾ مسدس. ڇهن سٽن جي بندن تي مشتمل نظم هوندو هو. ڇهه سٽا، مسدس کان هٽيل شعري صنف آهي. مسدس واري گهاڙيٽي ۾ طويل نظم ٿين ٿا. جڏهن ته ڇهه سٽا جي صنف ۾ طويل توڙي الڳ الڳ نظم به لکيا وڃن ٿا. سنڌيءَ ۾ شيخ اياز (1923ـ 1997ع) جي شاعريءَ جي مجموعي رخ تي نظر ڄمجهم ۾ ڇهه سٽي جي گهاڙيٽي ۾ طويل نظم به موجود آهي. جڏهن ته انفرادي ڇهه سٽا به ملن ٿا.

## حرف

حرف عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي. سنڌيءَ ۽ اردوءَ ۾ به عام مروج آهي. سنڌي زبان ۾ حرف کي اکر، سنسڪرت ۽ هنديءَ ۾ اڪشر چيو ويندو آهي. حرف جو مطلب آهي آواز کي ظاهر ڪرڻ يا اچارڻ وارو نشان. ٻين لفظن ۾

اٿين ڇنجي ته هر هڪ آواز جي لکيل صورت کي حرف چئبو آهي. دراصل حرف جي بنيادي معنيٰ آهي ڪنارو يا پاسو ڇاڪاڻ ته اهو ڪنارو يا پاسو وٺي بيهي ٿو. مطلب ته ڪنهن به سمجهڻ جهڙي آواز جي بدران ڪا به مقرر ٿيل نشاني جيڪا ڪم آڻجي ٿي، تنهن کي اکر يا حرف چئبو آهي.

## حقيقت نگاري

حقيقت پسندي ترقي پذير دؤر جي پهرين هاڪاري ۽ ڀرپور تحريڪ هئي ڪوربي (Courbet)(1819_1877ع) ۾ سندس ساٿي انهيءَ تحريڪ جا اڳواڻ هئا. ماحول جي صحيح عڪاسي، انهيءَ جو بنياد هو هيٺين طبقو ۽ روزمره جا مظاهر انهيءَ جا حقيقي موضوع هئا. اڳتي هلي حقيقتن نگاري ادبي تحريڪ بڻجي دنيا جي ادب کي متاثر ڪيو. ان ۾ زندگيءَ جي مشاهدن کي اصليت سان پيش ڪرڻ اهم هو پلي ان ۾ زندگيءَ جون تلخ حقيقتون شامل ڇو نه هجن. دنيا کي سائنسي تحقيقات ۽ طريقن ذريعي ڄاڻي سگهجي ٿو. ان جي وصف ٻڌائي سگهجي ٿي . ان بابت معلومات گڏ ڪري سگهجي ٿي. جڏهن ته ٻئي نظريئي مطابق خارجي دنيا کي جبلتي شعور ۽ اندرواري اک سان ڄاڻي سگهجي ٿو. پر ادب ۾ حقيقت پسنديءَ جي وصف بنهه الڳ آهي. جڏهن ڪو به تخليقڪار پنهنجي شهپاري يا تخليق ذريعي زندگيءَ جي سچائيءَ سان ترجماني ڪري ته انهيءَ کي حقيقت پسندي چيو وڃي ٿو.

## حمد

حمد عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي لفظي معنيٰ آهي ساراهه، تعريف، ثنا، واکاڻ. حمد نظم جو اهو نمونو آهي جنهن ۾ ڌڻي سڪوري جي ساراهه ڪئي ويندي آهي. سنڌي شاعريءَ ۾ حمد ۾ بيت به ٿين ته وائي، ڪافي، غزل به لکيا وڃن ٿا. حمد محفلن ۽ پروگرامن ۾ اڪثر تلاوت کانپوءِ پڙهيو ويندو آهي.

## حوالو

تحقيقي ڪم ۾ ڪنهن ٻئي جي تحقيق مان استفادو حاصل ڪرڻ لاءِ گهربل ٽڪرو (Passage) ڪڍڻ کي حوالو چيو ويندو آهي. حوالي طور کنيل مواد کي ابتين ڪامائن يا واڪ جي نشانين ۾ رکيو ويندو آهي ۽ حوالي ۾

آيل مواد جو ذريعو (ليکڪ، ڪتاب جو نالو، پبلشر جو نالو،صفحو نمبر، ڪتاب جي اشاعت جو سال وغيره. لکيو ويندو آهي.

## خارجيت

داخليت ۽ خارجيت جا اصطلاح 18 صدي دوران انگريزي تنقيدي ادب ۾ استعمال ٿيڻ لڳا. خاص طور تي جان رسڪن(1819-1900ع) جي لکڻين ۾ خارجيت پسندن جو خيال هو ته ليکڪ پنهنجين لکڻين ۾ پاڻ يا ذاتي وابستگيءَ کي ٻاهر رکي، خاص طور تي جڏهن هو ٻين بابت لکندو هجي.

## خاڪا نويسي

خاڪا نويسي، سوانحي ادب جو هڪ حصو آهي. جنهن ۾ ليکڪ ڪنهن هستيءَ، شخص يا بزرگ جي زندگي ۽ سندس خدمتن کي چٽيندو آهي. هي گهٽين حقيقتن ۽ رنگن سان چٽيل نه عڪس آهي ۽ نه ئي وري ڪو فوٽو گراف. جنهن ۾ رواجي ۾ رواجي چيز به اچي وڃدي آهي. ادب ۾ جنهن کي خاڪا نويسي چئبو آهي. ان ۾ گهٽ ۾ گهٽ لفظن سان ادبي نموني ڪنهن هستيءَ، شخص يا بزرگ کي چٽيو ويندو آهي. عام طور ڪن خاص شخصن تي خاڪا لکيا ويندا آهن. ليڪن خاڪا نويس عڪس ٺاهي زندگيءَ ۽ حقيقتن جي سچائي ۽ غير شخصي رخ ضروري ڏيندو آهي. ان ۾ تصور کي بلڪل جڳهه ڪانهي. جيئن ڪنهن شخص جي سموري زندگي يا زندگيءَ جي گهڻي حصي کي پاڻ سمائي ٿي. جڏهن ته ڪنهن جو خاڪو ليکڪ جي ذات ۽ زندگي سان جوڙيل ڪنهن شخص جو مختصر چٽ آهي.

## خط نويسي

خط والدين، ڀائرن، گهر جي ڀاتين، چاچن، مامن، ٻين عزيزن، دوستن، عالمن، اديبن، استادن، شاگردن ۽ وڏين شخصيتن ڏانهن لکيو ويندو آهي. خط، غيرافسانوي ادب جو هڪ قسم آهي. خط نويسيءَ جي تحرير، دل جي اندرئين ٿهه مان نڪرندڙ صنف آهي، جيڪا مختلف ارتقائي مرحلا طئي ڪري اچ انشاپردازيءَ جي اوچي مقام تي پهتي آهي ۽ اعليٰ ادب جو رُتبو ماڻي چڪي آهي. خط اڪثر هلي اڌ ملاقات جي صورت اختيار ڪري وڃو.

خط لفظن جو روپ ڌاري جڏهن ته اڪ ملاقات بڻجي ويندو آهي. ادبي دنيا ۾ خطن کي وڏي اهميت آهي.

## خواجڪي رسم الخط

خواجڪي رسم الخط سنڌي رسم الخط جو پراڻو نمونو آهي. جنهن ۾ اسماعيلي خوجن جو مذهبي ادب لکيو ويو آهي. اها ليپي پير صدرالدين ايجاد ڪئي يا ان ۾ اصلاح ڪئي. ان کي چاليهه اکري يا پير صدرالدين (1290_1409ع) جي سنڌي يا خوجڪي سنڌي به چيو وڃي ٿو.

## داخليت

اُها تحرير/شاعري جنهن ۾ ذاتي خيالن، تاثرن ۽ زندگيءَ جو اثر نمايان طور نظر اچي. رومانوي لکڻين ۾ ذاتي داخليت جو اثر وڌيڪ هوندي آهي.

## داستان/قصا

سنڌي ناول/ڪهاڻيءَ جو سفر آکاڻي، داستان ۽ قصي کان شروع ٿيو آهي. داستان/قصن جو پلاٽ ناول وانگر منظم هجڻ بدران پيچيده ۽ منجهيل هوندو آهي. ليڪن ان پيچيدگيءَ ۾ به دلڪشي هوندي آهي. ٻئي طرف داستان/قصي ۾ ماحول اجنبي ۽ اوپرو هوندو آهي. خيالي واقعن کان علاوه هن ۾ عجيب دنيا جهڙوڪ، پريون، ڪوهه قاف واري دنيا هوندي آهي. قصن جا ڪردار عشقيه، سٺائي ۽ بدڪاري تي مشتمل هوندا آهن. قصن ۾ ڪردار نگاري هميشه مافوق الفطرت هوندي آهي.

## دراهو

دراهو هنر جو هڪ اهڙو قسم آهي، جنهن ۾ مسگرن ۽ شاعرن ٻنهي هنر ڪم آندو آهي يا ٻن قسمن جي لڪ رکي آهي. دراهو فارسي لفظ آهي. دو (ٻه) + راهه= رستو ٻن راستن وارو.

## دستاڳ

ڪوهستاني علائقي جي خاص پروليءَ اها پرولي جنهن ۾ پهريائين پيچيدگي واري چيز جا اهڃاڻ ۽ اشارا آيل هجن. پر اڳتي هلي ان تان ڦري وڃجي. مثال طور: نچي ٿو ناچو خان، پر ناچو به ناهي

## دوهو

دوهو هندي لفظ دوها مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ٻن مصرعن يا سٽن وارو بيت. ڏوهيڙو سنڌي شاعريءَ جو هڪ قديم فن آهي، جنهن سمن ۽ سومرن جي دور ۾ ترقي ڪرڻ شروع ڪئي. هندي زبان ۾ هن فن کي دوهرو يا دوهو چوندا آهن. دوهي جي حساب سان شيخ حماد جمالي (وفات 1368ع) کي سنڌيءَ جو پهريون شاعر چيو ويندو آهي.

## دوهو سورٺو

هن قسم جي بيت ۾ اڪثر اٺين ٽيندو آهي ته پهرين سٽ ۾ قافيو آخر ۾ ۽ ٻي سٽ ۾ قافيو وچ ۾ ايندو آهي. يا وري اٺين به ٽيندو آهي ته پهرين سٽ ۾ قافيو وچ ۾ ايندو آهي ۽ پوئين سٽ ۾ آخر ۾ ايندو آهي. مثال:

هاڪ وهندو هاڪڙو پچندي پنڌ اروڙ

ٻه مڇي ۽ لوڙهه، سمي ويندا سوڪڙي (ماموئي فقير)

## ديوان

ديوان فارسي لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي، ماڻهو جي گڏ ٿيڻ جي جاءِ مجازاً ڪچهري. اصطلاحي معنيٰ موجب، ڪنهن شاعر جي الف ـ ب واري قافيي تي جوڙيل غزل جي مجموعي کي ديوان چئبو آهي. هن جي ڪن غزلن ۾ قافيي جي پٺيان رديف به استعمال ڪيو ويندو آهي، پر اهو ضروري نه آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ الف ـ ب جي 52 (ٻاونجاهه) اکرن جي قافيي تي، پهريون مڪمل ديوان، آخوند گل محمد هالائيءَ جوڙي تيار ڪيو، جو ديوان گل جي نالي سان سنه 1272هجريءَ ۾ پهريون دفعو بمبئيءَ ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو جنهن کان پوءِ ٻين سنڌي شاعرن به ديوان لکڻ شروع ڪيا. هن وقت سنڌي زبان ۾ اهڙا ڪيترائي ديوان ڇپيل ٿورڙي اڻ ڇپيل صورت ۾ موجود آهن.

## ديوناگري رسم الخط

برهمي لپيءَ مان ترقي ڪري جڙيل رسم الخط ديوناگري رسم الخط صدين کان هندو مذهب جو مقدس خط رهيو آهي، ڪيترائي مذهبي ڪتاب ۽ سنيها هن رسم الخط ۾ لکيل آهن. گڏيل هندستان، ايشيا ۾ ننڍي کنڊ

(Sub continent) سان مشهور آهي. هن پوري خطي ۾ صدين کان سنسڪرت ڌرمي زبان ۽ ديو ناگري ڌرمي رسم الخط رهيو آهي. ديو ناگري رسم الخط هميشه کابي کان ساڄي طرف لکيا ويندا آهن. مرليڌر جيٽلي مطابق سڄي ڀارت ۾ ۽ ڀارت کان ٻاهر ٻئي، ٻين ڪنهين ملڪن ۾ ديوناگري لپيءَ جي ڦهلاءَ جو مکيه سبب اهو آهي ته اها مڪمل طور تي سائنسي سرشتي واري آهي. هن لپيءَ ۾ ماترائن جو استعمال لازمي هئڻ ڪري لکيل ٻوليءَ ۽ ڳالهائڻ جي ٻوليءَ جي روپ ۾ گهڻي ۾ گهڻي مشابهت آهي.

## ڏٺ

ڏٺ لفظ جي معنيٰ آهي ڏٺل شيءِ. ڏٺ لوڪ ادب جي مکيه ۽ تمام ڏکي صنف آهي. هن ۾ ڪو شاعر يا سگهڙ ڪنهن شيءِ/واردات کي ڏسي. ان کي بيت يا نثري ۾ لڪائي پيش ڪندو آهي. هن صنف کي عام طرح بيت ۾ يا نثري انداز ۾ پيچبو آهي. ڏٺ کي ڪي ورڻ پرولي به چون. ليڪن جوڙجڪ ۽ مضمون جي لحاظ کان پرولي ۽ ڏٺ ٻنهي ۾ گهڻو فرق آهي. ڇاڪاڻ ته ڏٺ ۾ ڪنهن ڏٺل شيءِ يا ٻڌل شيءِ کي لڪ ۾ پيش ڪبو آهي. مثال طور: هڪ ماڻهوءَ ڏٺو ته مال جي ڀاڻ ۾ ڪُتل منيءَ تي ناڳ ڇپ هنيو ويٺو آهي، هن ڏٺ جوڙي ورتي.

## ڏور

ڏور لوڪ ادب جي هڪ اهڙي صنف آهي جا سگهڙن جي ڪچهرين ۾ ٻڌڻ ۾ ايندي آهي. ڏور جي معنيٰ آهي ڪنهن شيءِ کي ڏوري ياڪولي ڪيڻ. جهڙي نموني ڳجهارت ۾ ڪو ڳجهه هوندو آهي اهڙي نموني ڏور جي بيت جي صورت ۾ ڪا ڏاهپ رکي ويندي آهي. ڪلهوڙن جي دور ۾ جلال ڪٽي ڏور جو وڏو شاعر هو. ڪن سگهڙن پڇاڻيءَ جي بيتن مان به ڏور ٺاهيا يا ڳوليا آهن. ڏور شهزور ڇيو ويندو آهي. ڏورن جون روايتون اڪثر ڪمزور هونديون آهن. بهرحال هي هڪ ڏکيو فن آهي.

## ڏند ڪٿا

تاريخ کي پڙهڻ پروڙڻ سان خبر پوي ٿي ته تاريخ انساني جدوجهد، ارتقا، سماجي تبديلين جي حقيقي ۽ سچي روداد آهي. جنهن ۾ پراڻي قبائلي نظام

کان غلاميءَ جي دور، غلاميءَ جي دور کان جاگيرداريءَ، جاگيرداريءَ کان سرمائيداريءَ دور ۽ ان کان سوشلزم تائين انساني سفر جا سچا داستان ملن ٿا. پر اهي واقعا لکڻ کان اڳ زباني روايتن ذريعي پکڙيا ته انهن ۾ غير حقيقي ڳالهيون به شامل ٿينديون ويون. ان ڪري انهن کي روايتي تاريخ چيو ويو. قديم يونان کان وٺي مشرق تائين هر ٻوليءَ ۾ اهڙا قصا، لوڪ ڪهاڻيون، واقعا، مذهبي، سياسي، سماجي ۽ معاشي روايتون حادثا بيان ٿيل هوندا آهن ، جن کي موجوده ذهن قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه هوندو. اهڙن قصن ۽ ڪهاڻين کي خيالي قصا، مائٿولاجي يا ڏند ڪٿائون چيو ويندو آهي. ڏند ڪٿائي قصن کي ديومالائي قصا به چيو ويندو آهي. ڏند ڪٿائن ۾ اڪثر ديو پريون، ديوتا، اوتار پراسرار مخلوق خاص طور هوندا آهن. ادبي محقق جو خيال آهي ته ڏند ڪٿائون ئي اوائلي ادب جي تخليق جو ڪارڻ آهن.

## ڏهس

لوڪ شاعريءَ ۾ ڏهس سينگار شاعريءَ سان واسطو رکي ٿو. هن قسم جي بيت ۾ ڏهه تشبيهون، ڏهه ڪنايا، ڏهه استعارا يا ڏهه نالا ڏنا ويندا آهن. اهي ڏهه نالا ڪڏهن هڪ ئي ٻوليءَ مان ته ڪڏهن وري مختلف ٻولين مان کنيا ويندا آهن. لوڪ شاعريءَ ۾ سگهڙپائيءَ جو هي هڪ اهم قسم آهي، جنهن جي هر بيت ۾ ڪنهن شيءِ جا هڪ کان وڌيڪ نالا ڏجن يا ڏهه نالا ڏجن. ان کي ڏهس نامو چئبو آهي.

## ڏيڍ سٽا

ڏيڍ سٽا فارسيءَ جي مستزاد ۽ پنجابي گيت ماهيا جي طرز تي چيا ويا آهن. هيءَ سنڌي شاعريءَ ۾ هڪ نئين صنف آهي. جيڪا آسانيءَ سان ڳائي سگهجي ٿي. هي ڏيڍ سٽا عروضي وزنن توڙي ڇند تي لکيا وڃن ٿا. شيخ اياز جا ڏيڍ سٽا ڪجهه مفعول مفاعيلن ، ڪجهه فاعلن مفاعيلن ۽ ڪجهه مفعول فاعلاتن جي وزنن تي لکيل آهن. جڏهن ته ٽورا ماترائن جي حساب سان به لکيل آهن. ڏيڍ سٽي ۾ ٻه پورين اڌ سٽ ٿئي ٿي، جنهن جي آخر ۾ قافيو اچي ٿو ۽ ٻي مڪمل سٽ هوندي آهي، جنهن جي آخر ۾ قافيو اچي

ٿو جڏهن ته ڪجهه ڏيڍ سٽن جي پهرئين اڌ سٽ ۾ ٿوري ئي سٽ جيءَ سٽ ۾ قافين سان گڏ رديف پڻ استعمال ٿئي ٿو.

## ڊائري

لغوي معنيٰ موجب ڊائري هڪ اهڙي ڪاپي، نوٽبڪ يا چوپڙي آهي، جنهن ۾ روز بروز ڪيل ڪمن ڪارين جو ليکو رکيو وڃي ٿو. ڊائريءَ لاءِ سنڌيءَ ۾ روزنامچو مناسب لفظ آهي، جيڪو ڊائريءَ جي مٿينءَ خصوصيت کي ظاهر ڪري ٿو. ڊائريءَ ۾ عام طور تازن آزمودن تي لکيو ويندو آهي يا اهو به ممڪن آهي ته ڪڏهن ڪڏهن گهڻو اڳ ٿيل وارداتن يا ملبل آزمودن تي وري نظر ثاني ڪئي وڃي. ليڪن آتم ڪٿا ۾ سڄي ماضيءَ تي نسبتي طور وڌيڪ بلوغت ۽ گنڀيرتا جي گنجائش آهي. ڊائريءَ ۾ انفراديت هوندي آهي.

## ڊراما/ناٽڪ

ڊراما يوناني لفظ ڊرائو يا ڊراءِ مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي عمل يا عمل ڪري ڏيکارڻ . ان کان علاوه آمل ڪرڻ يا نقل ڪرڻ (imitation) جو لفظ به ڊرامي لاءِ استعمال ڪيو ويو. ڊرامي جي شروعات قديم يونان کان ٿي. يونان وارا ڊرامي کي اعليٰ شعر (Great Poetry) سڏيندا هئا. ڊرامو دنيا جي سمورين سڌريل توڙي اُسريل ٻولين ۾ موجود آهي. اديب، ڊرامي جي ان بنيادي اهميت کان واقف هئڻ جي ناتي پنهنجي تخليقي تعميداريءَ کي سمجهي ٿو. هو ڊرامي کي سماجي ڪارج لائق بڻائڻ لاءِ معاملن کي چٽوءَ واضح ڪري فوڪس ۾ آڻي پنهنجي موضوع ذريعي عام ماڻهوءَ جو ڌيان ڇڪائي ٿو. سنڌي ڊرامي کي قديم دور کان ناٽڪ سڏيو ويو. سنڌي زبان ۾ ناٽڪ جو مطلب آهي نقل ڪرڻ . ناٽڪ جي تاريخ سنڌ ۾ ايتري قديم آهي، جيترو سنڌ جو لوڪ ادب قديم آهي. ان کي سانگ به چيو ويندو هو. دراصل ناٽڪ هندي ٻوليءَ جي نرتڪ وديا مان نڪتل آهي، جنهن جو مطلب آهي ته ڪنهن نه ڪنهن نموني پنهنجي فن جو مظاهرو ڪرڻ، اهو پوءِ ڀلي اداڪاريءَ وسيلي هجي يا سنگيت ۽ رقص وسيلي

## ڊرامائي ناول

هن قسم جي ناولن ۾ نه پلاٽ جي چوڌاري ڪردارن کي پابند ڪيو ويندو آهي ۽ نه ئي پلاٽ تي زور ڏنو ويندو آهي. عمل، ڪردار ۽ سيرت ۾ تبديلي آندي ويندي آهي. اهڙن ناولن ۾ ظاهر ۽ باطن کي هڪ ڪري ڏيکاريو ويندو آهي. سڀني تبديلين لاءِ داخلي سبب ضرور موجود هوندا آهن. جيڪي پڙهڻ سان محسوس ٿيندا آهن. ڪردار ۽ عمل ۾ وڇوٽي ڏيکارڻي نه هوندي آهي. اهڙن ناولن ۾ اختتام به اُٿين ئي ٿيندو آهي جو اهو واقعات جو نتيجو نه هوندو آهي، پر سيرت سنواري پيش ڪيو ويندو آهي.

## رباعي

رباعيءَ جو لفظ ربع مان نڪتل آهي، جنهن جي لفظي معنيٰ چار آهي يا ڪنهن شيءِ جي چوٿين پتي يا چوٿون حصو ۽ پيءَ صورت ۾ چار حصا، چار پهلو يا چار جزا. اصطلاحي معنيٰ موجب رباعي چئن سٽن واري شعر کي چئبو آهي. جيڪو رباعيءَ جي مخصوص بحرن ۽ ان مان نڪتل خاص چوويهن وزنن مان ڪنهن تي به لکيل هجي. ان کي رباعي ان ڪري به چوندا آهن، جو بحر هزج، جنهن ۾ رباعي چئي وڃي ٿي، چئن جزن مان مرڪب ٿئي ٿو ۽ ان ڪري انهيءَ وزن جي هڪ مصرع عربيءَ ۾ ٻن جزن وارو هڪ شعر بنجي ٿو. ان حساب سان رباعيءَ جي چئن مصرعن ۾ به شعر ٿين ٿا. رباعيءَ ۾ ٻه شعر، ٻه بيت يا چار مصرعون هئڻ ڪري هن صنف کي دو بيتي، چار مصرعي ۽ ترانه جي نالي سان پڻ سڏيو ويندو هو. علم عروض ۾ رڳو اها ئي هڪ صنف اهڙي آهي، جنهن جو وزن متعين يا مقرر ٿيل آهي. رباعيءَ جون پهريون به سٽون ۽ آخري چوٿين سٽ پاڻ ۾ هم قافيه ۽ هم رديف هونديون آهن ۽ ٽينءَ سٽ قافيي کان آجي هوندي آهي. پر ڪڏهن ڪڏهن چارئي سٽون پاڻ ۾ هم قافيه ۽ هم رديف به ٿينديون آهن.

## رجز

رجز عربي شاعريءَ جو قسم آهي. عرب لڙائيءَ دوران بهادريءَ سان وڙهڻ واري لاءِ رجزيه شاعري ڪندا هئا. سنڌيءَ ۾ رجزيه شاعريءَ جا جنگين جي حوالي سان ڪٿي وٺي سمن ۽ سومرن جي دورن ۾ رجزيه شاعريءَ جا ڪيترا مثال ملن ٿا. مثال طور: دوري پڙ ڪٿايو پنج سو جريين گهاڙيا. ڪوڏاريا. ڪاهيون، خوب ڪٽين.

## رجعت پسند اديب

پراڻن خيالن وارو يا قدامت پسند اديب، رجعت پسند، تبديليءَ، جدت ۽ جديدت جا مخالف هوندا آهن. هنن کي ساڃي ڏر وارا اديب سڏيو ويندو هو.

## رديف

رديف عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي لغوي معنيٰ آهي. پٺو يا وهٽ ۾ تي پيلهه ويٺل سوار. اصطلاحي معنيٰ موجب، اهو لفظ يا لفظن جو مجموعو جيڪو نظم يا شعر ۾ مصرع جي پڇاڙيءَ ۾ قافيي سان گڏ ۽ پٺيان اچي. هر هڪ شعر ۾ رديف جو هجڻ لازمي نه هوندو آهي. ڪي شاعر پنهنجي ڪلام ۾ رديف نه ٿا آڻيندا آهن ۽ ڪي وري پنهنجي ڪلام ۾ رديف جو آزاديءَ سان استعمال ڪندا رهندا آهن. جنهن شعر ۾ فقط قافيو آهي، رديف ڪونهي، تنهن کي مقفيٰ ٿا چون ۽ جنهن ۾ رديف آهي انهيءَ کي مردف چئبو آهي.

## رزميه شاعري

رزميه شاعري ان ڪلام کي چئبو آهي، جنهن ۾ جنگ جي ميدان ۽ بهادرن جي ڪارنامن جو ذڪر وڏي آب ۽ تاب سان ڪيو وڃي. هن قسم جي شاعريءَ ۾ حب الوطنيءَ جو اثر گهڻو غالب هوندو آهي. ان ڪري ان ۾ بهادريءَ جا ڪارناما ۽ سپاهين جي شجاعت جا جوهر ۽ جذبا دلچسپ نموني بيان ڪيا ويندا آهن. سنڌي شاعريءَ ۾ سڀ کان اول سومرن جي دور (1050_1350ع) حڪومت ۾ رزميه ڳاهون چيون ويون. جهڙوڪ سومرن ۽

گجرن سومرن ۽ علاءالدين جي جنگ ۽ دودو ۽ چنيسر جي جنگ وغيره جهڙيون لڙايون هن شاعريءَ جا نمونا رزميه شاعريءَ ۾ شمار ٿين ٿا.

## رسم الخط/لپي

رسم الخط کي لپي به چيو ويندو آهي.رسم الخط مان مطلب هوندو آهي ته لکت جو رواج. هر سڌريل ٻوليءَ کي هڪ مخصوص، مناسب ۽ لهڪندڙ رسم الخط(Script) ضرور هوندو آهي. جن ٻولين وٽ رسم الخط جي نعمت نه آهي، اهي لکيل ادب کان خالي زبانون سڏبيون آهن ۽ انهن جي حيثيت صرف ڳالهائڻ واري زبان (Spoken language) تائين محدود هوندي آهي.مطلب ته هر مهذب ۽ سڌريل ٻوليءَ کي مستقل تحرير هيٺ آڻڻ لاءِ هڪ رسم الخط هئڻ ضروري آهي. 1853ع ۾ جيستائين سنڌي لاءِ موجوده معياري رسم الخط (عربي-سنڌي رسم الخط) منظور نه ٿي هئي، تيستائين سنڌي زبان ڪيترن ئي مختلف رسم الخطن ۾ لکي ويندي هئي.مثال طور: گرمکي، ديوناگري، عربي، خداوادي، لهاڻڪي، ميمڻڪي، خوجڪي، ٺٽائي، گجراتي، شڪارپوري، ساکرو ونگائي، سيوهاڻي، پاٽيائي.

## رومانوي تحريڪ

سنڌي ادب جي تاريخ ۾ رومانوي ادب آڳاٽو آهي، پر اهو سنڌي ڪلاسيڪل ادب جي خلاف بغاوت جو نتيجو نه آهي. جديد مفهوم ۾ رومانويت جا اهم عنصر: جذبو، تخيل، حسن ۽ سچ، سنڌي شاعريءَ جا به اهم جزا آهن. يورپ ۾ رومانوي تحريڪ جي شروعات فرانسيسي اديب جان جيڪس روسو کان ٿئي ٿي، پر هن تحريڪ کي اڪتي وڌائڻ ۾ انگريز شاعرن وليم ورڊس ورٿ (1770_1850ع) ۽ سيموئل ٽيلر ڪالرج (1772_ 1834ع) جو وڏو هٿ هو. سندن شعر جو مجموعو Lyrical Ballads 1798ع ۾ شايع ٿيو، جيڪو انگريزي ڪلاسيڪي ادب خلاف بغاوت هو جنهن ۾ هن ان دور ۾ ڪلاسيڪل روايتن جي سخت پابندي ڪرڻ واري لاڙي: نئين ڪلاسيڪيت جي خلاف بغاوت ڪندي ادب ۾ نوان لاڙا متعارف ڪرايا ۽ خيال جي پيٽ ۾ جذبي کي اهميت ڏيڻ جي ڳالهه ڪئي. سنڌيءَ ۾ هن تحريڪ کي تنوير عباسيءَ ترجمي ذريعي متعارف ڪرايو. هن عنوان سان

Preface to Lyrical Ballads ڪي سريلن گيتن جو مهاڳ ترجمو ڪيو. 18 صدي جي عقليت پسندي ۽ ڪلاسيڪي ضابطن جي سخت گيريءَ جي خلاف انساني جذبن ۽ احساسن جي حق ۾ هڪ ردعمل شروع ٿيو جنهن رومانويت جي لاڙي کي جنم ڏنو جنهن ۾ شاعريءَ جي عنصرن ۾ خيال بدران جذبي ۽ تخيل کي اهميت ملي، ڏکي مصنوعي ٻوليءَ بدران عوام جي ٻولي کي ترجيح ڏني وئي. هيءَ تحريڪ تمام تيزيءَ سان وڌي ۽ ڪيترائي شاعر ۽ افسانوي اديب هن تحريڪ کان متاثر ٿيا. ڌرتيءَ سان محبت به رومانوي تحريڪ جو حصو آهي. موجوده دور ۾ به هي رجحان سنڌي ادب تي ڇانيل آهي. سنڌي افسانوي ادب ۽ شاعري ۾ موهن ڪلپنا، گوبند مالهي، ڪرشن کٽواڻي، سندري اتمچنداڻي، شيخ اياز امر جليل، علي بابا، آغا سليم، قاضي خادم طارق عالم ابڙو اڪاش انصاري، اياز گل ۽ نور الهدي شاه نمائنده رومانوي ليکڪ آهن.

## رينگا

رينگا جي صنف جپان جي ڊگهي نظم Tanka ٽنڪا مان نڪتي آهي. ٽنڪا نظم ۾ اهڙا ڪيترائي بند هوندا آهن. هلندي هلندي ٽنڪا جو هڪ بند الڳ صنف ٿي پيو ۽ ان کي رينگا سڏيو ويو. رينگا جو گهاڙيٽو ٽنڪا جي هڪ بند وارو (پنج ، ست، ست ماترائون) ٿي رهيو. جيڪو بلڪل ائين ٿي هو جيئن قصيدي مان غزل نڪتو. اڳتي هلي رينگا جو شروعاتي حصو هڪ ڌار گهاڙيٽو ٿي پيو ۽ ان کي هائيڪو يا شروعاتي سڏيو ويو. رينگا صنف سنڌيءَ ۾ اچا پنهنجا پير ايترا پختا ڄمائي نه سگهي آهي. پر پوءِ به ان تي مير محمد پيرزادي، مختيار ملڪ، تاج جويو ۽ ٻين ڪجهه جديد شاعرن طبع آزمائي ڪئي آهي.

## ساختيات

هن نظرئي مؤجب عمل جي پيٽ ۾ بيهڪ ۽ بناوت کي اهميت حاصل هوندي آهي. هن نظرئي جو بنياد مشهور لساني ماهر فرڊيننڊي سوسيور (1857_1913ع) وڌو جنهن کي لسانيات جي علم (Linguistics) جو ابو ڄيڻو وڃندو آهي. هن نظريي ۾ لسانيات، ڏند ڪٿائون، آرٽ ۽ سماجي

تنظيمون اڃي وڃن ٿيون. ساختياتي لسانيات ۾ ٻاڻ ۾ مربوط عنصري نظام جي لحاظ کان ٻوليءَ جو مطالعو ڪيو ويندو آهي. ان حساب سان ساختيات جو ادبي تنقيد تي تمام گهڻو اثر رهيو آهي. ساختيات جي تحريڪ هڪ لکڻيءَ کي ساڳي قسم جي ٻين لکڻين سان ڳنڍڻ جي حامي آهي، جنهن کي Intertexuality چئبو آهي. اما المتلقيت (Abslutilism) بيشڪ ته ٻاهرين عنصرن يا ٻين سرشتن سان واسطو رکڻ کي اهميت نه ٿي ڏئي، پر ساڳي قسم جي ٻين لکڻين جي تناظر ۾ تحرير کي پنهنجي تجزئي جو حصو بڻائي ٿي.

## سانيٽ

سانيٽ اصل ۾ مغربي شاعريءَ جو هڪ قسم آهي. جنهن جي لفظي معنيٰ آهي چوڏهن سٽن وارو شعر . هيءَ شاعريءَ جي صنف پهريائين اٽليءَ ۾ موجود هئي، جتان پوءِ انگريزن وٽ آئي ۽ اُتي گهڻي مقبوليت حاصل ڪيائين. هيءَ صنف سنڌي شاعريءَ ۾ نارائڻ شيام (1922_1989ع) مروج ڪئي ۽ ان جو نالو چوڏسي آهي. جيڪا رشي وشواميڪر ۽ مينڪا جي ديومالائي ڪٿا تي ٻڌل آهي ۽ شايع ٿي چڪي آهي. سنڌ جي شاعرن سنڌي سانيٽ ۾ ٻه سٽن جو انداز ساڳيوئي چوڏهن رکيو آهي. پر قافيي جي لحاظ کان هر هڪ شاعر پنهنجي رٿا رکي آهي.

## سٽ سٽا

سٽ سٽا هڪ سادو نظم آهي. هن نظم ۾ ست سٽن مان پهرئين جي پيهڪ قافيي جي لحاظ کان ٽن دوهن تي مشتمل آهي. جڏهن ته ستين ۽ آخري سٽ. ٻئي نمبر دوهي سان هم قافيا هوندي آهي، جڏهن ته ان جو وزن فعولن، فعولن، فعولن، فعولن (چار پيرا) تي مشتمل هوندو آهي. هاڻي وزن جي پابندي نه ٿي رکي وڃي. سنڌي ۾ استاد بخاريءَ وسيم سومري ۽ ڪجهه ٻين ڪامياب سٽ سٽا لکيا آهن.

## سٽ سري

لوڪ ادب جي اها صنف، جنهن ۾ ڪي ٻه سٽ ٽر آيل هجن. هن قسم جي شعر ۾ هڪ ئي بيت ۾ سرن وار رومانوي داستانن وارن اڪثر سرن جو بيان

آندو ويندو آهي. ان ۾ بيت جو اهڙو انداز هوندو آهي، جنهن هڪ بيت ۾مختلف رومانوي داستانن جو ڳنڍيل بيان ڪيو ويندو آهي. اهڙي بيت کي مٽ سر و بيت چيو وڃي ٿو. جهڙوڪ مومل راڻو سسئي پنهون، پوري لل وڏو بوبنا جراڙ ليلا چنيسر، سورٺ راءِ ڏياچ، نوري ڄام تماچي وغيره جي سرن تي چيل بيت.

## سرائتي ڳجهارت

اها ڳجهارت، جيڪا ڪنهن نه ڪنهن سُر جهڙوڪ مومل راڻي، سسئي پنهون، سهڻي ميهار وغيره مان هجي. مثال طور: ليکي جو اڳئي لکيل هو تڏهن پاتم مرض پنهونءَ سان. هيءَ ڳُجهارت سُر سسئيءَ مان پڌري آهي. ان جي پيچڻي بند وار هن ريت ٿيندي: بند: ليکي جو = انگ، مرض = پيچ پيچڻي: انگ اڳيئي لکيل هو تڏهن پاتم پيچ پنهونءَ سان

## سفرنامو

سفرنامو علمي ۽ ادبي حيثيت ۾ وڏي اهميت رکي ٿو. ادب جي هيءَ واحد صنف آهي، جنهن جو معاشري جي سڀني علمن سان تعلق آهي. اديبن، تاريخدانن، سياحن، جاگرافيدانن ۽ سوانح نگارن هن صنف مان گهڻو فائدو ورتو آهي. ان ڪري دنيا جي هر زبان ۾ سفرنامن کي اعليٰ مقام حاصل آهي. درحقيقت، سفرنامو سير ۽ سفر جي مشاهدن جي اها روئداد آهي، جيڪا ليکڪ قلمبند ڪندو آهي. سفرنامي ذريعي هڪ ليکڪ پنهنجي ذاتي تجربن، مطالعي، مشاهدن ۽ تصوراتي ذات جي بنياد تي جيڪا تاريخي، جاگرافيائي، موسمياتي، اقتصادي، صنعتي، تجارتي، زراعتي، علمي، ادبي ۽ ٻين موضوعن متعلق معلومات گڏ ڪري پيش ڪري ٿو. ان جي افاديت ۽ مقبوليت وڌيڪ ٿئي ٿي. سنڌي سفرنامي جا اوائلي اهڃاڻ سڀ کان پهريان شاهه عنات رضوي(1644_1713ع)، شاهه لطيف (1689_1752ع)، خليفو نبي بخش (1776_1863ع)، مخدوم عبدالرؤف ڀٽي (1682_1752ع) ۽ سيد ثابت علي شاهه (1740_1800ع) جي شاعريءَ ۾ ملن ٿا. نثري سفرنامي جي شروعات انگريزن جي دور ۾ ٿي. سنڌي زبان ۾ گهڻا سفرناما الطاف شيخ لکيا آهن، جن جو تعداد سئو ڪتابن کان به مٿي ٿيندو.

## سلاست

شعر يا نثري تحرير ۾ مشڪل لفظ استعمال نه ڪرڻ ۽ اهڙا لفظ استعمال ڪرڻ جن سان زبان ۽ ڪن واقف هجن. انهن ۾ سادگي هجڻ کي سلاست چئبو آهي.

## سلام

سلام مرثيي جو هڪ قسم آهي ۽ ماتمي شاعري آهي. سلام کي غزل يا قصيدي جي گهاڙيٽي ۾ لکي سگهجي ٿو. ڪربلا جي شهيدن جي شاندار شهادت کي شاعر سلام پيش ڪندا آهن. سنڌي ٻوليءَ ۾ هن قسم جي شاعريءَ جو بنياد ٽالپرن جي دؤر ۾ پيو.

## سلوڪ

اشلوڪ پراڪرت لفظ سلوڳ مان ورتل آهي جنهن جي معنيٰ آهي گڏ ڪرڻ يا وڌڻ. سنسڪرت ۾ اشلوڪ پڻ چيو ويندو آهي. سلوڪ جي معنيٰ يا مفهوم مجموعي طور شبد، آواز، ٻول، پچن ۽ پڪار آهي. سنڌ جي ڪلاسيڪل شاعرن جي تمورتيءَ ۾ شاهه ۽ سچل کانپوءِ ٽئين نمبر تي شاعر، ڀائي چين راءِ سامي پنهنجي بيتن کي سلوڪ سڏيو آهي. سلوڪ فني حوالي سان چندوديا تي آڌاريل آهي ۽ سٽاءُ بيت جهڙو ئي آهي، پر سلوڪ ٿالو ان تي ان جي فڪري ۽ موضوعاتي انفراديت جي ڪري پيو. ساميءَ جي سلوڪن ۾ آتم گيان جي اپٽار ڪيل آهي. سندس سلوڪن ۾ ويدانيت جي مڪيا سڌي ۽ سادي نموني ڏنل آهي. پنهنجو مقصد اشارن ڪناين ۽ تمثيلي انداز ۾ نه پر سڌو سنئون سمجهائي ٿو البت تشبيهون ۽ استعارا ڪم آڻي ٿو. سندس سلوڪن ۾ سنڌيءَ سان گڏ سنسڪرت لفظ عام جام استعمال ٿيل ملن ٿا. ساميءَ سميت ٻين هندو ڌرم سان تعلق رکندڙ سنڌي شاعرن ميٺ نهال چند، وشنداس، اوڌو داس ۽ ٻين به سلوڪ لکيا آهن. انهن کان سواءِ ڪجهه مسلمان صوفي شاعرن به ويدانتي پس منظر ۾ لکيو. سلوڪن ۾ بيت وانگر ئي ٽانيو گهڻو ڪري پوئين سٽ جي وچ تي آندو ويو آهي ان سان گڏ

سلوڪ جي پهرين منڊل ۾ به اڪثر رگ ويد تي ناٿيو آندو ويو آهي. مضمون جي لحاظ کان ان ۾ ويدانيت جا ويچار آنڊل هوندا آهن.

## سنڌو لکت

سنڌو رسم الخط (Indus Script) ڦرمات الکلي (7400 ق.م کان 400 ق.م). ۾ ٿي. سنڌو (Indus) لکت بابت موهن جي دڙي ۽ هڙاپا جي کوٽائي مان مهرن تي لکت ملي ٿي ته جنهن جو زمانو 3300 ق.م ۽ 2600 ق.م رائج وارو زمانو معلوم ٿئي ٿو. موجوده دور ۾ اڪثر عالمن جو خيال آهي ته هي ۽ جدا ڳاڻ لکت آهي ۽ ڪنهن به ٻي ٻولي ۽ تائين ورتل ڪا نه آهي. موهن جي دڙي جي کوٽائي ۽ مان لڌل لکتن کي سنڌو رسم الخط جيو ويندو آهي. جڏهن 1925ع ۾ سر جان مارشل موهن جي دڙي جي کوٽائي ۽ جو ڪم شروع ڪرايو ته کوٽائي ۽ مان هٿ آيل مهرن ۽ انهن تي اڪريل لکت دنيا جي ماهر لسانيات کي حيران ڪري ڇڏيو. ان لکت تحقيق لاءِ نئين دروازا کوليا. جنهن ۾ خود لکت جي تاريخ، تهذيب ۽ تمدن به اچي وڃن ٿا. قديم آثارن جي انڪشافن مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جو هي ۽ قديم تمدن مغربي درياهي تمدن يعني دجله ۽ فرات درياهن جي سمير ۽ بابلي تمدن جو ساٿياري آهي. سر جان مارشل جي تحقيق موجب سنڌ، سمير ۽ بابل جي تهذيبن جي وچ ۾ ڪافي هڪ جهڙائي هئي. خصوصاً سنڌ ۽ عراق جي ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ ڪمالي اچ وڃ هئي. موهن جي دڙي مان لڌل مهرن مان سنڌ جي قديم ترين رسم الخط جا دروازا کليا. هنن مهرن مان خبر پئي ته هتان جا رهندڙ عالمو جيڪا ٻولي ڳالهائيندا هئا، اها لکي به سگهندا هئا. سنڌو لکت جي مهرن تي نظر ايندڙ تصوير ۽ تحرير اهڙي ته سهڻي ۽ موهڻي آهي، جوان جو دنيا ۾ مثال ئي موجود نه آهي. هي ۽ لکت تصويري لکت (Pictographic) آهي. جملي 3500 مهرون موهن جي دڙي جي کوٽائي ۽ مان مليون آهن. جن ۾ 400 کان وڌيڪ علامتي اکر لکيل آهن. هي لکت ساڄي کان کابي طرف لکي ويندي هئي. هي نشانيون گهڻي ڀاڱي صوتي يا اچاري آهن. هن لکت کي پڙهڻ لاءِ سڄي دنيا ۾ ڪوششون هلندڙ آهن.

## سنڌيون

سنڌيون دراصل اهي سنڌي مذهبي ڪتاب هئا، جيڪي سنڌي عالمن پنهنجي ترتيب ڏنل/جوڙيل عربي-سنڌي الف-ب ۾ لکيا. سن 1700ع ۾ مخدوم ابوالحسن ٺٽوي (1661-1711ع) جي جوڙيل الف-ب جيتوڻيڪ سڄيءَ سنڌ ۾ نافذ نه ٿي سگهي، پر سنڌ جي ڪيترن ئي مڪتبن ۽ مدرسن ۾ اها پنهنجي اهميت مڃرائي چڪي هئي. ملڪ جي اڪثر درسگاهن ۾ مادري زبان وسيلي تعليم جو سرشتو قائم ٿي چڪو هو. وقت جي جيد عالمن ۽ استادن ان تحريڪ ۾ حصو ورتو. سنڌي ميڊيم مدرسا قائم ڪيا. هن تحريڪ هيٺ جيڪا الف-ب جوڙي ويندي هئي، ان کي سنڌي سڏيو ويندو هو. مثال طور مخدوم ابوالحسن جي سنڌي، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي سنڌي، مخدوم ضياءُ الدين جي سنڌي وغيره وغيره. ڊاڪٽر غلام علي الانا پنهنجي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس ۾ چيو آهي ته مغلن جي راڄ جو آخري عرصو ۽ ڪلهوڙن جو ابتدائي دؤر سنڌي زبان لاءِ نوان نياپا، نوان موڙ نيون ڏارائون ۽ نوان ماپا کڻي آيو. هڪ طرف مخدوم ابوالحسن، مخدوم ضياءُ الدين (1677-1757ع)، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي (1691-1760ع)، شاه عنايت شهيد، مخدوم محمد معين ٺٽوي ۽ شاه لطيف سنڌي زبان ۾ نئون روح ڦوڪي ان کي تاحيات ءِ زنده جاويد بنائي ڇڏيو ۽ اهڙي عام فهم ٻوليءَ ۾ صوفيانو پيغام سنڌ وارن کي ڏنو، جنهن نه صرف سڄيءَ سنڌ پر سنڌي زبان کي امر بنائي ڇڏيو. سنڌيون عنوان سان ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جو ڪتاب سن 1970ع ۾ ڇپيل آهي.

## سنگيت ناٽڪ

هن قسم جا ناٽڪ/ڊراما شاعري ۾ هوندا آهن. هنن جو پلاٽ المي يا طربيه ٿي سگهي ٿو. هنن ڊرامن ۾ موسيقي جو وڏو عمل دخل هوندو آهي. وقت سان گڏوگڏ هن ۾ نوان نوان تجربا ٿيا آهن ۽ قومي، سياسي، رومانوي موضوع شامل ڪيا ويا آهن. اڪثر ڪري هي ڊراما ڪن انڪٿن تي مبني هوندا آهن. مرزا قليچ بيگ جو ليليٰ مجنون سنڌي زبان جو پهريون اوپيرا آهي.

سنڌيءَ ۾ شيخ اياز ۽ مراج. ارجن شاد, علي دوست, عاجز سوراڻ سنڌيءَ ۾ بين پڻ سنگيت ڊراما لکيا آهن.

## سوانح نگاري

پنهنجي زندگيءَ کي ڇڏي ڪنهن ٻئي جي حياتي, حياتيءَ جا حادثا واقعا ۽ زندگيءَ جو احوال قلمبند ڪرڻ کي سوانح نگاري سڏبو آهي. سوانح لکندڙ کي سوانح نگار (Biographer) چئبو آهي. انسائيڪلوپيڊيا برٽانيڪا ۾ هن صنف لاءِ لکيو ويو آهي ته هي غير افسانوي ادب جو قسم آهي, جنهن جو موضوع فرد جي حياتي هوندو آهي. عام طور تي هن ۾ آتم ڪهاڻي به اچي وڃي ٿي. جنهن جو موضوع ڪنهن جي پنهنجي تاريخ جو بيان ڪرڻ هوندو آهي. تاريخ, وسيع تناظر ۾ نسلن ۽ گروهن جي حالات, واقعات حادثات, عروج و زوال ۽ شڪست وغيره جي ڪهاڻي ٻڌائيندي آهي. جڏهن ته سوانحي ادب هڪ فرد جي شخصيت جي مڙني پهلوئن جي تصوير ڏيکاريندو آهي ۽ ان سان لاڳاپيل تاريخي واقعا ان ۾ خود بخود اچي وڃن ٿا. ان حساب سان جيون ڪهاڻي کي تاريخ جو حصو سمجهڻ گهرجي. جو جو ان جو دارومدار واقعن جي تسلسل ۽ لکيل تورڙي زباني مواد جي وضاحت تي هوندو آهي. جيڪو تحقيق ۽ ذاتي يادگيرين تي ٻڌل هوندو آهي.

## سورٺو

دوهي وانگر سورٺو پڻ ڪلاسيڪل سنڌي ۽ هندي شاعريءَ جي به سٽي صنف آهي. دوهي جي پهرين ڪي ڦيرائي ابتو ڪبو ته سورٺو ٿي پوندو. هن ۾ به سٽون ٿين ٿيون ۽ هر سٽ ۾ ٻه پد ٿين ٿا. قافيو هر سٽ جي وچ ۾ ٿئي ٿو مثال:

جوڳيءَ جا ڳايوس, ستو هوس ننڊ ۾,
تهان پوءِ ٿيوس, سنڌي پريان پيڇري

## سهرو

سهري کي لاڏو به چيو ويندو آهي. سهري جي لفظي معنيٰ آهي سهرو يا گلن جا موڙ جيڪي شاديءَ جي موقعي تي گهوٽ يا ڪنوار جي نرڙ تي ٻڌندا آهن. اصطلاح ۾ انهيءَ نظم کي چيو ويندو آهي جيڪو سهري ٻڌڻ جي

موقعي تي جنجي آهي مهرا يا موڙ جيڪي گهوٽ جي منهن تي ٻڌبا آهن گهڻو ڪري ٻيرن تان آڻبا آهن ۽ مراد پوري ڪري پڳ سان ڳنڍ ورِي واپس ٻ ڪبا آهن. مهرا، شاعري خاطر نه بلڪ ڪاڻ خاطر جوڙيا ويندا آهن. تنهن ڪري سٺاڻ ۽ خيال پرسادا هوندا آهن. انهن ۾ ڪو گوڙهو خيال رکيل نه هوندو آهي بلڪ تمام سادگي سان خوشي جو اظهار ملندو آهي.

## سي حرفي

سي حرفيءَ کي سنڌيءَ ۾ ٽيهه اکري به چيو ويندو آهي. سي حرفي، سنڌي، اردو، گجراتي ۽ پنجابي شاعريءَ ۾ وڏي اهميت رکي ٿي.

## سينگار شاعري

لوڪ شاعريءَ جي لطيف ۽ روماني صنف آهي. سينگار سنسڪرت زبان جو شرنگار لفظ مان ورتل آهي. سينگار بيتن جو مضمون عورت جي سورهن سينگارن، ڳهڻن، ڳٽن ۽ سونهن وغيره جي واکاڻ هجي. سينگار شاعريءَ کي سگهڙن ٻن حصن ۾ ورهايو آهي: (1) صفاتي سينگار (2) مجازي سينگار. هن شاعريءَ ۾ عورت جي سينگار جي تعريف ڪئي ويندي آهي. ان سلسلي ۾ اهي سڀ سينگار، جيڪي عورت ڪندي يا انهن جو ذڪر شاعريءَ ۾ ڪيو ويندو آهي. ان قسم جي سورهن سينگارن جو بيان ڪيو ويندو آهي. انهن سينگار جي بيتن ۾ اهي واسينگ وار، ڳل، پرون، بادامي ۽ پيڪاني اکيون، روشن پيشاني، آمونڪ، لعل لب، سروقد، چابڪ چيلهه جي ڪبڪ رفتاري، ٻانهن جي لوڏ، رنگت ۽ خوش پوشاڪيءَ جو ذڪر سمايل رهي ٿو.

## شاهه بيت

ڪنهن غزل، قصيدي، نعت يا حمد جي بهترين شعر کي شاهه بيت چيو ويندو آهي.

## شعر

شعر عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي ڄاڻ سمجهه پروڙ. اصطلاحي معنيٰ موجب شعر ان کي چئجي، جنهن جو مصرعون موزون

۽ ڪافي واريون هجن ۽ اهي ترنم سان پڙهيون وڃن. جيئن پڙهندڙ جي طبيعت تي ڪافي اثر ڪن.

## شمس العلماء

شمس العلماء يعني عالمن جو سج. انگريزن جي دؤر ۾ سنڌ جي ڪيترن ئي نامور عالمن کي انگريز سرڪار لقب پڻ ڏنا ويا. جن ۾ شمس العلماء جو لقب وڏي اهميت رکي ٿو. اهڙن عالمن ۾ شمس العلماء مرزا مخلص علي علوي (1795_1877ع)، شمس العلماء پير سيد مردان شاه (اول)، شمس العلماء مرزا قليچ بيگ (1853ع_1929ع) ۽ شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو (1896_1958ع) شامل آهن.

## شهر آشوب

اهو نظم جنهن ۾ زماني جي افراتفري، ملڪ ۽ شهر جي بربادي، ويراني ۽ تباهيءَ جو ۽ ملڪ جي ماڻهن جي مصيبت جو احوال درج ٿيل هجي. تن شعر کي شاعرانه حوالي سان شهر آشوب چئبو آهي. شهر آشوب ۾ حڪومت ۽ رعيت جو احوال، ماڻهن جي اقتصادي ۽ سماجي حالتون، اميرن ۽ غريبن جو بيان ۽ ٻيا اهڙي قسم جا موضوع ڏنا ويندا آهن. سنڌيءَ جي اوائلي شاعريءَ ۾ شهر آشوب ملن ٿا. پر جديد شاعرن مان امداد حسينيءَ اهي تعداد ۾ گهٽ آهن. محمد ابراهيم خليل، سيد اظهر گيلاني ۽ ٻين شهر آشوب لکيا آهن. حيدرآباد شهر نظم امداد حسينيءَ جو جديد شهر آشوب آهي، جنهن ۾ حيدرآباد جو نوحو آهي.

## صرف ۽ نحو

لفظن ۽ جملن جي جوڙجڪ ۽ ڦيرن جو علم. عربيءَ ۾ ٻوليءَ جي گرامر يا ان جي وياڪرڻي اصولن کي گڏي صرف ۽ نحو سڏبو آهي.

## صنعت

صنعت = ڪاريگري، شعر يا ڪلام جون ڪاريگريون صنعت سڏبيون آهن.

## صوتيات

صوت عربي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي آواز. پوءِ اهو تمام علم هجي يا ڇنو، ٻوليءَ جو ٻاهريون ۽ ظاهري پهلو آوازن سان تعلق رکي ٿو. آواز

انساني ٻه ٿيندا آهن ته غير انساني ٻه. انهن جو علمي ابياس علم طبعي (Physics) ۽ علم بدن جو جز آهي.ان ڪري ٻولين جي آوازن جي ابياس لاءِ اسان کي علم طبعي ۽ علم بدن (Physiology) جي مدد جي ضرورت رهي ٿي. انساني ٻوليءَ جي آوازن جو ابياس هن وقت علمي صورت اختيار ڪري چڪو آهي. جنهن کي علم آواز (Phonetics) سڏجي ٿو.

## ظرافت

ظرافت هڪ ذهين انسان جي حاضر دماغي جو مظهر هوندي اهي. ظرافت جي لغوي معنيٰ آهي: دانائي ، ان ڪري ظريف اهو آهي، جو دانشمند ۽ معامله فهم هجي. هڪ ظريف اديب مختلف حالتن ۾ مشابهت جا اصول تلاش ڪري ٿو جيڪي هڪٻئي کان مخالف علمي ڪيفيتن ۾ اختلاف جي سببن جي ڪن ٿا. درحقيقت ظرافت مزاح کان مختلف آهي، پر اها مزاح جي ڪشادي دائري ۾ هڪڙو ننڍڙو دائرو آهي يا ڪٿي اٿين چئجي ته اها ظرافت ئي آهي. جا ٽوڪ ۽ طنز جا جوهر نروار ڪري ٿي. سنڌي بزرگن ۾ وتايو فقير ۽ اديبن ۾ شمس الدين بلبل (1857_1919ع) کي ظرافت جو شهنشاهه ڪري مڃيو ويندو آهي.

## عربي سنڌي رسم الخط

سنڌي زبان کي هڪ معياري رسم الخط آهي، جنهن کي عربي - سنڌي رسم الخط چيو وڃي ٿو. سنڌي عربي الف-ب 16 صديءَ کان پنهنجا ارتقائي مرحلا طئه ڪندو رهيو ۽ 17 صديءَ ۾ مخدوم ابوالحسن ٺٽوي (1661_1711ع) جي جوڙيل رسم الخط کان انگريزن جي دور تائين مختلف روپ اختيار ڪيا ۽ آخر ۾ 1853ع ۾ هڪ مڪمل ۽ جديد شڪل ۾ رائج ٿي ويو. عربي رسم الخط سنڌ ۾ صدين کان هلندڙ آهي. اهو رسم الخط پوري اسلامي دنيا جي ٻولين جي رسم الخطن کان تاريخي طور قديم آهي. سنڌي رسم الخط خالص عربي رسم الخط تان ورتو ويو آهي. ان جي پيٽ ۾ فارسي،

اردو، پشتو ۽ بلوچي رسم الخط ۾ وڏو فرق آهي. فارسي؛ جو رسم الخط نستعليق آهي ۽ اهڙي طرح اردو؛ جو رسم الخط وري فارسي؛ جي رسم الخط تان ورتل آهي. گويا پوري اسلامي دنيا ۾ عربي رسم الخط وانگر ڪامل علمي رسم الخط فقط سنڌي زبان جو آهي. عربي تعليمي سرشتي جي ڪري عربي زبان جا يارهن (11) اکر (ث، ح، خ، ص، ض، ط ظ، ع، غ، ف، ق) سنڌي ۾ داخل ٿيا. سنڌي سُر آوازن لاءِ حروف علت جون ۽ اعرابن جون نشانيون متعارف ٿيون. اڳتي هلي سنڌي ٻولي مستقل بنيادن تي عربي رسم الخط، جي طرز تي لکجڻ لڳي.

## عروض

عروض ان علم کي چئبو آهي، جنهن جي وسيلي شعر جي جوڙجڪ بابت ڄاڻ هجي. مثال طور شعر جي وزن، بحر جي خبر پئجي سگهي ۽ موزون ۽ غير موزون شعر کي جدا ڪري سگهجي. علم عروض، شاعري؛ جو باضابطه علم آهي، جيڪو سنڌي؛ ۾ فارسي شاعري؛ ذريعي آيو ۽ جنهن جو بنياد مکيه ائين اصولن (فعولن، مفاعيلن، فاعلاتن، مفعولات، مفاعلتن، مستفعلن ۽ متفاعلن...) تي ٻڌل آهي. ارڪان، بحر ۽ وزن - عروض جي عمارت جا مکيه ٿنڀا آهن. هن علم جا باني ڪار عرب هئا، جن ۾ خليل بن بصري؛ جو نالو اهميت سان اچي ٿو. سنڌي ادب ۾ ڊاڪٽر ابراهيم خليل، تنوير عباسي، اياز قادري، خادم عباسي، امام بخش خادم، عطا محمد حامي، استاد بخاري، عبدالقيوم صائب، راشد مورائي، شيخ اياز، هري دلگير، ڪشنچند عزيز، سرمد چانڊيو ۽ ڪجھ ٻيا چاڙهو سمجهيا وڃن ٿا.

## علامت نگاري

علامت نگاري نه صرف ادبي لاڙو آهي، بلڪ هڪ اسلوب ۽ انداز به آهي، ڪنهن حد تائين هڪ رمز ٻهآمي. هن جي ابتدا يورپ کان ٿي خاص طور 19 صدي؛ جي آخر ڌاري هن تحريڪ فرانس ۾ زور پڪڙيو شاعرن ۽ مروج

بياني انداز کي ڇڏي علامت نگاريءَ وارو يا اهڃاڻي انداز اختيار ڪيو. يورپ توڙي روس ۾ هي انداز بيان گهڻو مقبول ٿيو. سنڌي ادب جي تاريخ تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته علامت نگاريءَ جو لاڙو تمام قديم آهي. مثال طور قاضي قادن کي ڏسو، جنهن مرشد لاءِ علامتي طور 'جوڳيءَ' جو لفظ ڪتب آندو. جوڳيءَ جا ڳاڻيٽا سنتو هوس نٿو ۾ اهڙي طرح شاهه ڪريم، شاهه عنايت رضوي، شاهه لطيف، سچل ۽ ٻين ڪلاسيڪل شاعرن ڪيترين ڳالهين داستانن کي علامتي انداز ۾ آڻي پيش ڪيون آهن. شاهه لطيف جي علامت نگاريءَ تي پي ايڇ ڊي به ٿي چڪي آهي. انگريزن جي دور ۾ افسانوي ادب ۾ خاص طور تي علامت نگاريءَ جو لاڙو مروج ٿيو. امر لعل هنگوراڻي ۽ آسانند مامتورا اهم ڪهاڻيڪار هئا. ورهاڱي کانپوءِ امر جليل، مانڪ، لعل پشپ، عبدالحق عالماڻي ۽ ٻين جي ڪهاڻين ۾ هي لاڙو ملي ٿو.

## غزل

غزل عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي عورت جي حسن جي تعريف ڪرڻ. اصطلاحي معنيٰ ۾ غزل شعرن جي ان مجموعي کي چئبو آهي، جنهن ۾ محبوب جي حسن ۽ رعنائي، آرائش ۽ زيبائش جو ذڪر ڪيو ويندو آهي. موجوده دور ۾ هر قسم جو مضمون غزل ۾ آندو وڃي ٿو. محبوب جو حسن، اخلاقي، تهذيبي، معاشي ۽ معاشرتي مضمون غزل جي زينت بڻجن ٿا. فني سڄاڻ جي لحاظ کان غزل ۾ گهٽ ۾ گهٽ پنج ۽ وڌ ۾ وڌ ٻارهن شعر هوندا آهن. غزل جي پهرين شعر کي مطلع ۽ آخري شعر کي مقطع چئبو آهي. مطلع جي ٻنهي مصرعن پاڻ ۾ هم قافيه هونديون آهن. باقي ٻين شعرن جون مصرعون پهرين شعر سان هم قافيه ٿينديون آهن. سنڌي غزل جو پهريون شاعر نور محمد خسته هو جيڪو ڪلهوڙن جي دور جو شاعر آهي. غزل ايران جي مٽيءَ تي جنم ورتو. رومانوي شاعريءَ جي هن صنف جو خالق

ايراني شاعر روڊڪي هو. ان کان اڳ ايران ۾ رڳو قصيده گوئيءَ جو رواج هو ۽ رومانوي شاعريءَ کي به قصيدي ۾ ئي جڳهه ڏني ويندي هئي. سنڌي شاعري جڏهن کان ايراني شاعريءَ جو اثر قبولڻ شروع ڪيو تڏهن کان نه رڳو غزل جي هيئت اڌاري ورتائين، پر مضمون، تشبيهون ۽ استعارا به اتان جا سنڌي شاعريءَ ۾ داخل ٿيا. ان جا اوائلي اهڃاڻ ٺٽي جي شاعرن: ميان چنن، نور محمد خسته ۽ حافظ عاليءَ جي ڪلام ۾ اڻ لکا ملن ٿا. اهو ڪلهوڙن جو دؤر هيو. اڳتي هلي سچل، خليفي گل محمد ناسر، گدا، ماتم، مير سانگي، مير حسن علي خان، مرزا قليچ هن صنف تي طبع آزمائي ڪئي. جن کانپوءِ الله بخش ابڙي ۽ ڪشنچند بيوس ان صنف جي ايراني فرسوده مضمون مان جان ڇڏائي، نج سنڌي ٻولي، ماحول ۽ تشبيهن کي غزل ۾ آندو.

## فرد

ادب ۾ جنس جو ذڪر جڏهن حد کان وڌي وڃي ۽ ٻيو ڪو ڪارج رکڻ کانسواءِ محض لذت ۽ چسڪي لاءِ شامل ڪيو وڃي ته ان کي فحاشي چئبو آهي. فرد عربي لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي اڪيلو واحد، ڇڙو يا مجرد. اصطلاحي معنيٰ موجب هي عروضي شاعريءَ جي اها صنف آهي، جنهن ۾ هڪ ئي بند هجي. فرد، غزل جي بند، يا نظمي/ٽڪري جي صورت ۾ هوندو آهي. ان ۾ ٻه يا چار سٽون به ٿي سگهن ٿيون. جن ۾ قافيو ٿي به سگهي ٿو ۽ نه به ٿي سگهي ٿو. انهن مان ڪنهن سٽ ۾ قافيو هجي ته به ان جي ڪا پابندي ناهي. هن صنف جي شروعات به ايران جي فارسي شاعرن کان ٿي. فرد جي مجموعه ڪلام کي مفردات چئبو آهي. فرد صنعت لف و نشر جيان هوندو آهي. يعني ان جي پهرين مصرع /سٽ ۾ ڪا ڳالهه مجموعي طور ڪئي ويندي آهي ۽ سٽ/ مصرع ۾ ان جي حقيقت کي کولي واضح ڪيو ويندو آهي. فرد ۾ جيڪڏهن ٻئي مصرعون/سٽون هم قافيه هجن ته ان جي صنف کي ذو قافيتين چيو ويندو آهي.

## فصاحت

صاف مستند محاورو (ٻولي) جو صاف سهڻي بيان واري عبارت. خوش بياني کي فصيح چئبو آهي. فصاحت عربي لفظ فصيح مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي. خوش بياني يا مٺو ڪلام. اصطلاحي معنيٰ موجب فصاحت شعر جي هڪ خوبي آهي جنهن مطابق شعر ۾ لفظ ٺلڪا ۽ رس ڀريا ڪتب آڻيا آهن. جن جي پڙهڻ سان زبان ۾ هٻڪ ۽ هٽڪ پيدا نه ٿئي. شعر ۾ اهڙي سادگي سمايل هجي. جيڪا لفظن جي ورجاءُ وقت پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ کي ڏکيائي محسوس نه ڪرائي، پر ڪيس وڻندڙ ۽ دلچسپ معلوم ٿئي.

## فلسفو

فلسفو يا فلاسافي لفظ اصل ۾ ٻن يوناني لفظن جو ميلاپ آهي. فليو (Philco) معنيٰ محبت يا پيار ڪرڻ ۽ سوفيا (Sophia) معنيٰ سڃاڻپ يا معلومات. ان مان ظاهر آهي ته فلسفي يا فلاسافيءَ جو مطلب سڃاڻپ يا معلومات سان محبت ڪرڻ آهي. ڏاهپ جو هڪ اهڙو علم. جيڪو ڪنهن نموني ڪائنات ۽ انسان متعلق بنيادي سوالن تي بحث ڪري، مثال طور ڇا دنيا جي بناوٽ طبعي آهي؟ ڇا اسان يقين سان ڪجهه ڪري سگهون ٿا؟ ڇا اسان آزاد آهيون؟ وغيره اهڙي دنيا سان تعلق رکندڙ پيا مسئلا به ان ۾ اچي وڃن ٿا. فلسفو سائنس کان مختلف آهي. هن ۾ هر شيءِ تجربي سان ظاهر ڪري نه ٿي سگهجي نه وري مذهبي طور ان جي پيٽ ڪري سگهجي ٿي. فلسفو ما بعد الطبيعات، اخلاقيات. جيڪو شڪ جا دروازا کولي ٿو اهو صحيح آهي ته سائنس به اسان کي معلومات ڏئي ٿي، پر اها معلومات فلسفي جي معلومات کان ٻئي قسم جي آهي. ڇا ڪاڻ ته سائنسي معلومات، حقيقت جي صرف هڪ حصي جي معلومات ڏئي ٿي.

## قافيو

قافيو شعر جي هر بند جي پڇاڙيءَ ۾ ساڳئي وزن وارو لفظ مختلف معنيٰ سان رديف کان اڳ ڪم ايندو آهي. مثال طور: دلدار، منثار، آزار، پيار وغيره

## قصيدو

شاعريءَ جي اصطلاح ۾ قصيدي جي معنيٰ آهي. اهڙو نظم، جنهن ۾ ڪنهن

ممدوح جي مدح هجي ، پر قصيدي جا موضوع تمام وسيع آهن. جنهن ۾ ممدوح جي مدح کان سواءِ حسن و عشق، گردش دوران، بهار و گلزار، اخلاقيات و عرفانيات ۽ دعا جو بيان پڻ اچن ٿا. قصيدو گهٽ ۾ گهٽ پندرهن شعرن جو هجڻ گهرجي ۽ وڌيڪ شعرن لاءِ ڪا به حد مقرر ناهي ڪيل. گهڻي تعداد ۾ قصيده طويل هوندا آهن ۽ اڪثر قصيدن جا شعر سؤ کان مٿي به ٿيو وڃن. قصيدي جي پهرين شعر کي مطلع ۽ اگر ٻيو به مطلع هوندو ته ان کي مطلع ثاني چئبو آهي.

قصيدو عربي شاعريءَ کان ٻين ٻولين ۾ مروج ٿيو فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ به پنهنجي پنهنجي ماحول مطابق قصيده نگاري ٿي. قصيدو ٻن قسمن جو ٿئي ٿو:

(1) تمهيديه قصيدو

(2) خطابيه/ مجدديه قصيدو

قصيدي جا مضمون جدا جدا ٿي سگهن ٿا، مثال طور: الله جي حمد، حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جي نعت، حضرت امام علي عليه السلام ۽ حضرات محمد وآل محمد عليهم السلام جي شان ۾ منقبت، ڪنهن بادشاهه يا امير جي تعريف يا ڪنهن جي هجو يا شڪايت يا نصيحت يا ڪو ٻيو مضمون. قصيدو مضمون جي لحاظ کان مدحيه، هجويه دعائيه، عشقيه، بهاريه، فخريه يا حاليه وغيره سڏبو آهي. شاعر جو تخلص يا نالو ضروري نه آهي ته آخري شعر مقطع ۾ اچي، پر ڪٿي به اچي سگهي ٿو.

## قطعو

لغوي اعتبار کان قطعه القطع، بريدن يعني ڪپڻ، قطعه يعني ڪپيل ٽڪرو . اصطلاح ۾ قطعه جو مطلب، نظم جو اهو ننڍي کان ننڍو ٽڪرو آهي. جيڪو گهٽ ۾ گهٽ چئن سٽن تي مشتمل هوندو آهي يا جنهن ۾ ٻن کان وڌيڪ شعر هجن. سنڌيءَ ۾ اوائل ۾ مرزا قليچ بيگ فارسي قطعا ترجمو ڪري چندن هار ۽ ٻين ڪتابن ۾ ڇپرايا. ابتدائي قطعا فارسي زده هئا. پر سنڌيءَ ۾ قطعن کي استاد بخاريءَ هنن جي مقامي توڙي عالمي مسئلن سان منفرد انداز ۾ لاڳاپي، نيٺ سنڌي صف ۾ آڻي بيهاريو. تان جو هيءَ صنف

ڀ

روايتي دؤر کان سواءِ جديد دؤر ۾ به قبول ڪئي وئي. موجوده دور ۾ نظمن کي چؤمصرعو پڻ چيو ويو آهي.

## قوم پرستيءَ جي تحريڪ

قوم هڪ مخصوص جاگرافيائيحدن ۾ رهڻ وارن انهن ماڻهن کي چئجي ٿو جن جون رسمون رواج، تهذيب ۽ تمدن، ٻولي ۽ تاريخ هڪجهڙي هجي. هڪ گروهه يا ٽولو قوم سڏائڻ جي اهل نهآهي ۽ نه ئي وري انهن ماڻهن جي ٽولي کي قوم سڏي سگهجي ٿو جيڪي ٻولي، ثقافت، تهذيب، تمدن ۽ تاريخ به ساڳي نه رکندا هجن.قومون اوچتو وجود ۾ نه اينديون آهن. سنڌي ادب جي تاريخ ۾ قوم پرستي جو رجحان انتهائي پراڻو آهي. سومرن جي دور جي رزميهگاهن کان وٺي موجوده دور جي سياسي حالتن تي اسرندڙ ادب قوم پرستيءَ واري تحريڪ جو حصو آهي. قوم پرستيءَ جو لاڙو ملڪي حالتن جي پيداوار هوندو آهي. سنڌي ادب ۾ هي لاڙو ون يونٽ کان پوءِ هڪ تحريڪ جي شڪل اختيار ڪري ويو. سنڌ جي شاعرن ۽ اديبن هڪ منظم تحريڪ شروع ڪئي، جنهن جو مقصد سنڌي ٻولي، سنڌي ادب ۽ سنڌ جي قومي، ثقافتي ورثي جي حفاظت هو.

## ڪافي[1]

ڪافيءَ جي قدامت جي حوالي سان ادبي تاريخ ۾ مختلف رايا ملن ٿا. ڪن مطابق وائيءَ جو تخليق ٿيڻ ئي ڪافيءَ جو بنياد بڻيو ۽ ان جو فني سٽاءُ وائيءَ کان متاثر آهي. ڪن هن جا اهڃاڻ آڳاٽي لوڪ ادب ۾ به ڏٺا آهن ۽ حاجي جاڻڻ کي ان جو اوائلي شاعر ڄاڻايو ويو آهي. شيخ اياز مطابق ڪافي پهرياڻين شاهه حسين پنجابيءَ ۾ چئي، بعد ۾ نانڪ يوسف ۽ خوش خير محمد سنڌيءَ ۾ چئي.

غلام محمد گراميءَ جي چوڻ مطابق تاريخي طور ڪافيءَ جو وجود شاهه لطيف کان ٻه صديون اڳ معلوم ٿئي ٿو. ان سلسلي ۾ هڪ بزرگ لاڏجيو برهانپوري آهي ۽ ٻيو مير محمد فاضل بکري آهي. بزرگ لاڏجيو شاهه لطيف کان ڏيڍ صدي اڳ، همايون جي سنڌ ۾ آمد وقت، پاڻ مان لاڏ برهانپور پهتو.

مسدس ڪافيون نهايت سوز سان، صاحب دل ماڻهن جي مجلسن ۾ پڙهيون ويندڙيون هيون.

مخدوم طالب المولیٰ جي چوڻ مطابق "قافيه مان قافي ۽ تنهن مان وري ڪافي نالو پيو." ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي چوڻ مطابق "سنڌي نظم جي تاريخ ۾ قافي (جنهن کي غلطيءَ مان ڪافي ڪري لکجي ٿو) قدامت جي لحاظ کان ڳاهه کان پوءِ ٻئي درجي تي آهي. قافي عربي قافيا/ قصيدو نظم جو سڌو سنڌي نالو آهي." جڏهن ته مسدس ان خيال سان اڪثر عالم اختلاف رکن ٿا. فني سٽاءَ جي حساب سان هيڪڙي، ڊيڊوڙي ۽ ٽيڙي ڪافي، ڪافيءَ جا فني مثال آهن.

## ڪبت

ڪبت "ڪوت (چوڻ) مان نڪتل آهي. جيڪا سنڌي ۽ هندي لفظ ڪوتا يا ڪوتو جي بگڙيل صورت آهي. جنهن جي معنيٰ آهي شعر. ڪبت اصل ۾ هندي شعر آهي. جو دوهرا جي وزن (هندي ڇند وديا جي ماترائن) تي جوڙيو ويندو آهي. دوهرا ۾ ٻه سٽون ٿينديون آهن. ڪبت ۾ تمام گهٽيون سٽون هونديون آهن، ايتري قدر جو منجهس سؤ ڏيڍ کان مٿي سٽون به ٿينديون آهن. بعضي ته ساري ڳالهه يا آکاڻي ڪبت ۾ هوندي آهي. جنهن ۾ پهرين سٽ کان وٺي پڇاڙيءَ واري سٽ تائين هڪ جهڙوئي قافيو استعمال ٿيل هوندو آهي. هندي ٻوليءَ ۾ ميران بائيءَ جا ڪبت تي شعر گهڻي انداز ۾ ملن ٿا. سنڌيءَ ۾ مذهبي موضوعن وارا نظم/ڪتاب ڪبت/الف اشباع جي سٽاءَ ۾ لکيا ويا آهن. خاص طور تي ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دورن ۾ هي سٽاءَ مشهور رهيو.

## ڪلاسڪيت

اهو ادب، جيڪو پنهنجي افاديت ۽ افاقيت، گهرائي، حسن ۽ صداقت جي ڪري، زمانن جي طوفانن ۽ انقلابن تي حاوي هجي. حالتون بدلجن، پر ادب جي عظمت ۾ ڪو فرق نه اچي. اهوئي ڪلاسيڪي ادب آهي. جنهن سان لطف اندوز ٿيڻ ۽ لاڀ پرائڻ لاءِ مزاج، ذوق، عمر، ٻولي وغيره جا اختلاف نه ٿا ٿين. ڪلاسيڪيت جي خصوصيتن جي لحاظ کان شاعريءَ ۾ قاعدا قانون،

انسان جون سڌايون بيان ڪرڻ، معاشرتي برائين جي اپٽار ڪرڻ، شعري ۽ تهذيب يافته پسمنظر جي نمائندگي ڪرڻ انفراديت کي ڇڏي اجتماعيت بيان ڪرڻ جذبات نگاري، فطرت نگاريءَ کي نظر انداز ڪرڻ وغيره اهم خوبيون آهن.ان وصف کي ذهن ۾ رکندي سنڌي ڪلاسيڪل ادب ان دور جو ادب آهي، جڏهن نثر جون روايتون موجود ڪين هيون. اهڙيءَ ريت سنڌي ڪلاسيڪل ادب جي دائري ۾ پير صدر الدين جا گنان، قاضي قادن ۽ شاهه ڪريم رح جو ڪلام ميين شاهه عنات رضوي، لطف الله قادريءَ جو ڪلام ساميءَ جا سلوڪ، بيدل ۽ بيڪس جون ڪافيون، سچل جون ڪافيون ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جون وايون ۽ بيت اچي وڃن ٿا. سنڌ جا قديم لوڪ داستان ڪلاسيڪل سنڌي شاعريءَ جو بنياد آهن. سنڌي ڪلاسيڪل شاعريءَ جي صنفن ۾ دوهو بيت، سلوڪ، گنان، وائي ۽ ڪافي وڏي اهميت رکن ٿا.

## ڪليات

ڪليات عربي لفظ ڪل جو جمع آهي، جنهن جي معنيٰ آهي سڀ. اصطلاحي معنيٰ موجب اُهو ڪلام جو مجموعو جنهن ۾ ڪنهن هڪ شاعر جو سمورو ڪلام پيش ڪيل هجي. يعني منجهس هر ڪنهن قسم جو شعر ڏنل هجي.مطلب ته ڪليات ۾ شاعر جو هر فن تي چيل شعر موجود هوندو آهي.هن ۾ الف ـ ب وار قافين تي جوڙيل غزل جو مجموعو (ديوان) به شامل ٿي سگهي ٿو.ڪليات جي ترتيب اڪثر ٻن نمونن جي ٿيندي آهي. جيئن ته ڪنهن ڪليات ۾ پهريائين الف ـ ب وار غزلن جو مجموعو (ديوان) ڏئي، پوءِ باقي بيو سمورو ڪلام ڏنو ويندو آهي، جنهن ۾ عروضي توڙي غير عروضي شعر شامل هوندو آهي ۽ ڪنهن ۾ وري سواءِ ڪنهن ترتيب جي سڀ ڪلام لکيو ويندو آهي. ڪي ڪليات اهڙا به ملن ٿا جن ۾ رڳو غير عروضي شعر پيش ڪيل هوندو آهي، جنهن ۾ حمد، نعت، ڪافيون، ڏوهيڙا، وغيره شامل هوندا آهن.

## ڪلمات

طويل نظمن کي ڪلمات چيو ويندو آهي. مخدوم غلام احمد ٻگائي ۽ عبدالرحيم گروهڙيءَ اهڙا نظم لکيا هئا. جن کي ڪلمات جي نالي سان سڏيو ويندو آهي. جنهن کان پوءِ هن قسم جي اسلوب واري شاعريءَ تي ٻين به گهڻن ئي طبع آزمائي ڪئي، پر هاڻوڪي دور ۾ اهڙي طويل شاعري نه ٿي ٿئي. هن قسم جي شاعريءَ جو بنياد ڪلهوڙا دور ۾ پيو.

## ڪهاڻي

ڪهاڻيءَ کي سنڌيءَ ۾ مختصر ۽ افسانو به چيو ويندو آهي. ڪهاڻي انساني مسئلن، جذبن، محبت، نفرتن ۽ خواهشن جي مختصر ڪهاڻي آهي. (وڌيڪ ڏسو: افسانو).

## گرامر

ٻوليءَ جي بناوت جو علم، جنهن ۾ لفظن، جملن، سٽن ۽ پئراڻن جي بناوت ۽ ڪارج وغيره بابت ڄاڻ هوندي آهي، جيڪا ٻولي ڳالهايون ٿا يا لکون ٿا. ان ۾ اڪثر جدا جدا نمونن جا جملا ڪم آڻيون ٿا ۽ انهن جملن ۾ جدا جدا قسمن جا لفظ ڪم آڻيون ٿا. جيڪي لفظ اسين ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۽ لکڻ پڙهڻ ۾ ڪم آڻيون ٿا سي ڪيترن ئي قسمن جا آهن. انهن جون مختلف صورتون آهن، جيڪي هر وقت مٽجن سٽجن ٿيون ۽ انهن جو وري ٻين سان لاڳاپو آهي. انهن جي درست ميلاپ سان صحيح جملا ٺهن ٿا. انهن بابت جيڪي قاعدا ۽ سمجهاڻيون آهن، تن کي گرامر چئجي ٿو. گرامر کي وياڪرڻ به چئبو آهي.

## گنان

گنان قديم سنڌي شاعريءَ جو هڪ قسم آهي، جنهن تي اسماعيلي فرقي وارن شاعرن طبع آزمائي ڪئي آهي. اهي اسماعيلي فڪر جا داعي، ماڻهن کي مذهبي تعليم ڏيڻ لاءِ سڄي ملڪ ۾ پکڙيل هئا. جن مان ڪي سومرن

جي دور ۾ سنڌ ۾ اچي نڪتا ۽ نو مسلم ماڻهن جي دلين ۾ شعر جي ذريعي اسلامي عقيدن جو روح ڦوڪڻ لڳا. انهن مان پهريون مبلغ پير سيد نورالدين هو جنهن اسلام جا اصول شعر ۾ منظوم ڪري پنهنجي مريدن کي ڏنا ته جيئن هو آسانيءَ سان اهي ياد ڪري ۽ مٿن عمل ڪن. ان کان پوءِ پير شمس الدين، پير شهاب الدين، شاهه حسين اپلاڻي، مر کان شيخ، پير صدرالدين، مسمنگ چارڻ، ياڳو يان ۽ ٻيا پنهنجا گنان پيش ڪندا رهيا. انهن مان پير صدرالدين جا گنان وڌيڪ مشهور آهن.

گنانن ۾ نصيحت آموز ۽ صوفيانه نڪتا مسايل آهن. هن ۾ الله تعاليٰ ۽ سندس رسولن تي ايمان آڻڻ سچي دل سان ڪلمو پڙهڻ، هن دنيا کي بي بقا ۽ فاني سمجهڻ، مايا کان منهن موڙڻ، ڪوڙ ۽ ڪپٽ کان پاسو ڪرڻ ۽ دل کي پاڪ ۽ صاف رکڻ، وغيره بابت سمجهاڻيون ڏنل آهن.

## گنج شريف

ٽالپرن جي اوائلي دؤر ۾ شاهه لطيف جي رسالي جو قديم ترين نسخو، هن پراڻي قلمي نسخي کي "گنج شريف" چيو ويندو آهي. سنڌيءَ ۾ گنج جي معنيٰ آهي "خزانو". يعني اسان وٽ ضرورت کان ڪا به شيءِ وڌيڪ هوندي ته چوندا آهيون الله سائينءَ جو گنج آهي. شاهه جي ڪلام جي لحاظ کان گنج شريف ۾ شاهه جي ڪلام سواءِ ان زماني يا اڳ جي ڪجهه ٻين شاعرن جو به ڪلام شامل آهي. گنج جو ڪاتب فقير عبدالعظيم عرف وڏل شاهه هو. گنج 1792ع بمطابق 1207 هجريءَ ۾ لکيو ويو هو. هن نسخي کي تمراڻي فقير ۽ سندن اولاد سنڀاليندا هئا. سن 1995ع ۾ شاهه لطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز طرفان گنج، عڪسي ڇاپي جي صورت ۾ ممتاز مرزا، سعيڙي شايع ڪرايو.

## گيت

گيت لفظ سنسڪرت جي لفظ "گيه" مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڳائڻ . اصطلاحي معنيٰ موجب، اهو شعر جو ڳائڻ ۾ اچي يا ڳائي سگهجي. گيت، اصل هندي شاعريءَ جو قسم آهي، پر گذريل وڏي عرصي کان سنڌي شاعرن به گيت لکڻ شروع ڪيا آهن. گيت ۾ پهريائين هڪ، ڏيڍ يا ٻه سٽون

ٿلهه طور آڻيبون آهن ۽ باقي سڄي گيت جي هر هڪ بند ۾ هڪ ڏيڍ ٻه اڌاڻي يا وڌيڪ سٽون رکيبون آهن. گيت ۾ اڪثر ٿل جو ٻيهون بند (حصو) هر بند جي آخر ۾ ورائيءَ طور آڻيو آهي. ڪي شاعر وري مختلف ورائيون پيش ڪندا آهن. هن ۾ مخصوص بحر، وزن ۽ قافيي جي پابندي ڪانه آهي. گيت ۾ عشقيه، رومانوي، جذباتي، اخلاقي ۽ ٻيا موضوع مضمون پيش ڪيا وڃن ٿا. جديد گيت جي شروعات سنڌي شاعريءَ ۾ ڪشنچند بيوس (1885_1947) ڪئي.

## ڳاهه

سنڌ ۾ ڳاهون قديم زماني کان پٽ، پان ۽ چارڻ ڳائي وڄائي پيش ڪندا هئا. سومرن ۽ سمن جي دور ۾ شاعريءَ جي هي صنف عروج تي پهتل هئي. ڳاهه هڪ قسم جو واقعاتي يا بياني بيت آهي. پاڻنجي ٿو ته هن لفظ جو بنياد ڳائڻ آهي ۽ ڳائڻ مان ئي ڳاءِ بڻيو آهي ۽ ان مان ڳاهه ٿيو آهي. سٽاءَ جي لحاظ کان ڳاهه منظوم مصرعون آهن، جن مان اڪثر ڏوهيڙي جي شڪل ۾ آهن، البت ڪن ڳاهن ۾ ٻن مصرعن کان پوءِ ورائيءَ طور هڪ ننڍي تڪ به پويان بيهاريل آهي. مضمون جي لحاظ کان ان ۾ قصي جي خاص موقعن جو ذڪر هوندو آهي.

## ڳجهارت

ڳجهارت لفظ سنسڪرت جي لفظ ڳهه ارٿ مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ ڳجهو/اونهو مطلب آهي. يعني تمام اونهي مطلب واري حقيقت، جنهن ۾ ڪو راز رکيل هجي. ڳجهارت پروليءَ جو هڪ ڳوڙهو نمونو آهي، جنهن کي پچڻ لاءِ پختن خيالن ۽ عمدن دليلن جي ضرورت آهي. جيتوڻيڪ ڳجهارت جو سنگ بنياد پروليءَ تي ئي آهي، پر سٽاءَ جي لحاظ کان ٻنهي ۾ نمايان فرق آهي. پرولي پچڻ لاءِ ٿورو اشارو مليل هوندو آهي پر ڳجهارت ۾ حافظي ۽ ڄاڻ کي وڏو دخل آهي. ٻي سري ڳجهارت کي سگهڙ اهميت نه ڏيندا آهن، پر شريلي/شر واري ڳجهارت کي مڃيو ويندو آهي. ڳجهارت پاڻي سان بند سان پڇندي آهي. ان ۾ مذڪر ۽ مونث کي نرنان ۽ نار چئبو آهي.

## ڳيچ

ڳيچ جي لفظي معنيٰ آهي، اهو ڪلام جيڪو ڳايو وڃي ۽ اصطلاحي معنيٰ آهي، اهو ڳائڻ، جو شاديءَ يا خوشيءَ جي موقعي تي اڪثر عورتون ڳائين. لاڙ ۾ ڳيچن کي ڳيو چون ۽ ٻين ڪن پاڳن، خصوصاً شهرن ۾ ان کي سهرو چون. ڳيچ، عورتن جا مخصوص لوڪ گيت آهن. جي سنڌ جي هر ڪنڊڪڙڇ، هر وسيبءَ واهڻ، هر ڳوٺ ۽ شهر ۾ خوشيءَ ۽ شاديءَ جي موقعي تي ڳايا وڃن ٿا. ڳيچ جا آڳاٽا اهڃاڻ، سومرن جي، دور کان ملن ٿا. سنڌي ادب جي تاريخ ۾ مرڪان شيخ (وفات 1300ع) پهرين شاعره آهي، جنهن ڳيچ ڳايا، جن ۾ هن پنهنجي مرشد جي مدح ڪئي آهي.

## گهڙولي

گهڙولي صنف جو مؤجد حضرت سچل سرمست رحہ آهي. هن قسم جو نمونو سندس ڪلام ۾ موجود آهي. هن صنف گهڙولي ۾ هر بند کان پوءِ وراڻي ايندي آهي، جنهن ۾ گهڙولي پرڻ تي وڃان لفظ هوندا آهن.

## لوڪ ادب

لوڪ ادب مان مراد آهي عام ماڻهن جو ادب. يعني اهو ادب جو تصنع، هٿ ناٺ ۽ جڙتو ڪاريگريءَ ۽ صنعتن ۽ سينگار کان پاڪ ۽ صاف هجي. انسائيڪلوپيڊيا مطابق هي اهو علم آهي جو قديم ميڄاڻن، ريتن، رسمن، پرمن، وهمن، قديم روايتن ۽ اعتقادن تي مشتمل هوندو آهي. حقيقت ۾ لوڪ ادب انهن سگهڙن جي تخليق آهي، جيڪي پنهنجي خيالن جي وسعت اهر مجلسن، محفلن ۽ ڪچهرين ۾ پنهنجا خيال شعر جي روپ ۾ پيش ڪندا آهن. اهو ئي سبب آهي جو لوڪ ادب کي ٺيٺ دهقاني ادب به چيو ويندو آهي. هي ادب عوام جي احساسن، جذبن، امنگن جي جٽي تصوير هوندو آهي. هن علم ۾ هيٺيون صنفون اچي وڃن ٿيون: روايتي ڪهاڻيون؛ جهڙوڪ لوڪ ڪهاڻيون، وير ڪهاڻيون (ڳاهون)، رزميہ نظم ۽ ڏند ڪٿائون. رسمون ۽ رواج؛ جهڙوڪ ڏڻ وار، رسمون ۽ رواج ۽ شادين جون رسمون وغيره. ويساهه ۽ پرمر؛ جهڙوڪ جنن پرين جون ڪهاڻيون، جادو،

منتر، ڦيڻا ۽ ڏاڪا. لوڪ ڪهاڻيون: جهڙوڪ مشهور چوڻيون، پهاڪا، چرچا، ڳجهارتون ۽ معما وغيره. لوڪ راڳ: عوامي راڳ، جيڪو لوڪ گيت کان مختلف هوندو آهي ۽ عوام جي امنگن جي ترجماني ڪندو آهي ۽ لوڪ ڌنن تي ڳايو ويندو آهي.

## لوڪ ڪهاڻيون

لوڪ ڪهاڻيون لوڪ ادب جو اهم حصو آهن. جن ۾ انساني گروهه جون مجموعي طرح دنيا جي سڀني قومن جي پراڻن آثارن جا داستان ۽ دستاويز هوندا آهن. جاڪاڻ ته انهن سان انسان ذات جي ڪنهن زماني جي ريتن رسمن، رواجن، پرمن، وسوسن ۽ نفسياتي لاڙن ۽ انهن جي ذهني ارتقا جي تاريخ جي خبر پوي ٿي. سنڌي لوڪ ادب عشقيه، نيم عشقيه، رزميه ۽ دنيا جي بين به لوڪ ڪهاڻين سان مالامال آهي. سسئي پنهون، عمر مارئي، ليلا چنيسر، سهڻي ميهار، مومل راڻو، دودو چنيسر، مورڙو ميربحر ۽ مانگر مڇ وغيره سنڌ جون لوڪ ڪهاڻيون آهن.

## مابعد الطبعيات

ميٽا (Meta) معنيٰ مٿانهون (Beyond) ۽ فزيڪل (Physical) طبعي دنيا. يعني طبعي دنيا کان مٿاهون علم. مابعد الطبيعات جي حدن ۾ ڪيترائي اختلاف آهن. ڪي ان کي فلسفي جي مترادف استعمال ڪن ٿا. ڪي ان کي الاهيات واري مقصد ۾ آڻن ٿا ۽ ڪي وري اخلاقيات کي به مابعد الطبعيات جي ذمري ۾ آڻن ٿا. حقيقت ۾ اهي تمام موضوع يا مسئلا، جيڪي طبعي علمن جي دائري مان خارج، طبعي فڪر ۽ نظر جي حدن کان مٿي ۽ مشاهدي ۽ تجربي جي احاطي مان ٻاهر آهن، سي مابعد الطبعيات جي دائري ۾ اچن ٿا.

## ماهيا

ماهيا، پنجابي لوڪ شاعريءَ جي اهم صنف آهي. سنڌيءَ ۾ جيئن ڏوهيڙو عام ۽ اهم آهي، ماهيو پڻ پنجابيءَ ۾ ساڳي اهميت رکي ٿو. ماهيو ماهيءَ جو اسم تصغير آهي. ماهي معنيٰ محبوب، مٺو يا سڄڻ. ماهيا پنهنجي ماهيت ۾ هڪ درد جو آواز آهي، جنهن کي سوز سان ڳائڻ شرط آهي.

سنڌيءَ ۾ ڏيڍ مٿا ماهيي جي ويجهو سمجهيا وڃن ٿا. پر اياز پنهنجي ڏيڍ مٿن ۾ ماهيا وانگر رڳو هڪ وزن نہ پر گهڻا وزن ڪتب آندا آهن. سنڌيءَ زبان ۾ هن صنف ۾ سڀ کان پهرين خوبصورت ماهيا نياز همايونيءَ لکيا ۽ ان بعد رشيد احمد لاشاري ۽ نور شاهين بہ طبع آزمائي ڪئي. پر انهن جي بيهڪ اصل ماهيا کان الڳ ٿلڳ آهي. سنڌيءَ ۾ هن صنف جا ٻين ٻولين مان ترجما بہ ڪيا ويا آهن. ماهيا کي اردوءَ ۾ متعارف ڪرائيندڙ علي محمد قرشيءَ جو اردوءَ ۾ ماهين جو مجموعو دک لال پرنده هي ڇپيو ان جو سنڌيءَ ۾ ترجمو بخشل باغيءَ ڪيو آهي.

## مبالغو

مبالغو معنيٰ وڌاءُ. ڪنهن شيءِ يا ڳالهہ کي وڌائي چڙهائي بيان ڪرڻ. انگريزن جي دؤر ۾ يا ان کان اڳ وارن ٽصن ۾ مبالغي آميز لکڻ جو تمام گهڻو رواج هوندو هو.مبالغي يا وڌاءُ ۾ ڪنهن واقعي کي ايترو وڌائي پيش ڪجي، جو اهو ناممڪن لڳي.

## مثلث

مثلث عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي، ٽن مصرعن وارو شعر . يعني اهو نظم، جنهن جو هر هڪ بند ٽن مصرعن تي مشتمل هوندو آهي ۽ اهي مصرعون پاڻ ۾ هم وزن هونديون آهن. اهڙيءَ طرح مثلث جا سڀ بند ساڳئي وزن ۾ هوندا آهن. جن مان اڪثر پهريون بند سڄو هم قافيہ هوندو آهي ۽ باقي بندن مان هر هڪ بند جون پهريون بہ مصرعون پاڻ ۾ هم قافيہ ٿينديون آهن ۽ ٽيون مصرع جو قافيو وري پهرئين بند جي قافيي جهڙو هوندوآهي. ڪي نظم اهڙا بہ ملن ٿا، جن ۾ مثلث جي هر هڪ بند جون ٽئي مصرعون پاڻ ۾ هم قافيہ رکيون وييون آهن.

## مثنوي

مثنوي لفظ عربي لفظ ثنيہ مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي جوڙو يا ٻہ . هن ۾ هر هڪ شعر جدا جدا هوندو آهي. تنهن ڪري سڄو نظم هڪ قافيہ تي نہ هوندو آهي، پر هر هڪ بيت جون ٻہ مصرعون پاڻ ۾ هم قافيہ هونديون آهن. هن صنف ۾ قصا، ڪهاڻيون وغيره بيان ٿيل هوندا آهن.

ڪڏهن ڪڏهن هزار کان به مٿي بيت، هوندا آهن. مثنوي، جا اصل ست بحر آهن، پر اڄڪلهه سينئي بحرن ۾ مثنوي لکي وڃي ٿي. سنڌي زبان ۾ ڪيترين ئي رزميه، رومانوي ۽ تاريخي مثنويون لکيون ويون آهن. مير حسن علي خان (1424_1907ع) مشهور رزميه مثنوي فتح نامه سنڌ عرف سنڌ جو شاهنامو لکي، ان کان سواءِ مثنوي عشق مخدوم طالب المولي (1919_1993ع) جي لکيل آهي ۽ ٻيون به ڪيترين ئي مثنويون لکيون ويون آهن.

## مخمس

مخمس معنيٰ پنج، هي لفظ عربيءَ جي خمس مان نڪتو آهي. هيءَ شاعراڻي صنف آهي، جنهن جي هر بند ۾ پنج سٽون هونديون آهن: پهرين بند جون پنج ئي سٽون هم قافيه هونديون آهن ۽ ٻين بندن ۾ شروعاتي چار سٽون هم قافيه ۽ پڇاڙي واري يعني پنجين سٽ پهرين بند جي پڇاڙيءَ واري سٽ سان هم قافيه هوندي آهي هن قسم جا شعر اڪثر ڪري قصن ڪهاڻين يا ڪنهن بياني مضمون لاءِ چيا ويندا آهن.

## مدح - مداح

مداح جي معنيٰ آهي ساراهه يا واکاڻ. سنڌ ۾ مداح جو شعر ايڏو ته مقبول آهي جو مسجدن، مدرسن، درگاهن، خوشين جي موقعن، شادين ۽ عيدن وغيره تي پڙهيون وينديون آهن. مداح ۾ پاڪ ڪريم صلي الله عليه واله وسلم ۽ اصحابن سڳورن يا ڪن بزرگن هستين جي شان ۾ ساراهه يا تعريف ڪئي ويندي آهي. جيڪا ڪنهن دنياوي طمع سبب نه پر خالص دلي محبت ۽ عقيدت سان ڪئي وڃي ٿي. مداحون علم عروض جي قاعدي مطابق چيون وينديون آهن. ڪي مداحون الف اشباع واري طرز تي چيل آهن. سنڌي زبان جو پهريون مدح خوان جمن چارڻ (1668_1738ع) ٿي گذريو آهي.

## مربع

مربع عربي لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي، چئن مصرعن وارو شعر. اصطلاحي معنيٰ موجب، مربع اهو نظم آهي، جنهن جي هر هڪ بند ۾ چار

هر وزن مصرعن هونديون آهن. هن جو پهريون بند اڪثر سمورو هڪ قافيي ٿيندو آهي ۽ باقي هر هڪ بند جون پهريون ٽي مصرعون پاڻ ۾ هم قافيه هونديون آهن. پر چوٿين مصرع جو قافيو وري پهرئين بند جي قافيي سان موافق ٿيندو آهي. مربع ۾ هر ڪنهن قسم جو مضمون آڻي سگهجي ٿو. سنڌيءَ ۾ ان قسم جي صنف ڇوٽا آهي.

## مرثيو

مرثيو عربيزبان جو لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي. فوت ٿي ويل جو بيان. مرثيو دراصل نظم آهي جنهن ۾ ان فوتيءَ جون خوبيون ۽ خصوصيتون نروار ڪيون وينديون آهن. پر مرثيو ان شعر کي چيو ويندو آهي جنهن ۾ حضرت امام حسين ع ۽ سندس ساٿين جي شهادت/واقعه ڪربلا جو ذڪر هجي. سنڌي شاعري جي تاريخ ۾ سيد ثابت علي شاهه (1740_1810ع) ان جو صنف جو باني سمجهيو وڃي ٿو.

## مرجز نثر

مرجز جي معنيٰ آهي وزن وارو. هن قسم جي نثر ۾ گڏ آيل فقرا (جملي جا ٽڪرا) پاڻ ۾ موافق ۽ موزون هوندا آهن. يعني اهو نثر, جنهن ۾ وزن به هجي قافيو به هجي.

## مزاحمتي ادب

ادب ملڪي حالتن جو ردعمل هوندو آهي جيڪڏهن ملڪي حالتون عوامي ڀلائيءَ لاءِ سٺيون نه هونديون ته ان جو ردعمل ادب ۾ جابجا موجود هوندو آهي. مطلب ته مزاحمتي ادب, اهو ادب آهي جنهن ۾ ملڪي, ناانصافين, ناهموارين جي خلاف مزاحمت جو عنصر موجود هجي. سنڌي شاعريءَ ۾ اهو لاڙو صوفين وٽ وڌيڪ ملي ٿو شاهه لطيف سچل سرمست ۽ شيخ اياز ابراهيم منشي ۽ استاد بخاريءَ سرڪش سنڌيءَ زخمي چانڊيي کي مزاحمتي شاعر مڃيو ويو آهي. سنڌ جي مشهور افسانه نگار امر جليل ون يونٽ واري دور جي ادب کي مزاحمتي ادب جو دور سڏيو آهي.

## مزاحيه رزميه شاعري

اها شاعري جنهن ۾ پڙهندڙن جي تفريح طبع لاءِ مزاح جو عنصر موجود هجي يا جنهن ۾ ڪنهن جي مڪمل رزميه شاعري جواب ۾ مزاحيه شاعري ڪئي وڃي يا ان جي مذاق اڏائي وڃي. سنڌيءَ ۾ شمس الدين بلبل مزاحيه شاعر ڪئي آهي.

## مسبع

مسبع ،عربي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ستن مصرعن وارو شعر . اصطلاحي معنيٰ موجب، مسبع اهو نظم آهي جنهن جي هر هڪ بند ۾ ست مصرعون ٿين ٿيون. جن مان پهريون ڇهه مصرعون هڪ ٻئي سان همونن ۽ هم قافيه ٿينديون آهن ۽ ستين مصرع مٿين ڇهن مصرعن سان وزن ۾ ساڳي، پر قافيي ۾ مختلف هوندي آهي. مسبع جو پهريون بند اڪثر سڄوئي هم قافيه ٿيندو آهي ۽ باقي هر هڪ بند جي پوئين (ستين) مصرع پهرئين بند سان هم قافيه هوندي آهي.شاعريءَ جي هن صنف ۾ هر قسم جو موضوع پيش ڪري سگهجي ٿو.

## مستزاد

مستزاد عربي لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي وڌايل . اصطلاحي معنيٰ موجب، اُهو شعر جنهن ۾ هر هڪ مصرع کان پ يا ٻي موزون لفظ قافيي وار وڌائي پيش ڪيل هجن ۽ اهو وڌايل ٽڪرو ان شامل مصرع سان هم قافيه هجي. البت وڌايل ٽڪرو قافيي کان بغير به آڻي سگهجي ٿو پر بهتر ائين آهي ته جنهن مصرع جو وڌايل ٽڪرو هجي، اهو انهيءَ مصرع جي قافيي سان برابر هجي. اهڙي شعر کي ڏيڍو شعر چئبو آهي. اهڙي قسم جون ٻه مصرعون گڏجي سان هڪ بند ٺهندو آهي ۽ ائين ڪيترا بند ملائي هڪ نظم تيار ڪيو ويندو آهي. جنهن جي پهرئين بند کي غزل وانگر مطلع چئبو آهي.

## مسجع نثر

مسجع کي مقفيٰ — قافيي وارو به ڪري چئبو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي قافيي وارو نثر. هن قسم جي نثر ۾ فقرن (جملي جي ٽڪرن) جي پڇاڙيءَ ۾ لفظ

علم طرح هڪ جهڙي آواز ۾ هوندا آهن. يعني اهو نثر جنهن جي فقرن جي آخر ۾ قافيي وارا لفظ هجن. هن قسم جي نثر ۾ وزن جو هجڻ لازمي نه آهي.

## مسدس

هي اهو شعر آهي، جنهن جي هر بند ۾ ڇه سٽون هونديون آهن. هر هڪ بند جون پهريون چار سٽون پاڻ ۾ هم قافيه هونديون آهن ۽ پويون ٻه سٽون پاڻ ۾ هم قافيه هونديون آهن.

## مصرع

مصرع عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي، دروازي جو هڪ طاق. اصطلاحي معنيٰ موجب، شعر جي هڪ سٽ يا وڏيڪ ميٽون. جنهن ۾ شاعر مختلف لفظن کي هڪ هنڌ گڏ ڪري ۽ کين لڙهيءَ ۾ پوئي موزون طريقي سان پيش ڪري، اهڙيون ٻه مصرعون گڏ آڻڻ سان شعر ٺهي پوندو.

## مضمون

لفظ مضمون سنڌي زبان ۾ تمام وسيع مفهوم رکي ٿو ان جو استعمال ڪيترين معنائن ۾ ٿئي ٿو. مثال طور نثر جي ڪنهن به بياني لکت. ان جي موضوع (Subject)، متن(Text) ، عنوان (Topic)، مرڪزي خيال (Them) يا شعر جي مواد (Content) کي عام طور مضمون سڏيو ويندو آهي. اردو ۾ مضمون کي انشائيه چيو ويندو آهي. جيتوڻيڪ ٻنهي اصطلاحن ۾ فرق به آهي. لفظ مضمون عربي ٻوليءَ جي لفظ ضمن مان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي گڏ ڪرڻ . ان ڪري ڪنهن به موضوع کي دليلن، مثالن ۽ حوالن سان تشريح، وضاحت، مناسب ترتيب ۽ موزون لفظن کي پيش ڪرڻ کي مضمون چئبو آهي. لفظ مضمون جي وصف اسان وٽ انگريزي لفظ Essay مان آئي آهي. ايسي (Essay) فرانسيسي ٻوليءَ جي لفظ Essai مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي سعيو يا ڪوشش

(Attempt) ڪرڻ. ان جو مطلب ٿيو ته مضمون ڪنهن موضوع تي لکڻ جي ڪوشش جو نالو آهي. مضمون نگاريءَ جو بنياد فرانسيسي دانشور مائيڪل ڊي مانٽين (1533_1592ع) وڌو. سندس ابتدائي تخليقون 1650ع ڌاري مجموعن ۾ آيون. هن پنهنجي ذاتي تاثرن ۽ تخليقي جي روپ ۾ شايع ٿيل لکيڻن کي ايسز (Esais) جو نالو ڏنو. انگريزيءَ ۾ فرانسز بيڪن (1561_ 1626ع) هن صنف کي مشهور ڪيو. سنڌيءَ ۾ مضمون نگاري انگريز دور کان زور ورتو.

## مطلع

مطلع عربي لفظ آهي، جنهن جي لغوي معني آهي، اُڀرندڙ ظاهر ٿيندڙ اصطلاحي معنيٰ ۾ قصيدي يا غزل جي شروعاتي يا پهرئين بند جي ٻن مصرعن کي مطلع چئبو آهي. هن ۾ ٻئي مصرعون قافيي واريون هونديون آهن. يا وري قافيي سان گڏ رديف به شامل هوندو آهي. خاص ڪري غزل ۾ مطلع جو هجڻ تمام ضروري آهي. باقي ٻين شعرن ۾ انهيءَ جي ايتري ضرورت نه هوندي آهي.

## معجزو

معجزو مذهبي لوڪ شاعريءَ جي صنف آهي، جنهن ۾ بيتن جي صورت ۾ معجزن جو ذڪر ڪبو آهي. معجزو عربي لفظ معجزه مان نڪتل آهي. جنهن جي معنيٰ اهو ڪم، جيڪو ڪرشماتي هجي، جنهن تي ظاهري طرح ويساهه نه اچي. معجزن ۾ نبين سڳورن جي واقعن بابت شاعري موجود هوندي آهي.

## معريٰ نظم

انگريزي ۾ بلئنڪ ورس جي لفظي معنيٰ آهي خالي/سڪلو/معريٰ نظم. اصطلاحي معنيٰ موجب اهو نظم جنهن ۾ قافيو نه هجي يا ان جي پابندي نه

هجي. پابند ۽ معري نظم هڪ ٻئي جي ابتڙ ٿيا يعني پابند نظم ۾ قافيو ضروري آهي ۽ معري نظم ۾ ان جي آزادي آهي.

## مقدمو

ادبي دنيا ۾ مقدمي جو مقصد آهي ڪنهن به ڪتاب تي دليلن، حوالن ۽ ذاتي تجربي آهر ڀرپور نموني راءِ ڏيڻ. ڪنهن تصنيف يا ترتيب ڏنل ڪتاب تي مصنف، مرتب يا ٻيو ڏاهو يا ڄاڻو اديب مقدمو لکندو آهي. مقدمو مهاڳ کان وڌيڪ تحقيقي ۽ اثرائتو هوندو آهي.

## مقطع

مقطع عربي لفظ آهي، جنهن جي لفظي معنيٰ آهي. وڍيندڙ يا ڪاٽيندڙ. اصطلاحي معنيٰ ۾ غزل يا قصيدي جو اهو آخري ٻن مصرعن وارو بند، جنهن تي سڄو نظم اچي پورو ٿئي. مقطع ۾ شاعر اڪثر پنهنجو تخلص آڻيندا آهن. پوءِ اهو شاعر تي منحصر آهي ته هو انهيءَ ۾ پنهنجو تخلص پيش ڪري يا نه. جنهن لاءِ ڪا به پابندي نه آهي.

## مناجات

شاعريءَ ۾ عاجزيءَ ۽ التجا سان گهريل دعا. مناجات مذهبي شاعريءَ جو قسم آهي. مناجات عربي لفظ ناجيٰ مان نڪتل آهي. مداح وانگر هي به خاص قسم جو شعر آهي. هن ۾ شاعر پنهنجي ڏکن ۽ تڪليفن جو حال اوري ڏڻي تعاليٰ کان سوال ڪري ٿو ۽ ٻاڏائي ٿو. ڪن حالتن ۾ پنهنجي ذاتي عقيدت جي بنياد تي پيغمبر صلي الله عليه واله وسلم، اصحابن سڳورن، اولياءَ الله ۽ درويش کي به واسطي طور ڪم آندو ويندو آهي. مداح ۽ مناجات ۾ خاص فرق هيءُ آهي ته مداح ۾ خاص مضمون ساراهه ۽ تعريف جو هوندو آهي ۽ ضمني طور سوال يا عرض به ڪيو ويندو آهي. پر مناجات ۾ خاص مضمون حال اورڻ ۽ مدد لاءِ سوال ڪرڻ هوندو آهي ۽ ضمني طور ساراهه ۽ تعريف

ڪبي آهي. مجموعي طور مداح ۾ ساراهه هوندي آهي ۽ مناجات ۾ سوال جو عنصر غالب هوندو آهي.

## مناظرو

مناظرو لوڪ ادب شاعريءَ جي هڪ مقبول صنف آهي، جنهن ۾ ٻن ڌرين، شخصن يا شين جي وچ ۾ مڪالمو بحث يا جهيڙو ڏيکاريو ويندو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مطابق مناظرن جي سٽاءُ ساڳي سانگ واري، يعني ڊراماٽي آهي. ڪي مناظرا چڱا هڪ منظرا سانگ اهن، جن ۾ ٻه ڪردار هڪ ٻئي سان مخاطب ٿين ٿا ۽ آخر ٽيون ڪردار (امين چڱو مڙس يا قاضي) داخل ٿي فيصلو ڪري ٿو. ڪي مناظرا ٻه منظرا سانگ ٿيندا آهن، جن جي پهرين منظر ۾ ٻه ڌريون هڪ ٻئي جي منهن مقابل ٿين ٿيون، ۽ اخرڪار امين وارين ٿيون، جو موجود ڪونهي. ان بعد، ٻئي منظر ۾ ڌريون ۽ امين گڏجن ٿا ۽ نبيرو ٿئي ٿو. مناظري ۾ ٻه بي جان شيون انساني روپ ۾ ڏيکاري هڪ ٻئي جي سامهون ٻيهاريون وينديون آهن. اهي هڪ ٻئي جي خوبين ۽ خامين کي ظاهر ڪري هڪ ٻئي تي برتري ڏيکارڻ جون ڪوشش ڪنديون آهن.

## مورو

مورو مجاز ۽ محبت جو سنڌي لوڪ گيت آهي، جنهن ۾ انتظاري، بيقراري، فراق ۽ ملاقات جا خيال مرڪزي مضمون هوندا آهن. هي لوڪ گيت ڪوهستاني ايراضيءَ ۾ مشهور آهي.

## مولود

مولود عربيءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي نئون ڄاول ٻار. پر سنڌي شاعريءَ ۾ نبي اڪرم صلي الله عليه واله وسلم جي ولادت کي بنياد بڻائي سندس صفت شان جي بيان کي مولود چوندا آهن. مولود ۾ نبي سائينءَ جي ساراهه سان گڏ سندن روضي جي زيارت، معراج واري واقعي کي به موضوع

ٻڌايو ويندو آهي. مثنا جي حساب سان مولود واڻي يا ڪافيءَ جهڙو هوندو آهي. صرف ان ۾ ميوزڪ نه ٿيندي آهي. قديم دؤر ۾ شاهه عنايت رضويءَ (1644ـ1713ع) جي واين ۾ مولود جي صنف موجود آهي. مولود جو ابتدائي وڏو شاعر مخدوم عبدالرؤف ڀٽي (1682ـ1752ع) ڪلهوڙن جي دور ۾ ٿي گذريو آهي.

## مهدوي تحريڪ

سمن جي حڪمرانيءَ جي آخري دور ۾ سيد ميران محمد جونپوري جي سنڌ ۾ اچڻ ڪري راسخال اعتقادي ۾ مذهبي ڪٽرپڻي جو وڏيڪ جزو شامل ٿي ويو. هن جماعت جو بنياد ترڪ دنيا، نيڪ صحبت، ترڪ مال ۽ هجرت تي رکيل هو. سندس سياسي مقصد وطني ۽ ثقافتي بنيادن تي قومي تسلط ۽ سياسي اقتدار کي ختم ڪري غلبه اسلام کي قائم ڪرڻو هو. ڪيترائي عالم ۽ مشائخ مهدوي دائري ۾ داخل ٿيا.

## ناول

ناول حقيقت ۾ لاطيني لفظ Novus جي بگڙيل صورت آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "نئون". اهو لفظ اطالوي ٻوليءَ معرفت انگريزيءَ ۾ آيو. اطالوي ۾ لفظ آهي، نوويلا (Novella)، جنهن کي ڪهاڻي جي معنيٰ ۾ ڪتب آندو ويو. فرانسيسي ادب ۾ وري ان ساڳئي لفظ ناول (Novelle) جي صورت اختيار ڪئي، آخر ۾ اهو لفظ انگريزي ۾ ناول (Novel) جي صورت ۾ آيو. سنڌي ادب ۾ اهو لفظ ناول Novel طويل افسانې طور استعمال ٿيو ٿئي، بهرحال سنڌيءَ ۾ اهو لفظ ساڳي ئي معنيٰ ۽ مفهوم سان انگريزي معرفت پهتو آهي. ناول، انسان جي چوڌاري ٿيندڙ واقعن، چرندڙ پرندڙ جيوت جي تصوير آهي، جنهن ۾ پڙهندڙ نه رڳو پنهنجي حالتن کي لفظن جي رنگينيءَ وسيلي، خوبصورت ڪري ڏسي ٿو پر ڪيس ٻين مائهن جي وجود ۽ حالتن جو ٻه احساس ٿئي ٿو. سنڌي ادب ۾ ناول انگريزي ادب وسيلي آيو سب کان

پھريون ناول راسيلاس آھي، جيڪو 1870ع ۾ منشي اڌارام ترجمو ڪيو ھو ۽ پھريون طبعزاد ناول مرزا قليچ بيگ جو دلارام آھي، جيڪو 1888ع ۾ ڇپيو. ھن وقت تائين ھند سنڌ ۾ سنڌيءَ ۾ سوين ناول لکجي چڪا آھن.

## نثر

نثر جي لغوي معنيٰ آھي، ڇڙيل پکڙيل لفظ. اصطلاحي معنيٰ موجب ڪو اديب يا ليکڪ جدا جدا لفظن کي ملائي، جملن جي شڪل ۾ پنھنجي اڳيان ڪا تحرير پيش ڪري، مطلب ته نثر اھي بياني فقرا آھن، جن ۾ ڪنھن ڏنل نظاري، واقعي يا حقيقت کي لفظن ذريعي جملن جي روپ ۾ سلسلو پيدا ڪري، ماڻھن اڳيان تقرير (زباني) يا تحرير (لکيت) جي صورت ۾ پيش ڪجن. نثر اھو ادب آھي، جيڪو شاعري نه ھجي. اسان جي گفتگو ھميشه نثر ۾ ھوندي آھي. جڏھن دل جي امنگن جو اثر پين تائين پھچي ته ادب جي ان حصي کي نظم چئبو آھي، پر جڏھن دماغ جي خيالات جو اثر پين تائين پھچي ته اھڙي ادب کي نثر چئبو آھي. نثر جي وڏي خاصيت آھي ته آھي ته ان ۾ ھر ڪنھن قسم جو مضمون آئي سگھجي ٿو. جھڙوڪ، سائنس، حڪمت، سماجي اپياس، افسانا، آکاڻيون، ناٽڪ، روزمره جون ڳالھيون ۽ بحث مباحثا، ڪورٽن جا فيصلا، حڪومت جا قاعدا قانون وغيره. نثر جا ٽي قسم ڄاڻايا ويا آھن: (1) نثر مرجز (2) نثر مسجع ۽ (3) نثري عاري.

## نثري نظم

نثري نظم جي شروعات فرينچ شاعريءَ کان ٿي. بوڊليئر (Baudelaire) پنھنجي مجموعي نثر ۾ ننڍيا نظم (Petit poems en prose) سان ان جي ابتدا ڪئي. ان ۾ شاعريءَ جو عنصر ضروري آھي. ان ۾ وزن، بحر ۽ رديف قافيي کان سواءِ نظم جون سموريون خاصيتون موجود ھجڻ گھرجن. ڪٿي ڪٿي ته قافيي جو استعمال به سٽن جي وچ ۾ يا آخر ۾ ٿئي ٿو ۽ ان ۾ موسيقيت جو احساس پيدا ڪري ٿو. ڪڏھن ڪڏھن Assonance جي

ذريعي نغمگي پيدا ڪئي وڃي ٿي. هر حالت ۾ نثري نظم ۾ اندروني آهنگ ضروري آهي. Surrealist اهڃاڻي ۽ Automatic خودمختيار لکيل نثري نظم جون اهم صورتون آهن. انگريزي شاعريءَ مان هيءَ صنف انگريزن جي دور ۾ سنڌي شاعريءَ ۾ داخل ٿي ۽ مقبوليت حاصل ڪئي.

## نظم

نظم عربيءَ جو لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي هڪ ٻئي سان ملڻ يا ملائڻ لغوي معنيٰ آهي پوئڻ. شاعريءَ جي هن صنف ۾ خيالن، لفظن ۽ موسيقيءَ جو خاص خيال رکيو ويندو آهي. نظم ۾ وزن ۽ قافيي سان ڪيترائي بند هوندا آهن. هر هڪ بند جو ٻئي بند سان لاڳاپو هوندو آهي. نظم ۾ سٽن يا بندن جو انداز مقرر نہ هوندو آهي. ڪي نظم ننڍا ٿيندا آهن تہ ڪي ڊگها هوندا آهن. ڪي وري ايترا تہ ڊگها ٿاهيا ويندا آهن. جو انهن جو هڪ پورو ڪتاب ٺهي پوندو آهي. عام طور تي هر نموني جي ڪلام کي نظم چيو وڃي ٿو. پوءِ ان ۾ ٿوري ۾ ٿوريون يعني ٻہ يا چار سٽون بہ ڇو نہ هجن. پر دراصل نظم هڪ ڊگهي شعر جو نالو آهي. جنهن ۾ موزون سٽن جو انداز گهڻو هجي. مضمون جي لحاظ کان نظم ۾ هر قسم جو مضمون اچي سگهي ٿو. سنڌي شاعريءَ ۾ نظم جا جديد دور جا اوائلي شاعر مرزا قليچ بيگ ۽ حيدر بخش جتوئي رهيا آهن.

## نظماڻو نثر

اهو نثر جنهن ۾ تخيل ۽ جذبات جو فراواني هجي. ان کي شاعراڻو يا نظماڻو نثر چئبو آهي. ڪڏهن ڪڏهن، رنگين نثر کي بہ شاعراڻو نثر چئبو آهي. سنڌي ۾ تاجل بيوس جا ڪتاب ڪاڇي مٿان ڪونج ۽ اٻين جهليو پور نظماڻي نثر جا ڪتاب آهن.

## نعت

نعت عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لفظي معنيٰ آهي مدح، صفت، تعريف. نعت نظم جو اهو قسم آهي، جنهن ۾ حضرت محمد صلي الله عليه واله وسلم جي تعريف ڪئي ويندي آهي. مسئلا جي حساب سان ڪي گيت يا نظم جڙ ۽ ٿيندو آهي. نعت اڪثر مذهبي موقعن، محفلن ۽ مسجدن وغيره ۾ ڳائي ويندي آهي.

## نوحو

نوحو ماتمي لفظ آهي. هي مرثيي جو قسم آهي، جنهن ۾ ڪربلا جي شهيدن جي شهادت جو دردِيلي انداز ۾ ذڪر ڪيو ويندو آهي. نوحو ڳايو ويندو آهي ۽ انتهائي درديلو ۽ سوز وارو هوندو آهي. محرم شريف جي مهيني ۾ نوحن جون بيشمار ڪيسٽون جاري ٿينديون آهن.

## وائي

وائيءَ جي لغوي معنيٰ آهي ڳالهه ٻولهه، وائي، گفتگو. شاعريءَ جي اصطلاح ۾ وائي ڪلام/سخن کي چئبو آهي. وائي، سنڌي شاعريءَ جي اهم صنف آهي، جنهن ۾ عشق محبت ۽ وحدت جو ذڪر ڪيل هوندو آهي. وائيءَ جي پهرين بند کي ٿلهه چئبو آهي. ٿلهه کان سواءِ باقي مصرعون (سٽون) الڳ الڳ ٽين ٽيون، جن جو قافيو آخر ۾ اچي ٿو. بناوت جي لحاظ کان وائي هيڪوٽي، ڏيڍوٽي ۽ بيٽي پڻ ٿيندي آهي، جنهن جو وزن چند وديا تي رکيل هوندو آهي. وائيءَ جو عام طرح مؤجد شاهه لطيف کي چيو ويندو آهي. پر وائي جي صنف صدا جي عنوان سان شاهه عنايت رضوي وٽ ملي ٿي ۽ ان کان اڳ دادو ديال جون ٻه ٽي وايون مليون ٿيون. وائي، اصل ۾ وائي يا هائيءَ جي بگڙيل صورت آهي.

## وحدت الشھود

وحدت الشھود جو باني امام رباني مجدد الف ثاني (1564_1624ع) آهي. جيڪو هه ازوست جو قائل ۽ شارح آهي. هڪڙا صوفي وحدت الوجودي هوندا آهن ۽ ٻيا وحدت الشهودي. وحدت الوجودين جي نظر ۾ اصل ۾ باري تعاليٰ جي ذات موجود آهي ۽ ٻيون جيڪي به شيون موجود آهن. ان جا پرتوا آهن. وحدت الوجود ۽ وحدت الشهود ۾ هي فرق آهي ته وحدت الوجود جي لحاظ کان سيڪجھ خدا آهي ۽ (خدا) سڀ ڪجھ. جيئن ڄر جي ڦوٽي ۽ لهر کي پاڻيءَ کان ڌار نه سمجهي. پاڻي (اصل) جو پرتوو سمجهيو وڃي ٿو. پر وحدت الشهود ۾ اهي ٻئي ڌار آهن. هنن جو چوڻ آهي ته ماڻهو جو پاڇو هرگز ماڻهو ٿي نه ٿو سگهي. چه نيست خاڪ رابا عالم پاڪ اهل ظاهر وٽ وحدت الوجود نامنظور ۽ نامعقول آهي. انهيءَ عقيدي جي صوفين حلاج ۽ سرمد وحدت الوجودي ڳالهه تي قائم رهيا ۽ سر ڏنو. ليڪن پوئين زماني جي صوفين ۽ متصوّف عالمن ان جو نئون تعبير ڪري، ان کي اسلامي رنگ ڏيئي ڇڏيو آهي. مشهور عالم دين شاهه ولي الله (1703_1762ع). ان نظريي کي فلسفي جي حيثيت سان بيان ڪري. وحد الوجود ۽ وحدت الشهود جي نظرياتي اختلافن کي رفع ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

## وحدت الوجود

وحدت الوجود، صوفياء ڪرام جو هڪ اصطلاح آهي. جنهن ۾ حق سبحان تعاليٰ جي توحيد ذاتي ۽ وجودي تي بحث ڪيو ويندو آهي. انهيءَ بحث جو خلاصو هي آهي ته وجود حقيقي فقط هڪ آهي ۽ اهو حق تعاليٰ جو وجود آهي ان حقيقت کي لاموجود الا الله چئي واضح ڪيو ويندو آهي. وجود حقيقي هڪ آهي. يعني فقط خدا ئي موجود آهي ۽ ٻيو ڪجھ به نه آهي. هر شيءِ انهيءَ مان آهي ۽ انهيءَ ۾ آهي. جيئن سمنڊ ۾ لهرون ۽ موجون هر شيءِ خدا جو مظهر آهي. اهي صوفي وحد ۾ ڪثر ۽ ڪثر ۾ وحد جي فلسفي کي مڃين ٿا.

## ويد

لفظ ويد جو مصدر ود آهي، جنهن جي معني آهي عقل، ڄاڻ، سوچڻ، سمجهڻ غور فڪر ڪرڻ، موجود هئڻ ۽ حاصل ڪرڻ وغيره. ويد جو لفظ خود ويدن ۾ استعمال نہ ڪيو ويو آهي، پر تقريبا 2000 سالن جي عرصي ۾ هندن علمن ۽ رسمن متعلق جيڪو مواد گڏ ڪيو آهي ان کي ويد جو نالو ڏنو ويو. بعد جا سڀ هندو مصنف انهن جو حوالو ڏيندا ۽ انهن کي مستند سمجهندا رهيا آهن.

## هائيڪو

هائيڪو جپاني ٻوليءَ جي صنف آهي. هائيڪو جپاني لفظ هيڪو مان ورتل آهي. جنهن جي لغوي معني آهي مفرد يا اڪيلو ڪلام. هائيڪو هڪ عڪس آهي. جذبي سان ڀريل اهو معروضي عڪس آهي جيڪو وٽ (Object) کي وقت ۽ ماڳ ۾ متعين ڪري ٿو ۽ ان ۾ موسم جو عنصر هئڻ ضروري آهي. هائيڪو ۾ ٽي سٽون هونديون آهن. پهرين ۽ ٽين سٽ پاڻ ۾ هم قافيہ هونديون آهن ۽ وچين سٽ قافيي کان آزاد هوندي آهي. سنڌيءَ ۾ هائيڪو کي نارائڻ شيام متعارف ڪرايو. شيخ اياز ۽ تنوير عباسيءَ چوٽ تي رسايو. سنڌيءَ ۾ هائيڪو جو پهريون مجموعو شيخ اياز پڻ ڇڻ پڇاڻان ڇپيل آهي.

## هجو گوئي

هجو جي لغوي معني آهي برائي يا بدگوئي. هجو ان نظم کي چئبو آهي، جنهن ۾ مدح جي ابتڙ ڪنهن جي گلا، برائي يا ڪنهن ڏوهہ جو ذميوار بڻايو وڃي. هن قسم جي شاعريءَ جو مفهوم ننڌڻ هوندو آهي. سنڌيءَ ۾ هن قسم جي شاعري ٽالپرن جي دؤر کان شروع ٿي. سيد خير شاهہ ۽ سيد ثابت علي هجو گوئيءَ کي وڏي اهميت ڏني.

## هم اوست

هم اوست تصوف جو فارسي اصطلاح آهي، جنهن کي وحدت الوجود سان تعبير ڪيو وڃي ٿو. هن فلسفي جي شارح شيخ اڪبر محي الدين ابن عربيءَ موجب هيءَ ڪائنات، پنهنجي سمورين رنگينين ۽ انهن جي ارتقائي

ڏير گير مان خالق اعظم کان ڪو ڌار وجود نہ ٿي رکي. اصل ۾ بنيادي وجود فقط حق تعاليٰ جو آهي. ڪائنات ۾ جيڪي ڪجهہ ڏسي سگهجي ٿو، سو سڀ انهيءَ وجود جي جدا جدا تجليات جو پرتو آهي. جيڪڏهن ڪو اُن کي ڪجهہ بيو ٿو سمجهي اها سندس نظر ۽ سمجهہ جي ڀُل آهي. نہ تہ حقيقت هن کان سواءِ ٻي ڪانهي تہ لا موجود و الاالله. انهيءَ نظريي جو اصطلاحي نالو وحدت الوجود آهي. جنهن کي فارسيءَ ۾ اصطلاحي طرح همہ اوست سڏيو وڃي ٿو.

## همرچو

همرچو لوڪ گيت آهي. همراهہ اچو لفظ مان ورتل چيو وڃي ٿو. هي لوڪ گيت هارين، پورهيتن جو لوڪ گيت سڏجي ٿو. چاڪاڻ جو هنيءَ ٻاري جي ڪم (خاص ڪري ڳُڏ ڪيڻ، لابارو ڪرڻ) مهل جڏهن گهڻا ماڻهو گڏجي ڪم ڪندا آهن تہ ڪم جي ترت نبيري لاءِ اهو گيت چيو ويندو آهي. ٿرپارڪر جي خطي مان اسريل ۽ لاڙ ۾ تسريل هن لوڪ گيت کي شيخ اياز نئين رنگ ڍنگ ۾ لکيو.

## هنر

هنر فارسي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڪاريگري يا ڪاريگريءَ جو ڪم. لوڪ ادب سلسلي جو هڪ سندر سخن آهي، جنهن ۾ سگهڙ پنهنجو عقل بيتن (ڏوهيڙن) جي انداز ۾ عام ماڻهن اڳيان پيش ڪندا آهن. هو پنهنجي منظوم سٽاءَ ۾ ڪيئي ڳجهہ (راز) سمائيندا آهن. جن جي معنيٰ نهايت اونهي (ڳوڙهي) هوندي آهي، جنهن جي سمجهڻ لاءِ وڏي عقل جي ضرورت پوي ٿي. هنر کي ڳجهارت جو نمونو بہ چئي سگهجي ٿو. هنر جا هونئن تہ گهڻا ئي قسم آهن، مگر مکيہ چار (اسرائتا هنر، ٻي سرا هنر، چيڙ وان هنر ۽ عام رواجي هنر) آهن. پروليءَ ڏور، سينگار ۽ ڳجهارت ۾ آڻيل بيتن کي هنر چئبو آهي.

# گرامر (سنڌي وياڪرڻ)

## اسم

ڪنهن ماڻهوءَ يا ٻئي ڪنهن ساهه واري جاءِ، شيءِ، ڪم، خاصيت يا حالت جي نالي کي اسم چئبو آهي.

- ماڻهن جا نالا: رفيق، حفيظ، ارشد.
- جاين جا نالا: حيدرآباد، لاڙڪاڻو، ڪراچي.
- ساهه وارن جا نالا: ماڻهو، ڪتو، گهوڙو.
- شين جا نالا: وڻ، ڪتاب، دلو، انب
- خاصيتن جا نالا: پلاڻي، سياڻپ، ڏاهپ
- حالتن جا نالا: جواني، پيري، غريبي.

### اسمن جا قسم:

#### اسم خاص

اهو لفظ جو ڪنهن ماڻهوءَ يا ٻئي جاندار يا بيجان شيءِ يا جاءِ جو خاص نالو هجي، تنهن کي اسم خاص چئجي ٿو.

مثال: بادشاهي مسجد لاهور ۾ آهي.

شاهه جهان مسجد لاهور ۾ آهي

حيدرآباد سهڻو شهر آهي.

مٿي پيش ڪيل مثال اسم خاص جا آهن، ڇوته انهن ۾ مسجد سان گڏ خاص نالا ۽ شهر سان گڏ شهر جو نالو (حيدرآباد) چئو ويو آهي. انهيءَ انهن مان اسم خاص جي معلومات ملي ٿي.

#### اسم عام

اهو نالو جو هڪڙي قسم جي جاندار يا بيجان شين جي لاءِ هڪ جهڙو هجي يا هر هڪ سان لاڳو ٿي سگهي، تنهن کي اسم عام چئبو آهي.

مثال: ڇوڪرا ميدان ۾ راند ڪيڏن ٿا.

ڇوڪريون پڙهن پيون ٿيون

شهر تمام سهڻو آهي

مٿي پيش ڪيل مثال مان واضح ٿئي ٿو ته اهي عام آهن. جيئن ته ڇوڪرو، ڇوڪري يا شهر ڪيترائي ٿي سگهن ٿا، انهيءَ ڪري انهن لفظن مان ظاهر ٿئي ٿو ته اهي عام آهن. تنهنڪري انهن کي اسم عام چئبو.

اسم ذات

- اڇاڻ، ساوڪ، پيلاڻ ۽ صفائي خاصيتن جا نالا آهن.
- ڪل، ڇرڇو، ويڙهه ۽ جنگ ڪمن جا نالا آهن
- ٻالڪپڻ، جواني، ٻانهپ ۽ جهنگلي پڻو حالتن جا نالا آهن.

انهن ٽنهي قسمن جي نالن کي گڏائي اسم ذات چئبو آهي. ڪنهن خاصيت، ڪم يا حالت جي نالي کي اسم ذات چئبو آهي اهڙا جملا جيڪي محسوس ته ڪري سگهجن پر انهن کي ڇهي نه سگهجي، تن کي اسم ذات چئجي ٿو.

اسم تصغير:

هن قسم جي جملن ۾ اهڙا لفظ استعمال ڪيا ويندا آهن، جنهن مان ڪنهن مان ڪنهن به اسم جي ننڍڙائي ظاهر ٿئي. انهن کي اسم تصغير چيو ويندو آهي. هن قسم جي لفظ ۾ اسم سان گڏ ڙو يا ڙي جو اضافو ڪري اسم جي ننڍڙائي کي ظاهر ڪيو ويندو آهي.

مثال: ننڍو ٻارڙو خوبصورت آهي

ٻلڙي کير پئي ٿي

ڇوڪري سنهڙي آهي

اسم استقباليه:

هي لفظ به فعل جي بنياد مان جڙيل آهي ۽ صفت ٺوڙي اسم ٿي ڪم اچي ۽ اهو ٻڌائي ته ڪمايندڙ وقت ۾ ٿيڻو آهي. ان کي اسم استقبال چئبو آهي.

ساجد کي ڪراچي وڃڻو آهي (هن جملي ۾ لفظ وڃڻو معنيٰ رکي ٿو وڃڻ وارو)

**اسم حاليه:**

هي لفظ به فعل جي بنياد مان جڙيل آهي ۽ اسم سان لاڳو آهي. اهو لفظ ڏيکاري ٿو ته ڪو ماڻهو وغيره ڪم ڪندي، ڪنهن ٻئي ڪم کي لڳو ان کي اسم حاليه سڏبو آهي.

مثال: احمد بال سان راند ڪيڏندي، گهمندو گهر آيو. ( اهڙي طرح ٿيندو، ڪندو ۽ وتندو وغيره هن قسم جي اسم سان تعلق رکن ٿا.)

**ضمير**

اهو لفظ جو ڪنهن اسم جي بدران ڪم اچي تنهن کي ضمير چئبو آهي.

مثال: هو مان تون اهي انهن توهان وغيره

اڄ هن بهترين راند کيڏي.

توهان ڪير آهيو؟

مان گهر آهيان.

اهي آيا هوندا.

**ضميرن جا قسم:**

**ضمير خالص**

اهي ضمير جي خاص ماڻهن جي بدران ڪم اچن تن کي ضمير خالص چئبو آهي. هن جا ٽي قسم آهن.

- ضمير متڪلم ( ڳالهائيندڙ)
- ضمير حاضر ( جنهن سان ڳالهائجي)
- ضمير غائب ( جنهن جي ڳالهه ڪجي)

**ضمير متڪلم:** اهي ضمير جي ڳالهائيندڙ پنهنجي بدران ڪم آڻي تنهن کي ضمير متڪلم چئبو آهي.

مثال: مان، مون، اسين، اسان وغيره

**ضمير حاضر:** اهي ضمير جي انهن ماڻهن بدران ڪم اچن جن سان روبرو ڳالهائجي. اهي ضمير جي ڪنهن روبرو ڳالهائيدڙ شخص لاءِ ڪم اچن تن کي ضمير حاضر چئبو آهي.

مثال: تون، توهين، توهان، اوهين، اوهان وغيره.

ضمير غائب: اهي ضمير جي ڪنهن غير حاضر شخص لاءِ ڪم آڻجن، تن کي ضمير غائب چئبو آهي.

مثال: هو، انهن، اهي وغيره.

ضمير اشارو:

احمد، عليءَ کي هيءُ ڪتاب ڏئي چيو ته هي؛ توهان رکو، هو دوست کي ڏيو انهيءَ جملي ۾ هي ويجهو لاءِ ۽ هو پري جي لاءِ استعمال ٿيو آهي. اهڙا ضمير جي ڪن اسمن ڏي اشارو ڪن، تن کي ضمير اشارو چئبو آهي. ضمير اشارو جا ٻه قسم آهن.

- ضمير اشارو ويجهو
- ضمير اشارو ڏور (پري)

ضمير مشترڪ (يعني: شريڪ ٿيندڙ)

احمد، پاڻ کي بچايو.

آءٌ پاڻ ايندس.

اهو ضمير جو جملي ۾ فاعل جي بدران (مفعول ٿي) ڪم اچي يا جو ضمير خالص کي زور پرائڻ لاءِ ڪم اچي، تنهن کي ضمير مشترڪ چئبو آهي. اهي ضمير خاص ڪري ٻن مطلبن جي لاءِ ڪم ايندا آهن.

- فاعل کي زور پرائڻ لاءِ.
- اها ڳالهه ڄاڻائڻ لاءِ ته جملي ۾ جيڪو فاعل آهي، سو ئي ساڳيو مفعول آهي.

ضمير استفهام (فهم معنيٰ سمجهه يا ڄاڻ)

- تون ڪير آهين؟ ڪير ڪو ماڻهوءَ سان لاڳو ٿيندو
- ڪهڙو ماڻهو آيو؟ ڪهڙو ڪتاب آهي؟ ڪهڙو ڪم اٿئي؟ ڪهڙو لفظ ماڻهن، شين ۽ ڪمن سان لاڳو ٿئي ٿو.
- ڇا وٺان؟ ڇا چوان؟ ڇا شين ۽ ڪمن سان لاڳو ٿئي ٿو.

مٿين جملن ۾ ڇا ڪير ڪهڙو لفظ سوال پڇڻ لاءِ ڪم آيا آهن. اهڙا سوال پڇڻ جا لفظ ڪن اسمن جي بدران ڪم اچن ٿا. تنهنڪري ضمير

آهن. اهڙن ضميرن کي ضمير استفهام چئبو آهي. ضمير استفهام اهو ضمير آهي جيڪو سوال پڇڻ يا پڇا ڪرڻ ۾ ڪم اچي.

**ضمير مبهم:**

اهو ضمير جنهن مان ڪا خبر ڪانه ٿي پوي ته ڪهڙي اسم جي بدران ڪم آيو آهي. هي تنهن کي ضمير مبهم چئبو آهي. مبهم معنيٰ ڳجهو يا نامعلوم جنهن جي ڪا ڄاڻ نه پوي. ڪو ڪي ڪنهن ۽ ڪجهه ضمير مبهم جا مثال آهن.

ڪو ماڻهو ڪو ڄاڻو، ڪو رانديڪو ڪو ڪم. اهڙيءَ طرح ڪو لفظ جاندار توڙي بيجان شين ۾ ڪمن سان لاڳو ڪيو آهي.

**ضمير موصول:**

هي اهو لفظ آهي جو ڪنهن اسم جي بدران جملي ۾ ڪم اچي ٿو ۽ ان کي ٻئي جملي سان ڳنڍي ٿو تنهن کي ضمير موصول چئبو آهي. موصول ڳنڍ، ميلاپ ).

هيءَ اهو ڪتاب آهي. ڪتاب مون ڳوليو پئي

هي اهو ڪتاب آهي، جو مون ڳوليو پئي.

هيءَ اهو ڪوپ آهي، جنهن جي تو پڇا ٿي ڪئي. (هتي جنهن لفظ ضمير موصول آهي)

**ضمير جواب موصول:**

جو ٻئي جي لاءِ کڏ کٽندو سو پاڻ کڏ ۾ ڪرندو.

جي ڪالهه ڪم تي چڙهيا، سي اڄ به چڙهن.

جنهن ڇيو تنهن ڪيو

هن قسم جي جملن ۾ اهڙا لفظ استعمال ڪيا ويندا آهن، جن جو لاڳاپو موصول سان جڙي جواب موصول ٿئي، جيئن مٿين جملن ۾ جو جي لاءِ سو، جي جا لاءِ سي، جنهن جا لاءِ تنهن لفظ استعمال ڪيو آهي.

ضمير جواب موصول اهو آهي، جو ضمير موصول جي جواب ۾ (لاڳاپو رکي) ڪم اچي ٿو.

صفت:

هي عربي زبان جو لفظ آهي. جنهن جي لغوي معني آهي ساراهه ڪرڻ جملي ۾ هي اهو لفظ آهي جيڪو اسم ۽ ضمير جي گڻ، اوگڻ، قسم، قد وغيره ٻڌائي، ان کي صفت چئبو آهي

مثال: سٺو بهادر، اڇو ڪارو، اونهو، بندرو، ڊگهو وغيره

صفت جا قسم

صفت جا ڪل ٽي قسم آهن.

(1) توصيفي صفت (2) عددي صفت (3) ضميري صفت

(1) توصيفي صفت

توصيفي صفت جا ٽي قسم آهن.

(1.1) صفت خالص: اهڙي صفت جيڪا ڪنهن هڪ اسم جي خالص وصف ڪري ته ان کي صفت خالص ڪوٺبو آهي.

مثال: تون سٺو ڇوڪرو آهين

اڪبر سست ڪاريگر آهي

رئيس وٽ پلو گهوڙو آهي.

(1.2) صفت تفضيل: هي صفت ساڳئي قسم جي ٻن اسمن جي پاڻ ۾ ڀيٽ ڪري ٿي ۽ هڪ اسم کي ٻئي کان گهٽ يا وڌ ظاهر ڪري ٿي. هن قسم ۾ مشابهت ڏيکاريل هوندي آهي.

مثال: جاويد، فضل کان هوشيار آهي

تنهنجو گهر منهنجي گهر کان وڌيڪ سهڻو آهي

اڳي کان وڌيڪ سٺو وقت پيو گذري

(1.3) صفت مبالغو: اهڙي صفت جيڪا هڪ اسم جي ساڳئي قسم وارن سمورن اسمن سان ڀيٽ ڪري ڪيس باقي اسمن کان بهترين يا ڪمترين ڪري ڏيکاري. مبالغي جي معني آهي بيحد وڌاءُ. تنهنڪري اها صفت مبالغو ڪندڙ صفت آهي.

مثال: احمد بهترين شاگرد آهي

بيشڪ تون بلند ترين اخلاق جو مالڪ آهين
وڏو پروڏو فائدو تنهنجو آهي

(2) عددي صفت

اهڙي صفت جيڪا اسم جي اڳيان اچي، سنڌس انگم تعداد يا ڳاڻيٽو ٻڌائي، ان کي عددي صفت چئبو آهي

مثال: هڪ ڪمري ۾ ڏهه ڪليون، ڪلي ڪلي ۾ ڏهه ڏهه ٻليون آهن (شماري)

ٻهرين، ٻين، ٽين ۽ چوٿين قطار وارا ساڃي پاسي ٿي ويهن (قطاري)

(3) ضميري صفت:

اهڙي صفت جيڪا ڪنهن ضمير مان ٺهي ۽ اسم جي اڳيان اچي ته ان کي ضميري صفت چئبو آهي.

عام طور حالت اضافت وارا ضمير جيڪي ضمير خالص جي معنيٰ ۾ اچن، تن کي ضميري صفت چوندا آهن.

مثال: تنهنجو، منهنجو اسان جو، ڪنهنجو وغيره.

(4) ظرف:

ظرف عربي زبان جو لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي، ٿانءُ، يا ماپو. جملي ۾ هي اهو لفظ آهي جيڪو ڪنهن وقت،جاءِ يا طرف وغيره ڏيکاري، ان کي ظرف چئبو آهي

مثال: اڄ، اندر ڪالهه، ڪو ڪوٺ، هتي وغيره

ظرف جا قسم:

(4.1) ظرف زمان يا وقت: ظرف زمان فعل يا ٻئي ظرف سان گڏجي وقت جي معنيٰ ڏيکاري ٿو.

هن چيو ته مان پوءِ ايندس

آخرڪار احمد اسان جو ٿي ويو

(4.2) ظرف مڪان يا جاءِ: صفت،فعل يا ٻئي ظرف سان گڏجي، جاءِ، مڪان، ماڳ، مقام جي معنيٰ ڏسي ٿو

جاتي مسڪين کي امان ملي

ڪاٿي اهڙو ڇپرڇنو هوندو

هتان، هتان پانڌيڙا ڪيهي پهچندا آهن

(4.3) ظرف تميز: ريت ۽ قدر ڏيکاريندو آهي.

بيمار ماڻهو آهستي آهستي هلندو آهي

عمر گذري وئي خطائون ڪندي ڪندي

شرمندو ٿو ٿيان دعائون ڪندي ڪندي ( ڪندي دعائن ۽ خطائن ڪرڻ جي ريت ڏيکاري ٿو)

گهڻو نه ڳالهاءِ

(4.4) ظرف اثبات يا هاڪار:هائو ها يا اقرار جي معنيٰ ڏيکاري ٿو.

هائو موٽي ايندس.

ها ته ائين ٺيڪ آهي

اوهان جو چوڻ درست آهي

(4.5) ظرف نفي يا ناڪار: نه مَ. نڪو نڪي. ظرف نفي يا انڪاري معنيٰ ڏيکاريندا آهن

احمد گهر ڪونه هو.

مون وٽ ڪجهه ڪونهي

نه ڪو ڏوهه تنهنجو نه منهنجي خطا.

<u>فعل:</u>

(فعل+ڪم) (فاعل+ڪم ڪندڙ) (مفعول+ جنهن تي ڪم ٿئي)

فعل عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي لغوي معنيٰ آهي. ڪم .گرامر جي زبان ۾ هي اهو لفظ آهي، جنهن مان ڪم ڪرڻ، هئڻ سهڻ، يا ٿيڻ جي معنيٰ نڪري، ان کي فعل چئبو آهي.

مان احمد آهيان (هئڻ)

اسان پنهنجو ڪم پاڻ ڪنداسين (ڪرڻ)

ڪنهن جي دل ڏکائڻ وڏو گناهه آهي ( سهڻ)

پنڌ ڪندي جي تڪو ٿاتم، ڪنهن ڪلي تي چاتي، لاتم (جهرو)

**فعل جا قسم:**

فعل جا ٻه قسم آهن (1) فعل لازمي (2) فعل متعدي

(1) فعل لازمي: اهڙو فعل جيڪو پنهنجي فاعل سان لڳل، ڳنڍيل ۽ لاڳاپيل هجي ان کي فعل لازمي چئبو آهي. فعل لازمي فقط فاعل جو عمل ظاهر ڪندو آهي.

مان اچان ٿو

اسان اچون ٿا

آءُ للان ٿو............... هي جملا سڀ فعل لازمي آهن.

فعل اڪر ترڪ

پينگهي ۾ لڏبو آهي

مٿين جملو ۾ فعل لازمي آهي، پر ان ۾ ڪوبہ فاعل ڪونهي انهي؛ ڪري اهڙي فعل کي فعل اڪرترڪ چيو ويندو آهي.

(ا معني نہ ۽ ڪرتر يا ڪرتا معني ڪم ڪندڙ)

اڪر ترڪ يا فاعل بيفاعل امو فعل آهي جنهن کي ڪوبہ فاعل ڪونهي

**فعل متعدي:**

لفظ متعدي جي معني آهي وڃڙندڙ. اهڙو فعل جيڪو فاعل کان اڳتي وڌي مفعول سان وڃڙي ان کي فعل متعدي چئبو آهي.

مان خط لکان ٿو

تون خط لکين ٿي

فعل متعدي جون صورتون يا قسم

سوار گهوڙي کي ماري ٿو

گهوڙو مارجي ٿو

سوار گهوڙو مارائي ٿو

(1) فعل متعدي معروف: (ماري ٿو) فعل متعدي معروف (معروف جاتل يا سڃاتل)

اهو فعل آهي، جو جنهنجي فاعل جي ڳالهه ڪري ٿو ته هو (فاعل) ڪو ڪم ڪري ٿو ۽ سندس فاعل جملي ۾ ظاهر ڄاڻانجي ٿو.

سوار گهوڙي کي ماري ٿو

**(2) فعل متعدي مجهول: (مارجي ٿو.)**

فعل متعدي مجهول (جهل معنى اڻڄاڻائي يا اڻڄاڻ) اهو فعل آهي جنهنجو اصلوڪو فاعل اڪثر ڪونہ ڄاڻائبو آهي. تنهنڪري مفعول ئي فاعل ٿيندو آهي ۽ فعل انهيءَ سڄي پڇي مفعول بابت ڄاڻائيندو آهي تہ هن (مفعول) ڪو ڪم ٿئي ٿو

گهوڙو مارجي ٿو

**(3) فعل متعدي بلواسطہ: (مارائي ٿو.)**

فعل متعدي بلواسطہ (واسطہ معنى وچ واري ڪان) اهو ڪم ڄاڻائي ٿو جو فاعل پاڻ نٿو ڪري پر ٻئي کان ڪرائي ٿو

سوار گهوڙو مارائي ٿو

(فعل متعدي بلواسطہ جو فاعل ڪڏهن ٻجهو تہ ڪڏهن پڌرو هوندو آهي)

**(4) فعل لازمي مجهول:**

لفظ مجهول جي لغوي معنيٰ آهي اڻڄاڻائي، جملي اهو فعل آهي، جنهن جي فاعل جو پتو نہ پوي.

مثال: راند کيڏبي آهي

ڪم ڪبو آهي

پاڻي پيئبو آهي

**(5) فعل لازمي معروف:**

لفظ معروف جي لغوي معنيٰ آهي جٽي صاف يا پڌرو هجي. ان کي فعل لازمي معروف چئبو آهي

مثال: احمد دڪان تي ويو آهي.

**حرف:**

- انهيءَ لفظ کي چئجي ٿو جو جملي ۾ اسم يا ضمير جي لاڳاپو ٻين لفظن سان ڏيکاريءِ ٻن لفظن، جملي جي ٻن ڀاڱن يا ٻن جملن کي ڳنڍي ڏار

ڏار ڪري اسم ۽ ضمير جي اضافت بيان ڪري يا جنهن مان مثلاً آواز آرزو، ارمان، عجب، تعريف يا توهين جي معنيٰ ڏيکاري.

هتي لفظ کي حرف سڏيو ويو آهي، حالانڪ حرف خود لفظ جو جزو هوندو آهي پر چاڪاڻ ته لفظ هتي هڪ خاص صورت ۾ استعمال ٿيل ٿو، تنهن ڪري ان کي حرف سڏجي ٿو.

حرف جا قسم هيٺ بيان ڪجن ٿا.

1. حرف جر.
2. حرف جملو يا حرف عطف
 2.1حرف عططف
 2.2حرف عطف بياني
 2.3حرف عطف استدراڪي
 2.4حرف عطف سببي
 2.5حرف عطف شرطي
3حرف ندا

**حرف جر جي وضاحت:**

اهو لفظ جو اسم يا ضمير جي پٺيان اچي ۽ ان جو لاڳاپو ٻين لفظن سان ڏيکاري تنهن کي حرف جر چئبو آهي

حرف جر جون صورتون: پر، تائين، دوران، ڏانهن، ساڻ، لاڪون، سوڌو وغيره

حرف جملو:

اهو حرف جو ٻن لفظن جملي جي ٻن ڀاڱن يا ٻن جملن کي پاڻ ۾ ڳنڍي، تنهن کي حرف جملو چئبو آهي.

حرف جملي جون صورتون: ۽، ب، توڙي، پڻ، تيئن، وغيره

معنوي لحاظ کان حرف جملي جا قسم ۽ انهن جي مختصر وضاحت

1. حرف عطف: ان جي وضاحت مٿي ٿي چڪي
2. حرف عطف بياني: اهو حرف جنهن ۾ اڳئين جملي يا جملي جي ڀاڱي جي وضاحت سنڌس پوئين جملي يا جملي جي ڀاڱي ۾ ڪيل هجي تنهن کي حرف عطف چئبو آهي.

مثال: ڪنهن کي اٿين جوان تہ مونکي ماريو سڃاڻين
پيهي پروڙيوم تہ پنهون پاڻ ئي آهيان

2 حرف عطف استدراڪي:

مرڪب يا ملتف يعني مخلوط جملي جي ٻوٽين ڀاڱي اڳيان ايندڙ حرف جو پهرئين ڀاڱي جي معنيٰ کي موٽ ڪرائي يا ياد ڪرائي، ڏيان ڇڪرائي تنهن کي حرف عطفي استدراڪي چئبو آهي.

مثال. توڻي ڇڪن چاڪ تہ بہ آهہ نہ سلن عام کي
رهين يا نہ رهين تڏهن بہ گهر اهو اٿئي

حرف عطف سببي:

اهو حيف جو جملي ۾ سبب يا وجهہ بيان ڪرڻ لاءِ استعمال ٿئي، تنهن کي حرف عطفي سڏبو آهي.

مثال. توهان ۾ ڪم هيو انهي ڪري آيو هوس.
مان ڪراچي ايندس متان توسان بہ ملان
مونکي وڃڻو اٿم لهذا تيار رهجان.

حرف عطف شرطي:

اهو حرف جو جملي ۾ ڪنهن ڪم ٿيڻ لاءِ ڪو شرط ڄاڻائي يا جملي ۾ ڄاڻايل ڪم جو مدار ٻئي جملي ۾ بيان ڪيل ڪم يا شرط ٿي ڏيکاري، تنهن کي عطف شرطي چئبو آهي.

مثال. مان هن کي ماڻ ڏنو توڙي جو هن غلط ڪيو هو
سچ ڳالهائڻ اگرچہ ڏکيو هوندو آهي پوءِ بہ ان جو نتيجو چڱو نڪرندو آهي

حرف ندا

اهو حرف جو سڏ يا خطاب ڪرڻ واسطي استعمال ڪجي تنهن کي حرف ندا چئبو آهي ندا جي معنيٰ آهي سڏ يا آواز
حرف ندا جون صورتون، اڙي!، ادا، اي!، وا!

❁❁❁

# حوالا


1. آريسر، علي نواز "سنڌي ادب ۾ عورتن جو حصو" سنڌي ساهت گهر حيدرآباد 2014ع
2. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، "سنڌي نثر جي تاريخ"، منصور پبليڪيشن حيدرآباد 1999ع
3. بدوي لطف الله، "تذڪره لطفي" آرايچ احمد برادرس حيدرآباد 1955ع
4. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، "سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ" پاڪستان اسٽڊي سينٽر، سنڌ يونيورسٽي 1999ع
5. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، "مولود" سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو" 1961ع
6. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، "لوڪ ادب جي اسڪيم جا چاليهه ڪتاب" سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو
7. پريمي، هدايت، ڊاڪٽر "سنڌي ٻولي جا محقق ۽ انهن جي تحقيق"، سنڌي لئنگويج اٿارٽي حيدرآباد 2007ع
8. جتوئي، وحيد، "وجوديت ۽ سنڌي ادب"، ڪنول پبليڪيشن ٺٽو 2001ع
9. جروار، وهاب، "سنڌي ادب جي تاريخ"، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2019ع
10. جوٽيجو عبدالجبار، ڊاڪٽر، "سنڌي ادب جي تاريخ" (جلد پهريون)، سنڌي لئنگيج اٿارٽي حيدرآباد 2004ع
11. جوٽيجو عبدالجبار، ڊاڪٽر، "سنڌي ادب جي تاريخ" (جلد ٻيو)، سنڌي لئنگيج اٿارٽي حيدرآباد 2004ع
12. جوٽيجو عبدالجبار، ڊاڪٽر، "سنڌي ادب جي تاريخ" (جلد ٽيون)، سنڌي لئنگيج اٿارٽي حيدرآباد 2004ع
13. جوٽيجو فيض، ڊاڪٽر، "طبقاتي فڪر سنڌي ادب تي اثر" سنڌ سڄاڳ پبلشرز سنڌ 2015ع

14. چانڊيو خادم حسين، ماروجي ملير جا، گنج ڪتاب گهر حيدرآباد 2001ع
15. داؤد، عطيه "سنڌي ادب: ايڪ مختصر تاريخ" (اردو)، آڪسفورڊيونيورسٽي پريس ڪراچي، 2019ع
16. ڏاهراڻو بدر، "سنڌي ادب جو مقدمو"، رهبر پبليڪيشن سنڌ 2013ع
17. راشدي حسام الدين شاهه پير، "سنڌي ادب: مختصر جائزو"، سنڌي ساهت گهر حيدرآباد 1996ع
18. سراج، "سنڌي ٻولي"، سنڌي لئنگيج اٿارٽي حيدرآباد 2009ع
19. سومرو، غلام قادر "سنڌي ادب ۾ طنز ۽ مزاح" ثقافت کاتو حڪومت سنڌ، 2013ع
20. سنڌي، عبدالمجيد، ميمڻ، "سنڌي ادب جو جائزو"، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 2002ع
21. شيوڪاڻي، هيرو "ادب جا معيار ۽ سنڌي ادب"، ڪويتا پبليڪيشن حيدرآباد 2013ع
22. عباسي، ظفر، "سنڌي شاعريءَ جو صنفون ۽ صنعتون" سنڌي لئنگيج اٿارٽي حيدرآباد 2007ع
23. فهميده حسين، پروفيسر، ڊاڪٽر، "سنڌي انسائيڪلو پيڊيا سنڌيانا" (مختلف جلد) 2008ع
24. لغاري، اڪبر، "سنڌي ادب جو مختصر جائزو"، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 2010ع
25. ملاح، مختيار احمد، "سنڌي ادب تي هڪ نظر" مڪتبه فريدي، 2010ع
26. ملاح، مختيار احمد "ادبي اصطلاح" سنڌي لئنگويج اٿارٽي حيدرآباد
27. ملڪاڻي، منگهارام "سنڌي نثر جي تاريخ"، روشني پبليڪيشن، 1995ع
28. ميمڻ، عبدالرحمان، "سنڌي"، مڪتبه فريدي، 2013ع
29. ميمڻ، عبدالغفور، ڊاڪٽر، "سنڌي ادب جو فڪري پس منظر"، سنڌي لئنگيج اٿارٽي حيدرآباد 2017ع
30. ميمڻ، محمد صديق، خانبهادر، "سنڌ جي ادبي تاريخ"، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو 2001ع



اڄ جي دور ۾ ادبي پورهيو ٿالهي ماٺ وڃي رهيو آهي، پر اسان جي
"ساجد چانڊيي" جي جاکوڙ، محنت، قلم سان اُنسيت کي اکين سان
ڏسي سگهجي، ۽ اُن کي رد ڪرڻو پوي ٿو ته هي نوجوان ڪاموري آهي، ادب
جي ميدان جي پيچرن، ونڊن ۽ وڪڙن کان ايترو واقف آهي، جيترو
سندس والد محترم چاڪر خان (زخمي چانڊيو) هوندو هو، منجهس آهي
ٿي ساڳيون خوبيون ۽ خصوصيتون آهن، سچ ته "ساجد" منهنجي
محبوب دوست جون سڪون لاهي ٿو، اُسلوبِ بيان ۾ چٽا ته مثال آهي،
سندس ڪوڙ ساريون خوبيون آهن، جن مان هڪ خوبي اها به آهي ته هُو
سوچي، ويچاري، توري ۽ تڪي لکندو آهي، جيڪا ڳالهه گهٽ ماڻهن
۾ هوندي آهي، ساجد چانڊيي جو هي ڪتاب "سنڌي ادب: ڪلاسيڪيت
کان جديديت تائين" قبل مسيح کان دور حاضر تائين هڪ اهڙو
دستاويز آهي، جنهن مان سنڌي ادب جي شاگرد کي گهڻو ئي لاڀ
حاصل ٿيندو، هُو پنهنجي اُڃ اُجهائي سگهي ٿو، هي ڪتاب سي ايس
ايس، پي سي ايس، سنڌي ليڪچررشپ جي امتحان توڙي ايم فل ۽ ايم
سنڌي جي شاگردن لاءِ هڪ سونهون آهي، هن ڪتاب کان پوءِ سنڌي
ادب جي شاگرد کي ڪنهن ٻئي ڪتاب پڙهڻ جي ڪا ضرورت نه پوندي.
ساجد چانڊيي جي ادبي پورهئي جو سچ پچ نه رڳو مان، پر مون جهڙا
گهڻائي قائل هوندا.

**ڊاڪٽر بدر ڌامراهو**

ISBN: 978-969-737-028-



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سوره ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقہ رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال اڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو، تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

<u>اڻ ڇپيل ڪتاب</u>

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

بره منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحب ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com





# سورهه سنڌي ادب

Soorih Sindhi Adab

جي لهوارو لوڪ وڃي، تون اوڀو وهه اوڀار

## صاحب خان سورهه ميرائي

Cell No: 0344 3919786

0300 3404488